١٦

لاڙڪاڻي ۾ هلي اُستاد جو درس ڪبو،
بي صبر نادان دل کي خوب خوش پرسن ڪبو.
ٿرت سائينءَ سان اچا شايد ماڻ قاصد! نہ ٿئي،
چونڪہ هتڙي ئي ختم هي تيتيهن جو سن ڪبو.

١٧

حضرت حسن دنيا جو دوکو لطيف آهي،
بيشڪ دلين لُٽڻ ۾ ڏاڪو شريف آهي.
ڪنهن کي ڏنگي ڏکاڻ پيشو سندس ڏکايل!
مشڪل وڃڻ ورائي، پاسي مان دل وڃايل.

١٨

هرڪو ذرو دنيا جو منهن جو رقيب آهي،
هر حال ۾ مصيبت نفرت نصيب آهي.
بدنام حال پنهنجو ڪنهن کي وڃي ٻڌايان،
جهڙو اُهي تا چاڻن اهڙو پرين نہ آهيان.
تنهنجي ٻنيي تي آهيان خيرات لاءِ آيل
هيڪر نظر عنايت تنهنجي ڪپي ڏکايل

١٢

فرض دنيا ۾ فقط پنهنجي نہ جيون پالنا،
۽ رڳو پوري نہ ڪرڻي آهہ من جي ڪامنا.
ٻياڳہ جي ڏاڙان گهٽائڻ آهہ مشڪل ترشنا،
اي دکايل! ڀوڳہ جي ڀويان اچي ٿي ڀوڳنا.

١٣

جي رهڻ چاهين سُکيو، دل جي وڏيل ڇڏ چاهنا،
برهم ۾ لوّلين ٿي تون ساڌ پوري سادنا.
ٿي تهوڳڻ ٿي رسائي خاص من جي ڪاڙنا،
اي دکايل! سُک ملڻ مشڪل، سنوڳڻ جي بنا.

١٤

منهنجي حسرت ڪي هوند پير هجن،
تنهنجي در تي اچي فرياد ڪري.
زخمي آرمان ڪٽي دامن ۾،
ماجرا پيش نامراد ڪري.

١٥

ڪالهہ مون پڙهندي ڏٺو هڪڙيءَ جڳهہ اخبار ۾،
اڄ خوشامد جي ضرورت آ گهٽي سنسار ۾.
اي دکايل! جيڪڏهن لذت اٿي گفتگار ۾،
چونہ ڀو ملندءِ مزي سان جاءِ محفل يار ۾.

سنگيت ڦول

٧

جي گهرين واقف ٿيان دنيا جي اسرارن منجهان،
غيب جي پردي منجهان عالم جي اظهارن منجهان.
اي دکايل! صاف ڪر دل جي اُڳهي تون آرسي،
جنهن جي پاڇي ۾ سڄو قدرت جو رنگ سگهندين پسي.

٨

شي ڪڙو محلات خيالي ڪير آهي جو پڇي،
جو ڇُٽو هيڪر، وري سو تير ڪيئن خالي وڃي!
منهنجي ترڪش ۾ هزارين تيز تيرن جو مڪان،
اي دکايل! ڪين ويندو منهنجو خالي ڪو نشان.

٩

اي شاهه! ڪر نہ ڪاوڙ بينوُ فقير آهيان،
سنسار جي نظر ۾ هڪڙو حقير آهيان.
مونکي نہ زر زمين يا سهڻو لباس گهرجي،
سائين! فقط اوهانجو قرب و قياس گهرجي.

١٠

اڄ اڇڙ سان شمس سِرَ تي تاج سوني جو رکيو،
چارسوُ سينگار سهڻو ساج سوني جو رکيو.

١١

مُلهه ڪٿڻ آهي ڏکيو قدرت جي زينت زيب جو،
اي دکايل! ڪين جنهن ۾ آهه نقطو عيب جو.

۴

ي شنيج دنيا تي ٿو هرڪو ائڪٽر بڻجي،
ريضن کي شفا ڏيڻ لءِ روحاني ڊاڪٽر بڻجي.
ذاري عيش دنيا ۾ نٿو چاڙهي، نه رب تعاليٰ،
سڃيءَ مخلوق ۾ درجو ڏنو انسان کي اعليٰ.
اڇڻ سان دؤر دنيا ۾ اصل ناڻو وساري ٿو،
دڪايل! فرض کي ترڪي رڳو غرض ۾ گهاري ٿو!

٥

جيڪڏهن چاهين دنيادارن جو بڻجڻ رازدار،
۽ گهرين پيدا ڪرڻ پنهنجي لءِ خاصو روزگار.
ها ۾ ها جو سُرُ ملائڻ، سڪ ٿنا وارو ستار،
روبرو ڪافي خوشامد جو لڳائي ڇڏ انبار.
اهڙي ڪوشش سان دڪايل خود جشن وارن منجهان،
نون بہ هڪ ڏينهن ٿيندين اهڙن خاص سردارن منجهان.

٦

علم موسيقي رسائي خاص منزل ماڳہ تي
اي دڪايل مهر مالڪ جي هميشه راڳہ تي

## اُچلون

طبيعت ۾ حب وطن جي خصلت ء خو رهي،
پارت جي فائدي جي دلـ۾ آرزو رهي.
جنهن ۾ مٺي وطن جي عزت آبرو رهي،
آزاد گيء جي دل ۾ اهــا جستجو رهي.

۲

جي مصيبت تي اچي مرد کي بهتر ٿي ڪري،
بهرين تڪليف ڏيڻ بعد ۾ پر سر ٿي ڪري.
رتبو بالا ٿي ڪري اوچ تي آخر ٿي ڪري،
آگ قرباني سچي سون کي ظاهر ٿي ڪري.
ملمع سوني جو پلا باهہ جو ڪيئن تؤ سهندو،
پنهنجي اصليت کي لڪائي ڪيسين پتل رهندو؟

۳

نہ ڏس نثرت سان ٻئي ڪنهن ڏي اداا دشمن ڪنڙ سمجهي،
ڌڪاري ڇڏ نہ دنيا کي گندي سِر جو ڪنڙ سمجهي.
نہ ٿيء اڙو نرم ڳهني متان ماڻهو ٻڙو سمجهي،
نہ ٿيء اڙو مچو، ڇڏني متان موڳو مڙو سمجهي!
دڪايل! هت ڪڙشڻ ڌاران پڙهڻ سان ڪانہ پورت آهہ،
مريضن کي دوائن سان، ڪريء جي پڻ ضرورت آهہ.

يگيت قول

مذهب ڌرم جو پيد نہ جن وٽ،
اوچ ۽ نيچ جو ڪيد نہ جن وٽ.
ڌرم رڳو جن جو اِنساني،
ٽيا لاثاني.
مست ڪوي سي
هلٽو آهہ،
محفل ۾ تن جي
سرڳہ ڏي چاهہ رکي چلٽو آهہ.
همت وارا پيل تہ اُڏامن سَڏوُن ڪن ڊرپوڪ.
اُپگرهہ ۾ اُڏري ويندس ....

چانڊو— سرڳہ ڏي جيڏري هلندس مان ٻيِ،
پر جي موڪل ڏيندي پاڀي!
يار چڱو تي تيار هلائتو،
ڏسڻ ڪوي دربار هلائتو.
درويشن جو ٿيندو درسن،
ميلي سان من ٿيندو پرسن.
دير چڱي ڪم ۾ چو وجهجي ٺارو! ڪلندا لوڪ
اُپگرهہ ۾ اُڏري هلبو ٺارو! چندر لوڪ
(ٻئي گڏ) هلبو چندر لوڪ هاڻي هلبو چندر لوڪ

(طبليءَ تي) پاڻ نہ ڪنهن جا دشمن آهيون،
بگڙيل ڪارج ٿا نت ٺاهيون.
جڳ ساري سان پريت اسانجي،
ڪانہ لـڙائي ريت اسانجي.
جنهن سان لايون توڙ نباهيون،
غم ڪائون سنگت نہ ڦٺايون.
وعدو اوڏو وڙ نہ اسانجو، ڏيڻ وٺڻ سڀ روڪ.
اُپگرهہ ہر اُڏري ويندس ....

(سرڻ) سرڳـــ وچڻ جـو آهي رايـو،
جنهنجي لاءِ ڪريانٺو سعيو.
آهن جـــت صوفي سونهارا،
شاهہ سچل ۽ ساميءَ پيارا.
پيار، صاح جـو جن سُرُ ڳاتو،
روحانيت جـو راهـــ سڃاتو.
ٿن وٽ ويندي، ايندي ناهي سِڪ وارن تي رُوڪ.
اُپگرهہ ہر اُڏري ويندس ....

## سنگيت - ڇهڙو

اُپگرهه ۾ اُڏري ويندس،
ڏارو- چاندو! چندر لوڪ.
اون هون، توُ ڪٿي سا تو منجهه،
چاندو- ناريُ ڦاٽ نه بوڪ.
روس، اميريڪا نه اُڏايا پنهنجا نقلي چنڊ؟
ڏارو- منهنجي لاءِ سوڪين ڏکيرو جوڙ، ضرب، ڪٽ وَنڊ.
آهه حسابي ڪم وگياني،
ڪيل ڪبي هت جو سو جاني.
تورو ترسي ڏس رنگ منهنجا ناحق هار نه توڪ.
اُپگرهه ۾ اُڏري ويندس ....

## ڀڳت ڀورومل چنديرام رکياڻي

وقت ڪان اڳ، وئين هليو،
چاڪون ڀلا ڀورل فقير.
ڪال کي پنهنجي ڪٺي ٿي،
ڇيٽيو خود هوندو ضمير.

تون اچا مس رنگ پنهنجي ۾ هيٺڙ آيو هئين،
جو ڪنهن کي ڏوکي ڪٺي تڪڙو ڀڳا منڪر نڪير.

ڪيڏن فرشتو موت جو ڏن کي چوان؟ جيڪي ٿهار،
ويا سوين سيٺن ۾ ڪوڙي اچ سنڌ فرقت جا تير.

پروچڻ جي وقت ڀي تن سان ڪِليو هوندين ضرور،
ڇو ته مشڪڻ جي هيء عادت سدا سهڻا سڌير.

شغل شيوا جو رهيو، تو لء سدا اخبار جو،
رات ڏينهن جنهن لء ڪري ڀورهيا، وڌء ڏاهي سرير.

ڀاؤ ڀڳتيء سان سدا تنهنجو ڀريو هردو رهيو.
تو تڏهن عقبا ڪان، دنيا کي سمجهيو! سمجهيو حقير.

اچ دکايل سان ڪندو ڀيو ڪير تو بن ڳالهڙيون،
جنهن سان اورڻ لء رهي باقي فقط تنهنجي اُڪير.

گيت قول

## ڪاڪو گيانچند موٽواڻي

گيان - گهر جو ٽون آبو، بابو وِشي نانڪ جو،
ڪاڪو ڪل جو ٽي رهئين، ڪين مگر ڪنهن هڪ جو.
ٿو ڪڏهن پنهنجي پرائي ۾ نہ ڪو ڀيد رکيو،
ساهہ ۾ جاءِ ڏنيءَ جي ڪو بکيو هو سڪ جو.
سنت ساڌن ۽ فقيرن جو رهئين داس بڻي،
پيالو واليءَ ڪو سڄڻ! اهڙو پياريءَ پِڪ جو.
علم ٿورو پڙهئين پر مهر سان مرشد جي ڪڙهئين،
چاڙهيون چوڌير چڙهئين، دب نہ رهيو ڪنهن چڪ جو.
گيان گلشن مان سدا گُل تو آلوفيءَ جا ڪنيا،
ياد هر ويل سبق توکي هو لوڪان لِڪ جو.
جاڻ ۽ ماڻ جڏهن هوت حوالي تو ڪيا
پڳو پو باقي ڇو رهي يار جي در تان ڏِڪ جو
ايندي ويندي جا بندڻ توکي بنڌي ڪين سگهيا
خيال دم دم جو ڪنيون بينو هو ڇوهو ڇِڪ ج
آهہ آچ وَچ جو هي دستور پراڻو، ليڪ
ماڳ شل پلجون دڪايل! نہ مٽي مالڪ

٢. وبـــا جي سخت واچوڙي،
جڏهن جکڙيو وطن تنهنجو.
تڏهن تو شيرا ٽوڙيو خوف
ٻيڇي جي زنجيرن کي.

٣. خوشي دل جي رکي پاسي،
ٿئين همدرد پائڻ سان.
کئي ٿو دست سا دولت،
ملي مشڪل اميرن کي.

٤. سُٺو قسمت، دڪايل ڪين
اهـــڙو لـعـل لاڪـيـڏـو.
ڪيو مشتاق جنهن موهي
اميرن چـــا فقيرن کي.

# ساڌو ريجهومل لاهوري

(لاڙڪاڻي ۾ ڪالرا وقت سيوا ڪندي سرڳواس ٿيو)

( مؤت سان شڪايت )

ڪيان ڪهڙي نموني دل مان،
ٿنهنجي سخت ٿيرن ڪي·

لڪائي لعل لاهوري رلائيءَ
راهـگيرن ڪي·

ڏٺي جاڻي، خوشي هُئي يا الم، ليڪن
ڏٺو مون ڇا؟

پيامِ مرگ هو، افسوس، سيوا جي آسيرن ڪي·

ويهي ڪانڌ يا بنا پورهئي گذارڻ پاپ آهه،
ڪرم جي اهڙي مئي مرليءِ وڄائيندو وئين.

جو ڪمائين، ڪرشن ارپڻ ڪر ۽ پوءِ پرساد پاءِ،
اهڙي جڳتيءَ سان جيئڻ جو ڀيد پائيندو وئين.

زڪ سدا سادو گذر پنهنجو مگر ويچار اوچ،
حيدرآبادين کي چا، سنڌ کي سڻائيندو وئين.

ديهه سان سنبنڌ نه ڪو، هئين آتما-ساکي اچل،
تون دکن ۾ پڻ سدا سک ئي سو پائيندو وئين.

توکي ڪاشيءَ جي ڪشش کِهلي ويئي گهر ٻار ڪان،
وات وئنڪٽ جي وئي هرنام ڏيائيندو وئين.

ڦاڳه ۾ جيڪي ڦُنو سو جيت ۾ چمڪي اٿيو،
پاڻ سان گڏ بين سڀن کي رنگ لائيندو وئين.

پريم ڀڳتيءَ جي ڪري نالو پيو توکي ڀڳت-راڄ،
ڀڳت ڪونوامل تڏهن جڳه ۾ سڏائيندو وئين.

تو سُکين سيئين اڳيان ويهي نه ڳايا راڳه ڪي،
جو 'دکايل' گيت ڳايو، سوئي ڳائيندو وئين.

## ڀڳت ڪوڙومل صراف

گرهست ۾ سنياس جو رهسيه پڌائيندو وئين ،
تياڳه تپرتا جو جڳه کي دڳه ٻڌائيندو وئين .
تو رڳو پنهنجا جڻيا، پنهنجا نه دنيا ۾ ڪيا ،
پر پراون کي به تون پنهنجو ٻڌائيندو وئين .
زور تنهنجو هو پٽن جيان چو نه ڌيئر پڻ پڙهن ،
پاٺ اهڙو پنهنجي جاڙيءَ کي پڙهائيندو وئين .
هو ڳڻو-ڌن کان مٿي تو لءِ نه ڌن سنسار ۾ ،
پنهنجي سيوا سان سدا سو ڌن وڌائيندو وئين .
ٻارڙن ۾ تو ڏٺو سڀ کان وڏو پرماتما ،
پيار تن معصومڙن کي نت وسائيندو وئين .
سنت-سيوا سان ننڍي کان تنهنجو ڏاڍو هو سنيهه ،
نينهن پيريءَ تاءِ سو پنهنجو نڀائيندو وئين
سون ٿوريندي سدائي تو سڏي ڳڻي جهلي
هيءَ سکيا سچ جي هنئين سان نت هنڍائيندو وئين

٣

ڪو ڦقيريءَ ڪي اميريءَ ڪان مٿي ڄاڻو سدا،
بي‌سُرو، بي‌گهر نماڻن سان رکيءَ ناتو سدا.
پاڻ ڪوهي پاڻ ۾ تو پاڻ کي پاتو سدا،
نينهن پنهنجي يار سان مطلب بنا لاتو سدا.
سُرت وارو ساز نت وڄندو رهي ڏٻ جا ڏٿي،
تنهنجو مئخانو سدا وسندو رهي ڏٻ جا ڏٿي!

۴

اڄ ٻه ورتي جنهن جگياسوءَ نيڪ ٽيڪون رام جي،
چوٽ هڏ رسندي نه تنهن کي خيال خالي خام جي.
ڪانه پرواهه سو ڪندو مايا جي ڏهري دام جي.
اوت تنهن کي موٽ ۾ ملندي سچي ستنام جي.
جنهن رکيو ويسهه اُهو هسندو رهي ڏٻ جا ڏٿي،
تنهنجو مئخانو سدا وسندو رهي ڏٻ جا ڏٿي!

۵

پريم جي پرڪاش سان روشن ڪيو جو راهه ڪو!
پوءِ ڀلا باقي ڏکايل! دل رهي گمراهه ڇو؟
يا نه ڇڏيو ناهه پختو ءِ پکيرو چاهه سو!
سچ نه دنيا مان ڪٿائي هڪ رکو ويساهه ٿو.
جيئو هرڪو هي سبق پڙهندو رهي ڏٻ جا ڏٿي،
تنهنجو مئخانو سدا وسندو رهي ڏٻ جا ڏٿي!

## سواءِي ٽيڪون رام

تنهنجو مئخانو سدا وسندو رهي دِب جا ڏٺي!
جام تي پُرِ جام نت ڦرندو رهي دب جا ڏٺي!

١

جي اچن چاڙهي چڪي، مدهوش ۽ مخمور ٿين،
فڪر دنيا جا وساري مست ۽ مسرور ٿين.
تاپ آپي جو مٽائي چاهه ۾ نت چور ٿين،
جي رهن ويجها وسنءَ کي، سي نه هرگز دور ٿين.
دل جو پيالو ڇلڪندو ڇلندو رهي دب جا ڏٺي،
تنهنجو مئخانو سدا وسندو رهي دب جا ڏٺي!

٢

عشق سلطانيءَ جو چاڙهي رنگ جي بي رنگ ٿيا،
سنگ مايا جو ڇڏي تنهنجي سدا سي سنگ ٿيا.
جن ڪيو ديدار، دل جو تاڪ کولي، دنگ ٿيا،
هڪ پسي هرجاءِ ساڳيو حق نه ڪنهن مان تنگ ٿيا.
تو ڏنو هوڪو جو، سو هلندو رهي دب جا ڏٺي،
تنهنجو مئخانو سدا وسندو رهي دب جا ڏٺي!

بيت پالڻ لاءِ پورهئي کان نہ ٽوکي عار هو،
ٽو سدا محنت ڪري پنهنجو ڪيو کاڌو حلال.
ريس مدان جي نہ هُئي تنهنجي مٿان غالب پئي،
چو تہ تو وٽ هئي سدا سنتوش جي مضبوط ڍال.
ٽو رکي هردم وِلهن نيچن نماڻن تي نظر،
پيو تڏهن ٽوتي نجو نالو هو ديڻن جو ديال.
توکي جيڪي پي مليو سو ٽو نہ پنهنجن لءِ رکيو،
پر ڪيو وَنڊ ورچ جو تو ملڪ ۾ قائم مثال.
تنهنجون خوبيون تنهنجا گڻ ڪيڏا ڇئي ڪيڏ چوان،
منهنجي جيب ويچاري ڇا ورنن ڪندي تنهنجا ڪمال!
ٽو پروڙي رمز سهٽي سان ماڻ جي راڳ ۾،
چير جي چهڪي ۾ ٽو پاٽي سا لذت بي مثال.
پر مليو توکي سو دنيا کان، جو سنتن کي مليو،
سيني تي گوليون سهي ٽو يار سان ماڻيو وصال.
ٽون ڪنول گلَ جان ڪنورا سنسار ۾ ٻرندو رهئين،
شل 'دکايل' کي ڪندين نرمل نگاهن سان نهال:

## ڀڳت ڪنور رام

تنهنجي ڀڳتيءَ جي مشعال،
ٿي اکنڊ ٻرندي رهي نت
ڪير جو حاسد، وِسائي، ڪين طوفان کي مجال.
پاڻ تو پنهنجو جڏهن هڪ يار کي سونپي ڏنو،
نيستيءَ هستيءَ جو پوءِ باقي رهيو ڪهڙو سوال!
پريم ۽ سچ تي سدائي ڀروسو تنهنجو رهيو،
تو ڪڏهن ڏاريو نہ ڪنهن لاءِ وير جو ڪپٽي خيال.
ذات هڪڙي تو جڏهن هرذات آدم ۾ ڏٺي،
پوءِ ڀلا ڀيائيءَ جي سگهي ڪيئن ڪرين قال و مقال؟
تو نماڻو ٿي سدا هر منش جي سيوا ڪئي،
فرق ڏاران تو لڌي هر فرد جي سولي سنڀال.

مستن جي محفل ۾ ساڳي،
اڄ نه دکايل مستي،
موڳي ڏن لاهوتين ڏاران،
بيراڳين جي بستي.
ويڳاڻا هن ويڙهي وارا ويڻا تا واجهائن،
سوامي جن جي صحبت جون ٿا پل پل ڳالهيون ڳائن.
امرت واڻيءَ ساڻ جڳياسن،
جا جن هردا ٺاريا،
شري سچ کنڊ سنت پڌاريا.

سگيت قول

سورج ستگر گيان اُجالو،
موهه اگيان انڌارو.
پريم جي يوگ جو شبد ڏئي جن،
ڪاٽيو بندن سارو.
بند پيئا ڪوڙيءَ ڪلپن جا آنند ساگر ڇلڪيو،
هر جاءِ نيهن نظارو ساڳيو آيو ڪين نظر پيو.
منصوري آنلحق جا جن،
مستن نعرا ماريا،
شري سچ کنڊ سنت پڌاريا.

پاڻ ڌرم اوتار پڌاريا،
ڌرمون ناںءِ ڌرائي.
نيت نمائيءَ ساڻ رهيا جي،
من جو ماڻ مٽائي.
سک دک سمجائي سنتن کل دبڏا من جي ڪاتي،
آتم درشن جي خاطر جن باري گيان ڏياتي،
هوت حضوري ٿيو، دوريءَ جا،
وهم سيئي جن واريا،
شري سچ کنڊ سنت پڌاريا.

## ياڳي ڌرمداس

شري سچ کنڊ سنت پڌاريا،
ڪال اڪال جا ساڪي ماحب،
موت نہ جيکي ماريا.
شري سچ کنڊ سنت پڌاريا.

پنهنجيءَ مرضيءَ سان جي آيا،
سمُر ڪرڻ سلطاني،
انيوءَ ديس ويا اچ موني،
سي جوڳيسر جاني.
پيڙي کين پکي روکيا پرواز ڪري ويا پيارا،
جيون مکت سدا سي هَرِجَنِ موهہ ممت کان نيارا.

ديهہ وديهہ جو پيد سَلي جن،
پرم پُلاڻا تاريا،
شري سچ کنڊ سنت پڌاريا.

گيت قول

نينهن نظر سان ، جنهن نيو تو ناهيو كي جيوتِ جي وتَ
درثان ، هڪ ئي تنهنجي حاصل ڪلُ كيو رام
ڏاڻيءَ ، مُهتَ کي ومل چاندب
شل داس تي مهر وسائين — وهہ واهہ ....

تنهنجي ڪراماتن جون ڳالهيون ڳائن ٿا سنڌ وارا ،
بهڳڻ ٻول ٻُڌڻ لءِ شائق آهن اڄ هند وارا .
سالڪ! پنهنجي سوالين جو شل،
اهڙو عرض اگهائين — وهہ واهہ ....

هالن وارا لعل پيارا ، ڪهڙا حال سٽايان ،
اَصلي ڏوڙي نقلي گهر كان دور ، مان بي گهر آهيان .
شال حقيقي گهر پرجهائي ،
من جو وهم وڃائين — وهہ واهہ ....

مان هڪڙو ڇا جڳت مڙيوئي تنهنجي آهہ پناري ،
ٻانهو در تنهنجي جو دکايل ٻئي ڪنهن ڏي ڇو نهاري .
ڪرم ڪري پنهنجو اڄ تنهنکي،
شال سنئين داڳہ لائين — وهہ واهہ ....

والي ولائت راء
وهہ واهہ ولائت سائين .
تنهنجو نالو امر سدائين ،
وهہ واهہ ولايت سائين !
گهر- ٻاري ٿي جوت جڳائي تو جا جگياسا واري ،
اونداهن هردن ۾ اڄ تنهن گيان جي جوتي ٻاري.
منهنجي هردي ۾ شل ساڳي ،
جڳ مڳ جوت جڳائين - وهہ واهہ ....

## ڏکي ايڊيٽري

ڏکي ڏينهن کي ڏيا ايڊيٽري ،
مشڪلاتن سان ٽڪر ڏيا ايڊيٽري .
اي دڪايل! آهه مالڪ جي مَيا ايڊيٽري
ناأُميديءَ ۾ اُميدن جي ضيا ايڊيٽري ،
ٿي غريبن جا ڪري ڪم اَڻ ڇپيا ايڊيٽري .
جو سچي ايڊيٽريءَ جي ٿو اصولن ٿي هلي ،
اهڙي ايڊيٽر لاءِ ڪندن جي شَيا ايڊيٽري .
ٿي غريبن جي حمايت لاءِ ڪافي ڪم ڪري ،
۽ ڪري مسڪين تي دهري ديا ايڊيٽري .
ٿو هلي جنهنجو قلم بين جي هميشه اون تي ،
اهڙي ئي ايڊيٽري بيشڪ سهاڳو سون تي .

## سُکي ايڊيٽري

آهه اڄ ڪلهه جو سُکيو سهنجو گذر ايڊيٽري ،
عيش عشرت جو خلاصو ڏئي سر ايڊيٽري .

ٿي پرائي خوب سيڪاري ڀچر ايڊيٽري ،
۽ ڪري اخلاق تي اُتو اثر ايڊيٽري .

ڪنهن کي ڏهڪائڻ جي خاطر آهه ڏر ايڊيٽري ،
ملڪ ۾ جهٽ پٽ ڪرائي ٿي قدر ايڊيٽري .

سرڳ، دنيا جو مگر دوزخ جو در ايڊيٽري ،
ڪين اهڙو ٻيو ڪٺر جهڙو ڪٺر ايڊيٽري .

ملڪ ۾ جاوا دڪايل ! اهڙو ايڊيٽر ڪري ،
ٻل بنا محنت مزوريءَ پنهنجو پالهو گهر ڀري .

## فئشنبل سنڌي صاحب

ڏٺو مون هڪ سنڌي صاحب،
ڪالهه رستي تي
جنهن تي مڪتب جي خُطابين جو هو خاصو ميڙو!
ڪي ٽُمي مبهم ۾ ڪِليا، ڪن ٽُمي وڏا ٿهڪ ڏنا،
ٽاءِ ٽيڙيءَ جي مٿان ڪوٽ تي ڪالرُ ٽيڙو!
سرج جي سُوٽ تي، ناڙي جا ٽُمي چِيڙا لٽڪيا،
پِرت ڪيسي تي پِريل جنسي پِرين جو پيڙو!
پويان ڇورن جي ڏسي گهل، آئي صاحب کي گجي،
ڪي پُڇي اڳتي ٿيا، پوين ڪيو هيڙو، هيڙو!
"ايڏي اِنسلت!" چيو جوان، لڪڻ لوڏيندي،
اِيندو اُردوءَ ۾ غصو مونکي "آڙي مَتِ ڇيڙو!"
نقل ڏارين جو ٿـو آخـر ۾ پشيمان ڪري،
اهڙي فئشن ئي فقط ملڪ جو ٻوڙيو ٻيڙو
ڪنهن ٻه اِنسان جي دل ڪين ڏکائڻ گهرجي
اي دکايل مون وڏي جُهد سان ٽاريو جهيڙو

## خوشامد

قسمت سان ڏٺو ڪالهه مون اخبار ۾ نوٽيس،
پٽسي جي لڳي پاءِ لڇيدار خوشامد.
چاهيو جي ننڍو ٿرت ۽ سؤدي ۾ ڪفايت،
يارو! اچي ٻوڙي ڪريو واپار خوشامد.
سرديءَ ۾ بليزر جي ڳري خرچ کي ٻُنجو،
اونهاري ۾ فرحت ڏي ننڍينار خوشامد.
جاهل منجهان ڦيري وڏو عالم ٿي بڻائي،
پينوءَ مان ڪري ٿرت پٽيدار خوشامد.
بازر ۾ گراهڪ ٿڻي وڏيرو ۽ سِرائـي؛
هاريءَ کي بڻائي ٿي زميندار خوشامد.
محفل ۾ يا مجلس ۾ فقط ٿي هلي چرچا،
اڄ ڪالهه گرم خوب آ بازار خوشامد.
پٽسي جي يا ڪا سڪٽي، خوشامد جا نمونا،
هر جنس ڪامياب مگر يـار خوشامد!
عالم ۾ نه اڄ آهه سچائيءَ جو زمانو،
هر طرف جهجها تنهنجا خريدار خوشامد!
بڻي ڪنهن کي زماني ۾ دڪايل نه سچائي،
توسان ئي رکيو منهنجو سروڪار خوشامد!

گيت قول

خوشي ڪير ڏئي ۽ ڪريٿو اُداس؟
لڳائي ٿو بُک ۽ وڌائي ٿو پياس!
مڙيوئي هي شڪتين سندو کيل آهه،
دوا سان نه جن جو ذرو ميل آهه.
صبح جو اُٿي خوب ڪثرت ڪريو،
بدن خوب مهٽيو ۽ محنت ڪريو.
رکو جام تازيءَ هوا ساڻ پيار،
صحت جو سدا جنهن تي دارومدار.
ٿي ورزش ڪرڻ ساڻ طاقت وڌي،
۽ 'سنِ-باٿِ' سان دل جي قوت وڌي.
ڪريو روز چمڙيءَ کي مهٽي صفا،
صحت لءِ بدن کي ڏيو ڪجهه جفا.
رکو وير ڪنهن سان نه سياڻا اوهين،
ڪريو دور رنجش کي پاڻان اوهين.
غصي ايِرشا کان ڪنارو ڪريو،
ڪري ڪروڌ، مَنُ ڪين ڪارو ڪريو.
ڇڏيو آپ سوارٿ، نه خود غرض ٿيو،
دکايل ڇو پنهنجي لءِ ٿا مرض ٿيو؟
مٺو آهه ماکيءَ کان سيوا جو رَسُ،
انهيءَ ۾ ئي جيئڻ سندو آهه جَسُ.

دوائون ٿا جيڪي مريضن کي ڏين،
اُنهن کي وري خود اُهي ٿا نندن!
سندن واهپو گهٽ حياتي ڪري،
دوائن لئي جيئندڙ سُتت ٿو مري.
دوائن ۾ آهي اثر جوش جو،
ڪري خاتمو جو سدا هوش جو.
ڇڏي ٿو بدن کي ٿڪائي جُلاب،
بوي پيٽ کي جنهن مان عادت خراب.
دوا سان زهر ٿو وڃي جان ۾،
وجهي زندگي جا وڏي زيان ۾.
ضعيفي دوا نيٺ پيدا ڪري،
زهر سان ٿي ساري بدن کي ڀري.
صفائي بدن جي ڪريو ٻوش سان،
بچائي اوهانکي جو سڀ مرض کان.
شفا ڏيڻ جو حق ناهه ڪنهن کي نصيب،
علاج آهه پنهنجي هٿن ۾ قريب.
علالت جو قدرت ڪري ٿي علاج،
سنئيل آهه جنهنجو سمورو هي ساج.
غلاطِيت اندر مان ڪيئي ڪير ٿو؟
هلي ڪنهنجو ٿو هي آئل قاعدو؟

بيت قول بدهاضمو،
كري لوپ كاڏي جو، خاڻو!
خوشيءَ جو ٿو جنهن کان ٿئي
آڳهائي نڪي عرش جو قهر آهه،
نہ ڏرتيءَ مان پيدا ٿيل زهر آهه.
اگهو آنهہ جي تون! نہ روٽي نہ کاڄ،
ڏسي طعام آڏو، نہ لالچ ۽ آڄ.
منو آهہ ميوي جو رَسُ ۽ سواد،
ڏئي خوب لذت، کري دل کي شاد.
پُگل پاڇي هرگز نہ ورتائجي،
نڪي ساڙي باري رڌي کائجي.
کجي يا اُباريل ئي کائڻ کپي،
سندس سَنَ نہ وئرٽ وڃائڻ کپي.
بدن مان نہ بيماري، ڪوشش کري،
وڏيل زهر زوريءَ ٿي باهر کيي.
دوا سان چيڏڻ روکي اکيان آهہ،
سراسر وڏو جنهن مان نقصان آهہ.
علالت جي کن ٿا دوا داکٽر،
مگر کين ڏين ٿا شفا داکٽر.
دوا مرض کي ٿي دبائي چيڏي،
سنهو سوُر اندر لکائي چيڏي!

## جيئڻ جو حس!

صحت ڪسي سکن جو خزانو چون،
اها لاٽ سياڻا سدا ٿــا لنون.
حياتي صحت جي بنا بي چسي،
سدا بي رسي ۽ سدا بي جسي.
صحت ۾ سکن جو نهان گنج آهه،
نه جنهن ۾ رتيءَ جيترو رنج آهه.
صحت مدفي اِنسان ڇا ٿا نه ڪن؟
هماڻيون هٿن سان پيا ٿا لٽن!
سگهائيءَ سندي جي گهرين بهتري،
اضافو ۽ پي عمر جي برتري؟
ته ڇاڻج. ڍلهي پيٽ ڪائڻ خراب،
وڏي جنهن مان بيماري بي حد عذاب.

قول

بو دپو بيماريون ٻڇي،
ويجهو ويهڻ نہ ڏي.
ڏينهن ذرئي ڏاڍي گندي،
سِر جي ڏپ کڍي.
زهري مڇر مُنجي،
منهن اونداهيءَ ماڪ ۾.

مڇر منهن اونداهيءَ ماڪ ۾،
نڪري ڪن ٿا مار.
چَڪ هڻي چچري ڇڏن،
ڏنگدار.
مهان هي
ڏيئي بَٺ بخار،
وجهن ٿات طبيب جي.
طبيب آهي بابا!
ٻچڙي ٿات.
طبيبن جي نہ شل،
ٿاسي قندي ۾ آکسمات.
ڪو اچي بات،
چُنڊ سولي
ناهي ذرت طبيب ڪون.

## پاڻي ۽ وهندڙ

درياهه

بيهان ته ٿئي بدبوءِ،
وهان ته ٿئي وهه واهه.
بيٺي ڍنڍ ڍبو چون،
وهندي ڏنگ درياهه.
وهندڙ تي ويساهه،
بيٺل تي بانور نه ڪر!

ڍنڍ

بيٺل تي بانور نه ڪر،
ٻوڙي يا ماري.
هوندي بيٺ وڏي نه ڪو،
ڪارج سنواري.
هردم آزاري،
بيمارين جي پيڙ سان.

## ڪوئٽيا جو زلزلو

( ١٩٣۴ )

ڦهر ڪوئٽيا سان ٿيو، ٿي ظلم جو وڏو زلزلو،
هند ۾ ۽ سنڌ ۾ ٿيو واءِ ويلا ولولو.

رات وسپت اوچتو پيون ۽ ڪمپ ٿي ڀاري ڇڪو،
جنهن ٿڌيري شهر ۾ آندو اُچانڪ ٿرٿلو.

ري ڪٿيءَ جي مؤت ۾ جانيون هزارين ناس ٿيون،
ٿيو اچي غالب غضب غوغاءِ وارو غلغلو.

منٽ اڌ ۾ محل، گهر، بنگلا ڪٿين برباد ٿيا،
ڪوئٽيا بدران اُت مٽيءَ جو ڍير! اڄ آهي نِلو.

بي‌خبر اڌ رات جو آنڌا ڇيڇي آنڊن کان ويا،
مرد زالن کي ڇڏي ويا ٻيءَ ٻڍن کي هيڪلو.

# ڪڪي جو گهوڙو

شابس منهنجا گهوڙا نيار،
نڪي ريل جي هل رفتار.
هَٽُ گهوڙا جهٽ پٽ گهوڙا،
پل پير اڳي پوءِ مَٽ گهوڙا،
ڪرهڪ وِڪ سان چائنٽ پار،
نڪي ريل جي هل رفتار،
شابس منهنجا گهوڙا نيار.

تور ھور جي هل گهوڙا،
چال ٻيل جي چل گهوڙا،
قدم قدم تي ڪر هٽڪار،
نڪي ريل جي هل رفتار،
شابس منهنجا گهوڙا تيار.

جڏهن مان تورو ڇڪيان لغام،
ڏون رخ فاڪ ڏي رکي اُڏام،
دل آرام، ڪر پرنام،
ٿهه ٿهه نپڪيءَ سان هوشيار،
نڪي ريل جي هل رفتار،
شابس منهنجا گهوڙا تيار.

ڇڏ آلس، اُٿ ڪر نہ آوير،
اڳتي حاڪم! اُٿج سوير،
نيرڻ ساڃہر آهي تيار،
ڇانهہ ۽ ڪيڪ ٿي ٻوندي مار،
واهہ ڙي ٻوپڻڙا سودار!

ڳڏن ڳڏين جي راند رچاءِ،
لاڏيءَ سان لاڏو پرڻاءِ،
منهنجو گهوٽ ۽ تنهنجي ڪنوار،
ڏاجي ۾ ڏج ڇوڙا چار،
واهہ ڙي ٻوپڻڙا سردار!

صبح گهمڻ هل سر بازار،
شام جو باغ جا سير شڪار،
رات ڪمر سان ٻڌ تلوار،
ٿيءُ سپاهي، رهہ هوشيار،
واهہ ڙي ٻوپڻڙا سردار،

ـت قول

## ٻاراڻا گيت

### پوپٽڙو سردار

اُڏر، اُڏر ڪر پوپٽ! ٻات،
گذري رات.
او سبڙي تنهنجي تار،
اُت يارن کي،
ڏينهن چڙهئي ننڊ کهڙي يار،
واهـ ڙي پوپٽڙا سردار!

سنگيت قول

گهور گهٽا ڇانئي پل ڪاري،
مستيءَ ۾ جهومي هر ناري،
فرش زمينْ تي ٽٽي گلڪاري،
خاص خوشي ٻوڙي چؤڌاري،
ڪارا ڪارا بادل ٻوڙو!

سال پڇاڻا ساوڻ آيو،
ياڳين جي اڄ ياڳہ پرايو،
هر ڪنهن ديوي، ديوَ منايو،
سرس دڪايل سارنگ ڳايو،
ڪارا ڪارا بادل ٻوڙو!

ـت ڦول

بجلي چمڪي، چمڪي قسمت،
پاڻي برسي، برسي رحمت،
نسري آئڪن نڪري حسرت،
گهر گهر در در جهولي مسرت،
ڪارا ڪارا بادل ٻوڙو!
ڪارا بادل!
ٻوڙي ٻوڙي
جل سان تار ڪري ڇڏ جل ٿل،
اپرن تازا تازا گل ڦل،
جهنگل ۾ ٿين موجون منگل،
ڪارا ڪارا بادل ٻوڙو!

بجلي چمڪي چم چم، چم چم،
پاڻي برسي رم جهم، رم جهم،
نئي چوڏاري ڇم ڇم، ڇم ڇم،
رڱجي رنگ نئين ۾ عالم،
ڪارا ڪارا بادل ٻوڙو!

مرڪي مرڪي مست بڻايو،
منهنجاني جو دور چلايو،
گل گل ڏي ڪو رنگ جمايو،
بلبل گيائي، مور نچايو،
ڪارا ڪارا بادل ٻوڙو!

## بادل ٻوڙو!

پيارا پيارا بادل ٻوڙو،
ميگهه ملهارا بادل ٻوڙو.
او مستوارا بادل ٻوڙو،
پاٽيءَ وارا بادل ٻوڙو!
کارا کارا بادل ٻوڙو!

گلشن جو مالي گهبرايو،
کيتيءَ جو والي گهبرايو،
دانا ءِ سوالي گهبرايو،
ادنيٰ ءِ عالي گهبرايو،
کارا کارا بادل ٻوڙو!

گيت قول

لڙائي، سان دريا جي چنڊ سڄي رات ٿئي
مچائي. موج جنهن

ستر ني، سيني ۽ سان، قرب رهيو ٿئي ڏندو
سنڌو ۽ جي ڪپر ني.

لهائون، ديو هڪ جي درياهه هو ني سيني
ماندار ڪوهائون!

جگر ني، ديو اُن گرجندي چڙهي ٿئي ڪاڏي
سنڌو ۽ جي ڪپر ني.

منتظر، هـو مهاڻو لاءِ جي ڪڏڻ پيڙي
چپائين نه سفر ڪر.

ني، چڪر چُست ني مان چاهه وڏي چڙهياسين
سنڌو ۽ جي ڪپر ني.

نياري ني آخر جڏهن جي لوڻ مان پيڙيءَ
دل ني هئي بهاري

ني شعر شوق ٿيو سان ڏکايل جو پيوس
سنڌو ۽ جي ڪپر ني

سنڌو

( سائين ٻيوس سان )

١٩٢٨

سانگي سان وڃڻ ٽيو منهنجو ساٿين سان سفر تي ،
سنڌوءَ جي ڪپر تي .
ڇا نــرم وڇاڻو ويــو ماڻي سبز ڇپر تي ،
سنڌوءَ جي ڪپر تي .
چوڏس هئي چمڪاٽ ڪاڻ چانڊاڻ چٽائي ،
ڇا صاف سهائي .
چؤطرف چڙهي نور جي چادر تڻي نظر تي ،
سنڌوءَ تي ڪپر تي .

گيت قول

قدرت جا اسين چور نہ آهيون ،
قرض ڪٽي جو پوءِ نہ لاهيون ،
جي ديون ڪان وٺنداسين ،
ديون کي ڏيڻ نہ ڇڏينداسين - اسين گهر گهر...

جنهن ڌرتيءَ تي سنڌُ مانا ،
پيچ ڏيڻ وارا پيرا پانا ،
تنهن ڪڇ جي اُتم ڌرتيءَ کي ،
ڌرتي مهان ڇيينداسين - اسين گهر گهر...

وڻن تڻن وارو هي ڏکايل !
ڳالن ڦالن وارو هي ڏکايل !
پارت مانا جي ڪڇ ۾ اسين ،
ڳانڍ يڏام آڏينداسين - اسين گهر گهر...

ٻرڪ جي لڳندا، ٻرڪا ايندي،
ڌرتي ڦلندي، اَن ڌن ڏيندي،
ٻوندا مال مڇي گاھ ٿي،
پرجي پاڳيا ٿينداسين ـ اسين گهر گهر ...

وڻن منجهان جا گهر نڪري ٿي،
ڪڪر ٻٽي اُپ ۾ پڪڙي ٿي،
ميگهن جا اسين راجا ٻڻجي،
اِندر سان ٻرُميچينداسين ـ اسين گهر گهر ...

هن حڪمت جا مالڪ ٻڻجي،
وڻن ٽڻن جا پالڪ ٻڻجي،
پنهنجي هٿ سان ٻيڙ لڳائي،
پاڻهي پاڻي ڏينداسين ـ اسين گهر گهر ...

وڻ ٽڻ ديش جي دولت آهن،
طاقت ملڪ جي ٿا پهچائن،
هي اِسراري ڳجهه ڳولهي، اسين،
خاڪ مان سون وٺينداسين ـ اسين گهر گهر ...

وڻ سڀ ۾ ٿا وسڻ لڳائن،
آئي وڻي ڪي سڪ پهچائن،
اهڙن سڌ اُپڪارين جا اسين،
شيواداري ٿيينداسين ـ اسين گهر گهر ...

قدرت جا اسين چور نہ آھيون،
قرض ڪٽي جو ٻوءِ نہ لاھيون،
جي ديون ڪان ونداسين،
ديون کي ڏيڻ نہ ڇڏينداسين — اسين گھر گھر...

جنهن ڌرتيءَ تي سنڌڙ ماتا،
پڇ ڏيڻ وارا پيرا پاتا،
تنهن ڪڇ جي اُتم ڌرتيءَ کي،
ڌرتي مهان ڇيپينداسين — اسين گھر گھر...

وڻن تڻن وارو ھي ڏکايل!
ڳالن ڦالن وارو ھي 'ڏکايل'!
ڀارت ماتا جي ڪڇ ۾ اسين،
ڳانڍيڏام آڏينداسين — اسين گھر گھر...

بِرک جي لڳندا، بِرکا ايندي،
درتي ڦلندي، اَن ڌن ڏيندي،
پوندا مال مچي گاهن تي،
پرجي پاڳيا ٿيندا سين- اسين گهر گهر ...

وٺن منجهان جا گهر نکري ٿي،
ککر بڻي اُپ ۾ پکڙي ٿي،
ميگهن جا اسين راجا بڻجي،
اِندر سان بَرميچيندا سين- اسين گهر گهر ...

هن حکمت جا مالک بڻجي،
وڻن ٽڻن جا پالک بڻجي،
پنهنجي هٿ سان ٻيڙ لڳائي،
پاڻهي پاڻي ڏيندا سين- اسين گهر گهر ...

وڻ ٽڻ ديش جي دولت آهن،
طاقت ملک کي ٿا پهچائن،
هي اِسراري ڳجهه ڳولهي، اسين،
خاک مان سون وٺيندا سين- اسين گهر گهر ...

وڻ سچ ۾ ٿا وسڻ لڳائن،
آئي وئي کي سک پهچائن،
اهڙن سڌ اُپکارين جا اسين،
شيواداري ٿيندا سين- اسين گهر گهر ...

## وڻ پوکيون - برسات وسايون

گهر گهر وڻ پوکينداسين،
اسين در در وڻ پوکينداسين،
بـاهـر وڻ پوکينداسين،
اسين اندر وڻ پوکينداسين - اسين گهر گهر...

وڻ ڌرتيءَ جا گهڻا آهن،
ڏَرَ بَرَکي سينگارن ٿاهن،
قدرت جي هيءَ پياري نعمت،
پائي جهول جهليندا سين - اسين گهر گهر...

١٩٣٩ ۾ جڏهن پالي پرتاب گانڌ يڏام رتا ڪي عملي جامو پهرايو، تڏهن نگر اڏجڻ لڳو، ڪڏهن هن، سڀ کان اول رستن جا ٽڪ ڏياري، وٽن پوکائڻ جو اُتم ڪم شروع ڪيو.

اسڪول جي اُستادن ۽ وديارٿين سان گڏجي، رستن ۽ گهٽين ۾ ڳائيندي ڳائيندي، پنهنجي هٿن سان هن گهٽيءَ وڻ پوکيا. انهيءَ وقت انڪل ڪيرهن هزارن وٽن جون چڪيون لڳايون ويئون. اتساهي نرواسي، گهرن جي ڪچ ويتر، پاڻ ڪري ڪم آڻڻ لڳا. اُنهيءَ وقت هر گهر ٽوڙي گهٽيءَ منجهان ٽولي آواز ايندو هو- ' اسين گهر گهر وڻ پوکينداسين، اسين در وڻ پوکينداسين. ' " اسانجو پيارو گانڌ ۽ نيارو گانڌ يڏام" اچوته اُٿي گيت، جيڪي ... ين جي اُدم ۽ ساهس جا شاهد آهن، هڪ دفعي وزي

## اسانجو گانڌ يڌام

اسانجو پيارو گانڌ يڌام،
ڌڻون ۽ نيارو گانڌ يڌام.

لاڙيءَ سنڌ جي لاڙي وٽ ٿي سنڌ ڏٺين ڌروار
ساڳي ٻولي، چالي ساڳي، ساڳيو ارٿ اُچار
ديس بہ ساڳيو، ويس بہ ساڳيو،
ساڳي طرز تمام- اسانجو پيارو گانڌ يڌام.

ٻئي هنڌ هرجا ڌاريا آهيون دردر آهہ ڌڪار،
هٿ پنهنجي گهر وارا آهيون پيو پنهنجن جو پيار،
ڪنڌ نہ جهڪايون، ڪين ورايون،
ڪنهنکي مور سلام- اسانجو پيارو گانڌ يڌام.

ڪيتي واڙي هتڙي پنهنجي، پنهنجو وڻج واپار،
هٿ روٽيءَ پنهنجيءَ تي رهندو پنهنجو ئي اختيار،
هٿ رهوتا جي، ٻئي جي چاجي،
حاصل ڪُل آرام- اسانجو پيارو گانڌ يڌام.

وڻ ٻوڙ نرماڻ ڪنداسين هتڙي هر پرڪار،
ديو ٽڙ ٽڙ ڌسندا رهندا همٿ جو اسرار،
گهر گهر ساڳي، در در ساڳي
مچندي موج مدام- اسانجو پيارو گانڌ يڌام.

ڳــدرن جيڏا لعل تماتا،
آڏ آڏ سيرڪ ڳول پتاتا،
ڳجرون ڀوريون گوبيون ٽوريون،
ڦوٽ ڦوٽ لنبيون ڪمند ڳوريون.
ڦل ڦلَ اڪيچار- ڏڪڻ ۾ ........

هـردم موسم ۾ ڦلواري،
موسم جـــي ناهي ڪاٽياري،
گرمي سرهي سرڌ بهاري،
هـرڪا مند هتي موچاري.
ڏئي ٿي خاص خمار- ڏڪڻ ۾ ........

قدرت جي هت سونهن اِلاهي،
ايندو ويندو ٿئي خوش راهي،
ماندي دل نہ دکايل ڪنهنجي
شام صبح جڙ دنيا پنهنجي.
سستو سئو شڪار- ڏڪڻ ۾ ........

بيت قول

ڪٽڪ رنگا محبوب مهاندا،
مرڪ چپن تي، نيڻ گلابي،
هاڻ چاڻ ۾ بي حد سادا!
دل جذباتي مرم وسيڪي هنري ۽ هوشيار،
سدائي هريو ڀريو ملبار.

محنت سان هرڪنهن جي محبت،
هڏ ن سچو هت آهي سيڪو،
زالين مردين ڪن ٿا مشقت!
ويهي ڪائڻ ڏوهه سماجي، پورهئي جي لءِ پيار،
سدائي هريو ڀريو ملبار.

ڳوٺ نه ڪو مندر کان خالي،
پوجا پاٺ ڪري ڪائيندا،
خالي ڪيندا مور نه سوالي،
ڪو پنج وقتو ويندو مسجد، ڪنهن ديول ديدار،
سدائي هريو ڀريو ملبار.

ـــڪ پاسي ساگر جون ڇوليون،
وڻ ٻئي پاسي پربت جو اولو،
ٿر هير صبح جي ڏئي ٿي لوليون،
مند موافق آهه دکايل! هنڙي هر پرڪار،
سدائي هريو ڀريو ملبار.

## ملبار- ڪير ل

هريو ڀريو ملبار سدائي هريو ڀريو ملبار،
اسانجو هريو ڀريو ملبار.

سارين جي هت ڪيتي خاصي،
انب گهڻا، ناريل جهجهيرا،
ڌرتي ڪجهه آهي وارياسي.
ڪاڄن جي پيداش چڱي، هت خاصو وڻج واپار،
سدائي هريو ڀريو ملبار.

ماڻهو دل پر ڌرتي ٿوري؛
ڳوٺ ڳتيل وک وک تي بستي،
ورلي ڪا هت ٻڌبي چوري!
ڪونه گناهه غريبيءَ هوندي، گهٽ جهيڙو تڪرار،
سدائي هريو ڀريو ملبار.

آهه رکڙيءَ ۾ سمايل،
پيڻ جي آشيرواد،
جنهن ۾ پاوڪتا سان شامل پريم واري ويدنا،
ٿي ڏياري سخت آفت،
جي سڀ سؤمان ياد،
فرض قربانيءَ سان جوڙي سنگ ٿو،
ساهه کان پيارو لڳي خود ننگ ٿو،
حوصلو ڏيئي ٿي رکڙي،
سرخرو جڳ ۾ کري،
پاونا قولي قري.

آڳريون نازڪ وڄهن ٽيون،
جان، بت بيجان ۾،
گنڍ رکشا جي ٿي جاڳائي پوتر چاهنا،
ريشمي سوٽي تندون،
آٽيو چڏن ايمان ۾.
پيڻ جي رکشا لءِ دل ٿي بي قرار،
آبرو صدقي ڏمي ٿي نار نار،
تو دکايل پاءِ مرکي،
پيڻ جي خاطر مري،
پاونا قولي قري.

٩

ڪٿي آگ نارڻ ۾ ٿي خاص حشمت،
خطر راهه ۾ آ حياتيءَ جو البت،
ڪندي شيوا سر تي اچي جي مصيبت،
مصيبت نه آهي، مگر آهه رحمت،
چڙهندي اچانڪ جا آفت ڪي ٿاري،
اُٿي باهه جو گهنڊ ٻيڻو پڪاري.

١٠

ڪٿي اڄ ٿو شيوا سندو دان ٿنهنجو،
ڏکئي وقت آهي هي اِمتحان ٿنهنجو،
پريندا دعا ساڻ دامان ٿنهنجو،
وسيلو ٿئي شال پڳوان ٿنهنجو؛
نه چڙهه فرض پنهنجو وسوڙها وساري،
اُٿي باهه جو گهنڊ ٻيڻو پڪاري.

١١

نه ڪاءِ خوف، ساهون مصيبت اگر ٿي،
نڪي هار دل، جي ڪو خطرو نظر ٿي،
دکايل! سدا ڪرتون شيوا بي ڏر ٿي،
ڪري نانءُ جيڪا دنيا ۾ امر ٿي،
سچو سک وٺي ڏس! تون شيوا ۾ گهاري،
اُٿي باهه جو گهنڊ ٻيڻو پڪاري.

٦

وسائل جو ٽوڪي نہ سامان آهي،
نہ هٿ، جي ڪپا ڪيهہ گهمسان آهي،
نہ ڪا راهہ رستو، خطر جان آهي،
گهڙي ٻؤ اگر ٽوڪي ايمان آهي،
مٿي يا ڪٽي آب ڇڏ ٽرت هاري،
اٿي باهہ جو گهنڊ ٻينو پڪاري.

٧

دڃي وڃ نہ ساهون جي سردي اگر آهہ؛
سڃو ٻُٽ يا ٽنهنجو ٻُسايو پگهر آهہ،
نہ ڇڏ فرض ٽوٽي اٿانگو سفر آهہ،
اگيان سخت واري يا ريتي پٿر آهہ،
همت ڪار ساري ڇڏيندي سنواري،
اٿي باهہ جو گهنڊ ٻينو پڪاري.

٨

چوَن باهہ ناهي مگر آهہ قيامت،
اڇانڪ آ ڪڙڪي غريبن تي شامت،
رهي ڪين شايد ڪو هڪ گهر سلامت،
ڪري ڇڏ همت سان جنسي ڪرامت،
ارادي جي طاقت تي ڏينگر ڪي ڏاري،
اٿي باهہ جو گهنڊ ٻينو پڪاري.

٣

جيبيءَ جار جَرَ جو چنڊ يو چا وچائي،
ڪيا خاڪ گهرڙا گهٽن جا جلائي،
اُٿي! پهچ، پهچڻ ٿو توکي جڳائي،
نہ چنڊ لعل! شيوا جو سڏڙو نڻائي،
وسائڻ جو ڪڻ بس سمر نون سنياري،
اُٿي باهہ جو گهنڊ بينو پڪاري.

٤

پکڙجي پَوَن ۾ جي شعلا اُڏن ٿا،
اُڏرندي گهڙيءَ ۾ وڃيو گم ٿين ٿا،
پُري پَڙڪ سان ڏس نہ محلا ڪرن ٿا؛
ڏڏي ڏڙڪ سان ڌُو زمينءَ تي پون ٿا،
ڏئي خوب پڙڪا اُلا ٿي اُٿاري،
اُٿي باهہ جو گهنڊ بينو پڪاري.

٥

چنڊي ننڊ آرام پنهنجو ڦٽائي،
اچي پهچ جادي ٽڪي بوڙ پائي،
ڪٽي ڏول، پاٽي پري ۽ پرائي،
گهڙيءَ لاءِ چنڊ جوان! گنگا وهائي،
اڪر چنڊ نون شيوا جو دل تي اُڪاري،
اُٿي باهہ جو گهنڊ بينو پڪاري.

باهہ جو گھند

اُٿي ! مينهن ٽاڊن جو ڇوڏر وسي ٿو،
غضب ٿيو، مدد ڏيو ڪا هرڪوچوي ٿو،
ظلم، روج، راڙو، ڪنن ٽي پوي ٿو،
نظر غم جو هرسوُ نظارو اچي ٿو،
ڏڍهن ٽون بہ وچ، بڻ بين کي اُٿاري،
اُٿي باهہ جو گھنڊ بيٺو پڪاري.

٢

پڇي جاد بوڙي جو انسان آهي،
مدد لاء ٿيو عـام اعلان آهي،
وڏيء ڪنهن مصيبت جو امڪان آهي،
سيـاڳـو شهر لاء نيشان آهي،
بري آهہ ڏيندي جهڳا پيا بہ ٻاري،
اُٿي باهہ جو گھنڊ بيٺو پڪاري.

پنجٽيهه سالن جي پراڻي ڳالهه آهي. لاڙڪاڻي
ڊي وڏي بازار کي، رات جي وڳڙي ۾ اچانڪ اچي
باهه لڳي. ڪيترائي ڪپڙي توڙي ٻهار جا دوڪان
باهه جي لپيٽ ۾ اچي رک ٿي ويا. انهيءَ وقت
اڄوڪين فاير برگيڊ موٽرن جو بندوبست ڪٿي هو.
ميونسپالٽيءَ جون هٿ سان پمپ ڪرڻ واريون
مشينون هونديون هيون، جن جي وسيلي ئي باهه
تي پاڻي وجهي، جهڙن سان باهه وسائي ويندي
هئي. پاڻي به پري پري کان کوهن ۽ بورنگ پمپن
تان آندو ويندو هو. پر انهيءَ وقت هرڪو زنده دل
شهري باهه جي گهنڊ جو آواز ٻڌي هن سيوا جي ڪم
اچي مدد ڪندو هو. ويندي زالن ۽ ٻارن تا
پنهنجي پنهنجي وت آهر پاڻي
سب شهر وارا، پنهنجي ٻچيل سامان ڍوئڻ
پهچائڻ، توڙي باهه کان ٻچيل سامان ... پاڙڻ جو اُهو زما
همراهي ڪرائيندا هئا. پاڻ تي پاڙڻ جو اُهو زما
ڪيڏو نه سونو زمانو هو، جڏهن هڪ ٻئي سا
همدرديءَ جو جڻ عملي سبق ملندو هو. هينيو
بياني شعر اُنهيءَ وقت جو جهونو آهي، جو پڙهند
جي سيوا ۾ پيش ڪجي ٿو.

۴

ڇَربر ڏسي شڪاري، هلڪي ڇلانگ ماري،
چپ چپ ڪري پٺاري، اُف! خون خوارجاري.
ٻوڙي جهلي جهڙيءَ ۾،
سڪرات جي گهڙيءَ ۾.
تي ڪم تڙپ بدن ۾، صياد جي چنبن ۾،
باقي رهيو نه تن ۾، ڪوڏم هو الوطن ۾.
ڪيڏو نه غم ڏکايل!
جيوت جو دم ڏکايل؟

...يت قول ٽڙ ٽڙ ڪندي اُڏائي،
وَر وَر ڪري نماٽي، آڪاس جا اُماٽي.
ليڪن ڪري ٿي ساٽي،
مشڪل اچا صبر هو،
صياد جـو فڪر هو.
پرواز جي نہ طاقت، تفريح يا تراوت،
ويجهي نہ ڪا حمايت، ساٿي نڪو سلامت.
سيني ۾ هاءِ ڌڙڪڻ،
دل ۾ هزار اُلجهڻ.
ٽنڊڪي گهڻو زخم ڪان، صياد جي ستم ڪان،
وانجي رهي رحم ڪان، محروم ٿي ماءُ ڪان.
آئي بري پکين ني،
لڙڪن جي لَڙَهہ اکين ني.
صياد جي هٿن ڪان، حرفت، فريب وفن ڪان،
هن گردش زمن ڪان، هن عارضي وطن ڪان.
مونکي امانَ گهرجي،
اي آسمان! گهرجي.
قدرت جا ساز سهڻا، ميدان هي ڪشادا،
ساٿين سوا وڻن ٽا، ساوا نہ هي چراگا.
ٿي دور نغمي خواني،
هـي سئر آسماني.

## ڪونج

ڪيڏي قطار ٽوڙيءَ، هڪ ساٿ مان وڇوڙيءَ،
جهٽ پٽ بندوق موڙيءَ، داغي نشان ڇوڙيءَ.
ڪيڏي مفاصلي تي؛
ڪونجن جي قافلي تي!

ساٿين سان گڏ سفر تي، ويٺي ٿئي ڪنهن ڪپر تي،
گولي ڇُٽيندي پَرَ تي، آئي هُئين ڇپر تي.
تو بي رحم شڪاري!
هڪ وار ساڻ واري!

٦

دور کان پرکي ايندو ماري،
کسڪڻ جي ڪرين نهه پهه تياري؛
مگر وچايل چوڌر جاري،
آڻي ڦاساي چوڌاري،
تو ٿئي عيش اُڏائڻ چاهيو،
ليکن قسمت قيد ڪرايو.

٧

ماري ڏوري ڪرت ڪشي تو،
دست جفا سان بند ڪري تو،
ٽڪڙو ٽڪڙو پاند پري تو،
آخر ٽم تڪبير پڙهي تو!
هيئنر ڪئي سا ذات دکايل؟
لالن واري لات دکايل!

٣

پَر پَر ۾ سُر تار سمايو،
سڌل سُتا کي جنهن جاڳايو،
بيحد جو درياهہ وهايو،
سا، ري، گ، م، پ، د، ني سا، ڳايو.
تُڪ تڪ ۾ جا تارُ هلي ٿو،
قدرت جو اِسرار سلي ٿو.

٤

سورج جا ڪرڻا ڦاسائي،
تن جا خاما ريس بڻائي،
رنگ بہ‌رنگي نقش ڪڍائي،
بت ساري کي ڏين ٿو ڍڪائي!
پر پر تي چِٽ ميناڪاري،
سهڻي سگهڙي نقشنگاري.

٥

سڌر ڦلڪ جا خوب ڪرين ٿو،
ڌرتيءَ تي پٽ ڌيان ڌرين ٿو،
ڪيڻن ۾ انبار تڪين ٿو،
آڙجي لالچ منجهہ لهين ٿو،
تو ٿلي پانيون جنهن کي چوڳو،
نڪتو آخر ۾ سو دوکو.

## ڪبوتر

ٽورَ ڪبوتر،
وَهَه وَهَه تنهنجي
منـڙي اور ڪبوتر!
منـڙي ڪبوتر،
ڪينَن ۾ چِٽَ چـور ڪبوتر!
تنهنجي چُهُه زور ڪبوتر!
لڪي لڪي تو جهانيون پائين،
چوڳو تـو چورائي ڪائين؟

٢

ڦر ڦر سان هر دل هرڪائين،
هـو هـو جـو آلاپ آلائين.
ڦرڻيءَ واريون ڦيريون پائين،
جهرڪيءَ واري جُهر لڳائين،
پنهنجن پيارن ساڻ اُڏين تو،
باد زمان سان راند ڪُڏين تو.

٥

چرنديون چڇوُن جهلي ٿي،
ڳوڙ ڏي ڪٽي هلي ٿي،
سَرِ سَرِ ڪري سلي ٿي،
پائين بلي بلي ٿي،
ٻچڙا ڏسي نچن ٿا،
ڪيڏو نہ شور ڪن ٿا.

٦

سٽيي سَڄَرَ سوادي،
آندي جا چيز ڪادي،
ميڙَڻ مڇي اُپادي،
اُن جي بٺي نہ آدي،
ڪُلَ سان ملي ٿي ڪائي،
آنند نت منائي.

٢

ڇِتِ پِتِ جي ڪُنڊ پاسو،
تنهن ۾ ڪري ٿي باسو،
جيئن ٿئي ٻچاءُ خاصو،
ويري ڪري نہ واسو،
ڪو ڪانءُ باز ٻهري،
ڪاهي نہ نانگ زهري.

٣

قائم رهي ڪکن لئي،
ڦرو ٿي ڏئي ٻچن لئي،
آرو ڪري ٿي ڏن نئي،
تازن جٽين ڪچن لئي،
جيسين پرِئين پڪا ٿين،
باهر اندر اُڏامن.

٤

جهرڪيءَ جي ڇهنب ننڍڙي،
چُون چُون ڪري ٿي ننڪڙي،
قد بت ۾ آهہ ننڍڙي،
پر عاقبت ۾ وڏڙي،
ڪيڏو ڪٽمب ٿي پالي،
گهر ٿي سچو سنڀالي!

### ڇهرڪي

ڪک بن ڪري ڳڏي ٿي،
ڪيڏو لڏو لڏي ٿي،
عمدو آڏو آڏي ٿي،
حيرت ڪري ڇڏي ٿي،
تعمير ساڳئي جي،
تصوير ساڳئي جي.

سنگيت قول

هـزارين چريا،
كيا چوٽ تنهنجي جي جيئري بريا،
وٺي رنج و غم دل، اندر ڳريا،
گهڻا تنهنجي ڳـاراٽـي وَريا.
اُنهن جا نہ موٽي
وَيل رت تنهنجو پرائو ماس،
ڏيئي ليئي.
هـاءِ هـاءِ

ڏيل تنهنجو ڏُکياريون ڏرن،
ڏسي جون چوٽون سهي ٽيون مرن،
مصيبت گذارن ٽيون پيڪي درن،
دياڻي ساهري گهر وَرن!
وري ڪين جي
نياٽيون ڪيئي ڪيءَ نراس،
ڏيئي ليئي.
هـاءِ هـاءِ

هڻن سـان هلائين مُٺا،
وري جي دنيا ساڻ نـاتـا ٽُٽا،
گهڻن جـا ٿـا سي جاڙو ڪٺا،
چڙهيا تنهنجي وَر جي، تو مان ڇٽا.
بچا سي دکايل جي
ڪٿي نہ شل ڏون ڪرين نواس،
ڏيئي ليئي.
هـاءِ هـاءِ

## ڏيٺي ليٺي

ٽنهنجي ٺٺي شل ستيا نـاس،
هاء هاء ڏيٺي ليٺي.
ٽـڌـهـنجـو آهـ ـنـدورو واس،
هاء هاء ڏيٺي ليٺي.

رکين ٿي جتي پنهنجو ڳورو قدم،
ڪرين ٿي اُنهيءَ گهر کي آخر ختم،
هڻي ڏنگ زهري رسائين زخم،
ملي ڪين جنهنجو وري ڪو ملم.
ٽوڪي نندن عام و خاص،
هاء هاء ڏيٺي ليٺي.

… قول

٣

… سان مطلب نہ کو تعليم جو ذرڙو خيال،
… هڪڙو پل پڙهڻ شڪول ۾ جنهن لۓ محال.
… تنهن لۓ آهہ اڄ ڪاهہ زال جو هرهڪ سوال؛
…گرافي هسٽري پڻ پنهنجي پياريءَ جو جمال!
…الپڻ جي آهہ شادي زندگانيءَ لۓ خزان،
…وچوي افسوس هرڪو "آهيان مئٽرڪ فيل مان."

٤

…بعد شاديءَ چاهہ کيئن تعليم جو ٿيندو جناب!
…ٿيو جڏهن ميلاپ پنهنجيءَ ارڌانگنيءَ جو ڪتاب.
…زال جي ساهون وچڻ سڪول جي ٿئي ٿو حجاب؛
ڪيئن پڪي امتحان ۾ ٿيندو ڀلا پو ڪامياب؟
رحم ڪائو بزرگو! پنهنجيءَ منيءَ اولاد تي،
پيل سندس شادي ڪريو ٿئي جوان جڏهين ايم-اي.

٥

خواب غفلت مان اُٿي اي همدمو هوشيار ٿيو،
فجر جون باڪون ڦٽيون ۽ ٿيو صبح، بيدار ٿيو.
جيڪڏهن نند پڻ جي شاديءَ کان صفا انڪار ٿيو،
آڻ پڇو پارت جو بيڙو پار ٿيو بس پار ٿيو.
اي حالت ديش جي جيڪس دکايل! دور ٿئي،
نظم هي منهنجو جي آهل ملڪ کي منظور ٿئي.

## ننڍپڻ جي شادي

ڪاءِ پارت جو اُهو اڄ زيب ۽ زينت ڪٿي،
خوش فضا فرحت ڪٿي ۽ رس ڀري راحت ڪٿي؟
اڄ اُهو ساڳيو اباڻو شان ۽ شوڪت ڪٿي،
رس ڪٿي رغبت ڪٿي مصلحت ڪٿي مروت ڪٿي؟
آهہ بربادي‌ءَ جو ڪارڻ خاص ننڍپڻ جو وواهہ،
جنهن اسانجي ديس دلبر کي ڪيو آهي تباهہ.

٢

عمر ۾ ٿورو وڌيو تعليم جي قابل ٿيو،
بعد شادي‌ءَ پنهنجي پياري‌ءَ زال ڏانهن مائل ٿيو،
ڪنوار جي ڪمري ۾ شدمد شوق سان داخل ٿيو،
الغرض هم بستري ٿيو، عيش پڻ حاصل ٿيو!
جسم ۾ ڪمزوري ٿئي ٿي اهڙي شادي‌ءَ کان عيانْ،
ٿو ٿئي اولاد پڻ پيدا ضعيف و ناتوانْ.

گيت قول

اج ايوڌيا ۾ نه سورج ونش جو باقي نشان،

ترقندي ڪنهجي وئي ميانن اندر شمشير رام!

اي دکايل هند کي اج آهه تنهنجي جستجو،

پنهنجي آمد سان عطا ڪر ملڪ کي توقير رام.

جواب

اج ايوڌيا ۾ نه ساڳيو پرت وارو پاءِ آهه؛

منهنجي مونڻ ۾ نه منهنجي آهه ڪا تقصير هند!

هن اُداسائي، علالت جو فقط هڪڙو سبب،

داستان جا پيڪڙا ۽ زهه لڳل زنجير هند!

ڏين گهر ويڻي ملي ڪنهنکي آماهه آزادگي؛

راهه اُنٿيءَ ٿي رسائي ٿي رڳو تدبير هند!

ڪرشن پڪ ۾ تو ذسائي ديپ مالا جو ظهور،

نااُميديءَ ۾ اُميدن جي لڪل تنوير هند

اي دکايل رات پياري رام جو نياپو مليو

هند وارن جي هٿن ۾ هند جي تقدير هند

گيت قول

٥

پيارا وڃي پاڙا جي هنن وٽ پائي ويا هجي،
پيرت کٿي پارت ۾ جنهن وٽ پائي وارو پاءُ هجي،
سونپ کٿي شنڌو وگهن وارو، جنهن ۾ سڪ ۽ ساءُ هجي؛
سُورو چين وسري، جي پنهنجن وٽ ڪجهه پيءُ کهڪاءُ هجي،
پرجا ۾ جي پريت هجي ۽ راجا وٽ ڪو نياءُ هجي.
داسن وانگر پر هِت ڪرڙو آهي ڏر ڏر ڏي پرڻام،
رگهپت راگهو راجا رام پتت پاون سيتارام!

٦

رامائڻ جا ورق ورائي رام ڪي پيا ٿا ياد ڪريون،
روئڻ بد ران ٿهڪ ڏئي ٿا وڏندڙ وِک منزل ڏي پريون.
دل جا سڀ ارمان جلائي پنهنجا دک ٿا پاڻ هريون.
ڪانئرڻي جي پاسو ڪن، ڏن پائن تي ڇو بار ڌريون؟
ڏياري ويڙن جي آ دکايل! ڪمزورن جي لڄ ماڻام،
رگهپت راگهو راجا رام پتت پاون سيتارام

٢

پاڻ هميشه بنواسي،
م ورهيه چوڏهن بن پوکيو، ننرواسين جي چوراسي؟
وري ٿيندي نيت ڪڏهن هي
آشرمن ۾ گهاريو ٿي تيرٿواسي،
رام رشين جي
پاڻ به پيا ٿاپتڪون ڀشڪرراج ڪڏهن ته ڪڏهن ڪاشي.
رام جا ڳاڻ ڳٺيا ڏينهڙا؛ ٻر ٻي - گهر آهيون پاڻ مدام،
رگهپت راگهوَ راجا رام پتت پاون سيتارام.

٣

رام ودن جي آگيا ٻالي، گهر ٿيا گي ٿيو بن راهي،
پاڻ ته ساڳي آگيا ٻالڻ ۾ نه ڪئيسين ڪوتاهي.
رام آيوديا موٽيو، هنکي ٿي حاصل شوڪت شاهي،
دهاي دُور اجا پنهنجي لاءِ، بارئين ٻچين بي واهي!
هو مريادا پرشوتم ٿيو، پاڻ مگر آهيون بدنام،
رگهپت راگهوَ راجا رام پتت پاون سيتارام.

٤

پاڻ نه سمجهوسين سک ملندو ٿيند ويارت جيڻن آزاد
آزادي آئي، پر پنهنجي ماڳهين حالت ٿي برباد
ظالم ڏسو! جن لاءِ مئاسين تن کي چڻ نه نه آهيون ياد
صدقي جا ٻکرا ٿي پياسين؛ هاءِ فلڪ! هيڏو بيداد
پنهنجي گهر ۾ گهر جا مالڪ گهارن ٿا چڻ ٿي ته غلام
رگهپت راگهو راجا رام پتت پاون سيتارام

قول

## ڏياري

جوت جھڪي نيڻن جي آهي دل ۾ پر اُنساهہ گھڻو،
ڏياريءَ جي ڏيئن جي ڏسڻ جو چت ۾ آهي چاهہ گھڻو.
وپتا، ۽ن جي شرڌا لوڏي چا تہ ڪيو ڪمراهہ گھڻو،
رام جي نانءَ جي شڪتيءَ ۾ پراچ بہ اٿم ويساهہ گھڻو.
نيٺ پڄاڻي ٿيندي هن پيڙا جي ۽ ملندو آرام،
رگھپت راگھو راجا رام پتت پاون سيتارام.

جنهنجوسنگ ڪري ٿوڪارو، اڃڙو آهہ شراب هڇارو،
سول نہ مرض ٻرابو، پوڙو شولي پريب ملهايو.

نشليءَ لي ٿنڪار پوي ٿي، هيڏانهن هوڏانهن مار پوينٿي،
چوٿا خالق ڪلايو، پوڙو شولي پريب ملهايو.

ڪين گنهو هت ساڻ خواري، ٿئي هيت شت بدنام جواري،
پوءِ متان پڇتايو، پوڙو شولي پريب ملهايو.

ملڪ اسانجو ٿيو ويگاڻو، ڪٿي اڳيون سو آهي ناڻو،
ويهي ڪجھ ويچارو، پوڙو شولي پريب ملهايو.

ڪيئي اڄ نو وڙيون نياڻيون، رَج ٿيون روئي پرن نماڻيون،
جنکي سُسن ستايو، پوڙو شولي پريب ملهايو.

ڏيتيءَ ليتيءَ ڏنگي ماريون، سُهما ويڙ سون ويچاريون،
ليمين کي نہ لُڇايو، پوڙو شولي پريب ملهايو.

داس اوشانجا وتنا ڳائن، ڳليءَ ڳليءَ ۾ ڦيريون پائن،
تن جو ڪجھ ورنايو، پوڙو شولي پريب ملهايو.

جنين مان وطن جي حالت سڌري، ڦٿل دکايل قسمت سڌري،
اهڙو وِرق ورايو، پوڙو شولي پريب ملهايو!

يت قول

## هولي پريپ

هوليءَ پريپ ماهايو پونر هولي پريپ ماهايو

پيار جو رنگ اُڏايو، پونر هولي پريپ ماهايو.

پريمر کي پرهلاد پڪاريو نرسنگهه ديو هو پاڻ پڌاريو،

ڪشٽ نوارڻ آيو، پونر هولي پريپ ماهايو.

هرناڪس جو ظلم مچايو، دور ڪرڻ ڀڳوان سو آيو،

ڀڳتن جو رکي رايو، پونر هولي پريپ ماهايو.

هوليءَ ڏينهن تي هار مٺياجي، سوپ سڄيءَ ڀڳتي ۽ ستياجي،

هولڪا پاڻ جلايو، پونر هولي پريپ ماهايو

ڏينهن اڄوڪو آهه سڀاڳو، پارٿواسي ڀائر جاڳ

چوٽا وقت وڃايو، پونر هولي پريپ ماهاي

مورنه ڪائو ماس پرايو، ڪين ڪنو هي مَدُ ورنا

چوٽا پاپ ڪمايو، پونر هولي پريپ ماها

... قول

٢

جگوڙ سان گجي ٿي ڏس! آبشار هولي،
ولن سان پُر ڪري ٿي ڇا ڪوهسار هولي،
هر ڪنهن زبان تي ظاهر آهي تنوار هولي،
ڪيائي ٿئي مرڪندي خود بانڪي مرار هولي،
منهن تان پري پٽيندي مرڪي نقاب هولي،
گيدين لءِ خون جو رنگ آ لاجواب هولي۔

٣

پارت جي آهه بيشڪ عصمت نشان هولي،
قائم ٿئي تنهنجي دائم هندوستان هولي،
خوش ٿي هميشه گايون جيئن شاد مان هولي،
گڏجي سدا ماهايون پيرو جوان هولي۔
ٿيندي نہ ڪنهن بشر لءِ هيءَ اضطراب هولي،
هر چونڪ ۾ چمن جي تيڙي گلاب هولي۔

٤

آڪاس ۾ اُڏائي ٿي ڇا گلال هولي،
ڇا رنگجي ٿئي ٿو افلاڪ لال هولي،
ظاهر ڪري ٿي ذاتي جلوو جمال هولي،
قدرت ڪنان ڪيو تو حاصل ڪمال هولي!
هر تار ۾ شجر جي آهي رباب هولي،
شوقين لاءِ شيشو آهي ثواب هولي۔

## هولي!

هر طرف شور آهي آئي بهار هولي،
لائي ٿي ڇيڇٽو ڇا هيءَ رنگدار هولي،
ظاهر ڪري ٿي ڇا ڇا، قدرت اپار، هولي،
ڏسندي ڇا شاد ٿئي ٿي دل داغدار هولي.
ڀارت ۾ شال آڻي اڄ انقلاب هولي،
مُردن دلين ۾ ڦوڪي جوش شباب هولي.

سنگيت قول

سورج جو تاب نجاو نو ۾ جهڪو پوي ٿو،
ڪل قل سڙي وڃڻ جو ٻاٻل کي ناهه اونو.
پوبان ٻهار ايندو،
دل کي قرار ڏيندو.
مڪڙين سان لِنو لڳائي مشڪ و عطر لُٽائي،
سازن سان سُرملائي گَتِ گَتِ ڪري ٿي ڳائي.
ويساڪ جا وچايل،
نو ۾ لذا دڪايل.

ساون وٺن تِڻن کي گھاٽين ۽ ماڻرين کي،
پوٽن مٿان گلن کي رابيل ۽ سوسن کي.
ٿو پوش سبز جهرکي،
شبنم جو هار جرکي.
کيتن ۾ اَن پرين ٿو گهر گهر ۾ ڏن ڏرين ٿو،
هرسوُ جشن ڪرين ٿوڪيڏي مزي سان ڏين ٿو.
راهن کي سبز پوشي،
بلبل کي جام نوشي.
چوهو اُتر گُهلي ٿو وڻ ٽڻ جَهلي جُهلي ٿو،
شيشي جو در کُلي ٿو پيالو ٿي پُر ڇُلي ٿو.
عشرت جو اوُج تو ۾،
محفل جي موُج تو ۾.
گلشن جو ڪونو ڪونو سوڏي ڪرين ٿو سونو،
هر گل جو توکي اونو فرحت لٽي ٿو فونو.
سگهندي پلائي ڪنهن پر،
بخشيش ڪنهنجي ٽانگر.
اُتري نسيم آئي رهندي نَہ ڪا اُگهائي،
تو ۾ صحت سگهائي آهي سدا سمائي.
توکي اگهو سنيالي،
سيڪو سگهو سنيالي.

سنگيت قول

تابش کان باغ تالان کوماڻجي ويو لالان،
وانجي رهي وصالان ٿي انداليب نالان.
فرياد ٿي اچين ٿو،
امداد ٿي اچين ٿو.
بادل نهي اچن ٿا، ڪڏندا کهي اچن ٿا،
وڄُ سان وهي اچن ٿا لُڏندا لهي اچن ٿا.
ڌرتيءَ جي گاهه پن ٿي،
چوڏس اُجڙ چمن ٿي.
جيڪي ڦٽن ڦٽايا ساڙي سڙيءَ سُڪايا،
پيهر وري سي جايا تو ناز سان نپايا.
سبزيءَ جو ساهه آهين،
پختي پناهه آهين.
سيتلتا چاندنيءَ جي تو منجهه پري رهي ٿي،
خالص سخا جي سرسي خدمت خداءِ ترسي.
تو ۾ پلائي برڪت،
شامل رهي ٿي شرڪت.
قدرت ڪمال تو ۾ جلوو جمال تو ۾،
گل جو وصال تو ۾ هرشيءِ ٿئي لال تو ۾.
تو ۾ مدام مستي،
آهي عجب السَّتي.

### پلي آئين سيارا

پوشاڪ سبز پائي سرهو سنڌ لڳائي،
چوطرف رنگ لائي جڳ ۾ جشن ملائي.
منڊن ۾ ناميارا،
آئين پلي سيارا.
آرهڙ جي تيز تابش جبري سٺي ٿي سازش،
چوڏر وسائي آتش پيدا ڪري ٿي نالش.
هرجا مچي حشر ٿو،
توبھ پري بشر ٿو.

# پڙاڏو دلي آرزو

ڏسان پنهنجي پيارل کي سدا ٿو دل جي درپن ۾،
ڦري تصوير دلبر جي اکين جي ماڻڪن، من ۾.
اُجايل ڇو ڏکايل! ٿي نهارين آسمان ۾ ٿو؟
رهي جُر جام مون وٽ ٿو مٺا نيڻن جي چشمن ۾.
پوتر دل پرين تنهنجي تمنا کان مٿي آهي،
سچيرو عيش دنيا جو ڏنيءَ شيوا جي شغلن ۾.
اهي گوڙهن سندا موتي، ڏکن ۾ پيسجي پوندا،
ڪندا قوت قوي پيدا هزارها دل شڪستن ۾.
وڃايل ياد جي آيو، نه سمجهو ڄاڻ ٿيو حاصل،
حياتيءَ جو املهه هيرو، اڇڻ تي آهه چمڪن ۾.
سڄڻ صدقي ٿين توتان، ٿا خود بحر و وزن، قافي
مجسم شعر ٿي پئين مات قربانيءَ جي چرڻن ۾
ڏکايل روپ ۾ 'بيوس' ٿيو پنهنجو پاڻ ٿي موهن
حقيقت ۾ اُهو هڪڙو، جُدارو جو ڪ جسمن

# بيوس ۽ دکايل

## دلي آرزو

أتي تي آسمان هر هر نظر ٿوڏانهن اُجايل جي،
تنهنجي پندار ۾ اتکي رهي ٿي دل بکايل جي.

تمنا عيش دنيا جي نہ دل ۾ کا رهي باقي،
فقط سيوا جي درشن لاءِ سِکي ٿي دل سکايل جي.

روئي ڏينهن رات پنهنجي حال تي پلڪون پسايائئو،
هينئر کر آرزو پوري مصيبت کان مسايل جي.

حياتيءَ جو اماهہ هيرو وڃايم پوڳہ وشين ۾،
پوي ٿي يادگيري ليک هاٿي شيءِ وڃايل جي.

نہ مون ۾ شعر جو مادو، نہ ڄاڻان بحرو قافيہ مان،
مگر سمجهان کرامت ٿو فقط آسيس آيل جي.

سمت ڏي شل سچو سائين، سدائين پاو پکتيءَ سان
رهي بيوس جي چرنن ۾، اٽل شرڌا دکايل جي

۱۹۳۲ واري ستياگرهہ آندولن ۾ نظربنديءَ
کانپوءِ وري آناويهہ مهينا سخت قيد جي سزا ملي.
ڌاريءَ سرڪار طرفان اُنهيءَ وقت هلچل کي دٻائڻ
جا سڀ حيلا وسيلا ٿي رهيا هئا ۽ سچ پڇ تہ
ڏيري ڏيري آندولن ٿڌو پئجي ويو. ٻين سوين
ستياگرهين وانگر مان بہ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾
ٻن سالن ۽ ڇهن مهينن جو عرصو ڪاٽي رهيو هوس.
هيٺيون شعر پنهنجي اُستاد سائين 'بيوس' جي ياد
۾ انهيءَ وقت لکيو هيم جڏهن سندن آسيس جا بہ
اکر پهتا هئا. هن دفعي شعر جي پهچ، سائينءَ شعر ۾
ئي ڏني. هن هيٺ ٻئي شعر "دلي آرزو" ۽
"پڙاڏو دلي آرزو" جي عنوان سان ڏنا وڃن ٿا
پڙهندڙ 'سائينءَ' جو جوابي شعر پڙهي، محسوس ڪري
سگهندا، تہ سندن پنهنجي هن ناچيز شاگرد ڪي
ٻالڪ ٿي ڪيڏي نہ مهربانيءَ جي نظر هئي. هو
بہ ٻونئي سندن احسان اڻ ڳڻيا ئي نہ آهن.

رڊي ۾ برير جو چشمو،
ٿو ڳائي حيرتي نغمو،
مٿي قربائتي هلچل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل

ڏسي توکي مٺي! بيدم،
اُٿيو دل جو سڙُوٽو غم،
هينئر مشڪل صبر تحمل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

ڦسي ٿي فڪر ڪان ڏهه ڏهه،
دفعا اُٿلي اچ اک ۾،
ڏکايل جي ڏکايل دل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

ننڍي تو ناز سان پالي،
ڪيو صالح جفا جالي،
مگر اُنجو نہ مانيءَ قل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

ڪيا جي مون انگل آرا،
سَنا تـو مُرڪندي سارا،
نہ ڇيِنپيو هَڏ ڏسي چنچل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

جتي منهنجو ڳـڙيـو ڳـوڙهو،
ڏنيءَ اُت خون جو لوڙهو،
ڪيءَ همدرد دل شامل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

ٺٺي آيو ٺاٺ آنڊي ٺي،
منـي! ٺنهنجي مهانڊي ڦي،
ڏسي ڪومل ڪي ڪومايل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

لطافت ٺنهنجي لوليءَ ۾،
اَمتّ ميٺاج ٻوليءَ ۾،
پريو ڪنهن؟ راج راڻي! سل،
امڙ جيجل امڙ جيجل!

امڙ جي هنج ۾ جوهر،
پٽر مان ٿئي ٿري گوهر،
عجب ڪيمياگري ڪامل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

نڪو اڄ اوج گلشن جو،
لڌي ويو لاڏ گل بن جو،
نڪا اڄ باغ ۾ بلبل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

نڪو ماھ ماءُ جي هنج جو،
نہ ڪاٿو پريم جي گنج جو،
ڏين نربل کي خامو بل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

وڃائي ماءُ جي محبت،
ڪسائي پيار پرداخت،
وهائن ٿيون اکيون جل جل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

اُٺي هيڪر نہ تون مائا!
دلاسو ڏين جنم دائا!
نہ اوريون اور ڪا آيل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

## امڙ جيجل

( ماتا تڪل بائيءَ جي ديهانت تي )

٢٨ جون ١٩٣٠

تون جاڳي گود پنهنجي جهل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!
چڏي ڪيئن ٿي وڃين هيڪل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

چمن ڪي باغبانيءَ جي،
ضرورت نغمه خوانيءَ جي،
وڏي پرورش سان ٿل ٿل،
امڙ جيجل، امڙ جيجل!

٨

توکي دنيا ٿي ميي امن جو بيباڪ سئير،
توکي دنيا ٿي ميي هند جو هڪ مست فقير،
توکي دنيا ٿي ميي سمنڊ جان گهرو ۽ گنڀير،
تنهنجي ڪوتا ۾ مليو وشو کي تلسي ۽ ڪبير،
فيلسوفيءَ جا سرل راز سلڻ آئين تون،
وشو ساري پنهي ٻانهن ۾ جهلڻ آئين تون.

٩

واڪ ويدن جا چوان، تنهنجا هي اشعار چوان،
ڦول مردن جا چوان، گيت بقادار چوان،
جا روانيءَ سان وهي ٿي سا گنگا ڌار چوان،
جن ۾ ڪنڊو نه رهيو، ڦول سي بي‌خار چوان،
گنج پنهنجي مان دکايل کي تو بخشي جا رتي،
رنگ لائيندي زماني ۾ رهي ڪوتا-پتي!

٥

...وکي هر وقت مهاڻي جي رهيو جار جو خيال،
...ام مزدور جي گردن تي رکيل بار جو خيال،
...بيل جوڙي نوڙي هاريءَ سندي هر ڦار جو خيال،
...بي ٿمر تنگ غريبن جي ٻچي بار جو خيال،
...ڏوکي هر مهل رهي اون ٿئي گوڏاڻن جي،
...ماڪ جي مال جي پاگين جي پُٺن پاڻن جي.

٦

عشق کي مرض نہ سمجهو نہ محبت کي ملال،
ڪم ڪڏهن ڪين ڏٺو تو پنهنجي جانب جو جمال،
هر گهڙيءَ محب جو ماڻيندو رهئين خوب وصال،
تنهنجي آڏو نہ رهيو پاڻجي وڇوڙي جو سوال!
روح جو بند پکي جسم جي پڃري نہ ڪيو،
تنهنجو هردم مٿي آڪاس ۾ پرواز رهيو.

٧

ڏوکي هرچيز منجهان حسن هزاري ٿئي ٻکيو،
نور ۽ نارَ ۾ نت لهري سو لعل تو لکيو،
پنهنجي محبوب کي پلڪن ۾ ڇپائي تو رکيو،
بيخوديءَ ۾ ٿئي سدا چاهه سندو ساءُ چکيو،
سونهن ساگر ۾ ٽٻي اونها تو غوطا ٿئي هنيان،
پريت جا گيت چئي موج جا موتي ٻئي کنيان!

٢

تنهنجي ڪوتا ئي چون ٿا، ته لکي ڪجهه ڳايان،
تنهنجي قدمن ۾ رهي، توکان سکي ڪجهه ڳايان،
تو ڇڏي جيڪي ٻڌايو، اي رکيءَ! ڪجهه ڳايان،
تار ويڻا جي سا ٽاٽي مان ٽڪي، ڪجهه ڳايان،
موتي ڪوتا جا مگر ڪيئن سي پُئان ڏوري ۾؟
خيال اعليٰ ڪري ظاهر نه سگهان ٿوري ۾.

٣

درد مشرق جو هو مغرب کي ٻڌايو توئي،
نغمو آزاديءَ هو لئه تار ۾ ڳايو توئي،
نعرو جنگين جو مخالف ٿي لڳايو توئي،
وشو-شانتيءَ جو سچو راهه بتايو توئي،
پنهنجي واڻيءَ سان سُتل جڳ جو تو جاڳايو ضمير،
تو ڇيو بند غلاميءَ جو نه رهندو ڪو آسير.

٤

ذات اِنسان کي نفرت کان بچائڻ تو گهريو،
رنگ ۽ جات جو ڪُل فرق مٽائڻ تو گهريو،
نانءُ ۽ رُوپ سندو مرم ٻڌائڻ تو گهريو،
هيڪڙائيءَ جو سبق هڪڙو پڙهائڻ تو گهريو،
تنهنجي دنيا ۾ رهيو ڪين ڪو ڪؤڙو يا مٺو،
پنهنجو ڀڳوان تو هر جيءَ جي اکڙين ۾ ڏٺو.

يت قول

## گرديو ٽئگور

ساڌنا ٿاب بڻي ڪلپنا ساڪار بڻي،
فرش ٿي عرش لٿو پوربي پرڪاش ڪڍي،
آتما ڳايو مڌر گيت، ويو پراڻن کي وڍي
درد بڻي جي ٿي متاثر ٿي پيا نيڻ ڇڏي
ساز گرديو جو ڇيڙيو، ٿو آنٿي ٻهر وجي
نيڪ دنيا جو بڻي، روح ٿو آدم جو رجي

# فهرست

( ٦ )

منهنجي همدردي ۽ پنهنجائي ڏسي،
جڻ ته بڏندڙ کي ويو ٻوڙو ملي،
هڪ مٺيءَ پاٻوهه تي پيس دل ڦسي.
زخم جا ٽوپا ڪچا اُکلڻ لڳا،
نيڻ هن جا ڇلڪندا اٿلڻ لڳا.

( ٣ )

ڪاڳهڙي هن جون اکيون ٽمنديون رهيون،
ٽيو ڍرو طوفان جيسين درد جو،
تيسين ڏائين سي اَجهل سمنديون رهيون!
دل جهلي هينءَ نيٺ هن چوري زبان،
۽ ڪيائين هن طرح ظاهر بيان.

( ٨ )

منهنجون هن سان جيئن نگاهون چار ٿيون،
جڻ ته نئين دنيا ۾ پاتم پاڙڪي،
جت خوديءَ جون حجتون بيڪار ٿيون.
عشق حضرت بي خودي آيو ڪٽي،
دل جو بربت جنهن ڪان پيو گاشن ٻٽي.

( ٩ )

مون ڏنو هن منهن ورائيندي ڏنيون،
مرم واريءَ مرڪ سان جڻ مرڪندي،
نيڇي نظرن ساڻ ڳجهڙيون دعوتون!

## مهرباني فرمائي درست ڪري پڙهو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ۲۱ | ۹ | ڦڳن | ڦڳڻ |
| ۲۷ | ۷ | عصمت | عظمت |
| ۵۲ | ۱٦ | چڱ همت | چڱ لون همت |
| ۵۹ | ۱۱ | ساون ميدن | ساون ميدان |
| ٦۰ | ٦ | هردم موسور ۾ | هردم جوڀن ۾ |
| ۱۴ | ۲ | درلي | ڏرلي |

Printed by Mellaram M. Vaswani, at the
Sunder Printing Press, Ajmer.
&
Published by Krishna Bhambhani Secretary Lok Sahitya
Prakashan Gandhidham, Adipur (Kutch)

## وسند جائي

بعد مدت سؤڻ تنهنجون ٿيون مرادون برڦواب
ٿو ماي هرطرف کان ڏوکي مبارڪ جو جواب.

آهه اڄ فرزند جي تشريف کان دل باغ باغ،
جڻ بهار آئي چمن ۾ ۽ ٽڙيو خوش رنگ گلاب.

هن خوشيءَ جي چاندنيءَ کان بي صبر دل ٿي پئي،
مشرقي پردي کي چيري پاڻ آيو ماهتاب.

آهه هن جلوي گريءَ کان خاص تابان تازگي،
آس جي آڪاس ۾ خود آهه اڀريو آفتاب.

جي ڪاي ڪنهن پاءَ کان توکي مبارڪ ٿي ماي،
ٿو مهانڊي تي نمايان خاص ٿئي شرم و حجاب.

دل لڳيءَ کان توسان پائو! ٿو ننڍو چرچو ڪريان،
شڪر جو سالن جي ڪوشش ۾ ٿئين آخر ڪامياب.

قرب مان آندم ڪکي جي لاءِ ڪاديءَ جو بندڻ،
چو ته منهنجي لاءِ ڪادي آهه مخمل ڪيمخاب.

هن خوشيءَ کان دل دکايل کي جهجهوي راحت ماي،
ٿا خوشي پائو وندن ۽ پڻ خوشيءَ ۾ ماءُ باب.

## لــولـــي

لـولــيءَ لــعـل مـلايـو.
منهنجو جيءَ جيءَ آيو،
منهنجو نچ نچ آيو،
لـولــيءَ لـعـل مـلايـو.

گهر گهر مان واڌائي آئي،
پيڻ ڏڏيءَ تنهنجي آس پڄائي،
مـالـڪ عرض اگهـايو،
منهنجو نچ نچ آيو.

پنهنجي لڏڻ جون لولڙيون ڳايان،
کير پتاشا خوب ورهايان،
آهه چنٽيءَ جو سعيو،
منهنجو جيءَ جيءَ آيو.

گود اَمڙ جي آهه پري اڄ،
واهه دڪايل! دلڙي ٺري اڄ،
ڳـايـو خـوب وڄايـو،
منهنجو لوليءَ لعل ملايو.

---

## جنم دن جي موقعي تي

جنم-دن تنهنجا دلاري! ايندا شل ور ور ڪري،
جوڳ-مايا، جي ديا سان ڀاڳ نت تنهنجو وري.

سال تيرهن تو ڪيا پورا ۽ چوڏهون ٿيو شروع،
ڏس! ڏسي توکي ٿو سيتا-رام جو هينئڙو ٺري.

سرڳ جو تون پشپ اندرُو! بي خزان آهين بهار،
پنهنجي لهڻ جي سڳنڌ ين سان چڏيءَ گهر کي ڀري.

تون سچي وديا پڙائي شل سگهڙ سياڻي بڻين،
دک پرائي ۾ دکي، تنهنجي نه سيوا ري سري.

اڄ دکايل دل خوشيءَ کان آهه بي حد باغ باغ،
پيار جي ڦولن سان جنهنجو تو ڇڏيو دامن ڀري.

## جنم ڏينهن جون واڌايون

جنم دن تنهنجو ڪٽي آيو سرءُ ۾ جڏهن بهار،
چؤطرف واشي! ملن لوڪي ڏيون واڌايون هزار.

سانوري صورت ۾ سيرت آ پري سا شيام جي.
لوڪي سيوا ڪان ڪڏهن آهي رهيو هرگز نه عار.

ٽيرهن اونهارا سيارا ڪيڏيندي ڪلندي ويا،
سال چوڏهون تو ڪيو آهي شروع اڄ شير بار.

ٿا رهن گهرندا دعا داور جي در ڪملا-لڇمڻ،
سترهين سپٽمبر سياڳي اچي پٽي بار بار.

اڄ ڪيو مڙيني مُنو منهن خوب ڳائي چاڪليٽ،
ريو ڪڏهن پنجي ڏکايل! آهه ٿائين جو ڏڪار.

## جنم ڏينهن تي

ننڍڙا وشنو، ننڍڙا وشنو، وشنو چولاٽي،
سال ڇهين ۾ پير تو پاتو راندين جا باني۔
لاٽون، گوليون توکي پياريون، توکي پيارا کيل، ڳاڏي ريل،
موٽر موچاري گهرجيئي چُڙُو چُڙُو پيشاني۔
لغڙ اُڏائين ڊوڙون پائين پڳڙي
جيڏن سرڏن تي آهه تنهنجو هردم خاصو روب
توسان بَرمِيچڙ چاهيندو ناهي ساٿي ڪوب
تنهنجن يارن کي آهه تنهنجي پياري اڳواني

موهڻ وارا آهن تنهنجا مٺڙا ٻاتا ٻول،
هرڪو دل سان چاهي ٽوڪي سيتا-رام جا ڍول!
گهر، ٻاهر تون پيارو سڀ ڪي لعان لاٿاني.

راند پلي ڪر، پر لکڻ پڙهڻ پي رک ٻورهئي سان چاهه،
علم پرائي ٿيءُ نماڻو پاڻ ۾ رک ويساهه،
هوش، هوشياري سڀ صاحب جي جاڻي،ٿيءُ گياني.

تنهنجو ذهن چگيرو آهي طبيعت تبريزي،
سنڌي، هندي ڳالهائيندو ٽامل، انگريزي،
ٻوليون چار سگهين ننڍڙي ڪي ڪونہ سنڌءِ ثاني.

پيار ڪري ٿي اندروُ ٽوڪي، بيبي ۽ لاجوُ،
سيتا-رام گهرن ٿا ٽوڪي او منهنجا راجوُ!
ماما، مامي چاهن ٽوڪي ٿا نانو ناني.

سيمبر جي اڄ يارهين، سن آهه چارنجاهه،
هڪ سؤ سال عمر ماڻيندين هي منهنجو ويساهه،
ڏيئي ڪائيندين ٽون دڪايل! رهندءِ دل داني.

## بوچڻي ڏاڻ جي رسم

(لاڏو)

پنهنجي لڏ جي بوچڻي ڏايان،
بوچڻي ڏايان سرنيون سڏايان.
مالڪ من جي آس پڄائي،
آيو ويو تو ڏئي واڌائي،
ٿولي کين سمايان،
بوچڻي ڏايان سرنيون سڏايان.

ڏينهن ڳروءَ اڄ سو ڏيکاريو،
مون جنهن لءِ ٿڪي روز نهاريو،
ٿـورا ڪيئن ســـي لاهيان،
بوچڻي ڏايان سرتيون سڏايان.

پينر ڪپڙن ۾ نہ سمائن،
هڪ ٻئي سان ٿيون لاڏ پچائن،
ڏيـنهـن سيـاڳـــو پايـان،
بوچڻي ڏايان سرتيون سڏايان.

وندرڙ وندريو رهندو جڳ سان،
امڙ ابي جي ويڙهي وڳ سان،
کهڙا ڳڻ مـان ڳايـان،
بوچڻي ڏايان سرتيون سڏايان.

شال دکايل ڏينهن سياڳو،
جڳ وارن لءِ ايندو ساڳو،
آءٌ ســوالـــڻ آهـيـان،
بوچڻي ڏايان سرتيون سڏايان.

ٻولیون ۽ لاڏا

منهن ٻڌائي کو جڏهن کجھ کيس چوندو،
ڏاڍو ياد پوندو،
پيءُ جو گهر ڏهن کي
سڀ سهي ويندي مگر کجھ کين کچندي.
منهنجي راڻي ڏيءَ آهي عقل واري،
چيل ڪؤڙي کساري،
ڳالھ ٻي ويندي کين چوندي.
سمجهندي ٻڌندي وراڻي
ڄاڻ ڏهن ويندي نئين گهر،
پيٽ ني پڃي نئين گهر،
ساک ٻوڻديس ۽ سمائيندي
پڻتي هوءَ ڪان نہ پوندي.
پيئرن پڻين گهرن ۾،
ڏڏ پيڪن رهي جيڪا
پيڪل ساهرن ۾.
اهڙي سيبائيندي
چو نہ راڻي تي رهندي.
هوءَ جني هوندي اُتي
جنهن جو سدائي،
آک مِٺي ۽ مُک مِٺو
رهي سگهندي پرائي،
سا ڪيئن سدوري
هلندي.
ور وڳر پنهنجو ڪري هروقت
نيٺ آيو،
سو سڀاڳو ڏڻ ڏڪايل
گهرڙو وسايو.
منهنجي درگا، شيام جو
جهلندي.
مهر مالڪ جي سدا جوڙي تي

مگڻو

مبارڪ ٿيو مگڻو مبارڪ سڳالي،
وري وڃي تلسي - هري؀ جي واڌالي.

جي هڪ چند آهي ته ٻيو آهه چڪور،
وڏانا عجب آهه جوڙي ٻڻالي.

درياناٿي ۽ پوچواڻين جو نالو،
جٽڪ ڪير ۽ ڪند قدرت ملالي.

انادي هي سنبنڌ آدي جڳادي؛
هري؀ نت آ تلسي؀ سان شادي رچالي.

ڏهين لت ٻدي جي سنبت وڀهڻو سورهن،
ڪهڙي شي دڪايل سگوري سا آلي.

وليون ؛ لاڏا

شانتيءَ سان تون به سو،
سنسار ناهڻ ٿـو وڃين،
فرض سان گڏ پريم جو،
ناڻو نباهڻ ٿـو وڃين.

آهي خرد نالي منجهان پڌرو،
سرل تنهنجو سڀاءُ،
پاڻ نالي ساڻ گـڏ، آرجن!
ملهائڻ ٿو وڃين.

شل جڙيو جـوڙو رهي،
سنهنجو سکيـو آبـاد شاد،
گهر گرهستيءَ ۾ رکي،
هروقت سيوا ڌرم ياد.

پريم-ڳڻ پڙسي کـان وڌ،
سمجهي هـلـي سنسار ۾،
اهـڙي جوڙي تي ڪري،
مانا پتا آشيرواد.

## وواهہ جون واڏايون

ساهري گهر جيئن ئي پهريون پير رکندي،
شڪ ڪندي شرمائبي، ڪيڏو نہ منجهندي!
لڄ ڪندي سهري ۽ سس، ڏيرن وڏن کان،
اڻ ڏٺل لوڙي سڀاتل مائٽن کان،
لاڏلي منهنجي اُتي گهونگهٽ نہ ڪيندي.
خوش سدا رهندي، ڪڏهن غم ڪين ڏسندي،
نت نئين ڏيرن نڻانن ساڻ کِلندي،
پيار ڏيندي ٽن کي، هردم پيار وٺندي.

## لولبون ۽ لاڏا

### شادي مبارڪ

ٻن منجهان ٿي هڪ ڪري جا،
هڪ منجهان ڦيري انيڪ،
سا رَسَمَ ناهي رڳو پر،
زندگيءَ جي نيڪ ٽيڪ.

شوق شادي ناهه، پر آنيؤ،
سچي آنند جو.
ٿي ڪرائي آتما جي جاڻ،
جاڳائي ويڪ.

كالهہ تـــاء جو پرائـــو هو،
ســـو اڄ پنهنجو ٿيـــو،
تنهنجو منهنجو ويو وڃون نكري،
سڀ سنهنجو ٿيو.

چو نہ گذرن تنهنجي جيون جون،
گهڙيون فرحت ڀريون.
گهر گرهستيءَ كي آڏي جي،
كو وڃي كنهنجو ٿيو.

راڄداني ٿي ٿهي ننڍڙي،
كٽنب پروار جي.
زور جي حاجت نہ جاتي،
پر حكومت پيار جي.

مون كيو ڇا، تو كيو ڇا،
ٿلي جو كچ ليكي بنان،
ٿي رهي سنسار اهڙي ۾،
نہ كا گهر بار جي.

ٺي ميهار،
رات آنڌاري ڪُن گهٽا پيو چولين سند وچوهر،
پڪو پاسيرو ڪري مون سان ڪيڙو ٻ وهن ٻ وهر،
پر ٻڌي جو ڪهڙو ڏوهر، جو قسمت ڪاٽيارو ڪيو.
لڙهندي لاءِ ڪنار يار! ٿار اچي......

ٻاُر پُسي ٿيا ڪپڙا پيا ڳوُرا ويٺر وار،
ٻڌ نديءَ ڪي آهي رڳو، هڪ ساهڙ تنهنجي سار،
اڄ سهڻيءَ جا سينگار، مون ڪي سيرجهاي سوگهو ڪيو.
ڪر نہ دڪايل ڏار يار! تار اچي......

ڪچي دلي دغا ڪئي،
هت جهاي ڪر پار.

لوليون ۽ لاڏا، موقعي تي ئي چيا ۽ ڳايا
ويندا آهن. مون به اهي موقعي تي ئي چيا ٽوڙي
ڳايا آهن. انهن لولين ٽوڙي لاڏن ۽ ڪن جا نالا
آهن. پر آهن ته اهي آخر بي نام جڳهه جا. اڳتي
هلي جڏهن اهي عام زبان تي آيا ته بنا لاڏي
۽ لاڏيءَ جي پيو نالو شايد ئي ڪو رهندو. نالا
بدلجندا ئي رهندا ۽ بدلجي ويندو انهن لاڏن
ٽوڙي لولين جو روپ. البت انهيءَ تبديل لاءِ
وقت جي ڪائي پابندي ڪانهي.
حال ته جن لاءِ لکيا آهن، تن جي ئي نالي
سان پڙهبا. جيسين انهن جي پيا به پنهنجو ڪن.
پوءِ ئي ته اهي لاڏا ڇاهي لوليون جڳهه جا بڻبا ۽
هٽ هٽ جهونگاريا ٽوڙي ڳايا ويندا.

## ڪيئن سمهي؟

ڪيئن سمهي،
ساھڙ ساري
دل نہ وسي ٿي پار درياھہ جي،
ساري ڪيئن سمهي- ساھڙ....

ڏينهن رات جي تميز ويئي،
ويئي جڳہ جي ڳالہ وساري،
ساري ڪيئن سمهي- ساھڙ....

اکيون اُڪنديون جنهن ساجن لء،
ڪَنَ ۾ ڪنهن جي طلب تنواري،
ساري ڪيئن سمهي- ساھڙ....

ڪچي گھڙي جي رهي نہ ساجهہ،
سير ۾ سهڻي ميھر سنياري،
ساري ڪيئن سمهي- ساھڙ....

## ميهر بنا ڪيئن جيئان

دوگانو:-

سهڻي: مان ميهر بنا ڪيئن جيئان ڙي مائي!
ڪانءِ جهلي مونکي ڪائي،
جيجل ڪانءِ جهلي مونکي ڪائي.
مان نه ميهر بنا......

منهنجي هن سان پريت پراڻي،
ازلئون لوهه لڳائي،
مان نه ميهر بنا......

چٽ چوراڻي چربو ڪري ويو،
ڪانـــڌ ڪري چتـراڻي،
مـان نہ ميهر بـنا ..........

ساھيڙي: پريت جي ريت نياڻ سهڻي!
سؤلي جاڻ نـــہ جاڻي،
اوڪا آهن پنڌ پريت جا،
گهرجي خـــاص پڪائي،
سهڻي! سؤلي جاڻ نہ جاڻي.

سهڻي: سڪ ساهہ جي آيل! منهنجي،
آهـــي نـــنـــد ڦـــتـائي،
جيجل ڪانہ جهلي مونکي ڪائي.
مان نہ ميهر بـــنا ..........

## سهڻي - ميهار

### پار وسي ڏو ميهر

دوگانو:-

سهڻي: منهنجو پار وسي ڏو ميهر،
مونکي ڪانءِ جهلي، هرڪا پاڻ پلي،
مان تہ ويندي‌س پار ڙي جيڏيون،
منهنجو پار وسي ڏو ميهر.

سهڻي، نفس روپي ڏَمَ سان پاڻُ ٻڌي ٻه
[ب]اڻ مهار روپي مالڪ جي حوالي ڪيو هو. هوءَ
آڏيءَ رات ويساهه جو دِلو ڪڻي دنيوي - درياهه
لتاڙي پنهنجي مهر يار سان ملڻ لاءِ نڪري
پوندي هئي. چون ٿا ته سهڻي آڻ تارو هئي،
يعني اياڻي هئي، سياڻپ کان سؤ ڪوهه ڏور.
ڏم جي منٿياڻين يعني نفس جي مددگار اِندرين
سهڻيءَ روپي جيوَ - آتما جي پڪي ويساهه کي
ڪچو ڪرڻ چاهيو. پر هوءَ انهيءَ ڪچي ويساهه
روپي دلي کي ڪڻي به گهڙي پيئي گهير ۾ ۽ آخر
ٻڏيءَ جا پيٽا ٿيا.
گنڪا به ته اِئين، اڌ رات جو نفس جي

محبت ڪان پاڻ ڇڏائي، طوطي روبي وريڪ
جي ڏنل ڏس ڪي هلي، وڃي رام سان ماندي ٿئي.
ميهار سان ملڻ لاءِ راتين جا اوجاڳا ڪين
۽ آخر پاڻ غرق ڪرڻو پوندو، پوڙهو پوندو ۽ ٺوروئي ماٺي
آبي ڪي. الين محبوب جو مشاهدو ٺوروئي ٿيندو؟
سگهبو، وصال ٺوروئي ڪهاڻي، تنا ۽ بتا جو اهڙو
سهڻي - ميهار جي
اهڙ گيت آهي، جيڪو دل وارن جي ڪنن ۾
سدائي پيو گونجندو.
اڃو ته اسين به اهڙي گيت جو رس وٺون
۽ سهڻي لوڙي ساهڙ جي سڪ جو راز پروڙيون

•

شاستريه گيت:-

## هير پڪاري

رانجهن رانجهن هير پڪاري،
رويون ويني راهه نهاري.
نيهن نشي ۾ نار نماڻي،
رانجهن جي وڇي دست وڪاڻي.
برهه جا بادل برسڻ آيا،
تم تم نيڻن نيـر وسايا.
رانجهن سائين!
شل نه ڀلائين.
دل ڏناري، ڏاڙو ماري،
رانجهن ويهه نه پوءِ وساري.
رانجهن رانجهن هير پڪاري،
رويون ويني راهه نهاري.

شاعر: ڪيڻ :

## ياد ڪري ٿي جيئان

توکي ياد ڪري وڃي جيئان، جيئان.
فرقت ۾ غم کائي دل جو،
خون جگر وڃي پيئان پيئان.
توکي ياد ڪري..........

سوُرن جي سڌ مُڙر نہ پيئي،
دل نہ دکايل! وڃيس ڏيئي،
ڏوھ ڇو ٻين کي ڏيان ڏيان،
فرقت ۾ غم کائي دل جو،
خون جگر وڃي پيئان پيئان،
توکي ياد ڪري وڃي جيئان.

## ڪيئن ٻجھايان

ڪيئن ٻجھايان،
آگ تن ۾ لڳي ڪيئن اُجھايان.
ڪيئن ٻجھايان رانجھن! ڪيئن اُجھايان

جيءُ گھبرائي، چين نہ پائي،
ھينڊڙو تڙقي ڪنھن کي ٻڌايان. آگ تن...

ڏوھڙو:-
پيارو پايان جڳ سڄو جي پيارو آھي پاس،
پيارو جي نيارو رھي جڳ جي کھڙي آس.

آئم اُميدون، تنھنجي اچڻ جون،
واٽون ڏسي ويٺي واجھہ ٿي پايان. آگ تن...

آگ دکايل! تنھنجي لڳايل،
زور بري ٿي ڪيئن سا اُجھايان؟ آگ تن...

## رانجهن ڪين وسار

رانجهن! ڪين وسار،
عيبن ڏي نہ نهار،
ايڏو ڪين رُئار،
رانجهن! ڪا تہ گهڙي اچي گهار،
رانجهن! ڪين وسار.

صبح سنياريان، سانجهيءَ ساريان،
ڪين وساريان، گهڙ تي ڳاريان،
راھ نهاريان، رت تي هاريان،
قياس ڪو دل ۾ ڌار،
رانجهن! ايڏو ڪين رئار.

شير ڪي هائي، تانگهہ تي تائي،
ذڪرڙن تائي، آب تي آئي،
ماري جا ماٺي، الله جائي،
مُٺن کي تہ نہ مار،
رانجهن! عيبن ڏي نہ نهار،
رانجهن! ڪين وسار.....

هير: منهنجي نگاهن ۾،
وارث تون ٿو وسين،
هائي هائي او ماهي!
اُونهين آهن ۾.
تنهنجي تات گهٽي،

رانجهو: وره وڇوڙو ڏکيو،
هائي هائي او هير!
توکي کيئن وڻي؟

هير: ساجن موٽ سگهو،
روئي روئي نيڻ ٿڪا،
هائي هائي او ماهي!
ٿو بن چين نه ڪر.
تنهنجي تات گهٽي،

رانجهو: آهه ڏکايل ڪي،
هائي هائي او هير!
شل ڪندو ميلو ڏٽي.

## نيڻ ڪٽي ته نهار

نيڻ ڪٽي ته نهار، منهنجا رانجهن سائين.
ڪا گهڙي مٺيءَ سان گهار، منهنجا رانجهن...

ڏينهن تڪي ٿي رات نهاريان،
تنهنجي فراق ۾ ڪنجهون ڪاريان،
جيئڻ ٿيم لاچار، منهنجا رانجهن سائين.

عشق ۾ تنهنجي حال وڃايم،
راحت ڏيئي رنج پرايم،
دردن ماريو ڏار، منهنجا رانجهن سائين.

ماڻهن وانگيان ڪين ملايان،
حال سڄو ٿي محرم پائيان،
واڳ دکايل وار، منهنجا رانجهن سائين.

## هيـر - رانجهو

### آهڙن ٿي روز پريان

دوگانو:-

هير: درد ڦراق کنان،
آهڙُن ٿي روز پريان،
هائي هائي او ماهي!
تو رانجهن يار بنان.

رانجهو: کوئل ڪوُڪ ڪري،
ٻُڌي ٻُڌي دل ٿي ڳري،
هائي هائي او هير!
ساعت ڪين سري.

## او راڻا!

او راڻا! مان دل لائي
مان دل لائي، اڄ ويڙس،
مان دل لائي، هائي هائي. مان....

ناحق توسان نينهن لڳايم،
عشق جو بڇڙو مرض پرايم،
دل جو چين وڃائي،
هائي هائي. مان....

رودن ۾ ڏينهن رات گذاريان،
هيانءَ ۾ ٿي هنجون هاريان،
سيج سڄي ٿي کائي
هائي هائي. مان....

درد دکايل ماري آهيان،
تو بن جڻ ويچاري آهيان،
ڪاڪ ٿي ڏيل ڏکائي،
هائي هائي. مان....

رانجهو، تخت هزاري ڇڏي، هير جي صدقي
ماهيوال بڻيو. هونءَ به ڀڳت جي سڪ ۽ ڀڳتيءَ
ڪري، 'کيرساگر' ڇڏي ڀڳوان هن ڀرتيءَ تي
ڇڪجي ڪين آيو؟ نه هڪڙو ڀيرو، ڀر وار وار
هو آيو ۽ اِنهيءَ سڪ جي ئي صدقي، ڪٿي ٻنواسي
بڻيو ته ڪٿي رٿ هڪلڻ وارو سارٿي؛ ڪٿي
ڳايون چاريائين ته ڪٿي گهوڙن کي کرکرو هٿي
وهچاريائين. مطلب ته سڪ صدقي هن ڇا ڇا نه
ڪيو ۽ ڇا ڇا نه بڻيو!

هير-رانجهو جي ڪهاڻي، انهيءَ سڪ جو هڪ
اهڙو لازوال مثال آهي. جنهن کي دنيا ڪيسين
ڳائيندي رهندي، جيسين قيامت جي قيامت نه

## هڪ رات جي تقاضا

دوگانو:-

مومل: هـڪ رات رڳـو هڪ رات
رهي وڃ رات...

اڄ قرب ڪري ٻئي پير پ...
منهنجي ذوريءَ سوڊل ڪين س...
ڏاڍي طلب تڪيري ت...
رهي وڃ رات رڳو هڪ رات

راڻو: ٽون ذات زناني ذات زناني ذات،
بي درد صفا، چاٽين نہ وفا،
تنهنجي عادت مومل! جورو جفا،
ڏوڪو پيار جي هرڪا بات.
زناني ذات........

مومل: رهي وڄ رات، او راڻل! رات،
رڳو هڪ رات.
ڏک ڏات ڏنـا ڏک ڏات،
ڏٺيءَ ڏک ڏات.
مون نہ ڏوهہ ڪيو لڪئي لوهہ ڪيو.
مون سان سومل ڏوهڻ ڏوهہ ڪيو.

راڻو: اهـڙي آڻ نہ وائـي وات،
زنـاني ذات، زنـاني ذات.

مومل: راڻا! ڦڪر ڦٽيو ڦڪـرات،
رهي وڄ رات رڳو هڪ رات.
اڄ ڦرب ڪري ٻئي پير پري،
ڏاڍي طـلب ٽڪيري ٽات.
رهي وڄ رات، او راڻل رات.......

ومل راٹو

ر

## مومل جي شڪايت

آءُ آڳڻ اڄ پيارا پيهي ايڏي دير نہ لاءِ،
پيار ڏنيءَ جو ڀوريون سهڻل سائين سو نہ نياءَ.

تنهنجي لءِ تي قارون پايان،
ڏهہ ڏهہ ڏينهن ۾ ڪانگ اُڏايان،
ڀورل ڪين پلاءِ. پيار ڏنيءَ جو......

توسان جنهن ڏينهن نيهن لڳايم،
پريت جو مارُو مرض پرايم،
دل به وڃايم هاءِ. پيار ڏنيءَ جو......

ڀورئين دڪايل دلڙي ڏيئي،
هاڻي ڪرين تو شڪوا ويهي،
پوءِ نہ تون پڇتاءِ. پيار ڏنيءَ جو......

## هڪڙي رات رهي وڃ

هڪڙي رات رهي وڃ راڻا!
رات رهي وڃ راڻا. هڪڙي رات...
عيب نہ ڏس تون ڪر نہ اُڪاڙو،
سوڍل يار سياڻا.
هڪڙي رات رهي وڃ راڻا!
ٽڪندي رات گذاريم تارا،
پر نہ پريتم آئين پيارا!
ڏوهہ ڏنيءَ ڪو مچاڻا.
هڪڙي رات رهي وڃ راڻا!
دل ۾ درد ڏکايا دونهان،
سور ڏکايل! ٽيندم سونهان،
سوز ڪيا لڱ ساڻا.
هڪڙي رات رهي وڃ راڻا!

## مومل جو رودن

ڪو حال نہ ڏي ڪانگا،
ڪڏي ڀهڳڻ ايندو ٻول ٻون.
ڪو حال نہ ڏي ڪانگا!

رئندي رات گذاريم ساري،
پر نہ ورڻ جي راڻل واري،
ٽيو بدن پُري پانگا،
ڏيئي ريب نہ ناحق رول ٽون.
ڪو حال نہ ڏي ڪانگا!

درد ڏکايل آيا ڏوُکي،
تو ريءِ ڪاڪ سڄي ٿي ڪوُکي،
سڀ سر جا ڇڏيم سانگا،
منهنجا عيب نہ خاوند ڪول ٻون،
ڪو حال نہ ڏي ڪانگا!

## مومل جي پڪار

هڪ رات رهي وچ ٽون سڄڻ ٽوڪي ٿي ساريان،
فرقت ۾ تنهنجي روئي ويٺي راهه نهاريان،
ڳچ روز ٿي ڳاريان.

ڪوٺي تي چڙهي ڪانگ ٿي تو لاءِ اُڏايان،
ماڙي تو بنا ميندرا! پڙڏانگ ٿي پايان،
ڏڪندي ٿو لڙي ڏينهن رڙي رات گذاريان،
فرقت ۾ تنهنجي روئي ويٺي راهه نهاريان،
ڳچ روز ٿي ڳاريان.

اقرار دکايل کي اچڻ جو ڪو پلا ڏي،
لک ھون ۾ مندايون نه مگر ايڏي سزا ڏي،
وٺ سوري، اُميدن جو ڏيئو ويٺي ٿي ٻاريان،
فرقت ۾ تنهنجي روئي ويٺي راهه نهاريان،
ڳچ روز ٿي ڳاريان.

## مومل جي معذوري

اڄ عام ڇو ٿيو، ماڻ بار ڇو ٿيو؟
پري يار ڇو ٿيو! ٿڌو پيار ڇو ٿيو!
سلي ڪا سهيلي!
ڏکي هيءَ پهيلي.
نہ ڪا ڪجهہ لڪائي، رکي پاند پائي.
ڏٺي جو چوائي، پلي ڏي ٻڌائي.
چڱي يا مُني جو،
کري ڪانہ سونو!

ٽڙاري نشاني، ڇڏي ويو ڇو جاني؟
ڪري مهرباني، ٻڌائي ڪا سياڻي!
رُنو ڇاڪون راڻو؟
جهلي وينو ماڻو!

ڏسي هيءُ ڪُمهري، رَسي چوٽ ڳوري؛
حياتي ٿي زهري، لڳي ڪاڪِ ڦوري.
وئي مرڪ مُنهن جي.
رهي سُڌِ نہ سنهن جي!

اڄي نيهن لائي، نڙون پيچ پائي،
سڄڻ دل لُڀائي، ويو منهن مٽائي!
لڳائڻ ٿيو سؤکو؛
نڀائڻ ٿيو اؤکو!

بنا راڻي، مؤمل، رهي ٿي دکايل،
اُڏائي ٿي ڪانگل، ٿئي ڏيس دل جهل.
ڳوڙها لڙڪ هاري،
حياتي ٿي گهاري!

کشالا ڪيڏا
ڪشت توڙي
پاڻُ لاءِ ڪيڏا نہ ڪشت توڙي ڪشالا ڪيڏا
پيس؟ ويندي ايسين ٿاءِ، جو نيٺ پاڻ جلائي
فنا ڪرڻو پيس. هونءَ بہ فنا ۽ بقا بہ شيون نہ
آهن ڪين. فنا ۾ ئي ته مومل بقا پاڻي ۽ ائين
مينڌري سان ماڻي هڪ ٿي.

# مومل - راڻو

## مومل جي آرزو

نماڻيءَ ڏي هيڪر نهاري وڃين ها،
ڪيل قول راڻا تون پاڙي وڃين ها.

سلامن سان سڪ ڪين لهندي ستمگر!
انهيءَ ڪان ولهيءَ کي وساري وڃين ها.

سڄو ڏينهن گذاريءَ رقيبن جي گهر ۾،
گهڙي ڪا ته مٺيءَ وٽ به گهاري وڃين ها.

ڏکايل ڏکيو آ جدائيءَ جو جالڻ،
انهيءَ ڪان ته مومل کي ماري وڃين ها.

چڙهي سگهي. پاڻ ماريائين تہ قبول پيئي.

منهنجي راڻي جي ريت ئي نرالي آهي. هو سڙرو ريجهڻ وارو ڪاڻي آهي؟ جڏهن پيا وسيلا چڏي، هَنَ هڪ جي سڪ ۾ پاڻ سڄهالجي ٿو، تڏهن ئي تو وجي قبول پئجي. هلندي هلندي جي ٽڪجي، ڪٽي ويهي رهئين ۽ ڪا پاءِ پلڪ روح ريجهائڻ لاءِ ڪنهن رڍيءَ سڏيءَ سان سنگ ڪيءَ، تہ اِئين سمجهبو، تون راهہ وجائي گمراهہ ٿجي مالڪ کان پري ٿي وئين. جنهن جي سزا توکي موُمل وانگر ڀوڳڻي ئي پوندي.

ونوباجي، گيتا پروچن ۾ چوي ٿو- "مايا ۾ ئي تہ رام پيو اٿيئي؛ رڳو اٽڪ ٿجي اُنهيءَ کي ڳول." جڏهن هي سڀ ڪجهہ مايا جو پسارو، رام جوئي پسارو آهي تہ پوءِ رام کي مايا کان جدا ڪيئن ڪري سگهبو؟ انهيءَ ڪري راڻو ۽ ڪاڪ جدا هئا ڪٿي؟ راڻو تہ ڪاڪ محل ۾ هوئي هو. پر موُمل جي جڏهن اُها سرتِ ساجائي نہ رهي تہ هن راڻو وڃائي ڇڏيو ۽ پوءِ انهيءَ کي

## ساريِ رانڙيِ

شاستريہ گيت:-

سويل! ساريِ رانڙيِ،
هيڪل گهاريم ڪاريِ رانڙيِ.
ڏکندي ڏکندي ڏينهن لنگهي ويو،
رئندي رئندي ماري رانڙيِ.
سويل ساري رانڙيِ، هيڪل گهاريم....
سر ته سڄڻ تان گهول گهول،
رسڻ ڇڏي اچ، ٻول ٻول،
راڻا! ساريِ رانڙيِ، هيڪل گهاريم....

## دلبر جو دلاسو

ملیو کین دلبر جي در تان دلاسو،
مکو کین معبن کو خطڙو خلاصو.

جدائيءَ جون راتيون مون ڏينهندي گذاريون،
اسانجي اڱڻ کر اچي يار واسو.
ملیو کین ......................

دکایل اُميدون اچا کین لاٿيون،
ڏئي وچ کو دل سان پرين خير خاصو.
ملیو کین ......................

## وٺي ويا منهنجو پنهون

سچو لوڪ سڏيندم لوٺي
جي نه سڃاتم ذات پنهل جي،
لوڪ سڏيندم لوٺي،
سچو لوڪ..........

رات اچي مهمان ٻٽيا،
منهنجي ڳٽن وندي جا ڳوٺي،
سچو لوڪ..........

چوريءَ منهنجو هوت ويا چاڙهي،
آري جام جا اوٺي،
سچو لوڪ..........

ڪاهي ويندس ڪيچ دڪايل!
ڪونئي يا ري ڪونئي،
سچو لوڪ..........

## شاستريہ گيت

درد جي دوا،
ڏي کو،
درد جي دوا.
گهايل جي دل کي گهايل ڄاڻي،
راما گهايل ڄاڻي.
زخم ڏکيا،
دل جا نہ مِڙيا،
درد جي دوا ڏي کو. درد...
برهہ سنديون بي تابيون،
تو جي ڏنيون،
اي سوڊا!
تن کان ڏکايل کي ڏي شفا،
درد جي دوا،
ڏي کو،
درد جي دوا.

## روئن نماڻا نيڻ

ٽڪا روئي نيڻ نماڻا،
آڄ سوڏل يار سياڻا.
ٽڪا روئي نيڻ..........

حال اندر جو ڪنهن سان اوريان،
ڏينهن ڏڪن جا ويٺي ڏوريان،
پورا پيا نه پُڇاڻا.
ٽڪا روئي نيڻ نماڻا.

برهه بدن ۾ باهه لڳائي،
ورهه وڇوڙي ننڊ وڃائي،
سور ڪيا لڳ ساڻا،
ٽڪا روئي نيڻ نماڻا.

رُسڻ ڇڏي اڄ پرچڻون راڻا،
ڪير سهندءِ مــاڻا،
منهنجي دکايل مـرڻ پڇاڻا،
ٽڪا روئي نيڻ نماڻا.

## راهم تکيان

روئي روئي راهم تکيان،
پارروچل! موٽ سگهو.
سڏي سڏي ڪين ٿڪان،
پارروچل! موٽ سگهو.

آيون ويئون ٿيون ورجائن،
جيڏيون سرٽيون وڃڻ ورائن،
ٻڌيو ٻڌيو لڇ مران،
پارروچل! موٽ سگهو.

ڪيچين کي هو ڪين مناسب،
ننگر ڇڏڻ ڪيئن جاتئون واجب!
سهي سهي وڃڻ ڏجهان؛
پارروچل! موٽ سگهو.

آءُ سگهو ڪوهيارل! ڪاهي،
تو بن چين دکايل ناهي،
مري وري شال ملان،
پارروچل! موٽ سگهو.

ھون

## رات ڏيئي تات ويو

پرديسي پريتم رات ويو،
ڏيئي طلب تکيري تات ويو. پرديسي....

پنهل وني ويا ڏايا ڏير،
رات کيائون پويان پير،
آءُ سي کين سڄاڻان سير.
ويو رات، وڏي پرڀات ويو. پرديسي....

اوريان کنهن سان دل جو حال؟
رڻ پنهل ٿيم ساعت سال،
جيڏيون منهنجو جيئڻ محال،
ڪري ظاهر دکايل ذات ويو. پرديسي....

## ڪتي ٻنهل جو پار

ڳوليان ڳوليان ڪوڏسي ڏکيءَ کي،
ڪـتي پـنهـل جـو پـــار.
ڏيرڪري ڏاڍائي مٽيءَ جو وٺي وَرو يا رات،
ريءَ پنهل جس ڪهڙو جڳہ ۾، آهہ سيو سنسار،
ڳولهيان ڳولهيان.........
ٻَرجي هوا اُڏائي هل تون، پار پنهونءَ مونکي،
ٻنهل بنا سسئيءَ جو پينر! آهہ جيئڻ بيڪار.
ڳولهيان ڳولهيان.........
پير ڦٽون ٽيا ڇپي دکايل! لٽا ٽيم ليڙون،
ڪيم پنهل جي ڪارڻ جيڏيون جهنگہ جبل اختيار.
ڳولهيان ڳولهيان.........

## هوت جا ديرا دل ۾

صبح پنهل جا ڪٽندي پيرا؛
ڏينهن ڏکن جو لاڙي سسئي؛
ڏسندي جام پنهونءَ جا ڏيرا!
صبح پنهل......

پير پٿون ٽيس ڏونگر ڏوري،
برهه جي باهه جلايس جيرا.
صبح پنهل......

ڪيچ پنهور جا وڻ واجهائي،
صدقي ٿيندي سؤ سؤ ڀيرا.
صبح پنهل......

ٻئي هند ڪين وسي ٿو دکايل!
هوت پنهونءَ جا دل ۾ ديرا.
صبح پنهل......

## سانول جي سڪ

مون ته سانوَل سان لنوَ لائي،
دل ته ڪٺي ويو ڪيچ اديون! منهنجي،
جانب پـائي جـهـائي. مون ته....
آءُ اُداسڻ راتيان ڏينهان،
آهيان پنهل ريءَ آئي. مون ته....
ڏينهن اچي مهمان لٿا،
وٺي رات ويا منهنجو پائي. مون ته....
روئي وچاير نـوُر نماڻـو،
جيئون ڪٿي مـون چائي. مون ته....
زوريءَ منهنجو هوت ڪٺي ويا،
ڏيـرن ريت نـه چائي! مون ته....
پنينجي پنهل لءِ مون ته ڏکائي!
قرب جـي ڪنني پاڻي. مون ته....

## ڏونگر کين ڏکاءِ

ڏوهڙو:-
ڏونگر کين ڏکاءِ آءِ ڏکياري آهيان،
آيس تنهنجي آسري تون تپي کين تپاءِ،
اهڙي کنهن ڏڳه لاءِ جو پهچان تڙت پنهل کي.

مان نه ڪيچ پنيورتي ڪاهيان، ڪاهيان جيڏيون،
قول ڪري ڪيچين نه نباهيو،
مان ٿي نيهن نبايان. جيڏيون! مان نه......

## زوريءَ هوت وٺي ويا

وٺيو هوت زوريءَ وڃن ٿا اديون!
نڪو قياس ڇوريءَ تي ڪن ٿا اديون.
پٿون تي پيا پير، مهنديءَ رتا؛
ڏهاڙي ڏکيءَ جا ڏکن ٿا اديون.
وٺي هوت.........
پون ٿا جڏهن ياد سک سهاڳ جا،
ڏکيا ڪين ڏونگر لڳن ٿا اديون.
وٺي هوت.........
نهاري نهاري ٿا پيرجي اڇن،
نبل نيڻ ٽم ٽم ٽمن ٿا اديون.
وٺي هوت.........
هٽي هوت ويو جا ڇٽنگم ڇاهه جي،
دکايل! سي دونهان دکن ٿا اديون.
وٺي هوت.........

## ويندڀس جيڏيون

ڏوهڙو:-
ڪنهن سان هي اوريان درد ڪهاڻيون دل جون،
چنتا تنهنجي چاهه جي شام صبح چوريان،
اچا اُميدن جي ويـئي وَٽ سوريان،
سوڏل سِر گهوريان، هيڪر جي هتڙي اچين.

آءٌ تـه هوت پنهـل ڏي ڪاهـي،
ويندڀس جيڏيون هوريـان هوريان،
هوريان، هوريان، هوريان، هوريان،
پنڌ پُڇهي ٿو اوريان اوريان. آءٌ تہ......

ساهه تـه ساجن ساڻ ڪـٽي ويو،
ڪنهن سان اورون اوريان اوريان. آءٌ تہ......
پـوئين پـيـر وري شـل مـوٽن،
سر گورن تان گهوريان گهوريان. آءٌ تہ......

سـار سڄڻ جـي روز ستـائي،
چت ۾ ويني چوريان چوريان. آءٌ تہ......

پنهنجي ڍولڻ ڪاڻ 'دڪايل'!
آءٌ تہ ڏونگر ڏوريان ڏوريان. آءٌ تہ......

## آديون نيٺ ايندو

آديون نيٺ ايندو ڪڏهن مٺيءَ جي پاڙي،
سنياري سڄڻ ڪي چڏيم ڏينهن لاڙي.
پَنا روز پنهنجي پنهل جا پُڇانئي،
ڪڇان ڪين باهر اندر ۾ لُڇانئي،
وڇوڙي سڙيءَ جو چڏيو ساهه ساڙي.
نهاري نهاري اکين نير هاريو،
وِلهيءَ ڪي الاجي وَنهيل ڇو وساريو،
اَڙيو انگ اهڙي ڏکئي ڪنهن ڏهاڙي.
دکايل! نکو ننگ ڏيرن سڃاتو،
نکي نياز اُلفت پنهل پاڻ جاتو،
اچي شال ڍولڻ ڪيل قول پاڙي.

## هوت وٺي ويم وَرُ

وَر ريءَ ڪيڏن گهاريان ٻيڪن ۾،
ڪيڏن گهاريان ٻيڪن ۾، ور ريءَ.......
ٻاڏ آڙيو هو ڏن سان آهنجو،
پرڻي ڪين ڪيائون پنهنجو،
هوت اڪيلو ڇڏي هليا ويا،
ڪونہ حيا هو تن ۾، ور ريءَ.......
مان نہ ڏڪايل سورن هيري،
پريت پنهل جي ڪَيس پڪيري،
سڪ ساجن جي سانگہ رسايو،
لَاڄ لٿي لوڪن ۾، ور ريءَ.......

ذي وٺي وڃڻ وارا قاصد يا رهبر آهن. پوءِ اِنهن
کان ڏکڻ ۽ چرکڻ ڇاجو؟ سسئيءَ کي به اِنهن
سورن ئي نہ سانگ رسايو. تڏهن نہ اڄ هوءَ وقت
ي ڇانيءَ ني پيئي ٿي نچي؛ ڇو تہ سور وقت
ا زيور آهن، سورن وارو وقت ئي سپني کي ياد
رهندو آهي. تڏهن تہ شاهہ بہ چيو:
"ڏک سُکن جي سونهن، گهوريا سُک ڏُکن ري"

### ايند يس هوت لهي

منهنجون سياٽيون سرتيون،
نيڻين ننڊ نہ رهي،
راتيان ڏينهان ٿمرتات پنهل جي،
منهنجون سياٽيون سرتيون..........
ڏير ڏکيءَ سان ڏاڍ ڪري ويا،
هڪڙي رات رهي،
منهنجون سياٽيون سرتيون..........
پاڻهي لهنديس پار پنهل جو،
سؤ سؤ سور سهي،
منهنجون سياٽيون سرتيون..........
صدقي پنهل جي ڏونگر ڏوري،
ويسنديس ڪيچ ڪهي،
منهنجون سياٽيون سرتيون..........
نيٺ دکايل هڪ ڏينهن پنهنجو،
ايند يس هوت لهي،
منهنجون سياٽيون سرتيون..........

سسئي، سُرن جو مجسم هئي. جتي سک آهي، اُتي سور نه آهن ئي آهن. تڏهن ته لطيف سائينءَ چيو ”پنهون ٽيهه پاڙ، سسئي تان سور هٽا“. سک کان سواءِ ڳولهيندو ئي ڪير؟ جگياسا يا ڳولها، سک جو ٻيو نالو آهي. ’سک، ڳولها ۽ سُور ڳالهه ٻڌيوئي هڪڙي‘ - پوءِ ته سائين به پري ڪونهي. رواجي ريت سورن کان هرڪو ڀڄندو آهي، پر اِنهن سورن کان سواءِ ڪنهن جي به نه ڪا ٿي! شل نه ڪنهن جي گهر ۾ سور نه ٿين، سوين حڪيم ۽ طبيب ڇڪائيندو، پيرن فقيرن جي درن تي پيو ڌڪا کائيندو. ڇا لاءِ؟ ڇي اسانجي گهر سور نه ٿا ٿين! ڇو ته

سورن بنا، گهر ۾ وسڻ ڪانہ ڏيندي . انهيءَ ڪري
جي چاهيون ٿہ گهر ۾ سائين اچي، تہ پوءِ سورن
سان اليڪ سليڪ ڪرڻي ئي پوندي .

سُکيا سَنهنجا بہ هٿ وٺي سور ڳنهندا آهن،
نہ تہ سک ۽ ساک ڪوهہ ڏُور ڀڄندا وتندا.
ڏکن کان پوءِ ئي تہ ڪوسکن جو اَيڙُ ڪري سگهندو،
سچو مزو ماڻي سگهندو.

اُهو ڪوڙو ديوي ديوتا يا گرو گوسائين آهي،
جنهن ڏک نہ ڏٺا هجن يا ڪاشٺائون نہ ڪاٽيون
هجن ۽ اسان انهيءَ جو قدر ڪيو هجي؟ زاچ ڀاٽ
چڏي، گهر گهاٽ ڦٽائي، جن ڏکن ڏاڪڙن سان
ياري ڳنڍي، اسان اُنهن کي ئي پنهنجو سائين بڻايو.
پوءِ اُهو رام هجي يا ڪرشن، ٻُڌ هجي يا گانڌي،
گرو نانڪ هجي يا مهاوير، ڪوبہ پير پيغمبر، ليسين
آدمين جي دلين تي راڄ ڪري ڪين سگهيو
آهي، جيسين هن ڏکن جي ڪڙن ـ ڦل ۾ پنجي،
پاڻ کي چڪايو ناهي .

جي سُور اسانکي مِٺا نہ هجن تہ پوءِ سورن
توڙي سُورائتن جون ساکيون يا سَر ٻُڌي، جهوليون
۽ ڦٽڪون ئي ڇو؟ حقيقت ۾ اهي سور ئي سائينءَ

۵

عمر! آباڻي ڏيهه جا ڏنگرا ٿا سارين،
مَنهن تي مارُو چڙهي پيرون پٿارين،
رويو رت هارين نيڻ نهاري تن کي.

۶

هوڏ ڇڏي هل سومرا هوڏ نه هانديءَ ساڻ،
ڪنهن سان نيهه ڪين هي ڏن جوڀن جو ماڻ،
چار ڏهاڙا زندگي ڪُهنبو ڇُڙڪو ڇاڻ،
ميان حق سڃاڻ، موٽائي مُنجِ مارئي.

۷

عمر! آباڻن ري هتي مري ٿيس ماندي،
ناحق نماڻيءَ کي تو مير! ڪيو باندي،
اٿم هيڪاندي سِڪ تن سانگيڙن جي.

۸

سر تي پل نه ڪِري عمر! قهر قهار جو،
جان جدا ٿئي جسم کان، ٽڪَرِ ٽڪري،
جنهن پل ۾ وسري، وطن ويڙهيچن جو.

٩
آهہ اُکیر اجان، ڏاڏاڻن جي ڏيهہ جي،
سڪندي روڪ نہ سومرا! شل موتي ماڳہ وڃان،
پيرو ڪيڻن پہان، ميان! ماڙيچن سان:

١٠
آيا اونــي چاڻ ميان! ماروئــڙن جا،
سانگي ايندا وسيلي وئــي ويندا ساڻ،
ويجهو آهہ وٽاڻ، منهنجي ويڙهيچن جو.

١١
اکين هاريو آب، راهہ تڪيندي ٽن جي،
ڪانگ اُڏاير ڪيترا، پر آيو ڪين جواب،
ٻٽيو ڏکيرو ڏيهہ ڪان هاءِ بنديءَ جو باب،
حق وارن کي حق ڏئي، عمرا ڪمُ ثواب،
پنهنجن ڌاران تاب، ڪنهن تي وڃان پرديس ۾؟

١٢
صبح سانجهيءَ تات آهي اباڻن جي،
ڏکندي ڏکندي ڏينهن ويو رئندي گذري رات،
سانگين سارينديءَ اچي متّان پئي پريات،
وائي جن جــي وات ملندا شال ملير ۾.

مارئي

# وجان ملڪ آباڻي

هڙوءِ:-
راڻيان ڏينهان ٿار، ميان مارُوئڙن جي،
چڻي ڪيءِ ڏار، چوري زوريءَ سومرا!
وڃان ملڪ آباڻي مُهاڙ ڪري،
منهنجي ماڳ ملير ريءَ ڪين سري. وڃان......

آئين نار تان زوريءَ نار ڪٽي،
ايها ڳالهه عمر! توکي ڪيئن وڻي؟
ميئان! ڏيندءِ ملڪ ميار گهڻي،
جيسين وطن وري ويچاري وري. وڃان......

اِجهي آيا اوڻي جاڙ ٿران،
ڏي موڪل مير ملير وران،
هٿ مارن لءِ ٿي آءٌ مران،
ٿُرون ڪوٽ ڏسي ٿو ڏيل ڏري. وڃان......

مونکي مارن ريءَ بي ٿات نه ڪا،
بن رودن گذري رات نه ڪا،
تنهنجي عمر! وڻي ٿي بات نه ڪا،
گهاريان پل نه دکايل! تنهن کان پري. وڃان......

ڏوھڙا:-

آءٌ نہ اچئي ماڳھين، مدايِن تنھنجي ميرَ،
ڪٿي آئين ڪوھ تان، تون زوريءَ جام اميرَ،
قيد ڪيم تقديرَ، نہ تہ ڪوٽ لُھانئون ڇا لڳي.

٢

عمر آئي مارئي تو جيءَ وڏو جنجال،
جيڏري ٿيندءِ ڪين هي ٻورو خام خيال،
منھنجو ملڻ محال سمجھي ڇڏ تون سومرا!

٣

جيڏري جي منھنجا عمر! عرض نہ اُٿائان،
مُٺي ڀڃائان، ماڳہ مُنجھين من مارئي.

٤

عمرا آيو اوچتي سنبري اھڙو سُور،
روئي اباڻن کي نيڻن ڪوهيو نُور،
ياد اباڻن کان وڏيو ھڏ ھڏ ۾ ناسُور،
پنوھارن جو پُور، جيڏري! ويندو ڪين ڪي.

## بادل ٻيهر اڄ

ڪر خبر وسڻ جا ويس ڪري،
ڇو بادل! آئين نيڻ ڀري. ڪر خبر....

مونکي ٻرندڙ ڏسي تو ٻڃ ٻارين،
يا سوُر ٿـو پنهنجا اوسارين،
ڏينهن رات هنجون هرهر هارين،
ڇا تون به وطن کان آهين پري؟ ڪر خبر....

وڃي ويجهو ويڙهيڇن جي وسجانءِ،
پڪي پوکر پنهوارن جي پسجانءِ،
ڏکيو حال ڏکايل، جو ڏسجانءِ،
جا مارن ريءَ ٿي مفت مري. ڪر خبر....

## اباڻا چاڻ آيا

آيا عمر اَباڻا چاڻ،
نيندم سانگي نيڻي ساڻ. آيا عمر!........

هيڪر ڳنڍ ڳنڍي ڪيئن چوڙيان،
عمر! اَباڻا ناتا تــوڙيان؟
پنهنجو ننگ سڃاڻ. آيا عمر!.........

لوئي لاهـي پٽ نہ پايان،
مَنهن چِڏي ڪيئن محل وَسايان،
مارن کهڙو ماڻ. آيا عمر!..........

ڪنهن کي حال سڻايان پنهنجو،
روئي پاند پسايان ڪنهنجو؟
ڏينهن ڏکايل ڏاڻ. آيا عمر!.........

## ڪوٽن ۾ قابو

تَنُ قابو ڪيو تو ڪوٽن ۾،
منهنجو مَن نه وسي تو ماڙيءَ عمر!
نه ته ڪير هتي جو آڻي ها،
مونکي قيد ڪيو تقدير عمر! تن قابو....

تنهنجو ڪوٽ لهانئو ڪيئن پڇان،
ڪيئن موٽي ماڳ ماڙيءَ وڃان،
اها آس اَدل مونکي آهه اڃان؟
ڪجان ڪين مونکي دلگير عمر! تن قابو....

هتِ ڪونٽري حاڪم! هيٺي مان،
دک درد دکايس پيٺي مانُ،
ڪر قياس ڪو، قياس وهيٺي مان،
وجهه زوريءَ ڪين زنجير عمر! تن قابو....

هي دؤر دکايل! آهه ڪو دم،
ڪر ڪنهنجو حاڪم! حق نه هضم،
توکي آهه عمر! تنهنجي سِر جو قسم،
چڙ زور مُڙي وچ مير عمر! تن قابو....

## ٻهاڙن جي ٻويان

ٻهاڙن جي ٻويان هو ڪکرن قطارون،
ڏيارن ٿيون مٽيءَ کي مٺا ياد مارون.

هيم جي ٻـَڏن جا هو ٽِيلا وسيلا،
ٻسي سي ٻرانهون وڃن دل جون تارون.

هتي ڪوٽ ڪْنـگريون، هُتي چوٽ چاڙهيون،
مِنيون جاتي ماٽيم کي ٻوندن بهارون.

وسيا هوندا پاٽي اُساتيل پٽن تي،
هينگر ٻونديون هونديون پَلرتي پُڪارون.

گهٽا گـاهم ساوا ٿيا هوندا ٿـر ٻر،
مٿن کي نہ ٻاڙي جون ملنديون ميارون.

مٿو مـال هوندو ڍَيـا هونـدا ياڳيا،
ٻرئي ٻيٽ وهندا سي هوندا ونگارون.

ڪڏهن ٻانهون ٿڙڪي ڪڏهن اکہ ٿي ٿڙڪي،
دکايل ستائن ٿيون سانگين جون سارون.

## ٿي واڻون نهاريان

عمر پنهنجا سانگيِ سگها ڪيئن وساريان،
صبح شام روئيِ آباڻا ٿيِ ساريان.

ويڙهيچن جي پل پل اٿم واٽ وائي،
اصل جن جيِ آهيان عمر آءٌ جائي.
ملان شال تن سان، گهڙي هٿ نه گهاريان. عمر پنهنجا...

ورائي وجو ڏاسرا طعام وارا،
وڻن ٿا نه تنهنجا ڪٿا ڪاچ ڪارا،
وجي شال پيهن ٿي پيرون پٺاريان. عمر پنهنجا...

دڪايل ڏٺيءَ مان اُميدون نه لاهيان،
وصل تن جو ٿيندو اصل جن جيِ آهيان.
وطن نيڻ ويندي، ٿي واٽون نهاريان. عمر پنهنجا...

## لاتي آباڻن اوير

ڏاڍي لاتي آباڻن اوير، الا!
آءُ نہ ڄاڻو ويڙهيچا هيئن،
وڃهندا ايڏي وير!

راهہ تڪي ٿي دلڙي ماندي،
چو نہ الائي آيو پاندي؛
واجهاير سپ سير، الا! ڏاڍي ..........

ماڙيچن ڪي هو نہ مناسب،
ننگ ڇڏي هُت ويهڻ واجب،
مهڻا ملندن ڍير، الا! ڏاڍي ..........

پاڻ وڃهان ها جيڪر ماري،
آس رکيو ٿي مٽيءَ ڪي جياري،
نہ تہ آءُ دکايل ڪير، الا! ڏاڍي ..........

رئي

## روئڻ ٿا نيڻ نماڻا

جڏهن پون ٿا ياد اَباڻا،
منهنجا روئن ٿا نيڻ نماڻا.
زور عمر! تنهنجي آندي آهيان،
مارُن ڌاران ماندي آهيان.
مَحلن مان ڇا جاڻان. منهنجا ........

قياص ميان! ڪو مٽيءَ ني آڻج،
لاش ملير ڏي منهنجو اُماڻج،
منهنجي مرڻ پڇاڻان. منهنجا ........

جن سان منهنجي ڳن جون تارون،
نيٺ ڏکايل نيندم مارون.
ڏيهه وٺي ڏاڏاڻا. منهنجا ........

## ڪوٽ چڙهي ڪانگ اُڏايان

ڪينءَ وسرن مون کان عمرا ٻاٽا،
جيڪي سانگي ساهه سيباٽا، ميان ڪينءَ .......

ڪوٽ چڙهي ٿي ڪانگ اُڏايان،
مير! اباٽا مَلڪ پڇايان،
سانگ رَسن مَن سياٽا،
اوُهي سانگ رَسن من سياٽا، هوءِ سياٽا .......

هو هُت مئيءِ لءِ ڳچ ٿا ڳارن،
رويو وينا راهه نهارن،
هاري نيـر نماٽـا،
اوُهي هاري نير نماٽا، هوءِ نماٽا، الا نماٽا .......

ملڪ وري جي ويند يس آئون،
هوُ تہ دکايل ڏيندءِ دعائون،
ڏمـــر چـــڏي ڏاڏاٽـــا،
اوُهي ڏمر چڏي ڏاڏاٽا، هوءِ ڏاڏاٽا، الا ڏاڏاٽا .......

رٔي

## آباڻن کي نہ لڄائيندي س

نہ پَٽُ ڀري لڄائيندي س،
عمر مٽڙن آباڻن کي نہ شاهيءَ تي مٽائيندي س.
ندائي پنهنجي مارن جي

ڪا خوشي باقي،
مرڻ جو غم نہ ڪو دل ۾، جيئڻ جي
آتم جي آرزو ڪا شل وڃي ويڙهو وسائيندي س.

وينديس وطن پائڻ،
جڏهن آجي ٿي تنهنجي بند مان،
سهيلين سان ملي تنهنجا سوين گُڻَ روز ڳائيندي س.

ڪين ٿيو ميلو،
ڏي جيئري تنهنجي ڪوٽن ۾، مٽن سان
مٽي پڪ پنهنجي مارن سان عمر! نباڏو نباهيندي س.

ڏينهن ٿو گذري،
پنوهارن کان پري منهنجو ڏکيو
ڏکايل! دل سوهي سُور ٻٽي ڪنهن کي سڻائيندي س.

## جهنگ وارن جا جهوُپا

عمر وسريو نٿا وسرن پکا پنهنجي پنوهارن جا،
سدا ساريان، آدا ويٺي سي جهوُپا جهنگ وارن جا.

وسن ٿا مينهن ماڳن تي، پچن ٿا ڍير پيرن جا،
وڃي باجهر جا ڍوڍا کاڻ، پارسان پنهنجي پيارن جا.

وَلر وارا جي ويڙهيچا، چڙهي پٽ چانگ چارن ٿا،
پوَن پرلاءِ ٿا کن ٿي، سندن واين ونگارن جا

عمر سکڻن سرودن تي نہ ٿيندي مارئي موهت
وڻن وڌ تنهنجي واڄن کان، نرم آواز نارَن ج

ڀلائي کر عمر پائوُ! وڃان شل مان وطن پنهنجي
مُکا نياپا ميان ۽ون ڏانهن مِٺن مارن ميارن ج

## اُپري، اولهہ آيو

ڏاڍو ٿاٿ آباڻن جي ٿايو- آلا!
ساري ساري سانگيڙن کي، اُپري، اولهہ آيو.
ڏاڍو ٿاٿ اباڻن........

ويڙهيچن لءِ واجهہ وجهانئي،
پاڙيچن جا پنڌ پڇانئي،
وهن ويهڻ وڃايو. آلا! ڏاڍو ٿاٿ........

ايندا ايندا ڪين ڇڏيندا،
ننگ سڀاڻي پنهنجو نيندا،
مون ڇو من پرمايو. الا! ڏاڍو ٿاٿ........

وچڙئي دکايل! ٿي وئي مدت،
ڪرڙو قلم وهايو قسمت،
انهنجي انڪ آڙايو. آلا! ڏاڍو ٿاٿ........

## ڪو ڏس ڏيندو

ڪو جهانگيئڙن جو ڏس ڏيندو،
ڪو ماروئڙن جو ڏس ڏيندو،
ڏس ڏيندو، اَلا ڏس ڏيندو، ڪو ڏس ڏيندو؟

ڪانگل تنهنجي ڪار اُڏامڻ،
اَڄ تہ نماڻيءَ جو نياپو ڪڻ،
صاحب توکي جس ڏيندو، اَلا! جس ڏيندو...

سانگيئڙن کي چئجِ زباني،
ناهہ لکڻ هتي خط آساني،
ڪير قلم ۽ مس ڏيندو، اَلا! مس ڏيندو...

وڃ مونڻ ۾ ديرُ نہ لائج،
حال دکايل! لوت سڻائج،
واءُ گهلي توکي گس ڏيندو، اَلا! گس ڏيندو...

## وڇوڙي جا ڏينهن

ڏاڍا ڏينهن گذاريا ٿم وڇڙئي،
ساري ديس آباڻو دل تي پُري. ڏاڍا ڏينهن......

ڏاڍو ورهه ڪيس وياڪل ڙي ادا !
رڳ رڳ تي روئي هڏ هڏ ٿو ڪري،
تنهنجي محل منجهان ڇا جاڻان ميان!
منهنجي دل ته اباڻا گهر تي گهري. ڏاڍا ڏينهن......

ڪري ڏوهه دغا سان آندو ٿو،
ڏنو سُور عمر! هيڪاندو ٿو،
ڪنهن کي ڏوهه ڏيان؛ ڪنهن سان سور سليان؟
اڇي بنديس هت ڪنهن ڏينهن ٻري. ڏاڍا ڏينهن......

پَٽ ڏرُ پيچري جو عمر! اُڏان،
وڃي پنهنجي ڏکايل ديس ڪُڏان،
مٺي ملڪ جا وڻ ٽڻ ياد ڪري،
ڏُکي دل تي ڏُکي جڏو جيءَ ٿو جُهري. ڏاڍا ڏينهن......

## پراڻا پکا

پـڻن ني وسن ٿـا، عمر! سي اُبـاڻا،
ڪچا گهر ڪکن جا پکن جا پراڻا. پنّن ني ......

اهي محل ماڙيون هجن توکي نيبھ،
ميان! ڀل تہ پنهنجي قبيلي سان خوش رھ،
ڏسان ڦل وڃي‌مان ترڇن جا ڻاڻا. پنّن ٿي......

هنڊايان نہ ريشم پٽيءَ پٽ نہ پايان،
اُدا ڪيئن مان لوئي اُباڻي لڄايان،
انهيءَ چوڙ مان آءٌ جنيئاڻي ڇا ڄاڻان. پنّن ٿي......

پَڪا پيرون ٿَر جا پنوهارن سان ڪاوان،
اُگيئي لڏيون ٥ون عمر جن سان لاوان،
. دکايل، سي‌مٽيءَ جا ٿي‌سانگي‌سياڻا. پنّن ٿي......

## ٿر جا ٿاڻا

سانگين ريءَ ڪيئن سري عمر! منهنجي.
ساهہ سانگين کي سکندي ساري.
آهن جو پل پري- عمر منهنجي سانگين......

مارو منهنجا گهارن بـر ۾،
ٿاڻـا جن جا آهـــن ٿر ۾،
واڳہ سندن شل وري. عمر منهنجي سانگين.....

قسمت قيد ڪري هت آندي،
ڪير ڪري ها پيو کو باندي؟
لوهہ لکيو ڪيئن ٽري. عمر منهنجي سانگين......

هنڙون ويندي‌س مؤر نہ رهنديس،
سؤر ڏکايل، خوش ٿي سهنديس،
واٽون سؤ سؤ ڪري. عمر منهنجي سانگين......

## ڪونجن سان رهاڻ

اُڏو، اُڏو! او ڪُونج قطارون،
جتي وسن ٿا منهنجا مارون.
اي ڪونج اُڏي وڃ جلدي،
چڱجان ته ايڏي بي دردي!
متان ملڪ نه ڏين ميارون،
اُڏو اُڏو او ڪونج قطارون.
تڪي تارا نه رات ڪُٺي ٿي،
آيا هو نڪا جنڊ چُٽي ٿي،
وينئي پل پل ڪيم پڪارون،
اُڏو، اُڏو، او ڪونج قطارون.
اک پيچ پنيءَ ٿي ڦڙڪي،
دل درد ڪنان ٿي ڌڙڪي،
تڪيون طلب جون تيز تنوارون،
اُڏو، اُڏو، او ڪونج قطارون.
هت آهي باند بنديائي،
مري مٺت ٿي نار نمائي،
ويني پائي دڪايل ڦارون،
اُڏو، اُڏو، او ڪونج قطارون.

## آباڻن جي تات

... وگانا :-

مارئي: تڪي آهه آباڻن جي تات،
پڇيي ويٺي پور پچايان،
ساري پيڪا پڪا ڏينهن رات،
ڏکي روز دل تي ڏکايان.

آيا دل تي عمر! بار غم جا،
رسيا صدما کي رنج و الم جا،
کري ياد پنوهارن جي ذات،
نيڻين ويٺي نير وهايان.
تڪي آهه آباڻن جي تات......

عمر: چڏ مارئي! رسامي جي بات،
توکي پٽ - راڻي بڻايان،
لنوءِ پيار جي هيڪر لات،
سر هيءِ توتان گهوري گهمايان،
چڏ مارئي! رسامي جي بات......

عمر: ڏني توکي ٻون دل جي حڪومت،
مارئي: هجي نيبهه اِها توکي عزت.
عمر: وائي آڻ نه اهڙي تون وات.
مارئي: آءُ ته توکي ياءُ ٿي ياڻيان.
تڪي آهه اباڻن جي تات،
پڇي ويئي ٻؤر پڇاڻان......

## مارئيءَ جي فرياد

جڏي مارُو پون ٿا ياد عمر!
دکي دل ٿي ڪري فرياد عمر!

تو قيد ڪري هت آندو آهه،
هڪ پل نہ روئڻ کان واندو آهه،
ڏس مارن ريءَ من ماندو آهه،
منهنجي دانهن جو ڪرڪو داد عمر!

تنهنجو پٽ نہ پٽيءَ آءٌ پائيندس،
ڪين لويون اباڻيون لڄائيندس،
نڪي محلين مَنَهن مٺائيندس،
ڪڍي ڪوٽ مان ڪر آزاد عمر!

ڪيئن وسرن قرب اباڻن جا،
پنهنجا ڏُٿرا ڏٿ ڏاڏاڻن جا،
گهوريان هيج هي هنڌن وهاڻن جا،
ڪر دل تون دکايل، شاد عمر!

## پاڪ نہ پئي تدبير

منهنجا مارو ملڪ ملير عمر!
آءٌ هتي ڪن لاءِ ويڳاڻي.
ويني نيڻين وهايان نير عمر! منهنجا مارواڙا.

ڪنگڻ پايان قيد ڪڙيون ڪنهنجا.
پاءِ زيب زنجير عمر! منهنجا مارواڙا.

عرض ڪندي ڪيتي سڄ اُڀريا،
پر نہ مڃيو تو مير عمر! منهنجا مارواڙا.

لوهہ لڪڻي جو لوڙيان ويني،
پاڪ نہ پئي تدبير عمر! منهنجا مارواڙا.

دور وطن کان ڪيئن دکايل،
دل کي ايندي ڏير عمر! منهنجا مارواڙا.

## آليون پلڪون

عمر منهنجي پڪيري پريت آ،
پيڪن پيارن سان.
وڃي هيڪر ملان شل ڏن،
ماڻ ويڙهيچن ولهارن سان.

وڇوڙي جون ڳٽي پلڪون،
اَدا آليون ٿيون ٿين پلڪون،
نٿي روڪي سگهان رودن،
عمر! حيلن هزارن سان.

وٽي ڏو ڪين تنهنجو ڪاڄ،
دسترخوان شاهيءَ ڏي،
ڪٿا ڪاوان، پلر پيئان،
جنيءَ جو چاهه چارن سان.

سري ٿي ڪين سانگين ريءَ،
مران ٿي مفت مارن ريءَ،
دکايل دل گهٽي منهنجي،
سدا سهٽن سنگهارن سان.

## ليڪ لکيو ڪرتار

ڪيئـن وساريـان سنگهار،
عمر! آءٌ ڪيئن وساريان سنگهار.
آءٌ ڪيتَ جي ڪيتْ مُنيءَ جو،
ليڪ لکيو ڪرتار. عمر! ..........
عطر نہ لايان ميٽ نہ پايان،
وٽن تا اُٽيا وار. عمر! ..........
ڪڙٽا ڪٽورا، بـاسڻ ڪورا،
پاتل سان تن پيار. عمر! ..........
لـٽڙا پراٽـا ليڙن هاٽا،
لوڙون سندم سينگار. عمر! ..........
صبح سنياريان سانجهيءَ ساريان،
عمر! اباٽا پار. عمر! ..........
اونـي اباٽا پـکـڙا پـراٽا،
وسرن ڪين پنوهار. عمر! ..........
عمر! تو آندي ڪٽي جا باندي،
آهر سا نماٽي نار. عمر! ..........
[illegible] دکايل، سر کئي آيل،
[illegible] ڏاتار. عمر! ..........

## ماروُ رنج نہ ٿين

شل ماروُ مُنيءَ سان رنج نہ ٿين،
پنهنجي پيٽ جڻيءَ کي ڏهاڳہ نہ ڏين.
ويم قيد ٿئي هن عرصو گذري،
جاڳيو وارث ڪونہ ولهيءَ جو وري،
ايڏي ڪيئن سگهن سانگين ڪان سري،
ڪَن لاشڪ ٿن جا پريا ٻچڙن.
شل مارو مُنيءَ ..........

چڙهي ڪوٽ جي چوٽ تي ٽيان ٿي وِسي،
پوي همّت ڪان منهنجو هيانءُ ٿسي،
رئان روز ملين، سو ملڪ ڏسي،
ڪري ياد آباڻا ٿا نيڻ ٽِمن،
شل مارو مُنيءَ ..........

روز سوَ سوَ ڪانگ اُڏايان ٿي،
ويني پير فقير منايان ٿي،
رکو آس ٿي دل پرچايان ٿي،
مَن مارو دکايل ميڙ ملن.
شل مارو مُنيءَ ..........

## پَلا ڪر پَلائي

عمر! تن مارن جي اَئُم وات والي،
اصل جن جي آهيان ميان! ٻيٺ جائي.

ڦٽيون ۽ ڦٽوتا ڪنديس آءٌ ڪاڏي،
عطر تيل سُرها ميان، مُنجِ نہ ماڏي،
ڪيڏي بند مان ڪا پَلا ڪر پَلائي.

وٽي ٿي نہ سؤسي ستارن سان ٻولي،
وڃي ڀيڪي ڀريان اُها لاڪ لوئي،
عمر! مٽيءَ جي لءِ جا اَباڻن اَٽالي.

اَدا! ڪوٽ جا چِڏَ ڪَڙا ڪُلف لاهي،
وڃان ڀيرين ڀادي ويڙهيچن ڏي ڪاهي،
اَنم جن جي دل ۾ سدا سک سمائي.

'دڪايل' نہ پنهنجا پَڪا ڪنهن وساريا،
پَلا پال کهڙا، پَلائيندا ڏاريا،
ملان مائٽن سان، ميان! چڏ منڌائي.

کيئن ويڙهيچا وساريان،
سنپاريان سانگين کي ٿي ساريان،
نهاريان - کيئن ..........
هتڙي رهنديس کين مُور،
وينديس ماڳ ميان! ضرور،
چاڪن کئي دل چُور چُور،
پرينت دکايل پاريان،
کيئن ويڙهيچا وساريان،
سنپاريان ..........

## پيڪن جي لڇ

ڏاڍي ياد ستائي وطن جي،
پنهنجي ماروئڙن مٺڙن جي.
بند ۾ آءٌ عمر جي باندي،
ويٺي روز پڇايان پانڌي،
ڳڻتين ڳاري دل هيڪاندي،
گهٽي سار اٿم سانگين جي.
مرضيءَ سان هو گهر نه ڇڏيو مون،
جاٽي واٽي وَر نه ڇڏيو مون،
ٿاٽيڇن جو ٿر نه ڇڏيو مون،
ٻکي هيس نه مان بنگلن جي.
لوڪ جي ليکي ڪاري آهيان،
ٿر وارن لءِ خواري آهيان،
جاٽي ڏٺي حق واري آهيان،
لڄ پياري اٿم پيڪن جي.
ڏينهن سو نيٺ دکايل ايندو،
ماروئڙن سان ميلو ٿيندو،
ڏيهه مبارڪ سارو ڏيندو،
جڏي مارئي ٿيندي مِٽن جي.

آئي منڊ تي منڊ واڙي موتي،
موتيا ڪين مگر مُنڊ جا ڳوتي،
پايان زهر پيئڻ ڪائڻ روتي،
ويئي پور پچايان پنهنجي پيارن جا.
پل پل پور......

اَڪ سانگين ڏاران سُڪي ئي نٿي،
هيءَ مهل ڏُکيري مُڪي ئي نٿي،
چوڪ پاڳه ٻري جي چُڪي ئي نٿي،
ساري سُهڃ رئان ٿي سنگهارن جا.
پل پل پور......

هن بَنَدَ بهار ڪي باهه ڏيان،
گهاريان سرءُ وڃي جهنگ وارن سان،
گولا گوُنڇ دڪايل شال پسان،
پنهنجي گاهه پڻن گلزارن جا.
پل پل پور......

## سانگين جي سنڀار

ڏوهڙو:- ٥

عمر! اباڻن ريءَ ٿي اندر آگ ٻري،
ٽون ڪٿي آئين ڪوهه ٿان مونکي ريهي ريٻ ڪري،
لڪي تڪي راهه ٿو منهنجي اکڙين آب ٽري،
ڏسي تنهنجو ڪوٽ ٿو منهنجو ڏورڙن ڏيل ڏري،
قيد قهر جا ڏينهڙا! منهنجي ڳٽيو دل ڳري
لکيو لوهه نصيب جو ٿئو ٽاريو ڪين ٽري،
منت ڪري موڪل گهرانءِ پائو! قدمن سر ڌري،
سانگين ڏاران سومرا! منهنجي ساعت ڪين سري،
پنوهارن ڪان ٻري، شل پاڪ پرور نه ڪندو،

ر مارئي

آئي منڊ ٽي منڊ واڱي موتي،
موتيا کين مگر مُنڊ جا گُوتي،
پايان زهر پيئڻ کائڻ روتي،
ويڻي پوُر پڇايان پنهنجي پيارن جا.
پل پل پوُر......

آک سانگين ڏاران سُکي ئي نٿي،
هيءَ مهل ڏکيري مُکي ئي نٿي،
چوُک پاڳ پُري جي ڇُکي ئي نٿي،
ساري سهڄ رئان ٿي سنگهارن جا.
پل پل پوُر......

هن بند بهار کي باهه ڏيان،
گهاريان سرءُ وچي جهنگ وارن سان،
گولا گوُنج دکاڻل شال پسان،
پنهنجي گاهه پٽن گلزارن جا.
پل پل پوُر......

## پنوهارن جا پور

پل پل پور پون ٿا پنوهارن جا،
پنهنجي ٿاٽيڇن ٿر وارن جا.
پل پل پور......

ڪائي رات هجي ته وڃي لبري،
ڪوئي ڏينهن هجي ته وڃي گذري،
نت آهه اچا پر بي خبري!
ٿيرا روز ڳڻيان چنڊ تارن جا.
پل پل پور......

## ڪيٽن سَري

مارن ريءَ ڪيٽن سري،
عمر! منهنجي، مارن ريءَ ..........

واڳه وطن شل وري،
عمر! منهنجي، مارن ريءَ ..........

ساعت ساعت سال ٿي پايان،
پيڪن ڪان هِت پري،
عمر! منهنجي، مارن ريءَ ..........

ڪوٽ چڙهي جڏي ڪانگ لنوين ٿو،
اوچتو آڪ ٿي ڏري،
عمر! منهنجي، مارن ريءَ ..........

ڪيت بنان هت دل نہ دکايل،
ڳاري ڳَڃَ ٿي ڳري،
عمر! منهنجي، مارن ريءَ ..........

## پنوهارن حا ٻُور

پل پل ٻُور ٻون ٿا پنوهارن جا،
پنھنجي ٿاڻيڇن ٽر وارن جا.
پل پل ٻُور……

ڪائي رات هجي نہ وڃي لبري،
ڪوئي ڏينهن هجي نہ وڃي گذري،
هت آهہ اڃا ٻر بي خبري!
ٽيرا روز ڳيٺيان چند تارن جا.
پل پل ٻور……

## پنوهارن جي ياد

جڏي پون ٿا ياد پنوهار عمر!
ڏکي دل جا اُٿن ٿا بخار عمر!

ڪيئن گهوٽ بنا هٿ گهاريندي س،
ميان! ويڙهيچن کي وساريندي س،
تنهن کان پاڻ مُني آءٌ ماريندي س،
متان مارو نه ڏين ڪا ميار عمر!

نڪي ڪاچ سلوڙا ڪائيندي س،
تنهنجو ريشم راڙ هنڍائيندي س،
مَٿِ مُور نه پيرن پائيندي س،
تنهنجا هيرا لعل هزار عمر!

پل پل ٿا ڏکايل پوُر پون،
شل مارو مير ملير مڻن،
ڪري ياد سنگهار ٿا نيڻ ٽمن،
مِني آهه مِٽن جي سنپار عمر!

## آدا ڙي عمر!

عمر! ڏاڍي ڳالھہ ڪري ڇڏيءَ ڪسي،
چوري مَرڪَ مَلوڪ نہ تنھنجو،
بات بٽي ٻي جسي- عمر! ڏاڍي ......

مان نہ ھيس حق ٻڌڙي ڪيٺ جي،
جنھن ڪان تو ناحق ڪسي، عمر! ڏاڍي ......

ڪيـر ساليندو سانگيئڙن سان،
مُٺي جي وچي بيڪسي، عمر! ڏاڍي ......

ڳوريا شـراب ۽ شربت تنھنجا،
پيڪي پيئان رچي لسي، عمر! ڏاڍي ......

اُنــڙا مينھن مـليـر تي،
پيا وارياسا پٽ وسي، عمر! ڏاڍي ......

مر نہ ڪجي مڙھہ مٺيءَ جو ڏکايل!
پيڪا پڪا سي پسي، عمر! ڏاڍي ......

# عمر مارئي

## وطن ڪيئن وساريان

عمر پنهنجو پيارو وطن ڪيئن وساريان،
ڏينهان راتيان ويٺي مِٺو ماڳ ساريان.

مٿي سون چانديءَ کان واري وطن جي،
وَسڻ پائڻ! پايان ٿي پياري وطن جي،
وطن کان پري شل نه پل ڪو گذاريان،
عمر! پنهنجو پيارو وطن ڪيئن وساريان.

لِڳن ٿان نہ لاهيان ڪَٿو هي وطن جو،
ٻرين پُٽَ ڪان ڳُهرو ڪٿو هي وطن جو،
ڇڏي ڪين پنهنجو، پرائو پچاريان!
عمرا پنهنجو پيارو وطن ڪيئن وساريان.

تڪيندي آباڻا ڏُکيو ڏينهن لڙي ويو،
عمرا ويرُ قسمت جو آذر ٻڙي ويو،
ڪٽي نيڻ، پيڪا پُڪا ٿي نهاريان،
عمرا پنهنجو پيارو وطن ڪيئن وساريان.

دکايل، اٿسم وات وائي وطن جي،
مِني دل ۾ محبت سمائي وطن جي،
وڇوڙي وطن ڪان هنجون روز هاريان،
عمرا پنهنجو پيارو وطن ڪيئن وساريان.

ر مارئي

ان پوءِ ڪو بار ٿيو ئي ڪين. ايتري قدر جو
ڄڏهن ڪين پٽ جي اولاد جو خيال ٿيو ته ڦوڳهه
ٽالي، پاڙي جو هڪ آناٿ بـــار پٽياو ڪري
پاليائـــن؛ جو ئي وڏو ٿي مارئيءَ جي مصيبت
جو ڪارڻ بـڻيو. ڦوڳهه جي مرضي هئي ته مارئيءَ
ساٿس لائون لهي. ٻئي پاسي پالڻي کي اِها ڳالهه
پسند نه هئي. هن سوچيو ته آخر ڦوڳهه کي پٽياو
ڪري پاليو آئڻون، انهيءَ ڪري هو مارئيءَ
جي پاڻ سان آهي. اِهو ئي سبب هو جو پالڻي
ٺوڙي ميراڻيءَ تهه ٺڪر ۾ مارئيءَ جو مڱڻو
ڪيٽ سين سان ڪري ڇڏيو، جو مايڙ جي جوانن
جو ڄڻ نڪ هو. مارئيءَ کي به اِها ڳالهه ڏاڍي
وڻي. ليڪن ڦوڳهه ڪان اِهو سنو نه ٿيو ۽ هن
رقابت جـــي جوش ۾ اڇـــي آمرڪوٽ جي
حاڪم همير سومري جي پٽ عمر کي وڃي ڀڙڪايو
۽ آخر هن کان اِهو ڪم ڪرايائين، جو هُو مايڙ
اڇي مارئيءَ کي زوريءَ کوهه تان ڪـٽي ويو.
وڌيڪ آڪاٽيءَ جي باري ۾ ڪجهه گيت ٻڌائيندا
۽ ڪجهه کهاٽيءَ بابت ڄاڻ جي جڳياسا. اڇ
ته وطن جي پيار سان لبالب اِهـــي ڪافيون

جهونگاريون ۽ ڳايون. جيڪي هندستان جي آزاديءَ جي لڙائيءَ وقت ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڳائي اسان پنهنجو ملڪ آزاد ڪرايو ۽ هاڻي به اهي ساڳيون ڪافيون ۽ ڪلام اسانکي وطن جي حُب جا سبق پڙهائيندي، ملڪ جي آزادي برقرار رکڻ جو اُتساهه پريندا رهندا اسانجيءَ نس نس ۾.

مر مارئي
هوءَ سهيلين سان گڏجي اِهو ڏسڻ آئي هُئي. هن
رت جو ناهيندڙ پالڻو به ڏٺو ءِ هرڪ هاري
وڻي. دل ۾ پڪو پهه ڪيائين ته انهيءَ ڪاريگر
سان ئي رهنديس. انهيءَ ڪري مُنهه اونداهيءَ
جو وجهه وٺي، رت جي پوئين پاسي هڪ ڪنڊ
۾ لڪي وڃي ويهي رهي. رت هليو ءِ هوءَ
اُنهن لوڏن ۾ غرق ٿي ويئي. رت جي ڦيٿن
سان گسندڙ ڪستوريءَ جي سڳند، توڙي هرڻ
جي آنڊن جي وڄندڙ تارن، جن کي هوا رکي
رکي ڇيڙي رهي هُئي، ميراڏيءَ کي خمار ڏيئي
ڇڏيو ءِ هن جي اکين اَڪ لڳي ويئي.
پرهه ڦٽيءَ جو پالٽي اُٿ کولي ڇڏيا. آزاد
ڏورن جي چينگهاڙ تي ميراڏيءَ جي اک کلي
ءِ هوءَ ٻاڻ کي رت ۾ ڏسي وسي ٿي ويئي.
ڏيري ڏيري سڄي ڳالهه سندس حافظي ۾ جاڳي
ٿي ءِ هن کان هڪ گونگو سڏڪو نڪري ويو.
پر هاڻي نه هن جو پوئتي موٽي وڃڻ به مَحال
هو. ڪنهن آچانڪ جذبي وس هوءَ نيم مدهوشيءَ
۾ رت ۾ وڃي ويٺي هُئي: وڏي ڳالهه ته سندس
پيٽ ۾ ٻار هو ءِ ٽوڙن مهينن ۾ هوءَ ماءُ ٿيڻ

واري ڇٽي. سڀ ڳالهيون سوچيندي هن کان هڪ هلڪي چيخ نڪري ويئي. پالٽو، رڻ جي پاسي کان واريءَ تي ليٽيو پيو هو. سندس اوجاڳي جي ٿڪاوٽ سندس اکين تي کيپ چاڙهي ڇڏيا هئا. ميراڻيءَ جي اچانڪ ڪيل چيخ، پراڻو بڻجي هن جي ڪنن ۾ وڃي ويئي ۽ هو اُٿي کڙو ٿيو. هن ڏٺو ته هڪ وچولي جوان عمر زعفا، سندس پرسان بيٺي هئي. پالٽي کي نيٺ سچيءَ حقيقت جي خبر پيئي ۽ هن ميراڻيءَ کي دلداري ڏيندي چيو، ”ڇٽين ته پنتي مونالي هلاڻ؟“ ليڪن اُنهيءَ موتي هلڻ جو نتيجو ڪهڙو ٿيندو؟ اهو ويچاري گهٽ ۾ گهٽ ميراڻيءَ جو بدن ڇڻ بيد جي لڪڻ وانگر ڏڪي ويو. نيٺ گهڻي ڳڻ ٽور کان پوءِ اِهائي ڳالهه بيٺي ته ميراڻي، پالٽي سان گڏجي ملير وڃي وسائيندي. ٽريءَ پاڻ وڌيڪ چيو، ”پالٽو، ميراڻيءَ کي ملير وٺي نه آيو ۽ هن کي زال بڻائي گهر ۾ رکيائين پڻ؛ اِن هوندي به ميراڻيءَ کي سداءِ پرالو ننگ سمجهي سنيالياڻين. هن ڳالهه جي پشتي يا تاعيد ... دليل ڏنو ته ميراڻيءَ کي مارئي!

منهنجي شنڪا دُور ڪرڻ لاءِ هن چيو- ”پالٽو
مايئر جو هڪ مشهور ڪاريگر هو. سندس ٺاهيل
رٿ ۽ چڪرا وڏن وڏن اَميرن وٽ ڪچي ويندا
هئا. منهنجو ڳمان ٺيڪ ئي وڏيو. چيومانس-
”واريءَ جي پِٽن تي اِهي رٿ چڙهندا لهندا
هوندا؟“ چيائين- ”اُٺ ئي تہ گهلي ويندا هئا.
اڄ بہ ڪي پراڻا چِيلا اِنهيءَ ڳالهہ جا شاهد آهن.“
خير ٿون تہ ٺر انهيءَ وقت اچا ڏنو ڪونہ هو.
انهيءَ ڪري سندس ڳالهہ ڪي اُڏيل ڪونہ ڏنم.
هن چيو- ”هڪ پيري پالٽي هڪ نهايت سندر
رٿ ٺاهيو. ڪنهن دوست صلاح ڏنس تہ اِهو
رٿ ڪڇ-راڄ جي حاڪم وٽ جي ڪٽي وڃين
تہ جيڪر ڏهرا اِنعام پائي ٿوتين.“ پالٽي جي
دل سان هيءَ ڳالهہ لڳي ۽ هو پنهنجي ڪاريگريءَ
جو اَمِٽ شاهڪار، ڪڇ ڪاهي هليو. اُتي پهچي
هن رٿ راجا جي اڳيان آڻي بهاريو. ڪڇ جو
حاڪم، سنڌ جي هن ٺري ڪاريـــگر جي ڪلا
ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ رٿ خريد ڪرڻ جي
هام پريائين. ليڪن قـدرت ڪي ڪا ٻي ڳالهہ
پسند هئي. حاڪم جون ٺيڪي راڻيون اِهو رٿ

پنهنجي پنهنجي راڄ-ڀڳتيءَ ۾ نهارڻ جو همٿ
ڪرڻ لڳيون. نتيجو اهو ٿيو جو راڄا لاچار ٿي
رٿ خريد ڪرڻ تان هٿ ڪڍيون. هن، ٻالٽي
کي چيو: ”جڏهن اهڙا ٿي رٿ تيار ڪري هٿ
ڪڻي ايندين ته انعام سان اصل اهڙو ته ڏئي
ڇڏيندوسانءِ، جو تنهنجون ست ئي پيڙهيون
ويٺيون انهيءَ تي ٽڪنديون.“

ٻالٽي، هن رٿ ٺاهڻ ۾ ايترو گهڻو وقت
لڳايو هو، جو وڌيڪ ٻه رٿ تيار ڪرڻ جو هو
خيال به ڪري نٿي سگهيو. انهيءَ ڪري ڏاڍن
نهايت معذوري ڏيکاريندي چيو، ”قبلا! اگر
حياتيءَ ساٿ ڏنو ۽ همت برقرار رهي ته ٻيئي
رٿ ڪاهي اچي حضور جني خدمت ۾ حاضر
ٿيندس. نه ته اهڙو ته آهيان ئي...“

رات جو جڏهن هن ملير موٽڻ لاءِ رٿ
ڪاهيو، تڏهن هن وٽ نراشا کان سواءِ ڪجهه
ڪين هو. ڪيس ڪهڙي خبر ته آشا جي روپ ۾
رٿ جي پوئين حصي ۾ هو ڪڇ جي هڪ امير
جي سدا ملوڪ ڪنوار ڪليون ٿو وڃي! ميراڏيءَ
جڏهن ٻالٽي جي رٿ جي ساراهه ٻڌي تڏهن

حيدرآباد سينٽرل جيل اسپتال جي مٿئين

وارڊ ۾ داخل ٿيل هوس، جتان هڪ طرف هيراباد جا عاليشان ۽ پڪا بنگلا نظر ايندا هئا ته ٻئي طرف ڪالي مندر جي آس پاس واريون ڪچيون پوننگيون ڏسبيون هيون. هڪڙيءَ شام جو، جيئن آءٌ باٿ-روم واريءَ ڪڙڪيءَ وٽ بيٺي ٻاهرئين دنيا جو ديدار ڪيو، ته اوچتو ڪنهن اچي کلهي تي هٿ رکيو. هو بيمار تي منهنجي پر وارِيءَ ڪٿ تي تازو آيو هو. خون جي ڏوهه ۾ عمر قيد جي سزا مليل هيس. ڪاليءَ طرف وسندڙ جهوپڙين ڏانهن اِشارو ڪندي چيائين، ”آدا! هو نه جيڪو جهنڊو ڦڙڪندو ٿو

ڏسين، انهيءَ جي ڀاسي ۾ ڪي منهنجو گهرڙو
آڻيتي. منهنجي پيڙي ماڻ، زال ۽ ٻه ٻار اِلي لي
رهندا آهن ۽ آءٌ هت مارئيءَ وانگر جڻ عمر
جي ڪوٽ ۾ بند آهيان." اِلين جوندي چوندي
سندس اکين ۾ پاڻي ڀري آيو. اُنهيءَ وقت
منهنجي اندر ۾ ڪا مٺي خاش پيدا ٿي ۽ اچي
ڪتڻ ڪي ليتي پيس.

ساميون واري بادوان منجهان، چنڊ جا
ترورا منهنجي منهن تي پئجي رهيا هئا. دل ۾
جذبات جو طوفان هو. اُنهيءَ گهڙي مارئي ۽
اُمرڪوٽ اچي منهنجي اکين اڳيان بيٺا. مون
جهونگارڻ شروع ڪيو ۽ اِلين ٻتي ڪافيون لکي
ورتم. تنهن ڪان پوءِ تـــ عمر مارئيءَ بابت
جهجهيون ڪي رچنائون وجود ۾ آيون.

۱۹۳۲ع جي جيل واري عرصي ۾، هڪ ٻري
راجنيتي قيديءَ عمر مارئيءَ جي ڪهاڻي ٻڌائي
هئي ۽ اُها اڄ به جيئن جو تيئن مونکي ياد آهي.
هن ٻڌايو هو تہ مارئي، ميراڏيءَ جي پيتان جائي
برابر هئي، پر هوءَ پالڻي جي ڏيءَ نہ هئي.
سندس حقي پيءُ ڪڇ-راڄ جو هڪ امير هو.

## مومل راڻو



## هير رانجهو

## سهڻي ميهار



## لاڏا ۽ لوليون



پلماو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ٣٣ | ١٠ | ڏڪير ڏينهن | ڏڪيرو ڏينهن |
| ٦٠ | ٣ | ولي ڌر وبا راس | ولي وبا ڌر راس |
| ٧١ | ١ | اڇط عام | آڇط عار |
| ٩٦ | ٦ | برزا تي نه بير | برزا تي نه بير |
|  | ٨ | سياڳي اڇي | سياڳي شل اڇي |

# فهرست

## سسئي پنهون

## پتي ڀڳتي

ديوي ڄاڻ پتي ڀڳوان ۔
ڪي ڏين ٿا ويد پراڻ – ديوي! .........

ت آڳيا جو نرادر جيڪا ڪري هنيائي نار،
نهن ناريءَ جو آپجس جڳ ۾، هرجا ٿئي آپمان ۔
ديوي! ڄاڻ پتي ڀڳوان ۔

پت - ڀڳتي سيتا ماتا جي ڳائي ٿو سنسار،
انسويا، چوڙالا، آهليا، جن جو اوچ آستان ۔
ديوي! ڄاڻ پتي ڀڳوان ۔

جاڻ اُتم ناري سا جڳ ۾ جنهنجو پت سان پيار،
ت چرنن ۾ پريت لڳائي، ڌاري پت جو ڌيان ۔
ديوي! ڄاڻ پتي ڀڳوان ۔

جپ تپ نيم نه پالي، جنهنجو پت ويسهه پربيڻ،
پتورتا جو آهه دکايل! مول پتيءَ ۾ پران ۔
ديوي! ڄاڻ پتي ڀڳوان!

رثناگيت

ڏي ذات ڪٺي، خاوند ڪٺي،
سائين سا ٻٺي، جا توکي وڻي.
تنهنجي مهز مٺي، اِسرار ڏٺي!

هر ڪنهن کي ري گهڙئي تون نت روز ٿو رسائين،
توڙي اسين ٻُرا ٿيون نه به ٻُرو نه پائين.

تنهنجي حمد وثنا، ڳايون شام وصباح،
ڪر فضل عطا، ڏي سمجهه صفا،
تنهنجي در تي صدا، داتار ڏٺي!

پاڄي نه فرض پنهنجا والي! ڪڏهن وساريون،
پاپن ڪان نت پري ٿي شل ڏيان تنهنجو ڏاريون.

اي شاهن شاهه، ڏي پنهنجي پناهه،
جا تنهنجي رضا، رهون راضي سدا.
تون ڏکايل جا ڏک ٽار ڏٺي!
اي والي وڏا، آڌار اجها ........

## ڪرم ڪر

صاحب ڪرم ڪري ڪري •
ڏات ڏيا جا ڀهر ميا جا،
ڏيندين ڏاڻ ڀري ڀري •
صاحب ڪرم ڪري ڪري •

تن لوڪن ۾ تنهنجي ڪايا،
تن لوڪن ۾ تنهنجي مايا،
نرگڻ روپ، الک انوپ،
جڳ مڳ جوت ٻري ٻري •
صاحب ڪرم ڪري ڪري ....

تنهنجا ڳجهي اسرار اشارا،
پيون ء اندر تسا هلن پنڌارا،
ڪوڪي ساريون، پل نہ وساريون،
تنهنجو دکايل نانءُ اچاريون •
تون ڪُل جو، ڍڪ پردو،
اوڪي ويل تري تري •
صاحب ڪرم ڪري ڪري ....

پرارٿنا گيت

هِتِ هُتِ آهه پسارو تنهنجو،
نِرمل نُور نظارو تنهنجو،
سڀ کي ناٿ! سهارو تنهنجو،
تو بن منهنجي ڪير پُراڙي،
ناو لڳائي پار،
سائين تنهنجا رنگه آپار.

عالم سان روشن ڪر دل منهنجي،
مهر ميا سان ڀر دل منهنجي،
تو سان رهي اڪثر دل منهنجي،
سيوا مقصد رهي دکايل!
وسري ٻيو وهنوار،
سائين تنهنجا رنگه آپار.

## آدار اجها

اي والي وڏا، آدار اجها!
اي سائين سچا، ساري جڳ جا،
ڪر مهر ميا، مختيار ڏٺي!

در ڪنهنجي تي اي داتا! شاهہ و گدا اچيٿو،
ڪنهنجي ديا سان سائين، هرڪو رجي رچيٿو.

پرارٿنا گيت

هِتِ هُتِ آهه پسارو تنهنجو،
نرمل نُور نظارو تنهنجو،
سڀ کي ناٿ! سهارو تنهنجو،
تو بن منهنجي ڪير پُراڊي،
ناو لڳائي پار،
سائين تنهنجا رنگ اَپار.

عالم سان روشن ڪر دل منهنجي،
مهر ميا سان ڀر دل منهنجي،
توسان رهي اڪثر دل منهنجي،
سيوا مقصد رهي دکايل!
وسري ٻيو وهنوار،
سائين تنهنجا رنگ اَپار.

# تون ئي تون

سائين تنهنجا رنگ اپار،
تنهنجا رنگ اپار سائين! تنهنجا رنگ اپار.
ڪون ٻرُ ۽ ڪون ٻٽ بستيءَ ۾،
ڪون جهر جهنگ وسنءَ وستيءَ ۾،
ڪونَ ڪي ڦنا ۽ تون هستيءَ ۾،
وانجو ناهه وجودڪون تنهنجي،
جوڙيءَ جسو جنسار،
سائين تنهنجا رنگ اپار.

## آپار رنگ

عاليشان سنڌ دربار،
والي! تنهنجا رنگ آپار.

تون حاڪم تون حڪم هلائين،
تن لوڪن جو راڄ ڪمائين،
تنهنجو راڄ اکنڊ سدائين.
سائين! سرجڻهار- والي! ...

ڳان ڦان ۾ رنگت تنهنجي،
هرجا حسن حقيقت تنهنجي،
سڀ ٿا سان صداقت تنهنجي.
تنهنجو ڪن اظهار- والي! ...

تون منهنجو، مان تنهنجو اُپايل،
تون جڳهه ۾ جڳ تو ۾ سمايل،
داتا! تو در آيو ڏکايل.
دان ڏجانءِ داتار- والي! ....

## تون ئي تون

سائين تنهنجا رنگ اپار،
تنهنجا رنگ اپار سائين! تنهنجا رنگ اپار.
تون بَرَ ۾ تون بَٽ بستيءَ ۾،
تون جهر جهنگ وسنءِ وستيءَ ۾،
تون ئي فنا ۾ تون هستيءَ ۾،
وانجو ناهه وجُودتون تنهنجي،
جوڙيءَ جو جنسار،
سائين تنهنجا رنگ اپار.

## اسين ٻالڪيون

اسين ٻالڪيون تنهنجي در تي سوالي،
مهر ڪر اسان تي سڄي جڳ جا والي!

اسين باغ دنيا سنديون بند مکڙيون،
تون راکو اسانجو شهنشاهه مالي.

وديا ڏن وٺي، ڏيون سدا فيض ٻين کي،
سچيتا سان سڀ جي ڪريون پرت پالي.

سدا سيل سَت جو ڪريون مونِ پيارو،
سنڌ نام سيوا سان پايون نهالي.

سُگهڙ ٿي سنياليون ٻٽي وشو ڪُڙمي،
مدد ڪر اسانکي تنهنجو شان عالي.

ٻجون ڪين ڪنهن کان رکون بي ٻپي دل،
ڏري روپ ڪاليءَ جو ٻڻجون اکالي.

## روٽيءَ جي پرارٿنا

ننڍڙي ماتا گود ۾ کير ڏيئي پالين،
وڏڙي روٽيءَ ساڳ سان سهجي سنڀالين.

رازق! تنهنجي رزق جو سارو جڳ محتاج،
پنهنجيءَ رحمت راز سان سارين سڀ جو ڪاج.

جيڪي جڳ ۾ آهه سو جاڻي ذات ڏنو،
تنهنجي پاڻي ٿي رهي ملهنجو من پڻو.

تنهنجي هڏ توڪان نه شال امانت واريان،
ڏيئي تنهنجيءَ وات ۾ پوءِ نه پچاريان.

مونکي سياڻپ زور جو بخشيو تو پڳوان!
هردم حق جي راهه ۾ آئيان ڪم سبحان!

ڏيش جي ڀڳتي ڏيش جي سيوا،
سرڳہ جي باغ جا مٺڙا ميوا،
ڏيئي ڀال ڀلائين — او سائين ...

پاڪُ خيال ۽ دل پوتر ڏي،
همدردي تنهن سان شامل ڏي،
سيرت سرس سدائين — او سائين ...

اوچ ۽ نيچ جو ڀيد ڀُلايون،
پاڻ کان ڪنهن کي گهٽ نہ ڀايون،
پريم جي جوت جڳائين — او سائين ...

ٻالڪ آهيون ننڍڙا ننڍڙا،
پيو اسانجا ڪچڙا ڪچڙا،
شال سٺين ڏگہ لائين — او سائين ...

## راهہ ڏي سنئين!

راهہ ڏي سنئين، منهنجا مالڪ!
آءُ اُئين ڪريان، جيئن تون چئين.
راهہ ڏي سنئين. منهنجا مالڪ!

ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، آهنڪار،
ويا وڪوڙي پنج وڪار،
چنتا چت جي جاڳي ٿي روز روز نئين.
راهہ ڏي سنئين، منهنجا مالڪ!

ڄَڳت مُڪت جي رهي نہ ڄاڻ،
وڃي وڏي من جي چڪتاڻ،
ڪايا روڳي جيئو ڪيا پاپ تاپ ڪئين.
راهہ ڏي سنئين، منهنجا مالڪ!

ڏين هيڻ جاڻي داتار،
ڏيا ڏڪايل تي ڪا ڏار،
نس نجَسَ جي جنهن خواري باربار ڪئين.
اِهہ ڏي سنئين، منهنجا مالڪ!

## ڳڻ ڳايون

سائين! چرن سرن تنهنجي آهيون،
تنهنجا ڳڻ انيڪ نت ڳايون،
سائين! چرن شرن تنهنجي آهيون.

چنڊ جي چانڊني سج جي روشني،
تارن جي ٽم ٽم ٽون.
تون بادل، بادل جي ڪِنوڻ تون،
بوندن جي رم جهم تون.
تون رنگي، هي سڀ رنگ تنهنجا،
تنهنجون وڏيرن وڏايون.
سائين! چرن سرن تنهنجي آهيون.

تون اپار قدرت جو ڪرتا،
سک داتا دک هرتا.
تون خالق خلقت جو والي،
ساري جڳ جو پرتا.
جُڳ جُڳ تنهنجي جَسُ جَسُ ڳائي،
جوت اکنڊ جاڳايون.
سائين! چرن سرن تنهنجي آهيون.

## ڳڻ ڳايون

سائين! چرن سرن تنهنجي آهيون،
تنهنجا ڳڻ انيڪ نت ڳايون،
سائين! چرن شرن تنهنجي آهيون.

چنڊ جي چانڊني سج جي روشني،
تارن جي تم تم تون.
تون بادل، بادل جي ڪنوڻ تون،
بوندن جي رمجهم تون.
تون رنگي، هي سڀ رنگ تنهنجا،
تنهنجون وڏيرن وڏايون.
سائين! چرن سرن تنهنجي آهيون.

تون اپار قدرت جو ڪرتا،
سک داتا دک هرتا.
تون خالق خلقت جو والي،
ساري جڳ جو پرتا.
جُڳ جُڳ تنهنجي جڳ جڳ ڳائي،
جوت اکنڊ جاڳايون.
سائين! چرن سرن تنهنجي آهيون.

ننڍ وڏائي تو نہ ٻڌائي تو وٽ پيد نہ ڪو
جيڪي تو خلقيو سڀني لاءِ هڪ جهڙو خلقيو
وَڏ اولادي آهين تنهنجو ساڳيو سڀ تي آر
جڳ جا مالڪ ! ........

ٻل ٻڌي تو بخشيو سڀ کي ٻورهئي لاءِ سرير،
محنت ساڻ ڪمائي کائي هرڪو ڪنڊون ڪير،
ڳڏجي مسجي پاڻ پهرن ڏين هڪ ٻئي کي پيار.
جڳ جا مالڪ ! ......

سمجهہ سچي ڏي، راهہ سئين ڏي، هي جڳ جا پگوان!
تنهنجو توکان ڪجهہ نہ لڪايون، ڪونہ ڪريون ايمان،
تنهنجو روپ ڏسون ڪڻ ڪڻ ۾ هڪ آئي اسرار.
جڳ جا مالڪ ! ......

تنهنجو سيني سان هڪ جهڙو آهہ عدل انصاف،
چوري زوري جي ڪوهلند وڪين ڪندين تون معاف،
پيار سان گڏ گڏ تنهنجي دکايل ! آهہ سزا ترار.
جڳ جا مالڪ ! ......

# پرارٿنا گيت

## جڳ جا مالڪ

جڳ جا مالڪ وسُ جا پالڪ تنهنجو هڪ آڌار،
تنهنجو هڪ آڌار سدائي تون قائم ڪرتار.
جڳ جا مالڪ! .......

ذرڙي تنهنجي ذات اِلاهي سورج ۽ آڪاس،
پاڻيءَ سان تو پياس مٽائين پوَن وجهي تو ساس،
پنج مها ڀوتن سان تنهنجو چالو ڪاروبار.
جڳ جا مالڪ! .......

ننڍ وڏائي تو نہ ٻڌائي تو وٽ پيد نہ ڪو،
جيڪي تو خلقيو سڀني لاءِ هڪ جهڙو خلقيو،
وڏ اولادي آهين تنهنجو ساڳيو سڀ تي آر.
جڳ جا مالڪ! .......

ٻل ٻڌي تو بخشيو سڀ کي ٻورهٽي لاءِ سرير،
محنت ساڻ ڪمائي کائي هرڪو ڪنڌون ڪير،
گڏجي مسجي پاڻ ٻهرن ڏين هڪ ٻئي کي پيار.
جڳ جا مالڪ! ......

سمجهہ سچي ڏي، راهہ سئين ڏي، هي جڳ جا پالڻهار!
تنهنجو توکان ڪجهہ نہ لڪايون، ڪونہ ڪريون ايمان،
تنهنجو روپ ڏسون ڪڻ ڪڻ ۾ هڪ آئم اسرار.
جڳ جا مالڪ! ......

تنهنجو سڀني سان هڪ جهڙو آهہ عدل انصاف،
چوري زوري جي ڪوهلند وڪين ڪندين تون معاف،
پيار سان گڏ گڏ تنهنجي دکايل! آهہ سزا تروار.
جڳ جا مالڪ! ......

## گرو گوبند سنگهه

پر-اُپکاري آيو گوبند پر-اُپکاري آيو،
پرک اوتاري آيو گوبند پر-اُپکاري آيو.

کلنگيءَ وارو باجن وارو،
تيغ گروءَ جو لعل پيارو،
پتنا نگر ۾ جايو. گوبند پر-اُپکاري آيو.

پوهه سنتنءَ تي پرڀ پڌاريو،
اونده وڃي تيو اُجيارو،
قدرت چنڊ چمڪايو. گوبند پر-اُپکاري آيو.

پيا گجن واري گجري ماتا،
گود ۾ جنهنجي کيڏيو داتا،
لايو تيس سجايو. گوبند پر-اُپکاري آيو.

هوس نندپڻي نينهن ڌرم سان،
چاهه چگيرو هوس کرم سان،
کڏهن نه هن کيپايو. گوبند پر-اُپکاري آيو.

ڪشميري پنڊتن ٻاڏايو،
پنهنجي ـ ڪن جو حال سڻايو،
تن جو سڏُ ورنايو. گوبند پر-اُپڪاري آيو.

تيغ پتا کي عرض ڪيائين،
تن جي واهر لاءِ چيائين،
ڌرم جي لاڄ بچايو. گوبند پر-اُپڪاري آيو.

ديش ڌرم لءِ ڇا نہ سٺائين؟
صاحبزادا چار ڏنائين،
مٿڙو بيءِ کٿايو. گوبند پر-اُپڪاري آيو.

ظاهر سان هردم لڙندو آيو،
ڪنهنجي اگيان هن سرُ نہ جهڪايو،
ديس جو جهنڊو جهلايو. گوبند پر-اُپڪاري آيو.

جهر ڪئيءَ کي جڏي باز ٻڌايان،
گوبند سنگهہ تڏي نانءُ چوايان!
اهڙو وچن نڀايو. گوبند پر-اُپڪاري آيو.

اڄ دسميس جو جنم ملهايون،
گيت دکايل تنهن جا ڳايون.
جنهن نَو نام جپايو. گوبند پر-اُپڪاري آيو.

## واهگرو نام جهاز

ستنام، ستنام، ستنام جي،
واهگرو، واهگرو، واهگرو جي:

تون جپ چاڙ پيارا ۽ ٻين کي جپاءِ،
تنو پرت شرڌا سان گرن گيت ڳاءِ،
رکي پريم ستنام سان لنوَ لڳاءِ،
اچي آنند وڌيا جو ٿيندءِ سهاءِ
ستنام، ستنام ....

سندس نام سمرن جو پل پل ڪري،
ڌنل هرده تنهن جو ٿو سيتل ڪري،
ڪدي مَل بُڌ کي ٿو اوجل ڪري،
ڏئي آتما گيان پربل ڪري.
ستنام، ستنام ....

پڳت پاونا سان پڪاري اچي،
ڪري دور دک، درد ٽاري اچي.
ڪدي لهر لوڏن مان تاري اچي،
ڏکايل لڳائي ڪناري اچي
ستنام، ستنام ...

## گرو گوبند سنگهه جا صاحبزادا

هنجن سان هلي ڏر لون شهيدن جي ڇکيا ڪر،
اي چرخ ستمگر!
جن جان ٻليدان ڪئي ڌرم جي خاطر،
اي چرخ ستمگر!
ٻيءَ ماءُ جو جن پورو اجا پيار نه ماڻيو،
سنسار نه ماڻيو،
هو جن جي ڇپن ڪان نه سُڪو ڪير سراسر،
اي چرخ ستمگر!
پنهنجي ڪان مٿي ڌرم جو جن پار نڀايو،
۽ پيار ٿلي ڇاتو،
قربان ڪيو ديش تان جن آئينده آخر،
اي چرخ ستمگر!
جنهن وقت ڇُٽيا پيءُ ۽ گرو سنگهه جا فرزند،
فرزند آرجملد،
ماتم ٿيو ٻيا هرسوُ نظارو هو پرائر،
اي چرخ ستمگر!

ڪديو

## مرادن جو گنج

نانءُ بنا.
ڪانہ سري، ستگر! تنهنجي
ڪانہ سري ستگر! ڪنهنجي ....
تنهنجي ڪانہ سري
ستگرو! توکي سنپاريو،
جنهن جنهن سڪ سان
تنهن سيوڪ جو تو اچي تتل من ناريو،
ڪارج سنواريو، ڏيئي هٿ همٿ جا.
ڪانہ سري ستگر! تنهنجي ..............
در تي آيو سوالي،
جو، جو تنهنجي صاحب! سو خالي.
موٽيو مُوران ڪينڪي آهي تنهنجي آنٽ مَٽي.
داتا ديالي آهي تنهنجي ..............
ڪانہ سري ستگر! تنهنجي
باجهہ پريا! جيڪو اچي توکي باڏائي،
دين، ’دڪايل‘ دردوند، بيوس سڏائي.
سيوڪ سو پائي مڙيوئي مرادون من جون.
ڪانہ سري ستگر! تنهنجي ..............

## ست نام ڄپيون

ست نام، ست نام، ست نام جي،
واهگرو، واهگرو، واهگرو جي.

اسر جو اٿي اهڙو آلاپ ڪر،
ورهه ۾ ٻاجهل دل کي ورلاپ ڪر.
ڏرن تار ستنام جو جاپ ڪر،
سڄو ڏور من جو ٿي سنتاپ ڪر.

ست نام ....

وٺي اوٽ جن آهه ستنام جي،
رهي ڪين تن کي طلب طعام جي،
گهڻيري نڪا گهرج آرام جي،
ضرورت نه ڄاڻن سرڳ ڌام جي.

ست نام ....

سدا ساڌ سنتن جي ٽولين منجهان،
ڪڍايل سنتن صاف ٻولين منجهان،
اچي رات گنگا جي ڇولين منجهان،
ٻڪين جي ٻڪيءَ ٽٽ ٽولين منجهان.

ست نام —

## پلا پاڳہ پايان

آيا سنگر آيا سنگر پاڳہ پلا پايان ،
د رشن پايان ، پاپ مٽايان ،
چرنين چت لايان — آيا سنگر ....

پريم ڏسي پرڀ پاڻ پڌاريا ،
داسن جا اچي درد نواريا ،
مہر ڪيائون ، ڪُهٽ ڏائون ،
کهڙا ڳڻ ڳايان — آيا سنگر ....

جن جن سمريا سنگر پوُرا ،
تن جي من جا ويڙا وسوُرا ،
راهہ ڏسيائون ، ڪشٽ ڪٽيائون ،
سمري سُکَ پايان — آيا سنگر ...

داس دکايل در جو منگتو ،
شاهن شَهہَ جي شرڻ اچي پيو ،
پال پلايون ، پاڻ ڪيائون ،
لائق مان ناهيان — آيا سنگر ...

## آپار مهما

مهما آهہ آپار، پينر! ست سنگ جي
ست سنگ جي گر رنگ جي.
مهما آهہ آپار- پينر! ..........

اکر اکر ۾ الک لکالي،
واهگرو نام جو جاپ جپالي.
آهہ رسيلي تار- پينر! ..........

ست سنگ مايا موهہ مٽيٽو،
جمڻ مرڻ جا بند ڪٽيٽو.
اوت وتو هروار- پينر! ..........

ست سنگ دل ۾ ڪرتا آپالي،
تون ۽ مان جو پيد پلالي.
ڏي ايڪو اونڪار- پينر! ..........

ست سنگ جو رنگ آهہ نرالو،
اوندھ تاري ڏي ٿو أجالو.
سرت دکايل ڏار- پينر! ..........

## ستگر کي ريجهايان

ستگر کي ريجهايان درسن پايان،
جنم جنم جا پاپ مٽايان - ستگر کي ....

ست سنگ روپي گيان گنگا ۾،
گونگو غوطو لڳايان، پاپ مٽايان - ستگر کي ....

جن ني ستگر پاڻ ديالو،
تن جوداس سڏايان، درسن پايان - ستگر کي ....

سنتن جي سيوا مَت پائي!
پيوسک مورنہ پايان، درسن پايان - ستگر کي ....

دؤر دنيا جي دؤرن کان ٿيان،
چرڻ ڪمل چت لايان، درسن پايان - ستگر کي ....

ستگر ڪرپا ساڻ دکا يل!
من جي پياس بُجهايان، درسن پايان- ستگر کي ....

## اکير

اڄي سنگر تون مل مون سان،
روئي رانهون نهاريان ٿي.
تنهنجي سڪ ۾ پيري سڏڪا،
هنجون ڏينهن رات هاريان ٿي.
بنا تنهنجي پلا ڪهڙو مزو هن زندگاني جو،
ڏکن وارا ڪٽي ڏينهڙا،
گهري گهج روز گاريان ٿي - اڄي سنگر ....

جڏهن مايا جي وس ٿي مَنُ وساري تو ڇڏي توکي،
تڏهن تنهنجو منهنجو نالو،
وٺي ممتا کي ماريان ٿي - اڄي سنگر ....

ڪٽي دل ٿي ادمبر مان، دنياداري سراسر مان،
جڏا ٿين تا جتَنَ، پر جي،
ڪو پل توکي وساريان ٿي - اڄي سنگر ....

ٽمنا تنهنجي درسن جي سچڙا هون ساهه سان سانڍي،
دکايل! دل کٽي توکي،
سبح سانجهيءَ سنيياريان ٿي - اڄي سنگر ....

## بابو نانڪ ڄايو

بابو نانڪ ڄايو خوشي منايو،
اڄ تہ اسانجا ڀاڳ ڀلا ٿيا.
بابو نانڪ ڄايو .......

ڪالوءَ جي گهر جنم لڌائين،
گهر گهر آنند ڇايو، خوشي منايو.
اڄ تہ اسانجا .......

پُرکَ ابناسي پاڻ پڌاريو،
آنند مَنگل ڳايو، خوشي منايو.
اڄ تہ اسانجا .......

پيڙ ڏسي ڀڳتن ڪي داتا،
ڪشٽ نوارڻ آيو، خوشي منايو.
اڄ تہ اسانجا .......

داس دڪايل سوالي در جو،
تنهن ڪي نام جپايو، خوشي منايو.
اڄ تہ اسانجا .......

## نانڪ شاهہ

سٽي ورلاپ ڌرتيءَ جا اُتارڻ بار آئين تون،
حسد جي باهہ ۾ سڙندو ڏسي سنسار آئين تون.
نانڪ شاهہ، نانڪ شاهہ، نانڪ شاهہ، نانڪ شاهہ!

پنجن ڪوڏين تي پيڙو ڪاريءَ،
ڪوڏي راڪس جوڪشٽ نواريءَ،
سکَ سنگت جو ڪاج سنواريءَ،
ويساهين ڪان ٻور نہ واريءَ،
دينن جو دک تاريو،
پنهنجو برد سنڀاريو. نانڪ شاهہ! ....

بنا تنهنجي گرو ٻيو ڪو وسيلو ڪين پانياڻو،
جڏي جيوت کي ٿاهڻ جو ڪو حيلو ڪين پانياڻو.

در تنهنجي تي آيس داتا!
ٻيا سڀ جڳ جا توڙي ناتا،
تون گرديو تون گيان گياتا،
پيچ 'دڪايل' توسان پاتا،
تنهنجو درسن پايان،
من جي پياس مٽايان. نانڪ شاهہ! ...

## بابو نانڪ ڇايو

بابو نانڪ ڇايو خوشي ملايو،
اڄ تہ اسانجا ڀاڳ ڀلا ٿيا.
بابو نانڪ ڇايو ......

ڪالوءَ جي گهر جنم لڏائين،
گهر گهر آنند ڇايو، خوشي ملايو.
اڄ تہ اسانجا ......

پُرکَ ابناسي پاڻ پڌاريو،
آنند منگل ڳايو، خوشي ملايو.
اڄ تہ اسانجا ......

پيٽر ڏسي پيڳنن ني داتا،
ڪشٽ نوارڻ آيو، خوشي ملايو.
اڄ تہ اسانجا ......

داس دکايل سوالي در جو،
تنهن کي نام جپايو، خوشي ملايو.
اڄ تہ اسانجا ......

درجو وڏو دانار جو،
نانءُ مٺو ڪرتار جو،
سنڪ ٻرو سنسار جو،
ڏس ڪا رباني راهہ تون. ستگر! ........

ساڌن کهڙو شکت بنا،
شڪتي کهڙي ڀڳت بنا،
ڀڳتي کهڙي مڪت بنا،
ڏي چرنن جو چاهہ تون. ستگر! ........

ڪلجگ جا اوتار آءُ،
اڳڪي ۾ آڌار آءُ،
آهہ مدد درڪار آءُ،
درسن ڏي داناهہ تون. ستگر! ........

داس دکايل پيش پيو،
ستگر پنهنجي مهر ڪيو،
بيوڪي هٿ وس ڪين رهيو،
ساجن منهنجو ساهہ تون. ستگر! ........

## هيڻن جو همراهه گرو

ستگر نانڪ شاهه توُن ،
هيڻن جو همراهه توُن ،
بيواهن جي واهه توُن ،
منهنجي پشت پناهه توُن. ستگر! .......

جيوت ڪهڙي گيان بنا ،
مسڪيني گذران بنا ،
منزل تنهنجي ڌيان بنا ،
ڏيندين سچي ساچاهه توُن. ستگر! .......

درجو وڏو داتار جو،
نانءُ مِٺو ڪرتار جو،
سنگ بُرو سنسار جو،
ڏَسِ ڪا رباني راهه ٽون. ستگر! ......

ساڌن ڪهڙو شڪت بنا،
شڪتي ڪهڙي ڀڳت بنا،
ڀڳتي ڪهڙي مڪت بنا،
ڏي چرنن جو چاهه ٽون. ستگر! ......

ڪلجگ جا اوتار آءُ،
اڙڪي ۾ آڌار آءُ،
آهه مدد درڪار آءُ،
درسن ڏي داناهه ٽون. ستگر! ......

داس دکايل پيش پيو،
ستگر پنهنجي مهر ڪيو،
پيو ڪي هٿ وس ڪين رهيو،
ساجن منهنجو ساهه ٽون. ستگر! ......

## هيڻن جو همراهه گروُ

سٽگر نانڪ شاهه تون،
هيڻن جو همراهه تون،
بيواهن جي واهه تون،
منهنجي پشت پناهه تون. سٽگر! ......

جيوت کهڙي گيان بنا،
مسڪيني گذران بنا،
منزل تنهنجي ڏيان بنا،
ڏيندين سچي ساڃاهه تون. سٽگر! ......

## شاهہ نانک!

سدا شاهہ نانک! سدا شاهہ نانک!
شهنشاهہ نانک! شهنشاهہ نانک!

نگاهن ۾ منهنجي وسين ٿو وسيلا،
بنا تنهنجي منهنجا هلن ڪين حيلا،
هلي آ ٿو هيٺن جا همراهہ نانک!
سدا شاهہ نانک! شهنشاهہ نانک!

ڪون بخشين ٿو داتار! تنهن کي وڏائي،
جنهن دل ۾ آ تنهنجي عقيدت سمائي،
غريبي مٺت تنهنجي سالاهہ نانک!
سدا شاهہ نانک! شهنشاهہ نانک!

دکايل اچي جيڪو در تي سوالي،
وڃي ڪين موٽي ڪڏهن مور خالي،
سدا تنهنجي روشن آ درگاهہ نانک!
سدا شاهہ نانک! شهنشاهہ نانک.

# گرو نانڪ ديو

## (ڪروڙا)

اوٽ آڇهو تون واهه وسيلو،
نانڪ شاهه اوتاري- آءٌ ٻلهاري.

جنهن جنهن سڪ سان سمريو ستگر،
تنهن جي ڪيءِ ستاري- آءٌ ٻلهاري.

پنجن ڪوڏين تي ٻيڙو تاريءِ،
ڪرم ڪلا جا ڌاري- آءٌ ٻلهاري.

دين دکين جي سار لڌي تو،
نانڪ نرآنهڪاري. آءٌ ٻلهاري.

نام بنا تنهنجي پيا ستگر!
ڪوڙا سڪ سنساري- آءٌ ٻلهاري.

آس رکي جو آيو دکايل،
تنهنکي ڏين تون پنڊاري- آءٌ ٻلهاري.

ڏوھڙو

بولبو پکيڙاا

رڙي پُسايم پوتڙي لڙکن سان لولي،
ھنجون ھاري کٽن پُجان، رَڄ پريم روڪي ۔

بوليو بوليو تٽي پکي پکيڙا کٽي شيام سان سنگ،
چنتا چورالي چيتڪ لاڪي،
چڏيو نھوڙي ناتا ۔
آڪ لڳائي جان جلائي نانءُ نھوڙي ننگ ۔
بوليو بوليو ......

اھڙو برھ بَڄو تو برھا!
ڏياڳ ڪيم تن تات ۔
مرلي مست بٽائي اھڙو چاڙھيو پڪت جو رنگ ۔
بوليو بوليو ......

ويس اميري چڏي، تيري،
پھريم گيڙو ويس!
ڪرشن بريرجي ڪتني پالي ڏوريان ٽي جھرجھنگ ۔
بوليو بوليو ......

## شيام پيارا!

شيام پيارا !
ڪڏي ملنديـن
منهنجا ڪرشن ڪنئيا ڪارا .
تنهنجي سدائي تات آ پريتم،
رات ڏينهان فڪرات آ پريتم .
ڀڳتي ڀاو پنڌارا . ڪڏي ملند ين ....
پاپي ڪنس کي مارڻ وارا،
ڳج جو ڦنڊ ڇڏائڻ وارا،
مرلي ڌر منوارا . ڪڏي ملند ين ....
ساڳيءَ ودر جو ڪاڏءِ سڪ سان،
راضي ٿئين هڪ پريت جي چڪ سان .
شيام دکا يل وارا . ڪڏي مانڌ ين ....

کڏهن ملندين شيام !

کڏي ملندين شيام مراري،
منهنجا گووردن گرڌاري.

سک تنهنجيءَ ۾ راڌا روئي روئي رات گذاري،
پريت جو ڌک ڌڪ پير پيري ٿي وياڪل ٿئي ويچاري.
کڏي ملندين .......

اڄ نہ اُٿن جمنا ۾ لهريون، لامن لوڏ وساري،
گوڪل وارا ٿا رت روان، گاين کي نہ قراري.
کڏي ملندين .......

مکڙ وچن موتالي گوپيون، کين ڏسئي گرڌاري.
تو ريءَ کير دکايل ڏيندو تن کي اڄ دلداري.
کڏي ملندين .......

## ڪنهن ويندو ڏنو؟

ويندو ڏٺو گهنشيام پيئڙ!
ويندو ڏٺو گهنشيام؟
گوڪل ڳولهيم، مٿرا ڳولهيم،
ڳولهيم برج تمام پيئڙ! ويندو ....
ڪان بنا بندرابن کهڙو؛
کهڙو گوڪل گام پيئڙ! ويندو ....
پنهنجو پيارو شيام دکايل!
ساريان صبح و شام پيئڙ! ويندو ....

## ڪڏهن ملندين شيام!

ڪڏي ملندين شيام مراري،
منهنجا گووردن گرڌاري.

سڪ تنهنجيءَ ۾ راڌا روئي روئي رات گذاري،
برهه جو هڪ هڪ پير پيري ٿي وياڪل ٿئي ويچاري.
ڪڏي ملندين ......

اڃ نه آئين جمنا ۾ لهريون، لامن لوڏ وساري،
گوڪل وارا ٿا رت روئن، ڪاين ڪي نه قراري.
ڪڏي ملندين ......

مکڻ وڃن مونائي گوپيون، ڪين ڏسي گرڌاري.
ڏو ريءَ ڪير دڪايل ڏيندو تن کي اڄ دلداري.
ڪڏي ملندين ......

## آءُ تون!

شيام مراري آءُ تون،
برج بهاري آءُ تون،
گِرِوَر ڌاري آءُ تون،
شيام مراري آءُ تون.

تنهنجي هميشه تات آهه،
منڙي وائي وات آهه،
رات ڏينهان فڪرات آهه،
مورت پياري آءُ تون. شيام ....

گوپيون لڳن ٿيون آس لي،
هڪ درشن جي پياس لي،
تنهنجي ڏنل وشواس لي،
پنج سنواري آءُ تون. شيام ....

قول ڪيل تون ياد ڪر،
برج اچي آباد ڪر،
دين دکين کي شاد ڪر،
ڪرڪاستاري آءُ تون. شيام ....

گوڪل ڪهڙو ڪانَ بنا،
مرلي ڌر پڳوان بنا.
دين دکايل دان بنا،
مان بلهاري آءُ تون. شيام ....

## من ۾ بنواري

ڍونڍين ڇو تون موڙک بندا! من ۾ بنواري،
ڪين ماڻ متڙا ۾ موهن برج ۾ ڪين بهاري.
ڪي تانگولهن مڪي مديني ڪي گوڪل ڪي ڪاشي،
پريم روپ ۾ پاڻ سمايو آهه آلک آبناشي،
پريم جو آهه نرالو جادو پريم جي وس گرڌاري.
ڍونڍين ڇو تون ......

پريم رکي جن پاڻ سچانو پاتو پريتم گهر ۾،
پريم ديوتا رهي دکايل! تون دل جي مندر ۾،
پريم جو آهه انوکو انيۀ، پريم جي مهما پياري.
ڍونڍين ڇو تون ......

## ڪرشن ٻول

ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول،
ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول ......

جي چاهين دنيا کان ڪنارو ڪريان،
ڪري پاپ، دامن نہ ڪارو ڪريان،
ٻڌي وهنوار جو ڪل وسارو ڪريان.
ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول ......

سڌارڻ جي پنهنجي گهرين آخرت،
۽ چاهين جي رهجي اچي ڪارپت،
چڙهي بدتريءَ کان ٿئي بهتر رهت.
ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول ......

ڏکيو ٿو ملي هيءَ حياتيءَ جو ٿول،
هي مانش جنم ۽ هي چولو املو،
ڇڏي چاهہ سنسار جو ٿي اڏول.
ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول ......

دکايل! هي جيوت جو چاڙهي خواب،
نہ ڪر زندگي پنهنجي ناحق خراب،
ڪو ڪر وقت قيمت جو ويهي حساب.
ڪرشن ٻول، ڪرشن ٻول ......

## پريم وس پريُو

پريم وَس آيو.
پريُو، پريم وَس آيو ....
پيلٽيءَ جا پير، سداما جا چانور،
رچ رچ پوڳ لڳايو.
پريو، پريم ......
دريوڌن جا ميوا تياڳي،
ساڳ ودر گهر کايو.
پريو، پريم ......
پريت جي ريت نباهي جنهن جنهن،
تنهن جو کشٽ مٽايو.
پريو پريم ......
درسن پياسي دين دکايل،
داس جي پياس بُجهايو.
پريو! پريم ......

## او ڪرشنا!

ڪرشنا، ڪرشنا، ڪرشنا، ڪرشنا،
ڪرشنا! ......

ڇڏي گوڪل تو مٿرا کي پنهنجو ڪيو،
ڏاڍو نند يشودا کي اڪيلو ڪيو،
رکيو پاڻ وڃي سکيو سهڻو ڪيو،
ڀلا ساٿ سکين جو تو ڪنهنجو ڪيو؟
ڪرشنا، ڪرشنا ......

ٿئي جمنا ۾ ناٽ ڪا ڌوڄ مچي،
ٺڪي برج ۾ راس جو رنگ رچي،
ٺڪي ديل کلي ٺڪو مور نچي،
ٿئي مرلي وڄي ٿئي رادا نچي!
ڪرشنا، ڪرشنا .. ...

روئي مات يشودا پڪاري، تون آءُ،
راڻون روز ٿئي رادا نهاري، تون آءُ،
تنهنجي ڏاران پيو ڪير سنڀاري، تون آءُ،
ڳايون ڪير' دکايل' چاري؟ تون آءُ!
ڪرشنا! ڪرشنا ......

شاستريہ گيت:

## برج بهاري

مٿرا ويو ڇپنر برج بهاري،
ڪنس مُکو آکروُر سنباهي،
پاپيءَ جي مت ماري.
مٿرا ويو ڇپنر ....

موهن پيارو مٿرا پڌاريو،
ٻڌي ڪنس جو ڪال.
پاپي مئو ٿيو آنند گهر گهر
ٿيا هر ڀڳت نهال.
مٿرا ويو ڇپنر ....

شاستريہ گيت:

## ڪنج بهاري

ٻانسري وڄائي پياري،
ڪشٽ ڪٽي ڪنج بهاري.
گوال ٻال، گوپين سنگ کيلي،
ٻانسري وڄائي پياري....

جمنا ڪناري شور،
لالي نند ڪشور.
مک سان مرلي ميلي،
ٻانسري وڄائي پياري....

يگتي

استريه گيت:

پريت جو پيغام

ڏئي ڪوئي ڪرشن ڪنئي کي،
منهنجي پريت سنڌو پيغام.
سکيون شيام ....

مست بڻائي، شيام،
راس رچائي، بين وڄائي، مست بڻائي شيام.
مست بڻائي شيام، پريو! مست بڻائي شيام
پاپي تاري شيام،
جمنا ڪناري، گانيون چاري، پاپي تاري شيام.
پاپي تاري شيام پريو! پاپي تاري شيام
آيل شيام،
پيگت پڙهيل، ڏين ڏگايل، گو در آيل شيام.
ٿو در آيل شيام پريو! ٿو در آيل شيام.

شاستر ۽ ڪيمت:

## پڌاريو شيام

منهنجي گهر پڌاريو شيام!
نظرفضل واري، ڪري بنس-داري.
منهنجي گهر ....

پريم پيچ واري گهڙي،
آئي آئي پياري گهڙي.

رڪمڻي پتي راج،
ڪارج سنواريو شيام.
منهنجي گهر پڌاريو شيام ....

## اياڻي پريت

مرليءَ وارو وسي منهنجي من ۾،
بنسيءَ وارو وسي منهنجي من ۾.
پريت موهن جي ڪيس آياڻي،
پهري ڪفني ٿيس جوڳياڻي.
گوڪل گهوليم متڙا گهوليم؛
گهوليم بندرابن ۾.
مرليءَ وارو وسي منهنجي من ۾.
سڪندي ساري رات گذاريم،
ويني تنهنجي واٽ نهاريم.
آءٌ نہ جاڻان چاڪوُن ڏکايل!
ڏير وڌيءَ ڏرسن ۾.
مرليءَ وارو وسي منهنجي من ۾.

## ملڙي تانَ

وڄايو مرليءَ ڌر ڀڳوان،
مرليءَ واري پياري پياري،
مٺڙي مٺڙي تانَ.
وڄايو مرلي ڌر ڀڳوان!

ڀارت ماتا آهه دکياري،
ڪرڙ چڙهي اچ ڪِروَر ڌاري!
ڪرشن ڪنئيا ڪانَ،
وڄايو مرلي ڌر ڀڳوان!

ديس دکايل ڌرم وساريو،
تنهنجو ٻڌايل ڪرم وساريو.
گيتا وارو گيان،
وڄايو مرلي ڌر ڀڳوان!

## اياڻي پريت

مرليءَ وارو وسي منهنجي من ۾،
بنسيءَ وارو وسي منهنجي من ۾.

پريت موهن جي ڪيس آياڻي،
ڀري ڪفني ٿيس جوڳياڻي.
گوڪل ڳولهيم مٿرا ڳولهيم،
ڳولهيم بندرابن ۾.
مرليءَ وارو وسي منهنجي من ۾.

سڪندي ساري رات گذاريم،
ويني ڪنهنجي واٽ نهاريم.
آءُ نه ڄاڻان ڇاڪون دڪايل!
دير وڌيءَ درسن ۾.
مرليءَ وارو وسي منهنجي من ۾.

## ليلا تان ٻلهار

شيام تنهنجي ليلا تان ٻلهار،
وڃان لک وار، ڳيان ٻنڊار- شيام ....

مرلي جڏهن ڇيڙين ٿي موهن ڪجهي اچي ٿي،
بيسرت بانوري ٿي هرڪا پيهي اچي ٿي.
تنهنجي مرليءَ ۾ اسرار،
ڇڏي گهر ٻار، ٿياڳي پروار- شيام ....

گوبين سان راس ليلا گردر جڏهن رچائي،
ٿي شاد دل 'دڪايل' چؤطرف موج ڇائي.
اي ڪرتا-مَه ڪرتار،
درد دک ٽار، پريم اوتار- شيام ....

## گووند گرڌر!

اي شيام سندر گووند گرڌر،
اي مرلي ڌر ماڌو منهر.
تنهنجي مرلي عجب اِسرار موهن،
اي شيام سندر......
ڪهڙو نه آهه پيارو آواز بنسريءَ جو،
هردل کي ٿو لُبائي هي ساز بنسريءَ جو.
ڪون نه تار اچي، ڪرتار اچي،
هروار اچي، لُهه سار اچي.
ڪر پيؤ ساگر مان پار موهن!
اي شيام سندر......
نوريءَ لڳي ٿو گرڌر! اوندهه سڄو زمانو،
جونو جهان جاڳان ڪوڙو هي ڪارخانو.
تنهنجي پيڙت ڪريان، تنهنجو جاپ جپيان،
تنهنجي شرڻ اچان، توسان ئي رهان.
ٽون دکا يل جو آڌار موهن!
اي شيام سندر......

## ليلا تان ٻلهار

شيام تنهنجي ليلا تان ٻلهار،
وڃان لک وار، ڳيان ٻنڌار- شيام ....

مرلي جڏهن ڇيڙين تي موهن ڪجهي اچي ٿي،
بي‌سرت باوري ٿي هرڪا پيڇي اچي ڏي،
تنهنجي مرليءَ ۾ اسرار،
ڇڏي گهر ٻار، ٿيا ڳيي ٻرواز- شيام ....

ڳوپين سان راس ليلا ڳوڪر ۾ جڏهن رچائي،
ٿي شاد دل 'دڪايل' چوطرف موج ڇائي.
اي ڪرشنا- مرڪ ڪرتار،
درد دک ٽار، ٻريم اوتار- شيام ....

## آءُ تون مهراج!

منهنجي گهر آءُ تون مهراج.
آءُ تون مهراج! منهنجي گهر ....

ٺاڪر! مڄ مزماني رک لاڄ،
منهنجي گهر آءُ تون مهراج.
تنهنجي خاطر پلنگ وڇايان،
تنهنتي سرهي سيج بڇايان.
چاهه منجهارون چنوَر جهلايان،
آءُ تون مهراج! منهنجي گهر ....

کير ڀيڙا پکوان مٺائي،
دال ۽ ڀات مون شيام بڻائي.
پان جو بيڙو کاءُ ڪنهائي،
آءُ تون مهراج! منهنجي گهر ....

مور مڪٽ پيتامبر ڌاري،
نٽور گرڌر شيام مراري.
ميران دکايل موهن ڪاري،
آءُ تون مهراج! منهنجي گهر ....

## راڌي شيام ٻول

راڌي شيام، راڌي شيام،
راڌي شيام ٻول.
ڳول من هردي اندر شيام ڳول.
راڌي شيام، راڌي شيام ....

ڀڳت ڀڪاري پريم جا، پريم سندن ڀڳوان،
پريم جڳائي پريم سان، پائن پد نربان.
ڳول من هردي اندر شيام ڳول.
راڌي شيام، راڌي شيام ....

سنگ هريءَ جو ساج پراڻي!
ڇڏ مايا جو سنگ،
پيا سڀ ڪُوڙا رنگ ڏکايل!
سچو شيام جو رنگ.
ڳول من هردي اندر شيام ڳول.
راڌي شيام، راڌي شيام ....

## سانورو سڄان

گوپيون! منهنجو سانورو سڄان،
راسيون ڪاٿي ٿو رچي؛
اچا گهر ڇونہ ٿو اچي؟
گوپيون! ..........

شام پلي سب ڪهر ڏانهن موٽيا،
گايون چاري گوال.
دير الائي ڇا ڪئون لائي،
منهنجي پياري لعل! گوپيون ....

موهن جو نالو ٻڌي، مانيٽي جمنا جي لهرين
۾ جوش پيدا ٿيو. سندس ٻنهي ڪنارن تي بيٺل
اُڀا اُڀا وَڻ، جي موهن جي جدائيءَ ۾ لڙي پيل
هئا، هڪوار، مرلي منوهر جو نالو ٻڌي، ڇرڪ
ڀري ڪڙا ٿي بيٺا. بندرابن جا پکي پنڇي ڪرشن چندر
جو نالو ٻڌي، جمنا جي نيل وَرڻ مٿان اُڏامي
اُڏامي ٻولڻ لڳا. برج جا وڇڙا ۽ ڳانيون،
برج ٻهاريءَ جو نالو ٻڌي چرڻ ڇڏي، هيڏانهن
هوڏانهن ڊوڙڻ لڳيون. اهڙي آنند جي سمي،
ڀڳت جي سڏ جي جواب ۾ جمنا منجهان هينيون
آواز آيو.

جنهن مرليءَ جي موج مچائي،
بندرابن ۾ راس رچائي.
هاڻي تنهن گجرات وسائي،
سابرمت سان لگن لڳائي.
جمنا ڪي تنهن موهن پياري،
آهه دکايل ڇڏيو وساري.

## مرليءَ وارو

ڪرشن ڪنئيو ڪارو مرليءَ وارو.
گوڪل ۾ ٿو گايون چاري،
لال، يشودا وارو- مرليءَ وارو.
برهم بانسري ناٿ وڄائي،
بندرابن ۾ راس رچائي،
برج ڪيو متوارو- مرليءَ وارو.
مور مڪٽ پيتامبر ڌاري،
نٽور گرڌر شيام مراري،
نندڙو نند دلارو- مرليءَ وارو.
گيتا جو جنهن گيان ٻڌايو،
ارجن جو اگيان مٽايو،
ڀڳتي ڀاءُ ڀنڊارو- مرليءَ وارو.
پاپي ڪنس ڪي ناس ڪيائين،
ڪبڙيءَ جو انج مانُ رکيائين،
ڀڳتن جو رکوارو- مرليءَ وارو.
جڏهن دکايل پاپ وڌي ٿو،
سنتن جو سنتاپ وڌي ٿو،
ٻاڙ اچي ٿو پيارو- مرليءَ وارو.

## هي بہ موهن، هوُ بہ موهن

ماتِ يشودا جو پيارو موهن،
نند پتا جو دلارو موهن،
كتني متوارو موهن،
مرليءَ وارو كارو موهن.
او موهن جي پياري جمنا،
نيليءَ ساڙهيءَ واري جمنا!

٢

گوالن جون جنهن ڳاهي ٽوليون،
منيون منيون ٿلي ٻوليون ٻوليون.
ڪٿي ڪٿي سو ماڌو ڳوليون؟
جنهن لو منجهه ٿلي ڪيون الوليون.
جمنا جمنا موهنڪي ڏس ڏي،
جيڏانهن ويو موهن سو ڪس ڏي.

٣

ڳلن ڦلن جون پياريون پياريون،
جنهن لو منجهه ٿلي پيڙيون ڪاريون.
ڪٿي ڪٿي جنهن ڳايون چاريون؟
گوالن سان ماري ڪلڪاريون.
جمنا مئيا گوپين ڏل سان،
ڪيڏيو ٿلي جو ڪنهنجي جل سان.

٤

مور مڪٽ پيتامبر ڌاري،
نٽور، گرڌر، شيام مراري.
ڪٿي ڪٿي پگٽن هتڪاري،
جنهن مٿرا ۾ ڪبڙي تاري.
جنهن پاپي مامي ڪي ماريو،
ڀارت جو جنهن بار اتاريو.

رام ڀڳتي

سال چوڏهن ختم ٿيا بنواس جا ،
چوطرف ڏيئا ٿا چمڪن آس جا .
موٽيو اڄ آ ڪوشليا ماتا جو نُور ،
ڪرشن پک ۾ ٿيو ڏياريءَ جو ظهور .
ٿيو دکايل جشن هرجا عام جام ،
ياد هر ڪنهن کي رگهو اڄ رام نام .
جنهنجي نالي ني ويا پٿر تري ،
اڄ ايوڌيا ۾ وري آيو هري .

# ڪرشن ڀڳتي

(پريم)

شيام روپ ۽ پريم سمايو،
پريم روپ ۽ شيام.
من مندر جي پريم پڙن ۽،
ٻراجي تو گهنشيام.
شيام سندر جي چرن ڪمل ۽،
پيتير چارئي ڌام— شيام روپ ....

بندرابن جي ڪنج گلين ۽،
ڪين مليو منهنجو شيام.
شيام رنگ جمنا ۽ ڳوليئم،
نند جو دل آرام— شيام روپ ....

ڪرشن نام جي ماليا سوري،
پاڻو من وسرام،
مڪتي دائا آهه دڪايل!
ڪرشن جو پيارو نام— شيام روپ ....

رام پگتي

وماڻ هيبت لٿو ته پرجا جي خوشيءَ جي حد نه
رهي. ماڻهو سچ پچ خوشيءَ ۾ اچي نچڻ ۽
هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائڻ لڳا. مندرن ۽ شوالن ۾
شنکن جي مٺي ڌنيءَ، جڻ ته هن آنند لڏڻ
لاءِ ديوتائن کي سڏ ڏنئي ڪيا. گهنڊن ۽ گهڙيالن
جي آوازن جنسي آسمان ٿنئي ڏاريو.

چؤطرف آنند جون لهريون اٿيون،
دل جون ڪوماڻيل ٿڙي پيئيون ڪليون.
بعد مدت آيو اڄ ايوڌيا پٺي،
ڌرم پٺني رام جي سيتا ستي.
رام لڇمڻ سان، جڏهن رٿ تان لٿو،
پرت شرڌا سان اچي ٽيڪيو مٿو.
پير پڪڙي رام جا رئندو رهيو،
نير ڌارا سان چرن ڌئندو رهيو.
پريم ۾ وياڪل ڏسي خود پرت کي،
رام روئي پاءُ کي لائو گلي.
ويل ويئي اؤکي وڇوڙي جي ٽري،
اڄ ايوڌيا ۾ وري آيو هري.

جڏهن روشني مانڊ ڪيائون، تڏهن شري رامچندر ڀرت کان پڇيو "پرجا جو ڪيئن حال آهي، ڪو شڪايت ته ڪونه ڪو ڪري؟ نياءُ ته پورو ٿو ٿئي، ڍل ته وڌالي ڪانه ويئي آهي؟ عملدار پنهنجي زبردستي ڪري تنگ ته ڪين ٿا ڪن. ڪا چوري چڪاري ته ڪانه ٿي ٿئي؟" ڀرت جواب ڏنو "راڄن! پرجا هرطرح سکي ٿيندي هئي، پنهنجي پياري رام جي وڇوڙي ۾ ڏاڍو ڏکي ٿيل آهي. اڄ پرجاپتيءَ جي آلي سندن خوشيءَ جو انت ئي نهايت ڪٿي آهي."

شهر ۾ اچي ڀرت حڪم ڪيو ته "جوڌهن رهيه بنواس ڪاٽيوءَ رامچندر جي موٽي اچڻ تي سڄي شهر ۾ عام جشن ڪيا وڃن. دوڪان مينگاري، ڏيئا ٻاري، ڏياري ملهايو!"

اڄ ايوڌيا جو نظارو اڙر آهه،
رام جي جيءَ جيءَ جو چوڌر شور آهه.
راڄ محلن ۾ ٿيون واڌايون ورن،
شهر ۾ هرجا مشعالون ٿيون ٻرن.

رام پڳتي

وماڻ هيٺ لٿو تہ پرجا جي خوشيءَ جي حد نہ رهي. ماڻهو سڀ پنهنجي خوشيءَ ۾ اچي نچڻ ۽ هڪ ٻئي کي ڀاکر پائڻ لڳا. مندرن ۽ شوالن ۾ شنکن جي مٺي ڌنيءَ، ڄڻ تہ هن آنند لئڻ لاءِ ديوتائن کي سڏ ڏئي ڪيا. گهنڊن ۽ گهڙيالن جي آوازن جنسي آسمان ڏئي ڏاريو.

چؤ طرف آنند جون لهريون اُٿيون،
دل جون ڪومايل تڙي پيون ڪليون.
بعد مدت آيو اچ ايوڌيا پتي،
ڌرم پتني رام جي سيتا ستي.
رام لڇمڻ سان، جڏهن رٿ تان لٿو،
ڀرت شرڌا سان اچي تيڪيو مٿو.
پير پڪڙي رام جا رئندو رهيو،
نير ڌارا سان چرن ڌئندو رهيو.
پريم ۾ وياڪل ڏسي خود ڀرت کي،
رام روئي پاڻ کي لائو گلي.
ويل ويئي اوکي وڇوڙي جي ٽري،
اچ ايوڌيا ۾ وري آيو هري.

## ڀرت ميلاپ

رام جي بنواس کان پوءِ ڀرت جو،
ٿيو وڇوڙي جو گذر ڏاڍو ڏکيو.
رام بن جنهن راڄ-سک ماڻيو نه ڪو،
ڀرت ۾ هو رام جي ٻورو پکو.
ڏينهن ڳوند رجا ڳڻيندي ويا لنگهي،
اڄ مهانڊو ٿو سندس سرهو لڳي.
اڄ ايوڌيا ۾ ٿو ٻڌجي خاص شور،
ٿو اچي پرجاپتي، دسرٿ ڪشور.
اڄ اچڻ جو رام جو انجام آهه،
ياد ۾ ناريءَ ڪي سيتا-رام آهه.
اوچتو ايندو نظر آيو ومانُ،
هرش ۾ هرڪو ڀُلائي وينو پاڻُ.
ٿي خوشيءَ جي جوش ۾ پرجا چري،
اڄ ايوڌيا ۾ وري آيو هري.

رام ڪلي

ڪانگ خبر ڪنهن آندي آهي،
پار سمنڊ جي باندي آهي.
پياسي دل هيڪاندي آهي،
منهن ڪيئن ڪولي نار نماڻي.

ڏينهن سنڀاري رات سنڀاري،
ساعت ساعت ويٺي ساري،
آس تي پيٺي جيءُ جياري؛
نيندو آخر ننڌگ سڄاڻي.

محل بغيچا هن ڪي ڪائن،
ٽڏڙيون هيرون چڪ ٽيون پائن،
بوندون برسن آگ لڳائن،
راحت ڪانگ ڏکايل ماڻي.

## ڀرت ميلاپ

رام جي بنواس کان پوءِ ڀرت جو،
ٿيو وڇوڙي جو گذر ڏاڍو ڏکيو.
رام بن جنهن راڄ - سُکُ ماڻيو نه ڪو،
ڀُرت ۾ هو رام جي ڀورو ڀڪو.
ڏينهن ڳوند رجا ڳڻيندي ويا لنگهي،
اڄ مهاندو ٿو سندس سرهو لڳي.
اڄ ايوڌيا ۾ ٿو ٻڌجي خاص شور،
ٿو اچي پرجاپتي، دسرٿ ڪشور.
اڄ اچڻ جو رام جو انجام آهه،
ياد نر ناريءَ کي سيتا - رام آهه.
اوچتو ايندو نظر آيو وماڻ،
هرش ۾ هرڪو ڀُلائي ويٺو پاڻ.
ٿي خوشيءَ جي جوش ۾ پرجا چري،
اڄ ايوڌيا ۾ وري آيو هري.

ام پڳتي

ائين چوندي هن جا ڇڳي نيڻ پيا،
ڏسي پريم، ڪل لوڪ گد گد ٿيا.
چيو رام، جو لوڪ- سيوا ڪري،
اسان ڪان اُهو ڪين آهي پري.
ٻڌي شب وَچن سڀ رشي ۽ مني،
مچائڻ لڳا خوب جيءَ جيءَ ڏني.
ٻڌي باب هي رام بنواس جو،
ڏکايل جو من جنسي جهُومڻ لڳو.

## ويڳاڻي سيتا

رام بنا سيتا ويڳاڻي،
هر ڏر ويٺي هاري پاڻي.
ٻوُر ٿا ٻونس نيڻ ٿا ٽمنس،
جنهن ڪان دل ٿي پِيَڙس ڇاڻي.

ناريلن جا وڻ هي اونچا،
لنڪا جا پاسن ٿا راکا؛
ايندو رام ڪہ لهندس اولا،
ويٺي راهہ نهاري راڻي.

گگن ۾ خوشبون ديوتائن کيون،
وڏيون پرٿويءَ تي پچارون پيون.
عجب جي نہ کيوٽ سندي حد رهي:
شِلا مان ٿِري کيئن بڻي اِستري!
اُڏاڙو جي پٿر نہ وٽ ڪاٺ چا؟
پوَن ڏونگا هٿ نہ پيڙيءَ منجها.
اِهوئي نہ آهي ٻچن جو جهاو،
ڪرڻ تنهن ڪان انڪار آهي ٺاو.
رزق جي اُڌامي وجي هيئن هليو،
گذر جو پيو ڪهڙو پوءِ ٿيندو بلو؟
ائين من ئي من آزمائي دليل،
لڳو خوب سوچڻ مهاڙو سبيل،
انهيءَ دم ڪري دل ۾ هو فيصلو،
وڏي آيو پڳوان جي ويجهڙو،
چيائين، ڏجاڻو انهيءَ پير ڪان،
پرينءَ پر لنگهي شل هلو خير سان!
لڳو پير پٿر ڪي، اُڏري ويو!
اِهوحال جي منهنجي پيڙيءَ جو ٿيو،
نہ منهنجا ٻچا بک ۾ ويندا مري،
لڳي ڳالهہ ٿي ناٿ! ڏاڍي ڳري.

انهيءَ لءِ اوهانجا چرن اُمان ڏکان،
اجازت جي ڏيو، آزمائي ڏسان.
اُنهيءَ کان پوءِ ٻيڙيءَ تي پيل سوار ٿيو،
ٻزي ساڻ ٿيئي جٿا پار ٿيو.
ٻُڌي هي وچن پڳت کيوٽ سندو،
وڌي آيو پڳوان ٻڻ ٻشڪندو.
چيائين، ڪري وٽ پلي خاطري،
رهي پائي! جيئن تنهنجي ٻيڙي بچي.
ٻڌي ناٿ جا اهڙا مٺڙا وچن،
ڪٺي گنگاجل آيو ڌوئڻ چرن.
ڌوئي پير، هاڪاري ٻيڙي هليو،
پلو ڀاڳ ٻيڙيتي کيوٽ جو ٿيو.
ڏسي هي نظارو ٿي گنگا نهال،
چيائين، ”پڳت صدقي مون سان ٿيو پال!“
اچي جئين ئي ٻيڙي ڪناري لڳي،
تئين رام ڏي خلق ٻوڙي ڀڳي.
هليو رام، کيوٽ جا ٿورا مڃي،
هليو پٺي پٺا يوگ سڀ سان وڃي.
ڇُهي پير کيوٽ چيو، منهنجا ناٿ!
ڇڏايو نه مونکان اوهان پنهنجو ساٿ.

ڳتي

هئي رام سان سنگ سيتا ستي،
سپاتر سمترا جو لڇمڻ جتي.
ڇڏي راڄ ڏاني ٿيا راهي جڏهين،
سندن پويان ماڻهو پيا ڪاهي تڏهين.
رَسيو رنج ايڏو هُيو عام کي،
هليا سڏڪندا، سَڏَ ڪندا رام کي.
مگر رام سڀني کي واپس ڪيو،
ايوڌيا وڃڻ لاءِ تن کي چيو.
ڏکي من سان پرجا وداعي ڪئي،
هئي رام جن سان جدائي ڪئي.
اڪيلا ٿيئي پوءِ اڳتي وڌيا،
ايوڌيا جي پرجا سندا داد لا.
نديءَ جي ڪناري تي پهتا جڏهن،
وڏي آيو ڪيوٽ مهاڏو تڏهن.
چيائين اسانجا ڀلا ڀاڳ ٿيا،
ڪري رام-درسن ٺري نيڻ پيا.
هجي منهنجي لائق ڪا سيوا ڪريان،
اُتي ڊوڙندي آئي شبري پريان.
نماڻي هئي نيچ سا ڀيلڻي،
چکي بير جوٺا جا آئي کڻي.

ڳڻي ٻرير سان رام ڪاڻ لڳو،
ڪري ساک تن جي، وڏاڻ لڳو.
ڪٿي جي نہ ڪي ٽَڪَر ناياب ڏو،
مگر پاؤ پڻتيءَ جو اسباب ڏو.
وڏن کي وڏائي ڏئي ڪام تو،
ننڍن کي وڏو ڀر ڪري رام تو.
ڪئي جا دنيا لہ پٽت نيچ جات،
ڪري تنهن کي پاون، ڏني نات ذات.
هريجن وڌيا، اوچ تي سي ڪَڍيا،
ٻڌيا رام جا ڪي گلي جا مڻيا.
اُتي رات رهڻي ٻڌي رام کي،
ڏيو ڏسڻو اچرج ڪو جو ڪام کي!
رشيءَ جي سَرابيلَ ڪئي نار جا،
ڪڍڻ ڪان ٻڌي چپ ٻيءِ ڳيڻين سزا.
چرن رام جو جيڻن ئي تنهن کي لڳو،
اُنهيءَ دم ڪَتيو پاپ آهليا سندو.
اياڻ ڪان جنهن ڏٺي ڪيو انتظار،
ڪٿان رام جي اچ ٿيو تنهن جو اُڌار.
ٻَڌي ڪت، اُڏامي وئي سرڳ ڏي،
رشيل ڪو ٻتي ڪن جو ڪوٽم جتي.

## رام جپيو

سري رام جپيو سک ۾ دک ۾،
مايا جو ھُور نہ ماڻ ڪريو. سري رام ...

ڪئي راج ٿيا مھراج ٿيا،
رھيو ڪير پلا ڪجھ ڏيان ڏريو. سري رام ...

ڪنھن کي شاھہ ٿو شاھوڪار ڪري،
ڪنھن کي مفلس ۽ نادار ڪري.
ڪئي خالي رڙي، ڪئي روئي پريو! سري رام ...

اھڙي رچنا رام رچائي آھہ
ڪاٿي غم آ ڪٿي سرھائي آھہ.
سدا دل سان دکايل! سو سمريو. سري رام ...

## رام بنواس

ايوڌيا جي پرجا رُني زار زار،
جڏهن رام بنواس لاءِ ٿيو تيار.
متو خوب ماتام محلات ۾،
هئي ڪوشليا راڻي نڪرات ۾.
رُنو موهه ماتا جو سڌڪا ڏئي،
جدائي نماڻيءَ ڪئي سَهڻي پٽ جي.
هليو وس نہ ڪنهنجو جتن ٿيو جڏو،
وڏو اهڙو ڀاريءَ اچي ڪو ڦڏو.
مريادا جو پالڻ ڪري پيارو رام،
هليو ٻَن ڇڏي راڄ جو سک تمام.

## اڻ ڳڻيا عيب منهنجا

عيب مون منجهه اڻ ڳڻيا، کھڙا ڳڻي کھڙا ڳڻيا،
پنهنجي اعمالن ڪري اڄ حال بد منهنجا ٿيا.

راهه حق واري ڇڏي گمراهه ٿي در در رليس،
تنهنجا سڀ منهنجن ڪنن کي پر نه هرگز ٿي وڻيا.

شاهه بازيگر ڇڏي، بازيءَ پنيان حيران ٿيس،
جهول ڪچ ڪوڏيون ڪيم، سچ جا ڇڏي موتي مٽيا.

مهربانيون جنهن ڪڏهن تنهنجون سچانيون ڪين ڪي،
تنهن دڪايل تي سدا احسان تنهنجا اڻ ڳڻيا.

# رام پيڳني

( ستيہ )

رام رنگ سان من رنگ جوڳي !
چاهي ويس رڱائڻ ۾. رام رنگ سان ....

ڳلِ مالهائون جوڳ جتائون،
چاهي تلڪ لڳائڻ ۾،
ٽيرٿ پيٽي عمر گنوايءَ
انگ ڀڀوت رمائڻ ۾. رام رنگ سان ....

جڳت بنا تنهن نالي جوڳي،
من ۾ ڀوڳي، تن ۾ روڳي،
ڪين ڪُڇءَ پَرَ ڪو پرشارٿ،
من جي مَل مٽائڻ ۾. رام رنگ سان ....

مانش ديهہ امولڪ پائي،
ڪپٽ ۾ ڇو وڃءِ گنوائي،
رام امر رَس ڇڏي دکايل،
عمر ويءِ وِک کائڻ ۾. رام رنگ سان ....

## ڪجھ ڏيو!

ڪجھ ڏيو، ڪجھ ڏيو،
ڏيندڙ جو ڀلو ٿيندو.
ڪجھ ڏيو، ڪجھ ڏيو ....

او شاهي محلن وارا،
ڌن دولت جا متوارا.
ٿا واجھ وجھن ويچارا،
همدرد ۽ همدم ٿيو.
ڪجھ ڏيو، ڪجھ ڏيو ....

قارون، سڪندر، دارا،
جن ماڻيا تخت هزارا.
سي گنج ۽ گنجن وارا،
ويو خالي هٿين هرڪو.
ڪجھ ڏيو، ڪجھ ڏيو ....

هڪ ڏينهن دکايل! هلبو،
هي راز سمورو سلبو،
ڪُل دنيا آهي دلبو،
ٿيو سياڻا ڪجھ سوچيو!
ڪجھ ڏيو، ڪجھ ڏيو ....

## گمان نہ کر!

چوڻو گمان نہ کر.

جوڀن جي کھنبي چٽکي ٽي،
ھٿ ايمان نہ کر.
منڙا! جوڻو ....

چار ڏھاڙا حسن جواني،
آخر ٿيندي ھڪ ڏينھن فاني،
ڪوڙن ڏيکن پويان مورک!
مـن مستان نہ کر.
منڙا! جوڻو ....

پرمارٿ جو جيون گھاري،
ڇڏ سوارٿ جي ريت وساري،
خود غرضي، خواھش جي گولي،
دل حيران نہ کر.
منڙا! جوڻو ....

مانش چولو بندا پائي،
غلطاني ۾ ڇڏ نہ گنوائي،
اماھہ ڏکايل! ھي جيون ـ ڏن،
ھٿ سان زيان نہ کر.
منڙا! جوڻو ....

## مسافر خانو

سنسار مسافر خانو،
بندا! ڏينهن ٻن جو گذرانو— سنسار ...
انت سمي ڪم ڪوبه نه ايندءِ،
ڪڙم قبيلو سات نه ڏيندءِ.
جڏي آندو قضا پروانو— سنسار ...
کهڙي ڪل ڇا ٿيندو هاٽي،
سمهه نه غافل چادر تاڻي،
ڇا لاءِ ٿئين ديوانو— سنسار ...
جنهن دنيا کي پنهنجو ڀائين،
مورڙهه دکايل! وينو آهين.
سا دنيا آٿيئي ٻهانو— سنسار ...

## هوند ملجهان ڪر

ڪجھ هوند مان بندا ڪر.
ڪنهن خالي هٿ کي پر- ڪجھ هوند ...

تون جن لاءِ ٿو مايا ميڙين،
سنگ نہ هلندءِ سيئي.
مئي پڇاڙا ساڙي ايندءِ،
ڏک پڇاڙيءَ ڏيئي- ڪجھ هوند ...

جيوت جي هن سخت سفر ۾،
جاءِ بدڻيءَ ڪي ناهي.
وٺ نيڪيءَ جي راهہ مسافر!
دور نہ منزل آهي- ڪجھ هوند ...

سنسار آئيئي ڪيت بندا!
اڳ پوڪي ڪينءَ اب ڪائيندين؟
ڪلجگ ناهي، ڪر جگ آ،
جو پوکيندين سو پائيندين- ڪجھ هوند ...

هي جو سونو محل بڻايءِ،
ڪين سدا ٿي رهندو،
جو اڄ پانڊو بڻيو ڪاڏل!
هڪ ڏينهن آخر ڊهندو- ڪجھ هوند ...

## مسافر حيران نه ٿيءُ

مسافر ٿيءُ نه تون حيران

رات انڌيري راهه ڏکيري،
سنگت ۾ آهه پران،
همت وسيلو ڪر تون مسافر!
رک منزل جو ڌيان — مسافر ٿيءُ...

دنياداري ڍونگ سراسر،
ڏک سک ڇاٽ سمان،
ڏوکو آسا، آسا ڏوکو،
مهر ڪري ڀڳوان — مسافر ٿيءُ...

هڙو ڏکايل!
آنند ڌام نه دور
ناحق ڇو گهبرائين ٿو،
پريم سنيهو پرڏيت نگرمان ايندو،
ڇو من پرمائين ٿو؟
مسافر! ٿيءُ نه تون حيران.

## مسافر جاڳ ذرا

تنهنجي جيوت جا ڏينهن چار!
مسافر جاڳ ذرا.

ڪُهنبو چٽڪو جوڀن جواني،
دنيا فــانـــي چڏ ناداني.
غافل غرق ڪندءِ غلطاني.
نِت نہ باغ بهار- مسافر! جاڳ ....

ڏن دولت جي هوڏ اجائي،
ساڻ نہ هلندءِ ماڻ وڏائي.
آخــر پوندءِ ثاب ڪمائي،
مورک! من کي مار- مسافر جاڳ ....

يڪسان آهہ نہ رنگہ زمانو،
دنيا آهــہ مسافــر خانو،
ٿيندو هرڪو نيٺ روانو،
ساٿ دکايل! سار- مسافر جاڳ ....

## دل جو مندر

دل جي مندر جو در کولي،
ڏِس کير اندر ٿو بولي.
پيري جي پئد گهاري،
نون وينٽين پاڻ وساري،
کهڙي پيرم وڏيءَ مَن پولي- ڏس کير ...

خود ذات پُلائي ذاتي،
وجهي وينٽين فرق صفاتي؛
بيو کير ڳجهاندر ڳولي- ڏس کير ...

سڄي دنيا گورک ڌنڌو،
ڏس! تيءَ نہ 'دکايل' انڌو،
اِهو راز وجهندءِ رولي- ڏس کير ...

## سوچ سمجهه نادان !

ڏوهڙو

نغاري ڪوچ جو آواز ڪن آيو،
سفر جو ڪافلي وارا ڪريو سعيو،
ٽالهه— سوچ سمجهه نادان مسافر!
جڳ ۾ ڪيسين رهڻو آهه؟ سوچ ...

ڪوچ جو ڪر سامان ڪنو، اڳيان
ڪشت سفر جو سهڻو آهه— سوچ ...

رنگ عجب قدرت جا جيڪي،
ڪالهه ڏٺيو اڄ ڏٺو آهه! سوچ ...

من مايا جي ريت نرالي،
ڪي نه دڪايل ڪهڻو آهه— سوچ ...

## مايا جو سنگ ڇڏ!

سوچيو سوچيو اوهين ڇڏيو سياڻا ٿن - مايا جو سنگ .
ٿن - مايا جو سنگ ڇڏيو اوهين ٿن - مايا جو سنگ .
سوچيو سوچيو ....

وِهه اٿس واسينگ وانگيان آهي قاتل مار،
ڪين سنڀالي سگهي اُهو جَنُ،
ماري جنهن کي ڏنگ .
سوچيو سوچيو ....

ڏرو ڪرم ڪان دور ڪري ٿي ڏنگي ڏسائي راهه،
هري پڳتن جو سنگ ڇڏائي،
وجهي پيچ ۾ پنگ .
سوچيو سوچيو ....

ٿن چالڪيءَ مايا جي هرڪا بري ڏکايل! بات
چنتا لائي چاهه وڌائي،
وجهي وشئم جو وَنگ .
سوچيو سوچيو

## ڪوليءِ ڏس در

دل جي مندر جو در کول،
من جي مندر جو در کول.
ڪهڙي ڪارڻ جڳه ۾ آئين،
مورک! چوٿو من ڀرمائين،
مٺ مهانگي مهل وڃائين،
جيون جو ڏن ڳول — دل جي ...

جاڳي تو نه دکايل جاڳي،
ڪين سچڻ جي راهه سڃاتي،
حرص جي هٿ ڏنء حياتي،
پي نه پيالي پول — دل جي ...

سنڌا نہ وڃھ !

سنڌا وڃي ٿو سمجهين هي منهنجو ملڪ آهي،
هي تنهنجو ملڪ ناهي، هي ڪنهن جو ملڪ ناهي.
ڏاي و گهياو آهين، جيڪس ٿو پنهنجو پائين،
ڪنهنجو هي ٽيٽو ناهي، لڪ جي ڪٽي ڪو چاهي.
هي محل هي منارا، تابوت تاج وارا،
سو جي ڪٽي آذيندين، وجهندءِ گهڙيءَ ۾ ڊاهي.
هيءَ جات پات قوميت هيءَ تنهنجي منهنجي ملڪيت،
سڀ ڪجھ ڇڏي دکايل! منزل ڏي هل تون ڪاهي.

## ڪر بي نقطي غين

نالو وٺ هروار هريءَ جو نالو وٺ هروار
راس ڪندءِ ڪرتار سدا ڪم راس ڪندءِ ڪرتار.
هريءَ جو نالو وٺ هروار ....
جهنگ ڪيڏي ڪر صاف بني جيئن لاهُه نه پڪڙي پاڙ،
لوڀ اٿيئي جڙ پاپن جي رک ڪون ڪنهن جي تاڙ.
ڪيڙڪري، ٻج - ڇٽ ڪر، تنهن پو، ڪڻ تون فصل تيار،
هريءَ جو نالو وٺ هروار ....
مايا جي چڪر ۾ ڦاسي منٺ ٿي حيران،
ڏن ۾ ڪستوري نه سڃاڻي، ڀٽڪين ڇو سرگردان!
سون اٿيئي اندر ٽنهنجي، ٻاهر ٿي ٻُڪ ڇار.
هريءَ جو نالو وٺ هروار ....
سانت سچي مهمتا ۾ ڪانهي، هي ويدن جو واڪ،
انترمک ٿي چپ ساڌي ڪر بند دريءَ جو ڪاڪ.
ٽول منو سنتوشي ملندءِ، وير نه پوندءِ وار،
هريءَ جو نالو وٺ هروار ....
ٻاڇي مان ورندو نه دڪايل! ڪر هٿ املي عين،
عينُ بينُ جي عينُ ٿئين تون ا ڪر بي نقطي غين.
موهه جو ڪوڙو ڪرم ڇڏي، ڪڻ پريم جو سچ بروار،
هريءَ جو نالو وٺ هروار ...

## سڏيندو ئي رهه!

سڏن تي ڪري سڏ، سڏيندي رهان شل،
سدا پاڻ توسان ڳڏيندي رهان شل.
بکارڻ مان آهيان تون ڏاتار منهنجو،
ڏنو تو جو توکي ئي ڏيندي رهان شل.
ڏسان سنگ جنهن ۾ نه سو رنگ تنهنجو،
اُهو سنگ سڪڻو ڇڏيندي رهان شل.
دکايل ڏسان مان جتي تنهنجي صورت،
اُتي نيڻ-مندر اڏيندي رهان شل.

## اڪيلو سفر

ڪوڪي سفر ڪي وڃڻو آهي سڄڻ اڪيلو،
پاڻان پڻن جي سنگت ڏينهن ٻن جو ڇاڻ ميلو.

ڦٽسي جي ٻريت ڇاڇي ڏرڪيءَ جو موھ ڇاڇو،
ماسو مٽي نہ ڪٽندين ڪامي جو ڪو اڏيلو.

هي محل يا اٽاريون هي روپ ۽ جواني،
ڪنهن ساڻ ٿيا نہ نيبهہ ناحق نہ ڪر جهميلو.

ٻورهيت نہ پائي ڪاڏو، هُٽ پاپ ساڻ واڏو!
هڪڙا هزار ميڙن، پين وٽ وَرَهُ نہ ويلو.

جيڪي بہ ڪون ڪمائين، ڏاتر جو ڇاڻين ڪائين،
جس پائين، ڄڳ ڪٽيڻي هي ڪوڙي هڙ سهيلو.

اهنڪار کي وساري دل ۾ ڪون ڏار سائين،
چونڊي نہ ٻوء دڪايل! ڪوڪي دنيا گهيلو.

## گيتا جو وچن

پيٽ ڀرڻ جو نہ آهي هن هچاري ڪام جو،
آهہ گيتا ۾ ڇيل اهڙو وچن گهنشيام جو.

روپ جي واسينگ واسيو آهہ ڀولي پيار ڪي،
ڪو اچي جوڳي پڙهي منتر مٿر هري نام جو.

پريم جي اچ ڪلپ وڻ ڪي ڪو لڳو ڪيڙو اچي،
مارجي ويندي ٻڌي، پيو تاپ سهڻو عام جو.

موهہ جي ڦاسيءَ گهٽي هئہ هئہ جهلي سوگهو ڪيو،
ڪيئن ڪٽيان ڀوءِ آءٌ هي زنجير ڌهري دام جو.

اچ ٻٽيو آهين دڪايل! نفس جو ايڏو غلام!
جو ويو ڀاڄي آهہ توڪان نانءُ پياري رام جو.

## ڪوئي نہ ڪنهن جو سنگي

ڪوئي نہ ڪنهن جو سنگي ري بابا!
ڪوئي نہ ڪنهن جو سنگي.

ڪُوڙي مايا ڪُوڙي ڪايا،
لاب پدارٿ ورُ جي ڇايا،
ڇنُن ڏينهن جو ڇُنڪو دنيا،
دنيا آهہ درنگي ري بابا.
ڪوئي نہ ڪنهن جو سنگي.

مورک جيئڙا ماڻ ڇڏي ڏي،
مان، توُن جي ڇڪتاڻ ڇڏي ڏي.
ويجهو پسندين پوءِ دڪايل!
دور نہ راهبُ رنگي.
ڪوئي نہ ڪنهن جو سنگي.

## چا ڪريان؟

چا ڪريان،
هن چنچل من کي چا ڪريان،
چا ڪريان مان چا ڪريان - هن چنچل ....

بـانـدر وانگر اَڪ مَٽڪائي،
هِٽ هُٽِ پيو ٽو جهانئيون پائي.
هَن جاهل مَن کي چا ڪريان - هن چنچل ....

ڏيان سماڌِ جو مُور نـه آدي،
ڪِن ڪِن ۾ گهرجيس اُپادي!
هَن د ربل من کي چا ڪريان - هن چنچل ....

آتم سک جو پيد جي جاٿي،
موُج دکـا يـل! جيڪـر ماٿي.
هن بيقل من کي چا ڪريان - هن چنچل ....

## جيئڻ جو سچو مزو

سُکن ۾ وچائي ڏکن ۾ ٿي پايان،
جيئڻ جو مزو ٿي دکن ۾ پيي پايان.

هوائون لڳن ٿيون جي مؤجون آٿن ٿيون،
ڏ نگي دل جي لوڙين کي نت ٿي نچايان.

کنارو پيو ايندو ڪڏهن هي ڪڏهن هو،
سُکن کي ڇو روئان دکن کي ڇو ڳايان.

پيئي منهنجا ساٿي، بنهي جي مان آهيان،
ڇو هِن سان لڳايان، ڇو هُن سان ٿيايان.

نہ ٽرندي ٿيو حاصل نہ ٻڏندي وڃايم،
ٽبيءَ سان ملي ٿو ٽبيون ٿي لڳايان.

دکايل! هي درياھ دل جو پيو وهندو،
لُڙهي لهر ۾ ڇو مان سڀ ڪجھ وڃايان.

## او سؤداگر!

اُٿ سؤداگر! سودو سار،
بند مٿان ٿي وڃڻي بزار- اُٿ سؤداگر! ....

تنهنجي سائين سؤدو ساريو،
تو غفلت ۾ وقت گذاريو،
سڀن سنواريو پر تو هاريو،
ڀهل جو ماهه ويچار- اُٿ سوداگر! ....

ڪال ڏڪايل! ڪين سڃاڻي،
جيڪي اڄ ٿئي ڪر نه سياڻي،
گذريءَ کي ڪر ياد نه هاڻي،
بگڙي بات سنوار- اُٿ سوداگر! ....

## او وڻجارا!

اُٺ وڻجارا وکر وهاءِ.
کالهہ وڃايءِ اڄ نہ کماءِ - اُٺ وڻجارا ....

هڪڙو آهي سنڌ اٺانگو،
ٻيو گهر سؤدو ٻيءِ مهانگو!
جاڳ سمي جو کر کو سانگو،
غفلت ۾ نہ گنواءِ - اُٺ وڻجارا ....

وقت وڃائين ٿو عيشن ۾،
رات سمهڻ ۾ ڏينهن رونشن ۾،
ڪڏهن دکايل! سوچ تہ مَن ۾،
ڪجهہ ويڃاءِ - اُٺ وڻجارا ....

## طلبيندو رهم

ٻلندو رهم خوش ٿيندو رهم،
مشڪل ڪي منهن ڏيندو رهم.

مرد! مصيبت سان منهن ڏيئي،
آفت آڏو ايندو رهم.

ساهم ۾ سڪ ۽ سوز سمائي،
ساهڙ ڪني ته سڏيندو رهم.

ٽوڙي تار ڪري هو ٽوڪي،
هن سان ڀاڳ ڳڏيندو رهم.

هجران ورچي دل نه دکايل!
وصل سدا طلبيندو رهم.

گرپ ماتا ۾ ٻڌو تو پاڻ جنهن اِقرار ۾،
سو وساريو ڪيئن اي غافل! تو اچي سنسار ۾.
زر جواهر جو قدر بيشڪ ڪٿيندو جوهري،
ڪوهري ءِ وٽ ڪين ايندو لعل ڪنهن ويچار ۾!
ڏس صرافيءَ جي نظرسان پرک ڪرسچ ڪوڙ جي،
ڪين دائم ڪوڙ ڪو ڏيندو نفعو واپار ۾.
ڪرسچائيءَ جي خريدي ڪوڙ کي ڏڪ ڏوڙسان،
چاڙ ڪوڙي جي حياتي دوزخي، ڦٽڪار ۾.
بت پرستي باورا! نينده ن دلبر جي قريب،
سمجھ سياڻا ڪرسهي، آهي رکيو ڇا ڇار ۾؟
ڪين قابو مندرن ۽ مسجدن ۾ دلربا؛
تو پسان جاوو سندس هرجنس ۽ جنسار ۾!
ڏس ڪنول جو گل رهي جل ۾، رهي جل کان جدا؛
بس اِهوئي راز مخفي آ انهيءَ اِسرار ۾!
بات سؤلي ناهه سٺري، ساڌنا ساڌڻ کپي،
گيان جي پرڪاش سان نج نرت نرآڪار ۾.
ايڪتائيءَ جو اکر دائم دڪايل! ياد رک!
ڪر يار جو ديدار ڏر ديوار ۾.

## حيرت!

ٻاريءَ جو رات ساري،
ساڳيو ڏٺو صبح جو.
سورج کي ڪڏهن مس،
هٿ سان ڇڏيءَ وسائي!

تنهنجو ڪتاب، ڪيسين،
رهبر رهيو دڪايل!
جيسين ٿيءَ گيان حاصل،
پستڪ ڇڏيءَ جلائي!

پاڳل سڏي ٿو هرڪو،
حيران آهه دنيا،
حاصل ڪري ورهين ۾،
پل ۾ ڇڏيءَ وڃائي!

# ڀڄن

## سب يار جي حوالي

جيڪي ھڄئي ڪري ڇڏ ھڪ يار جي حوالي،
تنھنجون مڙيئي خوشيون غم پل سو سڄڻ سنڀالي.

جنھن لاءِ خاص پنھنجو ڏاريو نہ ڪو دنيا ۾،
سيني ڪي ھڪ سريکو جو پيار ساڻ پالي.

ڏراءِ نـــہ بار لڳندءِ نڪي آسمان ڳڙرو،
ھن جو بڻي ھميشھ جڳھ ۾ ڏسين جي جالي.

تنھنجي ڪسيءَ ٻڪيءَ جو ھرڪو حساب جنھن وٽ،
بيزار ٿيءَ نـہ تنھن کان ڏوڙي ڪٽي ڏمالي.

وھم و گمان دل جا جنھن دم ويا دڪايل!
ھيٺو ڪيو نہ ھرگز ڪنھن ڪشت يا ڪشالي.

## جي مڪت چاهين ته.....

مڪت جي چاهين ته ڇڏ وڪ سڀ وشيءَ ۽ واسنا،
سانت، ڌيرج ۽ ڪميا جي ساڌ پورن ساڌنا.
آهہ برندڙ آگ جيئن سنسار، پاسو ڏرت ڪر،
آءُ سيتل ديس ۾، ٿيندين اجر ٿيندين امر!

پرٿوي آهين نہ جل آهين، نہ ٿون آهين اگن،
۽ نڪي آڪاش آهين ۽ نڪي آهين پون.
تون پنجن ڀوتن جو داتا، سروڌا ساکي مگن،
جاڻ رک نج روپ جي، ٿيندين اجر ٿيندين امر.

تنُ جدا، چيتن جدا، رک صبر جي سرمايگي،
ٿي سکي نت ماڻ تون سنسار جي آزادگي.
آشرم ۽ ورن جو پاڇي نہ تون آيمان ڪر،
تُوڙ بنڌن ديھہ جا، ٿيندين اجر، ٿيندين امر.

دور آڌرم ڌرم کان، تو ۾ نہ دک سک ڪامنا،
من جا آهن ڌرم سڀ، ڪرتاپنا ڀوڳتاپنا؛
سڀ جو ساکي تون آهين، درشيہ کان پر دور تر،
جي سڃاڻين پاڻ کي ٿيندين اجر، ٿيندين امر.

اهو جي اِيمان آندو ٿوڪي ڪيول ناس ۾،
پر نہ ڄاڻيءَ پاڻ کي، ٿاٿو رهئين پوَ ٿاس ۾.
ٿون نہ ٿن لوڪن جو ڪرتا، پاڻ شردا سان وچر،
پريم جو امرت چکي ٿيندين اجر، ٿيندين امر.

آءٌ شڌ ۽ آءٌ بڌ، ايءَ گيان جي جوتي جڳاءِ،
ناس ڪر اگيان انڌارو ۽ ڀيائيءَ کي ڀڳاءِ.
نانگ نوڙيءَ منجھ جيئن پاسي ٿو تيئن برهمانڊ ۾،
بوڌ ۽ سک پاڻ تون، ٿيندين اجر، ٿيندين امر.

ٿو رکي جو مکت جو اِيمان، سو نر مکت آهہ،
بنڌ جو اِيمان جنهن کي، موڙهہ بنڌن يکت آهہ.
تج غلامي پاپ، سک آزادگيءَ وارو اکر،
پوَ بنڌن مان مکت ٿي، ٿيندين اجر، ٿيندين امر.

آتما ساکي، اَچل ۽ آهہ پورن سروگڻ،
دور جنهن کان سروڌا هي آهہ پوُ منڊل پنوڻ.
اي دکايل! پنهنجي نج سوُ رُوپ جو هڪ ڌيان ڌر،
اهڙي رک شڌ پاونا، ٿيندين اجر، ٿيندين امر.

## خيال رک!

من جي ڪتاب تي لک مس سان،
متان قلم سايت ڌھي نہ وڃي.
قلم سايت ڌھي نہ وڃي؛
ھي خيال رباني لھي نہ وڃي!
من جي ڪتاب تي لک مس سان ....

جيل آئينہ جاءِ عبادت،
وقت وصال وھي نہ وڃي.
متان قلم سايت ڌھي نہ وڃي.
من جي ڪتاب ...

سختي من جي ڪسرت خاصي،
حيف! جي سور سھي نہ وڃي.
متان قلم سايت ڌھي نہ وڃي.
من جي ڪتاب ...

صبر دکايل! تيءِ جي ساٿي،
منھنجي ميار؛ نھي نہ وڃي.
متان قلم سايت ڌھي نہ وڃي.
من جي ڪتاب ...

اجائي لاف نہ هڻ!

هڻ نہ اجائي لاف لباڙي!
سورن جو پنڌ آهہ ٻري.
هڻ نہ اجائي لاف ...

ڏور ڏسي ڏونگر ڏُڪرن جو،
هت ٿو تنهنجو ڏِل ڏري.
هڻ نہ اجائي لاف ...

آگ اُلن واري سا ڪاٽي؟
ٿوَ تي تنهنجو هيانءُ ڳري!
هڻ نہ اجائي لاف ...

رُوَدَ ڪشالن ڪُنَ ڪشٽن ۾،
ڪو دل وارو پير ڌري.
هڻ نہ اجائي لاف ...

عشق بنا پيو ڪير دکايل!
ايڏا بِرسِر سوُر ڪري.
هڻ نہ اجائي لاف ....

ڏوهڙو:-

ٿانءُ ، هڪڙو ٺاهيو تي چڪ ويهي ڪنڀر
ڳهڙ ساڳي ليڪن ڏنس هر ڪنهن پنهنجو نانءُ،
نبيرو ڪيو. ڪٿي نانءَ رکو آءٌ، ۽ ٻون نيڻن

۲

مٽي ڌلي ۽ ھٿ تي ساڳي ڪم آئي،
نانءُ سڃاڻپ لاءِ پيو نہ تہ ذات نہ ساڳيائي.
ليڪي ۾ جوڙو اکيون پر نظر نہ هڪڙيائي،
هڪڙيءَ جا ڪاري ڏٺي، سا ٻي نہ ڏسي سائي.
ڪوڙو جو هڪ ڪن سٺيو سو ٻئي نہ سٺيو جائي،
ڪاري جيپ ڪي ڇو لڳي؟ جي آهي ھنائي.
ٻن ناسن هوندي رهي خوشبوءِ آهڙيائي،
جدا سنگهڻ سان پوي فرق نہ ڪو پائي.

نالو برڪتن لءِ پيو رڳو ڪابي ۽ ڏائي،
پر حقيقت ۾ جي ڏسون نہ شيءِ آهہ اُهائي!
خالق هڪڙو خلق جو جنهن خلقي خدائي،
تنهنجي منهنجي پاڻ ۾ آ عبث جدائي.
گهوريو جهڳڙو گهر جـو ٻن ڀٽي لڙائي،
حق جو نعرو جي سٽون نہ ڪاهي ڪا ٻيائي.
هندو، مومن، سک هجي ٽوڙي هجي عيسائي،
سڀ ۾ سمائي هڪ ذات دڪايل! رب جي.

۳

منهنجو منهن هيڏي ڪري تنهنجو منهن هوڏي؛
مونکي پڙڪائي وري آيو ٿئي ٽوڏي!
وجهي ليمہ ڪير ۾، ٿو سبب ويٺو ڏي؛
ڏاڙئي جي ڏوڏي الا! ڦتائي ڦاڪون ڪيو.

۴

تياڪڙ جو گهر ۾ پيو جنهن پل ڳڙرو پيرَ،
ڪلفت ڪيني منهن ڪيو ڏوڏي ويڙو وير.
ڏاريائپ ڪاهي پئي آيو ڦند ۽ ڦير،
هر ڪنهن پتڪي جو رکيو پنهنجو پنهنجو پير!
رت وڇوڙيو ملڪ ٿيو ٽون ڪير ۽ مان ڪير؟
پنهنجو جاٽي غير! اسان پَرڪي اڄ اوڏو ڪيو!!

## ڪُل ذات سبحان جي

ڪُلُ ذات آهي سبحاني،
هي ڦرڦن جو فرق عبث،
اِهو مرڪ ناهي اِنسانيءَ!
ڪل ذات ....

هي جڳهہ سارو نور اُپايو
هر صورت ۾ پاڻ سمايو،
نرمل نور ظهور ۾ آيو،
ٿي هر شيءِ نوراني ـ ڪل ذات ....

لاهوتي

خاڪي پتلو خاڪ اُٺائي،
هندو، مومن، سِک عيسائي،
هڪ ڪاريگر يار بڻائي.
جوڙ سڄي جسماني – ڪل ذات ....

هي قدرت جا کيل تماشا،
وحدت جا ڪثرت ۾ پاچا،
حيرت جي حد ڪانہ رهي ڪا،
رمز پسي روحاني – ڪل ذات ....

گانڌيءَ مرشد حق پرچايو،
ايڪ انيڪ جو ڀيد ٻڌايو،
راز هي مرم جو سمجهہ ۾ آيو.
(ٿي) حاصل بات حقاني – ڪل ذات ....

جڏهن دکايل پائي جهاتي،
سهڻي يار جي ذات سڃاتي.
جاتو تڏهن هي کيل مٺاتي.
ڪانہ رهي حيراني – ڪل ذات ....

# عشق الاهي

سمجهڻ سولي ءام، ناهي سرتيون
عشق الله جي – سمجهڻ سولي ......

عشق الله سان جيءَ کي جوڙي،
بي سب پيائي ڇڏ تون ٻوڙي،
تون، ڏون جو ٻي جام – سرتيون ......

عشق جي جاءِ خوديءَ کان خالي،
عشق دنيا جو واحد والي،
عشق ئي آهه اِمام – سرتيون ......

عشق ڏکايل جيکي کن ٿا،
دنيوي سک جو صدقو ڏين ٿا.
نيڻين ننڊ حرام – سرتيون ......

ڏوهڙو
عشق الاهيءَ سان اديون چولا رڱيا جن،
پائي ڪفني پريم جي حق سڃاتو تن،
سي ڪيئن دور رهن، جن جو عشق الله سان.
سمجهڻ سؤلي ءام ناهي سرتيون!
عشق الله جي – سمجهڻ ......

## نرالا رنگ

ڪنهنجا عشق نرالا رنگ - وي ميان! رنگ.
وجهين روزنوان ٽورنگ - وي ميان! ونگ.

ليلىٰ ٻٽجي مجنون موهيءَ؛
سَتُر ستيءَ سهڻيءَ جو کوهيءَ!
ڄوريءَ اهڙا چنگ - وي ميان! چنگ.

سسئيءَ حال وڃايا روئي،
هوت ڪيو بدنام هو، تو ئي.
جهاڳيائون جهر جهنگ - وي ميان! جهنگ.

رمز رکي راٺي کي رُسايءَ؛
مومل کي جيڏري هو جلايءَ!
خوب ٽو چاڙين ڍنگ - وي ميان! ڍنگ.

جنهن هيڪر هيءَ پيتي سُرڪي،
سر سي ڏکايل! ڏيندا مُرڪي،
ڏاڍا هٿين ٿو ڏنگ - وي ميان! ڏنگ!

## ذڪر الاهي

آ اللهو آ اللهو آ اللهو آ اللهو،

۱

تون رازق رحيم آنهن رحمان تون،
منهنجي عاقبت جو نگهبان تون،
ڪندين ساري مشڪل کي آسان تون.

آ اللهو ..........

۲

سندءِ نور جلوي نما جابجا،
چون ثا نہ آهين تون مشڪل ڪشا،
بُلند آهہ چؤطرف اهڙي صدا.

آ اللهو ..........

٣

سنياليءَ سان جنهن جي ٿئي جنت نصيب،
اچي ڪين منڪر، نڪير اُتريب؛
ڪري جنهن ڪان پنهنجو، خدا جوحبيب.
آللهو ...........

٤

الـل قاعدو جنهن شهنشاهہ جو،
عجب آهہ دستور داناهہ جو،
اسم پاڪ آهي تنهن الله جو.
آللهو .........

٥

ڪري ڪير قادر جو ظاهر بيانْ،
سندس روشنيءَ کان ٿيو روشن جهان.
نہ هستيءَ جنهنجي ڪو ذرڙو گمان.
آللهو .........

٦

ملي جنهن جي قدرت جو مشڪل سبب،
دکايل! سندس ڪارسازي عجب،
زبان تي رهي ذڪر هي روز شب.
آللهو .........

جاڻ دنيا جي ڪوڙي ياري،
ياريءَ مان ٿي پوندءِ خواري،
لهندين ڪنهن مان ڪين سچاري؛
ٻُهِه مان واءِ وٺيندو ڪير.
وٺيندو ڪير؟ شوق خوشيءَ ۾ ....

جوڀنو جوڀن جوڀني جواني،
دنيا فاني چڱ نادانيءَ،
ايندءِ آخر موت نشاني،
واريءَ ڪوٺ اڏيندو ڪير.
اڏيندو ڪير؟ شوق خوشيءَ ۾ ....

صورت سهڻي ڪين سدائي،
حسن ۾ ناهي وات وفائي،
آهي دڪايل! جورو جفائي،
پاڻيءَ پُرڻُ پريندو ڪير.
پريندو ڪير؟ شوق خوشيءَ ۾ ....

## حق موجود

حق موجود سدا موجوُد،
ڪنهنجو ٻئي ڪنهن سان ڇا سوُد؟
حق موجود سدا موجود.

ظاهر باطن نـوُر الاهي،
عابد تون، تون ئي معبوُد.
حق موجود سدا موجود.

ٻئي هنڌ ٻاهر ڇو ٿو ڳولين؟
وارث ڪنهنجي آهه وجوُد.
حق موجود سدا موجود.

دنياداري حق جو پاڇو،
پتڪڙ جنهن ٻويان بي‌سوُد!
حق موجود سدا موجود.

عشق الله جو دل ۾ دائم،
دُڪندو شال دڪايل! دؤد.
حق موجود سدا موجود.

## مهر جا هنڙا

ڪاڪ واريون ڇا ڪنديون ؟
جي خاڪ وارن جو ڏٺي،
مهر پنهنجيءَ جا ڏئي هنڙا،
مٺي وندم ڪٺي.

مڻ مندايون ڇونہ مون منجهہ،
پر هو بخشيندڙ گهڻو.
نرم نِتُ سو ناهُ وَرُ،
توڙي سندم دل پاهڻي.

صورتن جي سورڪيءَ جا،
داءَ مون ڪيڏا هنيان.
هر گهڙيءَ هر حال ۾،
هُن جي مدد پهتم گهڻي.

در دڪايل ڪيٽن ڇڏيان،
اهڙي مٺي محبوب جو.
لطف جنهن جي ساڻ اڄ،
آهي سندم قسمت بڻي.

## اؤکيءَ ۾ ڪم ايندو ڪير؟

شوق خوشيءَ ۾ شامل هرڪو،
اؤکيءَ ۾ ڪم ايندو ڪير،
ايندو ڪير؟ شوق خوشيءَ ۾ ....

زر سان يارن جي آ ياري،
بن زر سڏجي شاهہ بڪاري.
زر جي هرڪنهن کي درڪاري،
ساٿ سچي کي ڏيندو ڪير.
ڏيندو ڪير؟ شوق خوشيءَ ۾ ....

ھر

## ڪيئن چوان دور؟

سڄڻ!
ڪيئن چوان تون دور سڄڻ!
ڪيئن چوان تون دور.
انڌي ڀر پايان هرد و حاضر منجهه حضور
سڄڻ! ڪيئن چوان تون دور.
ڪاڪ جي جادوءَ ڪين پلاڻيس،
نت ناگر جي مان نه ٿيايس.
مُنڌ جي طلسم منجهه نه آيس،
تون جو وسين نت نور سڄڻ! ڪيئن چوان ...

علم عقل ڪو مون نہ پرايو،
حرفت هنر نہ مور هلايو.
پاڻ خاطر پاڻ پلايو.
ديواني دستوُر سڄڻ! ڪيئن چوان ...

جاتم هرڪا ديهہ دڪارو،
جت ڪٿ ساڳيو هڪ پسارو.
حاصل واصل ٿيو ڪُلَ سارو،
ٿي جو بي آڪ بوُر سڄڻ! ڪيئن چوان ...

انيئہ آڪ ڪُلي جا خامي،
ڪانہ دڪايل بيائي پاسي،
اندر باهر هير عُلاسي.
مؤج ڪيو مخموُر سڄڻ! ڪيئن چوان ..

لهر

سِڻ سان وس ڪوهي وينس،
اُڏندي گس، گسُ ڪوهي وينس!

ت هَٿ پيو ٽـو پـٽڪان،
رات ۾ ڏينهن پيو مان سڏڪان.

پنهنجو پاڻ وسيلو ٽيان جي،
پنهنجي دک جو حيلو ٽيان جي!

جيڪر پوءِ هيڏو نہ رٿان ها،
لڙڪن سان منهن ڪين ڌٿان ها.

هاڻي ٻـي جـي پورلو نڪري،
هن هُن جو هي رولو نڪري.

پاڻ پڇاڻ جو پنڌ نہ پلجان،
آدي جـاتل سَنڌُ نہ پلجان.

پوءِ جيڪر ڪو دک نہ ستائي،
آنند ساڻ چڙيان دل ڏائي.

پيار جو پارُ سڃاڻي پُرجهان؛
آڻ هوندي مايا ۾ نہ اُلجهان!

## تارَ ته تاڻ

ڪاڻِ نه ڪار تنبوُر جي،
سُڌ نه ھجيڻي جي سوُر جي.
ڪاڻ نه ڪار تنبور جي.

سؤلو ھي نه سروُد وڄاڻ،
ھت لائي آ جند اَزاڻ.
حاجت ھِت نه حضوُر جي،
ڪاڻ نه ڪار تنبوُر جي.

جاڻُ محبت سستي ناھي،
ملھ مھانگي مستي آھي.
پَڇَڙَ نه ڪر ھِن ٻوُر جي،
ڪاڻ نه ڪار تنبوُر جي.

نيڻ ڪرين ته نِڪر ٿي نانگو،
لاھ دڪايل سِر جو سانگو.
نؤبت ھت ناسوُر جي،
ڪاڻ نه ڪار تنبوُر جي.

نيا موکي چا پيي سمجھي،
موکي ڏنهن جي ڪوڙي پروا.
دنيا ڏار ڪري پل موکي،
اُن جي هرگز ناهي چنتا.
خيال اچي ٿو ور ور هڪڙو،
پاڻ کي شل پاڻ جي نه وڃان مان،
پاڻ سان قول ڪيا ٿم جيڪي،
پاڻ جي سي هرگز نه پڄيان مان.
ٻئي ڪنهن جي هيءَ ناهي مايا،
ٻئي ڪنهن جي هيءَ ناهي ڇايا.
روپ ٿي نانءَ ٻيئي مان آهيان،
مان ئي ويٺو سانگ رچايان.
کيل ڪريانٿو دم دم ويٺو،
راند رمانٿو هردم ويٺو.
مان پتلي مان ئي بازيگر،
راند ٻي مان، مان ئي راند يگر!
پَر جي هيءَ پر ڪجهه پرڪائي،
آنڪ نه ٻئي جي ڪين پڄائي.
جاٽي پيي آڏجاڻ ٿيانٿو،
ڏس! ڪيئن پاڻ جي پاڻ وڃانٿو،

كو تہ سبب أنجو ٻي هوندو؟
كارڻ كنهن ٻولي هي هوندو؟
هاڻو، هي ٻولو سمجهائڻو،
وڃ وارو رولو سمجهائڻو.
مان جو سک دک ڏاران آهيان،
سو چو تو سک دک ۾ ڦاسان؟
پاڻ ڳنڍي ۽ پاڻ ڇڄي ٿيس،
پنهنجو پاڻ کي تو ڦٽكايان!
واه جو منهنجا رنگ نرالا،
چا تہ عجب ٿيا منهنجا چالا.
وحدت مان ڪثرت ۾ آيس،
مُسرت مان حَسرت ۾ آيس؟
حسرت ھيءُ مسرت بڻجي ھا؛
جي وحدت، وحدت پسجي ها.
مان ڪثرت جي ڦير ۾ ڦگجي،
اڻ هوندي جي گهير ۾ ڦگجي.
پاڻ کي پاڻ كٽي ڦاساير،
اڻ هوندي ٻولي ۾ ٻلايم!
ڪڙي كنهن ٻولي ۾ ٻلي ٻيس؛
راه ڇڏي بي راه رُلي ٻيس.

لهر

اڻ ٺارونءَ جي بات نہ ھبَ؛
ڪو ٺارونٽڙو ٺَڙ ٺانگھي؛
سبِزنڪي سرٽيون ھن ڏنگ جي،
اڙبنگ ڪو اورانگھي.

رُڌ ڪري ٿو رڙڪا باري
چاڙھي چڙھہ چؤڌاري،
مؤجون ھن مھران جون پيٺر!
ڪَپر ڪيڻ ٿيون ڀاري.

ٺارِ ڪَنين ڪر جُنگ وَھي ٿو،
ترندو توڪل وارو.
ٽُنبي واري ڪان نہ ڏکايل!
ھرگز دُور ڪنارو،
ھن پڙ رسندو سو ھڪ واري.
اچو تہ سرٽيون ......

اڻ تارونءَ جي بات نہ هئي؛
کو تارونڙو تَـڙ ٽانگهي؛
سيڙنکي سرتيون هن ڏنگ جي،
اڙبنگ کو اورانگهي·

روُد کري ٿو رڙکا باري
چاڙهي چڙهہ چؤڌاري،
مؤجون هن مهران جون پينر!
ڪپر کيرن ٽيون پاري·

تارِ ڪنين کر جُنگ وَهي ٿو،
ترندو تؤکل وارو·
تُنبي واري کان نہ دکايل!
هرگز دوُر کنارو،
هن پـر رسندو سو هڪ واري·
اچو نہ سرتيون ……

## ڳجهارت

اڇو ته سرکيون سليون ڳجهارت،
هــيءَ ڳـجـهـه واري،
سليون ڳجهارت هيءَ اِسراري.
اڇو ته سرکيون ......

اوپارو لاهوارو هڪڙيءَ مهل
چڪي تو پاٺي،
هڪ پاسي تو راڄا ڳهلي
ٻئي پاسي ٿي راڻي.

ي لهر

## شل نہ آٽڪي

دل جهوري نيڻن جي جهٽڪي،
شل نينهن نہ ڪنهن سان آٽڪي.

عشق اڪابر عقل وڃايو،
برهہ هٽي بدنام بڻايو.
سُرت ڪسي هڪ سٽڪي- شل نينهن ....

برهہ نسوري ترڪڻ بازي،
پاڻ جهلي ڪر جيتي غازي.
هاري، جيڪو هٽڪي- شل نينهن ....

عشق شمع تي ٿيريون پائڻ،
آهہ دکايل پاڻ پچائڻ.
سر پيو سوريءَ لٽڪي- شل نينهن ....

## ڳجهارت

اچو ته سرڪيون سليون ڳجهارت،
هي ڳجهه واري،
سليون ڳجهارت هيءَ اِسراري.
اچو ته سرڪيون ......

اوپارو لاهوارو هڪڙيءَ مهل
چڪي ٿو پاڻي،
هڪ پاسي ٿو راجا کهلي
ٻئي پاسي ٿي راڻي.

## عاشق ايندا اوچي ڳات

لڪ چپ جا ڪُل سانگ چڊي هٿ،
عـا شـق ايندا اوُچي ڳـات.
عـاشـق ايندا اوُچي ڳـات،
سـا لـڪ ايندا اوُچي ڳـات.
لڪ چپ جا ڪل سانگ چڊي ...

بدناميءَ پـر سي ڪيئن بجندا؟
ماري جَنِ ڪـي چاهَہ چمات.
لڪ چپ جا ڪل سانگ چڊي ...

ڪل ڦل پـائن راهـہ ڪنبائين؛
عـشـق ونـايـن جـيـڪـا وات!
لڪ چپ جا ڪل سانگ چڊي ...

ڏوُڏ ڏکايل، پـڙڪـا ڏيـئـي،
بـرهـہ جي بـاهـہ ڪيا پڙڪات.
لڪ چپ جا ڪل سانگ چڊي ...

## حق، حسن ۽ خير

حق، حسن ۽ خير جو هڻ نعرو،
پيائيءَ جو وجهي ٻَن پاچارو.

حق رحمت جي جهڙ ڦڙ لائي،
محبت جا نغما ڳارائي،
تو موؤج منيري ماڻائي،
سِڪ ساز سدا سو حق وارو.
حق حسن ۽ خير جو هڻ نعرو.

پَتِ حسن پڇاڻڻ واري اک،
هن رمز کي چاڻڻ واري اک،
صاحب کي سڃاڻڻ واري اک،
بَس بوءِ اندر جو سک سارو.
حق حسن ۽ خير جو هڻ نعرو.

وٺ واٽ دکايل! خير سندي،
واٽي نه جتي ڪا وير سندي،
جهونگار جتي سک سير سندي،
سلي مام ويو مرشد موچارو.
حق حسن ۽ خير جو هڻ نعرو.

لهر

## ساڳيو روپ

لاهوتي !
دل جي درپڻ ۾
تنهنجو منهنجو ساڳيو روپ،
ڪعبي بت خاني ۾ سوئي،
نرگڻ سرگڻ هڪ سروپ.
گيان گگن ۾ ديپ جلائي،
اوديا انڌ اگيان مٽائي،
سوکم من جو ڀيد لکائي،
پرجهه آگم سو روپ انوپ.
لاهوتي ! ....
دل جي درپن ۾
جنهن جن پاتو،
پاڻ ۾ پيهي جاتو.
جاڻ ۾ جاڻ وڃائي جاتو،
مام انهيءَ جو مرم سڃاتو،
انهيءَ وارن ڪان نه الوپ.
لاهوتي ! ....
دل جي درپن ۾
ستگر مهر ڪري سمجهايو،
ڀيد انهيءَ جو ڇيد بتايو.
حق الهام دکايل ! آيو،
تون ئي پرنءِ مٺي هن پروپ.
لاهوتي ! ....
دل جي درپن ۾

## ڳونگيون ٻوليون!

ڳونگن جون ٻُڌ ٻوليون يار!
ڳونگن جون ٻڌ ٻوليون.
ڪولي منهن چوندا نه، ڪندا
پر پيدا اندر چوليون يار! ڳونگن جون ...

لوڪن ڪان سي لڪندا وتندا،
سانڍي سڪ سي سڪندا وتندا.
چاهه پرينءَ ۾ چڪندا وتندا،
چاڪ ڪري ڪُلَ چوليون يار! ڳونگن جون ...

نانگن جون ڪهڙيون پوشاڪون،
جوڳين جون ڪهڙيون خوراڪون؟
سچ پڇيءَ تن جون اوطاقون!
سوُرن جون سنگ توليون يار! ڳونگن جون ...

اهڙن ساڻ ڳنڍي جن ياري،
حامل رمز ڪلي تن ساري.
چاڻُ دکايل! مَتِ موچاري،
ويساهين ڳَلِ جهوليون يار! ڳونگن جون ...

ي لهر

## اندر کوج

ر کوج کري لهَہ لعل، اندر کوج کري ·
ر جي ڏيکن ۾ چاهي؟ وارُ نہ لايپ سري ·
اندر کوج کري ......

وُپن رنگن جو لوڀي من ناحق پاڻ رلائي،
کوُڙيءَ رُج جي پياس کٽي ٽودردرجيءَ پٽکائي!
ڻ هونديءَ اُلجهن ۾ آيو ماريس ذوق ذري ·
اندر کوج کري ......

هي سپ کوُڙو ناٽ آڏمبر، کوُڙو کلَ ايمان،
کوُڙو راجا، پرجا کوُڙي، کوُڙ سَتا جو ماڻ،
ايکو سچ رگهو پرماتم، ساکي ساک ڀري ·
اندر کوج کري ......

ويد، پراڻ، قران پڙهين پر من ۾ پيد اگيان،
تيرٿ تکيا مَکا پيٺين؛ ناهہ دِيا جو پانُ
دل جي درپن ۾ کر درسن، ساڌک! ڌيان ڌري،
اندر کوج کري ......

ستگر لعل لکايو پَل ۾ آنيگم جوت جڳائي،
بيائي ٿاپ رهيو نہ دکايل! ناُر هنئين جو پائي،
حاصل هوت ڏنم هڪ هرجا پاپيانَ ڪين پري ·
اندر کوج کري ......

## لعل کي جهلِ

لعل کي جهل ڪ ڏسين سڀ ليلا،
ليلا ٿــي ســـڀ لـعـل جي.
هاتِ ۾ هاتِ ڪري ڏس حيرت،
ٻنهنجي ڦرب ڪمال جي - ليلا ٿي ...

پاڻ وڃائي پاڻ جي ڄاڻين،
حد بي حد جو ڀيد سڃاڻين،
ٻيائي ٻــوڙي حق پڇاڻين،
ڪاڻ پوءِ ڪيڙي ڪال جي - ليلا ٿي ...

دوُر نہ هوُ ڪنهن ڊِسِ ڪي آهي،
دم دم وينو پــاڻ لڪائي،
جو پرکي سو سنمک پائي،
حاجت سرت سنڀال جي - ليلا ٿي ...

موڳائي ڪم مور نہ ڏيندي،
چترائي ڪجهہ ڪين وٺيندي،
در دوساٽي دکايل نيندي،
ويسهہ وات وصال جي - ليلا ٿي ...

## لاهوتي لَهر

الائي، سچ پچ آهي ڇا ؟
ٿُرُ آهي يا لقا.
ڪي ٿا چون ته آهه فنا،
پر ڪي ٿا چون بقا!
الائي، سچ پچ آهي ڇا ؟

ڪي ٿا چون تہ آهہ نئيءَ ۾،
اِئباتي غـوغـا.
ڪين ۾ ڪيچ ڏسي ڪي ڏين ٿا،
حيرت جا هوڪا،
الائي، سچ پچ آهي ڇا؟

سالڪ ڪي سڪ وارا آهن،
ساڪي هن ڳجهہ جا،
جن جوڳين ٻرجهايا ڀيهي،
ڀيد ڀريا نُقطا!
الائي، سچ پچ آهي ڇا؟

انيڙ واريءَ ڀــاس بتايو،
يار وسي هرجا.
ديد جي ڀهچ کان دور دکايل!
دلبر جا ديرا.
الائي، سچ پچ آهي ڇا؟

## لاهوتي لهر

الائي، سچ پچ آهي ڇا؟
ٽُرُ آهي يا لقا.
کي تا چون تہ آهہ فنا،
پر کي تا چون بقا!
الائي، سچ پچ آهي ڇا؟

وڃڻ واري
وات نہ ونندو، تيسين سندس کوچ وٽرت ٿي
آهي. سماجواد بہ تيسين ٽڪڻ وارو ڪونهي، جيسين
انهيءَ جو بنياد اڌياتم يا هڪ آتما تي بدل نہ هوندو.
انهيءَ ڪري ٿي گيتا، '**واد**' کي ڇڏي '**يوگ**' تي زور
ڏنو آهي. 'ساميواد' جيسين 'ساميہ يوگ' نہ بڻبو، تيسين
ستيہ جو درشن پوري ٽي ڪين سگهندو. نڪي نفيءَ ۾
اثباتيءَ جو غوغاءِ ٿي بدڻ ۾ ايندو. اڇو تہ اسين بہ
پن پن ڌرمن ۾ هڪ ٿي 'حقيقت' جو ديدار ڪري،
انهيءَ ساڳيءَ مول 'سچائيءَ' جي ساک ڀريندا رهون،
جيڪا اسان کان دور آهي ٿي ڪين. البت انهيءَ لاءِ
سرت سنڀال جي ساڃاءِ کپي.

'دڪايل'

## نفيءَ ۽ اثباتي غوغاءَ

ڪوبه ڌرم يا مذهب، ڪنهن هڪ فرقي يا گروهه جو ٺيڪو نٿو سگهي؛ نڪي ستيه يا حقيقت، ڪنهن مخصوص شخص جو ٺپي ورثو آهي. انهيءَ ڪري ڌرم يا مذهب جي نالي تي، جيڪي جهڳڙا فساد ٿين ٿا، يا لڙايون لڳن ٿيون، اهي ڌرم چاهي مذهب جي نالي تي داغ آهن؛ ائين چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته اهڙيون ڳالهيون، حقيقت شناسيءَ کان ڏهه ڪوهه ڏُور ٿي ٿيون وڃن.

يارت ۾ ڪيئي ڌرمي فرقا پيدا ٿيا؛ هر ڪنهن فرقي، ڪنهن نه ڪنهن اوتاري پرش جي نالي پنيان پنهنجو پنٿ شروع ڪيو. حقيقت ۾ انهيءَ ستيه يا سچائيءَ جا خضا نه ٿي نٿا سگهن؛ ته پوءِ جدا جدا اوتارن يا انهن جي ويچار جا مڃيندڙ پاڻ کي هڪ ٻئي کان الڳ ڇو ٿا سمجهن؟ جڏهن مول ويچار ۾ متڀيد آهي ئي ڪين، ته پوءِ هي ڀن ڀن وقت يا استانن تي چيل يا ڳايل ويچار اصل 'حقيقت' کي وراهي، ٽڪر ٽڪر ٽوروئي ڪري سگهندا.

'لاهوتي لهر' انهيءَ 'حقيقت' جي ساک ڀريندي ته ايشوري شڪتيءَ جو درشن ويساهه بنا ٿي نه سگهندو، جو ته ويساهه ئي هر ڪنهن ڌرم جو روح آهي. ڪرم ڪانڊي هجو يا ويدانتي؛ شريعت جا پابند هجو يا طريقت کي مڃيندڙ. مطلب ته ڪيرُ به هجو؛ ليڪن ويساهه

ٻنا اوهين ڪجهه ڪين آهيو. ڇو ته آلو وشواس ٻنا
ڪرڻ ڪم اوهين ٻرو ڪري ڪين سگهندا. انهي ڪري
سنيه يا 'حقيقت' لي لهڻجي مهڻجي ويساهه جو ضامن
آهي. لاڏهن ته انهيءَ 'سچائيءَ' جي سوالي‌ءَ لي سنسار
جو چوڌو ھلي پيو ۽ انهيءَ سنيه جو درشن جدا جدا
ڪوڄنالن ذريعي انسانڪي ماڻ رهيو آهي.

آخر اهو درشن لي ڪيئن ڪي ڪري ۽ انهيءَ درشن
لاءِ هر ڪو سرگردان آهي. ٻوءِ اهو پڪسته ڊجي يا گيانيءَ،
لوڙي ڪٽي ڊجي سنياسي. شريعتي ڊجي يا طريقت جو
حامي، يا معرفت جي مڪان جو کولهائو ڪو عابد ڊجي؛
ٻر هر ڪنهن ڪي انهيءَ درشن جي لي ڀياس آهي.

ويدانتي ۽ صوفي چون ٿا ته اهو درشن، لهڻجي لي
جايا آهي ۽ لوڪان ڏار آهي ڪٿي؟ انهيءَ ڪري
ٻاڻ ٻر ٻيهي، مؤل 'سچائيءَ' جو ديدار ڪري 'حقيقت'
کي ٻي نقاب ڪرو. جڏهن اها 'حقيقت' بي نقاب ليندي
لاڏهن اهي فرقائي ۽ طنائي ڌرم لوڙي مذهب، ڪرڻ
وڳوڙ ۽ جهرڙو ٻيدا ڪري ڪين سگهندا.

سنت ولوبا چوي لو ته "هاڻي ڌرم جي جاءِ لي
روحانيت اچڻ کپي." يعني ڌرم جو مؤل آڌار روحانيت
يا ادياتمڪتائي لبڻ گهرجي. ڌرم‌ءَ ۾ هي زمانو ٿنا ۾
ٿا کي ٻرليڻ جو آهي ۽ وگيان، انهيءَ ڏس ۾ وڏي
مدد ڪري رهيو آهي. ليڪن وگيان ڪان ڪم وٺڻ
وگياني يا سائنسدان، جيسين روحانيت يا ادياتم جي

## گرو نانڪ ديو (ڪروڏا)

## پرارٿنا گيت



## مهرباني فرمائي درست ڪري پڙهو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ٢٣ | ٣ | هيم هيم | عالي هيم هيم |
| ٣٧ | ٣ | رکو ٿانءَ | رکُو ٿانءَ |
| ٥٦ | ٨ | مشڪ لي حيران | مشڪ نه ليءَ حيرا |
| ٥٩ | ٣ | پند گهاري | پند پر گهاري |

## گرو نانڪ ديو (ڪروڙ)

## رام ڀڳتي (ستيه)



## ڪرشن ڀڳتي (پريم)

## رام ڀڳتي (ستير)



## ڪرشن ڀڳتي (پريم)

# فهرست

## گل ٿا رئن تنهنجي ياد جا

موٽ پرڏيهي پرين! گُلَ ٿا روئن تنهنجي ياد جا،
بَندَ، ڏُس! پوندا پڇي لاشڪ دل ناشاد جا.
موٽ پرڏيهي پرين! گل ٿا روئن تنهنجي ياد جا.

دم دلاسن تي ڪندو ڪو نيٺ ڪيسين اعتبار،
ننڊ نيڻن ۾ نہ آهي قلب منهنجي کي قرار،
گرم آنهُن ڪان چڙهيو اکڙين تي آنسن جو غبار،
جڻ ڏسانئي پاڻ سان رُسندو جوانيءَ جو بهار،
ٻُور هي ڪنهن سان سليان توڪان سواءِ بي داد جا،
موٽ پرڏيهي پرين! گل ٿا روئن تنهنجي ياد جا.

ڏَڙاڪا ڪا ڏُور ڪان ڪنهن طرف تي اُڏندي ڏسان،
واٽ پَنڌ ڪنهن جي مُنهان ڪو قافلو ايندو پڙان،
ڪيئن نه ٽپ ڏيئي وڃي تنهن دم ٿي ڪوٺي تي پهچان،
پر نراسائيءَ ڪان هاري هيانءُ ٿي ڦُٽڪي پوان،
چو نه ٿو وٽ ٿا پهچن پڙلاءَ هن فرياد جا؟
موٽ پرڏيهي پرين! ڪل ٿا روان تنهنجي ياد جا.

هَنُ ٿري ويو آهه تنهنجو، يا رهيو ساڳيو نه چاهَه،
يا دڪايل ڪان ڪڏهن اهڙو ڪو ٿي ويو آ گناهه،
ڪون ٿي چؤ ڪيسين ڪندي رهنديس حياتيءَ سان نباهه،
يا تڏهن ايندين، جڏهن پويون سندم هوندو پساهه؟
ڪين موٽي ساهه وجهندم آسرا افراد جا،
موٽ پرڏيهي پرين! ڪل ٿا روان تنهنجي ياد جا.



تا رُتي تنهنجي ياد جا

## دم دم هجي غم

غم الم دم دم هجي؛
ارمان هيڪاندا هجن.
روح ۾ رانيون لنگهن؛
ڏک ڪان نه ڏينهن واندا هجن!

دُور پل جاني هجي،
بي حد پريشاني هجي،
پنڌ سنوان هرگز نه ٿين؛
دل من ٻڌي ماندا هجن.

ٿرٿرندو هردم رهان؛
منهن سان نه پرڪجهه مان ڪهان!
سُور اينءَ سمجهان نه چِٽ،
سوغات ڪنهن آندا هجن!

دل دکايل مَرُ جلي،
آتش فِشان ڏونگر ٽلي،
مَنِ، مگر سوريءَ نگوريءَ،
جا نه سيڱاندا هجن.

## وري ب شڪر آهي

زمانو ويو، جڏهن ليکو نہ هو،
ڏوهـن ثوابـــن جـــو.
مگر اڄ، وقت آيـــو آ،
رڳو سوالـــن جـوابن جو!
ميهڻا مان ٿا ڪندا نڪرن،
اُتي مان وار نڪرن ٿا.
پري سَر ٽـي رکيـا آهن،
پرين اڄ بـار نڪرن جا.
اٿو ڪجهہ آهہ قسمت جو،
اٿو ڪجهہ آهہ پيريءَ جو،
سمو قدرت تڏهن ڏيکاريو آ،
اسڙيءَ زهيـريءَ جو،
وري ڀي شڪر آهي جو،
اڃا در بند ٿيو ناهي.
دکايل ٽي مَنا ڪَن جو،
خدا خاوند ٿيو ناهي.

## بار ڏوئيندو وڃانئو

ڳڻ ڳڻيندو بار ڍوئيندو وڃانئو،
دور پنهنجي سڀ کان ٿيندو وڃانئو.

وقت جي مجبوري آهي جا ڪريان مان،
ڏوهه پنهنجو پاڻ کي ڏيندو وڃانئو.

دل نٿي چاهيو تہ ايڏو ٿرت نڪران،
پاڻ کي لاچار گهليندو وڃانئو.

پيار ڪن ڪن ۽ مايا جي اڻ ميا ٿئي،
ساهہ سان سي پيار سانڍيندو وڃانئو

ناهہ دوري جي حضوري خيال آهي،
ڏي انهيءَ تي مَنُ ميائيندو وڃانئو.

هڪ جنم جو ناهہ هي ناتو، خبر ٿم؛
رشتو جنما جنم جوڙيندو وڃانئو.

هي ملڻ وڇڙڻ تہ هڪڙي راند آهي،
زندگي خود کيل پائيندو وڃانئو.

هونءَ پوي جيڪر اٽانگو ٿي دکايل!
پر سفر سولو بڻائيندو وڃانئو.

کل ٿا رڪن لهندي ياد جا

### واهه واهه سڄڻ

سونهن آهي واهه جو،
سينگار آهي واهه جو.

ديد ل ء دلدار جو،
ديدار آهي واهه جو.

حسن آهي واهه جو،
هبڪار آهي واهه جو.

ڪابلي ڪنڌار جو،
گلنار آهي واهه جو.

واهه جو آهي منو،
منثار آهي واهه جو.

سونهن آهي واهه جو،
سينگار آهي واهه جو.

ل تا رڻن تنهنجي ياد جا

## اکيون تہ نہ ڦير

مان ڏسان ۽ تون ڇڏين ڦيري اکيون،
نانگَ زهريءَ جڻ نَسونُ ڪائي ڪَکيون!

ڇا ڪريان مجبور آهيان پيار ۾؛
مروتون تنهنجون نہ مون پهرين لَکيون!

دل سندم ٽڪجي ٿئي صدما سهي،
هُنَ سدا چوٽن ٿي پئي چوٽون چَکيون.

ٿي ڇيو هر ڪنهن؛ ملڻ تنهنجو محال،
پر الائي مون اُميدون ڇو رکيون؟

تون دکايل جو رڳو هڪڙو سڄڻ،
تنهنجي لءِ سنسار ۾ پر سوَ سَکيون!

ٿل ٿا ڙان ڪڍهنجي ياد جا

## تون ئي ٻڌاءِ!

مونکي ٻڌي ڪنهن ڏانهن ڏسڻ ۾ عار ڇو ٿو ٿئي، ٻڌاءِ،
لوڪي هڻن ٺٺ سان سڄڻ! هينءَ پيار ڇو ٿو ٿئي، ٻڌاءِ؟

ڪين سنيهان مون ڪڏهن پنهنجي ڪيو ڪولي تصور،
پوءِ بہ مون سان تنهنجو پيو تڪرار ڇو ٿو ٿئي، ٻڌاءِ!

واعدا ٻين سان ڪري پاڙين، مگر مون سان پرين،
هر هميشه تنهنجو هيءُ انڪار ڇو ٿو ٿئي، ٻڌاءِ.

آب ٻين لاءِ، تاب مون لاءِ، هو ٿورن ۾ مان جلان!
دم بدم مون تي رکيو هي وار ڇو ٿو ٿئي، ٻڌاءِ.

ٿا جلن ارمان دل جا، خاڪ ٿين ٿيون حسرتون،
منهنجو هينءَ برباد هيءُ سنسار ڇو ٿو ٿئي، ٻڌاءِ.

هونءَ تہ سهندو هوس، ليڪن اڄ دکايل! ڇو پلي،
جيءُ منهنجو ايڏو هينءَ بيزار ڇو ٿو ٿئي، ٻڌاءِ؟

تا رنن لنهنجي ياد ۾

## تڏو پيار ٿي ويو!

تڏو پيار ٿي ويو،
ڏسڻ سان ئي هن جو
اسرار ٿي ويو.
الائي سبب ڪهڙو هي
زمانا گذاريم،
رهي آسري ۾
پئي نهاريم،
فقط رات خاطر ورهيه
ملبو ئي نه پورو جدا يار ٿي ويو!
ڏسڻ سان ئي.................

مان سمجهان ٿي مون کان ڪهڙي خطا ٿي،
مصيبت جي چو سوار سر ڪي بلا ٿي؟
نه ويڻو نه بيڻو هو بيزار ٿي ويو!
ڏسڻ-سان ئي...............

وڃڻ کان اڳ۾ ڪجهه ٻڌائي وڃي ها،
اڄايو ڏکيءَ جي نہ هينءَ دل پڇي ها،
نئين سر شروع شاه آزار ٿي ويو!
ڏسڻ سان لي ..................

هينئر ڇا ڪريان ڪو سجهي ٿو نہ چارو،
اڄايو ڪري ويو شليو مونکي ڪارو،
بنا ڏوهہ مٽيءَ کي ٿڪي، ڏار ٿي ويو!
ڏسڻ سان لي ..................

نہ نياپو لي پڇندو نہ مٽيءَ جي رسالي،
ڇڏيندي هينئر ماري جنسي جدالي،
هيو آسرو سو بہ دوچار ٿي ويو!
ڏسڻ سان لي ..................

دکايل انهيءَ کان مري مان وڃان ها،
عمر جو نہ هيڏو وڇوڙو سهان ها،
اڄانک لي اقرار انڪار ٿي ويو!
ڏسڻ سان لي ..................

تا رڻ لهڻجي ياد جا

## ويهه گوڏو گڏي

ڏکڻ جو ڏسڻ ڏي مسافر چڙي،
اچي کا گهڙي ويهه گوڏو گڏي.

اِها ديد دل جا سـاي پيد ٿي،
اشارن گنگن سان سڏيو ٿي سڏي.

جوان هوند، ڏس! پر ٿو ماري حجاب،
رهي وچ کا ڪِن ئي جڏيءَ جي تڏي.

پرين! پيار سارو ٿي پوندو پڌر،
سڏي توکي وينيس جي واکي وڏي.

وڃين ٿو پلي وچ، مگر ڪجهه ڏئي،
نه پيو ڪجهه جي ڏين ياد هڪڙي نه ڏي.

ماڻ جي اُميدن تي دل جو محل،
دکايل! مان وهنديس عمر پر آڏي.

## بي وفا جي لاءِ مرانٺي

بي وفا جي لاءِ مرانٺي ڇا ڪريان،
مفت ڳُٽين ۾ ڳرانٺي ڇا ڪريان؟

آس جو ڌرهو ڏني هَٿِ سير جي؛
ڪَنِ ٻڌانٺي ڪَنِ ٽرانٺي ڇا ڪريان.

پيَڪڙا هُنَ جا نه آهن پير ۾؛
پاٺهي آهيءَ اڙانٺي ڇا ڪريان.

ڏوهه ٻئي ڪنهنکي اجايو ڇو ڏيان؟
آگ فرقت ۾ سڙانٺي ڇا ڪريان.

بي مُدي ۽ بي هُدي جو غم ڪٽي،
ڏور پند جاٺي ڏرانٺي ڇا ڪريان.

دل دکايل جو نه پيو ساٿي ڏسي،
درد ڏي ڙرڙروانٺي ڇا ڪريان؟

ڪل تا رئن تنهنجي ياد جا

## چار نگاهون

چار نگاهون،
توسان ٿيون جڏهن منهنجون ماي چار نگاهون،
سيني جي سڄڻ ويئون لنگهي پار نگاهون،
محبت جي نشي ۾ تنهنجون سرشار نگاهون،
وسرن سي پلا ڪيئن مون کان منٺار نگاهون،
باري تـو نئين سر وري؛ هيڪر جا وساڻي،
بڻي ڪنهن کي بڌايان پنهنجي دردن جي ڪهاڻي.

اوسيڙي جون راتيون نہ ڪٽيون ڏينهن نہ ڪاٽا
ڏس! ذوڪي نهاريندي ٿڪا نيڻ نماڻا
سؤ عرض ڪيم ڪين مـگر منهنجا اگهاڻا
چاڪون تـو روا جاتو ڏمر آهه نہ جاڻان
هيءَ ٿيندي الائي ڪڏي سورن جي پڇاڻي
بڻي ڪنهن کي بڌايان پنهنجي دردن جي ڪهاڻي

هر وقت ۽ هرجا تو ڪرين منهنجي شڪايت،
ليڪن تو رقيبن جي ڪرين خوب حمايت!
پين سان ٿي سڄڻ تنهنجي روا روز رعايت،
ليڪن ٿي رڳو بند اسان لاءِ عنايت!
بي تابيون منهنجي دل جون رڳو تون ئي تو ڄاڻين،
ٻڌي ڪنهن ڪي ٻڌايان پنهنجي دردن جي ڪهاڻي.

دل توکي ڏني منهنجي محبت جو قصور آهه،
محبت جو نه ليڪن سو طبيعت جو قصور آهه،
افسوس رڳو منهنجي سخاوت جو قصور آهه،
ٻڌي ڪنهنکي چوان ڇو، منهنجي قسمت جو قصور آهه،
دل ڏيڻ نه دکايل منهنجي عادت آ پراڻي
ٻڌي ڪنهن ڪي ٻڌايان پنهنجي دردن جي ڪهاڻي



رڻ تنهنجي ياد جا

## تنهنجي در تي صدا

تنهنجي در تي صدا،
سُڻ نام خدا،
ڪر قرب آدا،
تنهنجي در تي صدا.

فرقت ۾ تنهنجي جانا،
حال برا ٿيا،
خيال خطا ٿيا،
وصل عطا ڪر، وصل عطا!
تنهنجي در تي صدا.

دل ني وڌا تو دلبر!
دام زلف جا،
ناز و آدا جا،
دست حنا جا دست حنا.
تنهنجي در تي صدا.

درد دکايل دل ۾،
دُوڌ دکايا،
مَڇَ مچايا.
ماهه لقا اچ، ماهه لقا،
تنهنجي در تي صدا.

## يار ڪجي تہ پڪو

ڳولهي پڪو يار ڪجي،
ڪجي منجهان ڪين ٽيندو،
ڳولهي پڪو يار ڪجي.

هجر جي رات سڄي تارا ڳڻيندي گذري،
دل جي سڏ ڪن سان سڄڻ توکي سڏيندي گذري،
انتظاريءَ ۾ سندءِ راهہ تڪيندي گذري،
جا گهڙي گذري پرين آنهون پريندي گذري.
ايڏو ڪين خوار ڪجي. ڪجي منجهان ......

مون ٽٽي سمجهيو رڳو مونکي تو مٺل پيار ڪرين،
تون سدا نيهن نڀائڻ جو تو اقرار ڪرين،
اڄ الائي ڇو اچڻ کان تو وري عار ڪرين،
واعدا روز ڪري روز تو انڪار ڪرين،
سخن سچار ڪجي. ڪجي منجهان ......

عشق تنهنجي ۾ دڪايل کي ٿي رسوائي نصيب،
منهن چڙهي تو اچي طعنہ هڻي منهن ڪار و رقيب،
جو پري ڪالهہ هو، اڄ آهہ سو اغيار قريب؛
بي وفا نڪتو جو هو با وفا ڪالهہ ڪانين عجيب!
ڪيڙو اعتبار ڪجي. ڪجي منجهان ......

تا رئن تنهنجي ياد جا

## قول پاڙجانءِ

قول جي جيئري نہ پاڙيءَ سي مُئي نون پاڙجانءِ،
منهنجي مرقد تي اچي کي چار ڳوڙها ڳاڙجانءِ.

ساک ٿي آيس لڱهي مان نيهن لائڻ واسطي
پرت وارا پيچ پختا توسان پائڻ واسطي
دل جي پونجي تنهنجي قدمن ۾ لٽائڻ واسطي
هڪ ڏنو بيڪار قسمت آزمائڻ واسطي
مون ڇيو سڀ کجهہ وني سهٽا نہ دل آزارجان
قول جي جيئري نہ پاڙيءَ سي مئي نون پاڙجان

دل وٺي سهڻا نياڻ جو ڪيءِ جو واعدو،
ڪين تو پاڙيو ڪڏهن پلجي سو پنهنجو واعدو،
مون ڪان اڄ وسري نٿو دلبر سو تنهنجو واعدو،
جيسين جيئرو آهيان، تيسين ياد رهندو واعدو،
آسرا سڪٽا ڏئي ناحق نہ ڪنهن کي مارجانءِ،
قول جي جيئري نہ پاڙيءِ سي مئي تون پاڙجانءِ.

مون چيو ڪنهن کان سکئين هي بي وفائيءَ جو سبق،
دل جلائڻ جو سبق جورو جفائيءَ جو سبق.
دل ڏتارڻ ۽ سڄڻ ايذي صفائيءَ جو سبق؛
روز پيدا ڪرڻ ڪنهن سان آشنائيءَ جو سبق.
دل دکايل آ اڳي پيهر نہ ساڙي پارجانءِ،
قول جي جيئري نہ پاڙيءِ سي مئي تون پاڙجانءِ.



ٿا رئن تنهنجي ياد جا

## بي خطا نہ مار

بي خطا سهٽا نہ ڪنهن ڪي مار ٿون،
اڄ اچي ڏس منهنجي حالت زار ٿون.

بستري ٿان موت جي پيو جي اُٿان؛
لحد تي هارين جي آنسو چار ٿون!

بي وفا ٿوڪي سڏن جي عام ٿا،
با وفا ٿن کي بڻي ڏيکار ٿون.

دل دکايل جا دونهان دکندا بہ ڏس،
خود بڙي ويندي نہ ڦوڪي بار ٿون!

تا رُڻ تنهنجي ياد جا

## ڪا واعدي وفا ڪر

ڪا واعدي وفا ڪر! 
ڪا واعدي وفا ڪر پرين ڪا واعدي وفا ڪر.
ڪا واعدي وفا ڪر الاّ ڪا واعدي وفا ڪر.

مهٽا جي هجين ها ذرا هن سور کان واقف،
من سوزِ جگر، عشق جي ناسور کان واقف.
ڪنهن حوُر جي بيتاب ڪندڙ گهوُر کان واقف،
دل ڏيڻ ۽ وٺڻ جي سڄي دستور کان واقف.
اهڙي نہ ڪرين هان ڪا خطا، قرب آدا ڪر،
ڪا واعدي وفا ڪر پرين ڪا واعدي وفا ڪر.

هڪڙو نہ وڻي دل کي سڄڻ يار وسارين،
اقرار ڪري ڀورين پرين! پوءِ نہ ٿو پاڙين،
مونکي ٿو دلاسن تي سچو ڏينهن وهارين؛
هوڏانهن ٿي رقيبن سان بغلگير گذارين!
نازل نہ سڄڻ سر تي اهين قهر و بلا ڪر،
ڪا واعدي وفا ڪر پرين ڪا واعدي وفا ڪر.

ڏاڍي ٿي ڏکي گذري سڄڻ! رات ڏکن جي،
سوُرن جي صبح لءِ پڇي برپات ڏکن جي.
اهڙي ڪا دکايل کي ڏنيءَ ذات ڏکن جي،
هر طرف نظر ٿي اچي هر بات ڏکن جي.
ايڏي نہ ستمگر! تون روا جورو جفا ڪر،
ڪا واعدي وفا ڪر پرين ڪا واعدي وفا ڪر.



## ڪا واعدي وفا ڪر

ڪا واعدي وفا ڪر!
ڪا واعدي وفا ڪر پرين ڪا واعدي وفا ڪر.
ڪا واعدي وفا ڪر الاّ ڪا واعدي وفا ڪر.
ڪا واعدي وفا ڪر

سهڻا جي هجين ها ذرا هن سور کان واقف،
هن سوز جگر، عشق جي ناسور کان واقف.
ڪنهن حور جي بيتاب ڪندڙ گهور کان واقف،
دل ڏيڻ ۽ وٺڻ جي سچي دستور کان واقف.
اهڙي نه ڪرين هان ڪا خطا، قرب آدا ڪر،
ڪا واعدي وفا ڪر پرين ڪا واعدي وفا ڪر.

روڪي مون چيو من اچين ڪنهن ڪم جي بهاني،
همدرد جي خاطر برين، بي دم جي بهاني.
مجروح جي صدقي ڪڏي مرهم جي بهاني،
ماري رکيو ليڪن مُنکي ظالم جي بهاني.
”چا چاٿان علاجن مان طبابت نہ ڪندس مان،
دستورڪان زيادہ ڪا عنايت نہ ڪندس مان.

آخر مون چيو يا نہ پرين وعدي وفا ڪر،
يا روبرو هيڪر اچي هيء ڳالهہ صفا ڪر،
جانب نہ غريبن تي روا جورو جفا ڪر،
تڏهن ٿو چوي ”وڃ هليو مونکي نہ خفا ڪر!
ڪو بحث دکايل اِن بابت نہ ڪندس مان،
دستورڪان زيادہ ڪا عنايت نہ ڪندس مان.



## اچانڪ جو نظر اڙي!

توسان جو اچانڪ مون نظر يار اڙائي،
دل پنهنجي هٿن سان مون پرين پاڻ ڦرائي،
تصوير سندءِ منهنجي نگاهن ۾ سمائي،
هڪ چاپ سڄڻ تنهنجي مون سيني تي ڇپائي،
تنهن تي تو چوي-تنهنڪري محبت نہ ڪندس مان،
دستور ڪان زياده ڪا عنايت نہ ڪندس مان.

مون ڇا نہ لڌايو تو سڄڻ يار جي صدقي،
شيرين زبان، جادوءَ ڀري گفتار جي صدقي،
مرڪي تو ڏٺي ناز سان ”بيمار جي صدقي؟
زردار ڇڏي مان اچان، نادار جي صدقي!
توسان نہ اِها خاص رعايت نہ ڪندس مان،
دستور ڪان زياده ڪا عنايت نہ ڪندس مان.

روئي مون چيو من اچين ڪنهن ڪم جي بهاني،
همدرد جي خاطر پرين، بي دم جي بهاني.
مجروح جي مدتي ڪڏي مرهم جي بهاني،
ماري رکيو ليڪن منکي ظالم جي بهاني.
”چا چاڻان علاجن مان طبابت نہ ڪندس مان،
دستور ڪان زياده ڪا عنايت نہ ڪندس مان.

آخر مون چيو يا تہ پرين وعدي وفا ڪر،
يا روبرو هيڪر اچي هيءَ ڳالهہ صفا ڪر،
جانب نہ غريبن تي روا جورو جفا ڪر،
تڏهن ٿو چوي ”وڃ هليو مونکي نہ خفا ڪر!
ڪو بحث دکايل اِن بابت نہ ڪندس مان،
دستور ڪان زياده ڪا عنايت نہ ڪندس مان.



ل تا رڻ تنهنجي ياد جا
وفا جا واعدا ڀريان پرين پنهنجا وساريندين ٿو،
پراڻا پرت وارا پيچ پل پل ياد ڏيارين ٿو.
رقيبن کي ٻڌائي رازدان ويجهو وهارين ٿو؛
مگر دلبر دکايل کي، ڪري ڌاريو ڌڪارين ٿو.
نہ ڪر، بغداد نہ ڪر،
بي داد نہ ڪر، اقرار ڪري......
برباد نہ ڪر، بيزار نہ ڪر.



روز روز حي جدائي توبهہ

ٿي عبث جاني لڳي تنهنجي جدائي روز روز،
پيار عيوض آهہ نفرت جي ادائي روز روز!

هونءَ تہ پين سان وصل جون سهڻا کلي ڳالهيون کرين،
پر فقط مون سان کرين ٿو بي وفائي روز روز.

پنهنجي ڪمزوريءَ تي روئي ٿو اکيون آليون ڪريان،
جي پوي ٿي ياد تنهنجي دلربائي روز روز.

خشڪ ٿي ويو تنهنجي رنجش کان دکايل دل جو خون؛
آگ ڪا اهڙي ستمگر تو لڳائي روز روز.

گل تا رتن تنهنجي ياد جا
وفا جا واعدا پهريان پرين پنهنجا وساريندين تو
پراڻا پرت، وارا پيچ پل پل ياد ڏياريندين تو
رقيبن کي بڻائي رازدان ويجهو وهاريندين تو
مگر دلبر دکايل کي، ڪري ڌاريو ڌڪاريندين تو
بي داد نہ ڪر، بغداد نہ ڪر
برباد نہ ڪر، بيزار نہ ڪر، اقرار ڪري...



## اِنڪار نہ ڪر!

اِقرار ڪري اِنڪار نہ ڪر،
پرين پيدا ٿئون آزار نہ ڪر.

اِئي ٿون خوش رقيبن سان هتي تنهنجو ذڪر آهي،
فقيرن کي سدائي بيوفا تنهنجو ذڪر آهي.
اُڏسڻ ۾ ٿون نرم، تنهنجو مگر سينو پٿر آهي،
جدائيءَ ۾ ٿون خوش سهڻا! هتي مون لاءِ حشر آهي.
تنهنجي ماه لقا، پهريين مهرو وفا،
ڪاٿي سخن سخا؟ ڪن ٿار نہ ڪر. اِقرار ڪري... ....

هزارن مان مٿا ٿوڪي مڙين ڪان سرس پانياڻو،
ڏکي پيغام تنهنجي لاءِ گهڻا ڪانگا اُڏايانڻو.
سجڻ آءُ تنهنجي ويڙهي ۾ وڏائي واجهه پايانڻو،
نيايو ڪين تو، پر مان اجا ٿوسان نيايانڻو.
اچ قياس ڪري، ٻڌي پير ڀري،
ٿو ريءَ ڪين سري، ڏکي ڏار نہ ڪر. اقرار ڪري........

تا رئن تنهنجي ياد جا

## آگ اُجهائي وڃجانءِ

شعر:- مون خطا ڪهڙي ڪئي مونکي وساريو ڇو ٿي،
غم جدائيءَ جو ڏئي ايڏو رئاريو ڇو ٿي.
ويجهو ڪنهن بئي کي پرين پنهنجي وهاريو ڇو ٿي،
مونکي ڏاريو ڪري دلدار ڏڪاريو ڇو ٿي.

آگ سيني ۾ لڳي يار اُجهائي وڃجانءِ،
وصل جي آب سان هيڪر سا وسائي وڃجانءِ.

گرچ آ توکي رقيبن سندو آغوش پسند،
وچ پلي مونکي مگر ڪين بڏائي وڃجانءِ.

غير ڏي ويندي مٺان، توکي سڃاڻي نه ونان،
تنهن کان پردي ۾ پرين پاڻ لڪائي وڃجانءِ.

دل جي بدلي ۾ دکايل کي کپي دل سهڻا!
يا نه واپس منهنجي دل مونکي ورائي وڃجانءِ.

## اِنڪار نہ ڪر!

اِقرار ڪري اِنڪار نہ ڪر،
برين پيدا ٿئون آزار نہ ڪر.

اِتي ٿون خوش رقيبن سان هتي ٿنهنجو ذڪر آهي،
فقيرن کي سدائي بيوفا ٿنهنجو ذڪر آهي.
ڏسڻ ۾ ٿون نرم، ٿنهنجو مگر سينو پٿر آهي،
جدائيءَ ۾ ٿون خوش سهڻا! هتي مون لاءِ حشر آهي.
ٿنهنجي ماه لقا، ڀورکين مهرو وفا،
ڪاٿي سخن سخا؟ ڪن ٿار نہ ڪر. اِقرار ڪري... ...

هزارن مان مٺا توکي مڙين ڪان سرس پانياٿئو،
ڏئي پيغام ٿنهنجي لاءِ گهڻا ڪانگا اُڏاياٿئو.
سڄڻ آءٌ ٿنهنجي ويڙهي ۾ وڏائي واجهه پاياٿئو،
نيايو ڪين ٿو، پر مان اچا ٿوسان نياياٿئو.
اچ تياس ڪري، ٻئي پير پري،
ٿو ريءَ ڪين سري، ڏکي ڏار نہ ڪر. اقرار ڪري.......

## يار ڦري اغيار بڻيو

وني دل جو سندم دلدار بڻيو،
اُهو يـــار ڦـري آزار بـڻيـو.

ڀوريون پيار ڏئي دل قيد ڪري،
ڪيو پوء سجڻ ڇني پاڻ پري،
ڏسي هيڏيون ڏنگايون ٿو ڏيل ڏري،
گل ڪالهہ جو هو، اڄ خار بـڻيو.

جيڪي وعدا ڪيء سي نہ پاڙ اچي،
ڪر محب مُنيء سان ڪا ماڙ اچي،
ڏس ڏکن ڪئي ڪيڏي جاڙ اچي،
جنهن ڪـان آهہ جيئڻ لاچار بڻيو.

وڃي دانهن دکايل ڪنهن کي ڏيان،
ڪو نہ منصف ڻئي، آءٌ ڪنهن جو ٿيان،
پـالڻ فرقت ۾ اڃـا ڪيڏو جيان؟
خود يار نہ جـي غمخوار بـڻيو.

## نظر جو تير!

ڏگانو

" هي تير نظر آهه ڪافي منهن؛
پيو ناز و آدا جو وار نه ڪر.

" ڪجهه موهڻ جو گر ٽوڪي آهه نه دم،
دل ڏيڻي خطا هروار نه ڪر.

" تنهنجي ترڇي نگهه ڪيا ڪيڏا زخم،
وجهي زلف ۾ خم لاچار نه ڪر.

" ڪيڏي دانهن ڪيء افسوس اٿم،
بدنام سر بازار نه ڪر.

" منهنجي حال پريشان تي ڪر ڪو رحم،
هٽي طعنه پرين تڪرار نه ڪر.

" اهو آهه فقط تنهنجي دل جو وهم،
بڪوات ڪري بيزار نه ڪر.

" مون ۾ تاب نه آهه تنهنجي سر جو قسم،
ايڏو ظلم روا سرڪار نه ڪر.

" ڪوئين چاڪي الائي ٿو ظلم و ستم،
ڏيئي دانهون دکايل! خوار نه ڪر.

ڪال تا رئن تنهنجي ياد جا

## پهرينءَ نظر ۾ وئي

دل وئي، دل وئي، دل وئي، دل وئي.

ڏسڻ سان ئي پهرين نظر ۾ وئي،
فقط پيار واري اکر ۾ وئي،
ڏسي وئسي خوف و خطر ۾ وئي.
وئي دل وئي دل وئي دل............

جڏهن ٿوٽي هيءَ منهنجي دل آئي يار!
سڏيو ٿئي ڏڏهن عام، سودائي يار!
ڪئين تنهنجي خاطر مون رُسوائي يار!
وئي دل وئي دل وئي دل............

صُبح شام سهڻا رهين ٿو خفا،
سهڻ ڪان مٿي هيءَ ستمگر جفا،
ڪئي ڪين مون سان تو وعدي وفا.
وئي دل وئي دل وئي دل............

نظر جو هٽي تير گهائل ڪيو،
ڪيو زخم سيني ۾ قاتل ڪيو،
نہ اُف تک ڏڪايل! مگر دل ڪيو.
وئي دل وئي دل وئي دل............

گل تا رڪن توهنجي ٻاڻ.

## او دلربا!

دلربا، دلربا، دلربا، دلربا!

جڏهن ڪان تو مونکي وساري ڇڏيو،
هٿي پاڻ پنهنجو مون ڳاري ڇڏيو،
مگر تو نه جيڙري کي ماري ڇڏيو.
دلربا، دلربا..............

سڄڻ منهنجو ناهي ذرا پيي تصور،
سڙيءَ کي اجايو ڏنو تو هي سُور،
مگر ڏوهه قسمت جو آهي ضرور.
دلربا، دلربا..............

نه ڏس عيب منهنجا خطا بخش ڪر،
ڪيو جيڪي ساجن مون، ڪر درگذر،
مري منت ويندس نه ايندين اگر!
دلربا، دلربا..............

ڪڏهن توکي مونتي ڪو آيو رحم؟
ڪسي دل جي راحت ڏنيءَ ڪيڏو غم؛
سوا توهنجي ڪيڙو دڪايل هي دم.
دلربا، دلربا..............

## پگهل دل

ڏي دلاسو دل پگهل کي دلربا ديدار سان،
يا ته موٽکي وچ ڪُهي انڪار جي تلوار سان.
آ تمنا آستاني پاڪ تي پهچان، مگر،
لاڏلا! همدرد ڪونهي بي پر و لاچار سان.
چا اِها الفت اوهان وٽ، چا اِهو انصاف آهه؟
قياس ڪر، پردو نهي تو، برهه جي بيمار سان!
شاهه خوبان وٽ دکايل! بي اثر فرياد ٿيو،
تنهنجي چپائين ڪيئن ڪندس گفتار ڪنهن نادار سان.

## عجيب مجاز

خبر ناهي تہ اڄ ڪلهہ ٿيو مجاز يار ۾ ڇاهي،
الاجي هن ڏنو هر هر انهيءَ انڪار ۾ ڇاهي!

ڪڏهن پلجي ڪير جي وصل جو ڪو عرض سهڻي کي،
تہ مشڪي پڻي پڇيائين: ۽ پلؤ دستار ۾ ڇاهي؟

طلب جيءُ ون ڪئي ڪا پيار جي هُنَ ڪان، تہ ٻگڙي ويو،
"خدا جاڻي ڏنو منهنجي ڪو هن رخسار ۾ ڇاهي.

نہ زر آهي نہ گهر آهي، نڪو ساٿي سڄڻ آهي.
لڳايم دل سان ڪڏ دولت هيئڙو نادار ۾ ڇاهي؟

جدائيءَ ۾ دکايل زخم دل ناسُور ٿي پوندا،
ڪرم جي ڪر نظر جانب رکيو تڪرار ۾ ڇاهي!

تا رئن تنهنجي ياد جا

## ڪيئن ايندو دلدار

منهن ڏسڻ کان آهه جو بيزار اڄ،
ڪيئن اسان وٽ ايندو سو دلدار اڄ.

تير فرقت سان ڪري گهايل منهن،
دل دکايل ڪئي ڪيو بيمار اڄ.

درد دل کان جي ڪرياڻو آهه ڪا،
ٿو مزي سان ٿڪ ڏي منٺار اڄ!

زخم دل کولي چيم ثاني مسيح!
مهرٻانيءَ جي اٿم درڪار اڄ.

اي دکايل! دلربا آخر چيو،
وچ ملڻ کان آهيان مان لاچار اڄ.

## وڃي ٻاڻ ڄاڻو

اسان ٻانڀ ڪٽيسين وڃي ٻاڻ ڄاڻو،
ڇڏي شهر وڃبو ٽيڻ ڏيو سياڻو.

اهي تاب سُهڻا! سهڻ ڪان مٽي ٽيا،
جتي ناهه الفت سو ٻن پيو نڪاڻو.

مجال آ ڪيان جي ڪٽي ٻاق ٻاهر،
ڪريو بخشش ۽ ننڪ پنهنجو سياڻو.

دڪايل سان ايڏي نه ڪاوڙ جڳائي،
اڳيڪي دکن جو ڪيو آهه ساڻو.

## خدمت ۾ منظور ڪر

مونکي پنهنجي خدمت ۾ منظور ڪر،
دفع درد دل جو هي غم دور ڪر.

سوا تنهنجي منهنجو ڏکيو ٿيو گذر،
نڪا تات تن جي نه من جي خبر،
وساري ڇڏيو پاڻ مون سر بسر،
رڳو تون ئي تون بس اچين ٿو نظر،
ڏئي جام محبت جو مخمور ڪر.
مونکي پنهنجي........

غرور آهه تنهنجو اجايو جناب،
هميشه رهڻ وارو ناهي شباب،
نه رهندو جمال ۽ نه صورت جو تاب،
ستائڻ آ بيڪس کي ڏاڍو خراب.
شرف وصل جو ڏيئي مشڪور ڪر.
مونکي پنهنجي........

نرالي ڏسي تنهنجي ناز و ادا،
ڪٽي پيت مون توکي دل دلربا!
ڏني موٽ ۽ تو چڱي مرحبا،
هيئڙو مون ۾ شايد ڏٺيءِ ڪا خطا؟
شروع پيا ٿي اهڙو نه دستور ڪر.
مونکي پنهنجي........

مُنجهائي ڇڏي آهه دل غم گهٽي،
ڏکيو بار هي ڪير دلبر ڪٽي،
جيئڻ تو وڇوڙي جو توکي وٽي،
مگر مان گذاريان ٿو پل پل ڪٽي.
دکايل کي ناحق نه رنجور ڪر.
مونکي پنهنجي........



تا رئن تنهنجي ياد جا

## هر زلف بٹيو كاكل

خالي نہ كڏهن ويندو هي وار حسينن جو،
هر زلف بٹيو كاكل خمدار حسينن جو.

مونكي نہ رڳو زخميو هن ترڇي نظر وارن،
اڄ آهہ زماني سان تكرار حسينن جو.

هن حسن پرستيءَ كان هركو تو كري توبهہ،
مون سان نہ رڳو ناهي آزار حسينن جو.

وعدي ۾ وڃهن تا كا ويرم نہ كڏهن، ليكن؛
هك رات پڙيو كينهي اقرار حسينن جو.

ڏي دل نہ دكايل تون، رهہ باز، خدا جاٹي،
كنهن سان نہ رهيو نيبهہ هي پيار حسينن جو.

## مونکي ياد نہ آھہ

مون ڪيو ڪنھن سان ڪو اقرار،
مونکي ياد نہ آھہ.
درد فرقت جو ڪو بيمار،
مونکي ياد نہ آھہ.

پيار جي رات گذاري مون،
ڪڏھن ڪنھن سان، غلط،
مون ڪيو ڪنھنکي ڪڏھن پيار،
مونکي ياد نہ آھہ.

درد ۾ منھنجي ڪڏھن،
ڏيو ڪو دلاسو، افسوس،
اھڙو ھمدرد ۽ غمخوار،
مونکي ياد نہ آھہ.

تا رئن لنهنجي ياد جا

زور آهي اڄ خريدارن جي پيڙ،
ٿي هزارن ۾ طلبگارن جي پيڙ،
اور ٿيندو ڇو نه اڄ دلبر جو ناز،
ٿي وڏي درتي جڏهن يارن جي پيڙ،
دل هزارين ٿا ڪيي ڏين ري گهرئي،
درد جي ڪهڙي خبر بي درد کي.

بي وفا هر وقت ٿو طعنه ڪري،
ڇا ڪريان منهنجي نٿي ساعت سري،
غير سان سهڙيو رهي ٿو ساز باز،
پر رهي ٿو هو رڳو مون کان پري!
دل وني ڏايو بڻي ويهي رهي.
درد جي ڪهڙي خبر بي درد کي.

عشق سهڻن جا بڌي هي داستان،
تا حقيقت ٿي رسن دل جا گمان،
هيءَ ستم سازيءَ کان ايندا ڪين باز،
بس دکايل! بند ڪر قلم و زبان،
بي وفا جي ياد ۾ دل ٿي ڏکي؛
درد جي ڪهڙي خبر بي درد کي.



## عجب دستور

اڄ رکيو واهہ جو دستور ستمگر سهڻن،
دل وٺي پوءِ بہ خدا جي نٽا ناليٰ ڪي پڇن!

رات ساري هو سندن زلف سِيَہَ جو سودا!
منهن منوّر ڪي ڏکيندي ٿيو سحر جو درشن.

آهہ سهڻن جي ڇپن ڪي نہ مِسيءَ جو ڪو ضرور،
ٿو جهَڪو جهيڻو لڳي جن جي اکيان لعلِ يمن.

چنڊ منهنجي ڪي ڏسي چنڊ ڪي ويو داغ لڳي!؛
شرمندو ٿيو ڏسي گل يار جي لالـي گلشن.

انتخاب آهہ عجب تنهنجو دڪايل لاشڪ،
جنهن ڏي هيڪر ٿو ڏٺو تنهنڪي هزارين ٿا ڏسن.

گل تا رتن تنهنجي ياد جا

## غمزده دل

غمزده دل تي ستم ايڏو تون ايجاد نہ ڪر،
مونکي برباد ڪري غير کي آباد نہ ڪر.

آهَ تي آهَ ۽ فرياد تي فرياد ڪيم،
خون ناحق منهنجي اُميد جو جلاد نہ ڪر.

آه چاڪي ٿا چون، چاڪي چون ٿا نالان؟
روبرو منهنجي چيائين- نہ ڪو فرياد نہ ڪر.

چشم گريانْ جي هتي آهہ، هُتي سنگ جگر،
درد جي دانهن زيادهہ دل ناشاد نہ ڪر.

داستان غم جو ٻڌائين ٿو دکايل ڪنهنکي،
اهڙي بيدرد پنيان زندگي برباد نہ ڪر.

ڪل ٿا رلن ليهڏجي پا

## ڪهڙي خبر بي درد کي

درد جي ڪهڙي خبر بي درد کي،
درد جي ..............

مونکي هو رئندو ڏسي کلندو رهيو،
بي تڪلف غير سان ملندو رهيو،
منهنجي ترڦڻ ڏي نهارڻ کان سواءِ،
تنهنڪ ڏيکي بي خبر ٽلندو رهيو،
ڪيئن پٿر دل ۾ پيار ڪندو ڇپي،
درد جي ڪهڙي خبر بي درد کي.

سڀ نيازن سان نٺو مون وٽ اچي،
بي رخيءَ کان دل ٿي چڻ ڪامي پچي،
اڄ ڏسي سهڻي کي مون سان بي نياز،
ٿي رقيبن جي اچي پيگهي مچي،
دربدر مونکي ڏسي ٿو تنهنڪ ڏي.
درد جي ڪهڙي خبر بي درد کي.

تا رئن تنهنجي ياد جا

## طبيب ڪونهي

بيمار هجر جو ڪو يارو طبيب ڪونهي،
مون جهڙو پيو دنيا ۾ ڪو ڪمنصيب ڪونهي.

سيني ۾ تڙق آهي ڪنهن غم نشان دل جي،
هن وقت دل وٺي جو اهڙو حبيب ڪونهي.

آتش ڪان ٿي جلي دل چپ ڏار خشڪ ٿي ويا،
هيڪر ڏي پياس لاهڻ اهڙو رقيب ڪونهي.

هن بيڪسيءَ ۾ همدم همراز ڪير ٿيندو،
اڄ درد و غم سوا ڪو منهنجي قريب ڪونهي.

تنهنجي هٿن ۾ آهي منهنجي شفا دڪايل!
مون جهڙو پيو دنيا ۾ بيڪس غريب ڪونهي.

## مون ڪان نہ پڇو!

شعر:-

رات ڏينهن تنهنجو رقيبن جي بغل ۾ گذري،
منهنجي هرڪا گهڙي هت ياد ۾ تنهنجي لبري.
ڀوري اقرار ڀرين تنهنجو پلا ڪيئن وسري،
ٿي سري تنهنجي سڄڻ! منهنجي مگر ڪين سري.

پڇو نہ مون ڪان زماني ۾ هاء ڇا آهيان،
اوهانجي عشق ۾ ظالم مان مبتلا آهيان.

ڏنو نہ راهہ محبت ۾ آسرو ڪنهن دل،
دعا بغير اثر، درد لادوا آهيان.

دنيا ۾ ناهہ عزيزن مان ڪو رهيو باقي،
رفيقو خود مان هيئنڌ جان مان خفا آهيان.

دلاسو ترت دکايل کي ڏي اچي دلبر،
سوا تو رنج و الم ۾ اي بي وفا آهيان.

تا رئن لنهنجي ياد ۾

## بي نياز يار

وڃي دل نہ باز آيو هو بي نياز،
ڏسو منهنجي سهڻي سڄڻ جو مجاز.

رقيبن سان ڳالهيون ڪري قرب جون،
رکيئو هوءَ مون کان مگر دل جو راز.

ٻنهي جو لڳو عشق اهڙو اچي،
رهيو ياد جنهن کان نہ روزو نماز.

وڃي ڳهنڊ مُنهنَ ۾ چيو بي وفا،
نندي کان ئي شايد هئين عشق باز.

ملڻ جو هوءَ آخر دلاسو ڏئي،
[illegible] دلنواز.

## بي قراريءَ جو علاج ؟

ڪو اچي مونکي ڏسي ھن بيقراريءَ جو علاج،
رات واريءَ انتظاريءَ آھ زاريءَ جو علاج.

ٿيو ٻڌڻ ڪافر جي آھيان عشق ۾ بدنام خوب،
آھ ڪو حاذق ٻڌائي اھڙي خواريءَ جو علاج.

جن ڇڏائڻ جي ڪئين ڪئي ھام، ٿيا خود مبتلا!
واھ جو آيا ڪرڻ ھن برھ باريءَ جو علاج.

عشق بازيءَ ڪان دڪايل باز ايندس ڪين، پر،
بيءَ طرح پل ڪو ڏسي ھن انتظاريءَ جو علاج.

## ساقي ڀري ڏي جام

جام ڀري، جام ڀري، ڏي جام ڀري،
پُر ته ڪري، پُر ته ڪري ڏي پُر ته ڪري.

آهه شيشي ۾ نهان راز حقيقت ساقي،
تنهنجا شيدائي ٿا ڪن تنهنجي زيارت ساقي،
تنهنجي مشهور زماني ۾ سخاوت ساقي،
تون رهين ۽ تنهنجو مئخانو سلامت ساقي!
ڏي جام ڀري ....

مست رندن کي ڪري ساڻ ڪا محفل ڪر تون،
هوش وارن کي به مدهوش ۽ غافل ڪر تون
جام ذاهد کي ڏئي جام جو قائل ڪر تون،
ٿو رهي دور جو توکان تنهنکي شامل ڪر تون،
ڏي جام ڀري ....

شاد اي ساقي! هميشه تنهنجو مئخانو هجي،
جام تي جام ۽ پئماني تي پئمانو هجي،
مست مئنوش رهي پنهنجو يا بيگانو هجي،
پلڪ پلڪان ٿئي دکايل جيسين ديوانو هجي،
ڏي جام ڀري ....

## خود نما دلبر

خوبرؤ! غيرن اگيان هيءَ خود نمائي ڪين ڪر،
هي حريف آهن انهن سان اک اڙائي ڪين ڪر.

عاشقن ۾ اڄ اگيون ڪونهي سچائيءَ جو رواج،
نانگ آهن تون أنهن سان آشنائي ڪين ڪر.

لنهنجي واسينگن ڪان وڌ وهر آهنن جي وات ۾،
تون أنهن سان پيار جي پُلجي پِلائي ڪين ڪر.

حسن جيسين آهه، تيسين ناز برداري ڪندا،
سونهن ولي سڀ ڪجهه، ويو اهڙي ڪچائي ڪين ڪر.

ڪونه آ ناصح دکايل، پر حسينن جو غلام،
هڄ پلي جڳهه سان ڏنگرون سان ڏنگائي ڪين ڪر.

تا رئن لنهنجي ياد جا

## او ساقي!

آئي بهار شراب ڏي
ساقي پيري

ساقي پيري ڏي شراب بهار آئي!
تيو شروع دؤر نئون عشق جي افساني جو،
کوليو دروازو جڏهن ساقي تو مئخاني جو،
چؤطرف رنگ جميو ڇلڪندي پيماني جو،
جنهن کان سالم نه رهيو هوش کنهن مستاني جو،
ساقي پيري ڏي شراب بهار آئي.

تنهنجو تيڻ آيس مان،
ڇڏي هزارن کي پين تنهنجو ڏيڻ آيس مان،
ٽوکي منجهان سيني دل کڍي هکوار جيئڻ آيس مان،
تنهنجي در تي مري پيڻ آيس مان،
مي محبت رگو عيوض ۾ ڏي شراب بهار آئي.
ساقي پيري

رقيبن کي وهاري وينئين،
روبرو منهنجي هوشياريءَ تي تونهاري وينئين،
دل حريفن جي پين کي پياري وينئين،
جام تي جام پرين وساري وينئين!
رگو دلدار دکايل کي ڏي شراب بهار آئي.
ساقي پيري

## دلبر جي بي رخي

شعر:-

ڪلهوڪي خاص محفل ۾ اڳي کان دور ٿي وياسين،
رڳو لنهنجي رکي رخ کان سڄڻ رنجور ٿي وياسين.
تڏهن دلبر چيو، پل ۾ دکايل پنهنجي قسمت کي،
اسان بين جي نگاهن ۾ هينئر منظور ٿي وياسين.

محفل ۾ مون نہ سمجهيو منٺار جو اِشارو،
مونکي هو ياد پيريون دلدار جو اشارو.

قسمت ۾ غير جي هو حاصل وصال، شايد!
نادار کان مٽي ٿيو زردار جو اِشارو.

آزي گهٽي ڪئي مون پيرا گهٽا پريا مون،
افسوس، پر نہ آيو اقرار جو اِشارو.

دلبر جي بي رخيءَ کان گهائل ٿي دل دکايل،
نشتر کان تيز نڪتو اِنڪار جو اِشارو.

گل تا رئن تنهنجي ياد جا

## ياد پيا پهريان زمانا

تنهنجي الفت جا پرين پهريان زمانا ياد پيا،
ياد پيا بلبل جا سي خوشدل ترانا ياد پيا.

اڄ رڳو هڪ جام عيوض تو اکيون ڳاڙهيون ڪرين،
پر پياريءَ جي اڳي پيمانہ جانا ياد پيا.

تو رقيب رُسيه کي عذر تي جيڪي ڏنا،
اڄ اُهي ساڳيا وري مون لءِ بهانا ياد پيا!

بيوفا جي عشق ۾ بي خود دکايل کي ڏسي،
ڪوهڪن فرهاد پارا ٿئي ديوانا ياد پيا.

## دور ڪر حجاب جو پردو

دور ٿئي جي حجاب جو پردو،
منهن مٿان تان نقاب جو پردو.

رخ تان دلبر پري جي زلف ڪري،
چاڪ ٿئي آفتاب جو پردو.

بوچ بوتل جو کول اي ساقي!
ڇڏ عتابي شراب جو پردو.

دل دکايل تي ڪيسين رهندو اچا،
مهرلقا هي عتاب جو پردو؟

ن تا رئن تنهنجي ياد جا

## مايوس دل

مدت کان بعد آيو جلائڻ جي واسطي،
مايوس دل ۾ آگ لڳائڻ جي واسطي.

پيدا ڪري رقيب سان سهڻو شناس خاص،
آيو هو پاڻ مونکي ٻڌائڻ جي واسطي!

ٻانهون وجهي گلي ۾ ٻئي جي، غضب ڏسو!
آيو ٿئي ڪيس مون سان ملائڻ جي واسطي.

هن بي وفا جي ذات کان مولا امان ڏي،
آيو هو مفت دل کي دکائڻ جي واسطي.

آخر چڙي هو شوخ دکايل چئي ويو،
لائق تون آهين ٺوڪرون کائڻ جي واسطي.

## بي لحاظ سڄڻ

مون رکيو سڀني جو هربات ۾ هربار لحاظ،
پر نه سنيهران جو ڪڏهن منهنجو رکيو يار لحاظ.

ڏينهن ڏکندي ٿو لنگهي، رات گذاريان رئندي،
عمر ساريءَ ۾ سِکيو ڪين ستمگار لحاظ!

جلد بازي نه ڪجي دل جي ڏيڻ ۾ ايڏي،
دل وٺي جي نه رکي ٿو ڪو ڪي دلدار لحاظ.

فتنه سازيءَ ڪان رهيئو نه ڪڏهن باز رقيب،
نام گلَ ۾ جي مروت، ڇو رکي خار لحاظ.

سخت دل آهه دکايل سان ستمگر، ليڪن،
غير جو ٿو رکي هو بيوفا سؤ بار لحاظ.

تا رئن تنهنجي ياد جا
منهنجي هر عرض تي هروار تو کن تار ڪئي،
تو ڪئي دل سخت ڪلامي سان تڪرچار ڪئي،
تو حياتي منهنجي خوش باش مان بيزار ڪئي،
تو ڪڏهن مون تي نظر رحم نه سرڪار ڪئي،
ڏارين نفرت جي تو مون ڪان؛ توکي نفرت جو قسم،
منهنجي خوابيده محبت کي جڳائين ڇو ٿو.

مون چيو- آهيان متا توتي مثل پروانو،
تنهنجي محبت سندو مشتاق مثل مستانو،
تو غصي سان ٿي چيو- آهين نه ڪو ديوانو،
ڇا دکايل! تو آ گهر سمجهو يا پاڳل خانو،
منهنجي رودن جي ڪڏهن تو ٿي پرواه ڪئي،
اڄ منهنجي ياد ۾ تون آنسو وهائين ڇو ٿو؟



## هؤ رئندو رهيو!

شعر:-

حال مون هيڻان ٻڌايا بي وفا ڪنهنجي ڪري،
ٿو سهان هرڪا مصيبت مهلڪا ڪنهنجي ڪري،
ڪن چيو آهي چريو؛ ڪن ٿٿي سودائي سڏيو،
سڀ سهان ٿو ويڻ مان جي جي وريا ڪنهنجي ڪري.

منهنجي دردن جا ٻڌي هو داستان، رئندو رهيو،
پنهنجي ظلمن جا سڻي ظالم بيان، رئندو رهيو.

عشق مجنون؛ جا قصا اڪثر پراڻا ٿي ويا،
مون ۾ سؤدا جا ڏسي سهڻو نشان، رئندو رهيو.

ٿي پشيمان يار وارن جو وڌو رُخ تي نقاب،
منهن لڪائيندو حجابان، مهربان، رئندو رهيو.

حسن خوبان، ماهہ ڪابان کي ڏسي تربالتو،
دور ٿي ويا دل دکايل جا گمان، رئندو رهيو.

تا رڻن لنهنجي ياد جا

## اکڙين جو تاب

شعر:- ذي نہ ٿو کو ڏيان ڏين؛
دانهن منهنجيءَ
پر ٿئون هر روز ٿـو خفتان ڏيـن!

تنهنجي اکين جو تاب سهاري نٿو سگهان،
دلدار دوبدو ٿي نهاري نٿو سگهان.

مان بي کنار بحر وهايان ٿو هجر ۾،
ليکن هنجون بہ تو اگيان هاري نٿو سگهان.

ٿي ٿا وڃن سڀ سان زماني جا غم غلط،
ليکن شب فراق وساري نٿو سگهان.

ماهر هو دل وڏن ۾ دکايل اگي، مگر،
اڄ کنهن حسين کي مان ڏناري نٿو سگهان.

## وساريل افسانو

مون وساريو وري افسانو ٻڌائين ڇو ٿو،
نار تاوار کي تيزيءَ سان نچائين ڇو ٿو.

مون چيو- سهڻا سڄڻ! شور شعر ۽ ڇا جو،
رهيو خاموش مدت کان سو وڄي ٿو باجو،
رهڻ توکان ٿلي ڳهريو ڪين ڪڏهن مون آجو،
اڄ ڪبي ڪين مگر تنهنجي ڏکن جو ڏاجو،
منهنجي ڪوشش ٿي رهي توکي فراموش ڪريان،
پاڻ هروار اچي ياد ڏيارين ڇو ٿو؟

مون چيو- منهنجي ڪڏهن وصل جو وارو ايندو،
تو چيو تنهنجو گذر رنج و الم ۾ ٿيندو،
جاڻ اهڙي نہ رهي درد ۾ دلبر نيندو،
سوز سوڙن جو نہ ڄاڻم ڪو ستمگر ڏيندو،
ساز دل آهه ٽٽو تارِ محبت آ خموش،
جا اڄهامي سا وري آگ لڳائين ڇو ٿو؟

# وصل جو ارمان

چو اجايو ٿو جراحن جي هٿان ڏيارين عذاب،
مرض ۾ ايندو دوا سان ڪين ڪڏهن ڦيرو جناب!
تنهنجي ئي هٿ ۾ رکيو آ هن دکايل جو علاج،
يا مسيحا ٿيءُ دلبر! يا ته ڏي هڪڙو جواب.

نه سر ۾ هوش آ منهنجي نه تن ۾ جان باقي آهه،
مگر هان، دل ۾ تنهنجي وصل جو ارمان باقي آهه.

سندءِ ترڇي نظر سهڻا رسايا زخم سيني ۾،
ملم ميلاپ جو مون لءِ رهيل درمان باقي آهه.

جدائيءَ جي گهڙي هرڪا اي سهڻا ٿي ورهيه گذري،
ملڻ جيءَ ڪر، اِهو تنهنجو رهيل احسان باقي آهه.

دنيا جي بي بقائيءَ تي ڪرڻ باور اجايو ٿي،
دکايل حسن جو چٽڪو گهڙي مهمان باقي آهه.

## ڏسان تہ سهين!

شعر:-

اجا ڪيسين اُجاڙي دل، غريبن کي ستائيندين،
وچوڙي ۾ تون عاشق کي پلا ڪيسين رلائيندين،
چيائين چا اجا بڪوات شيءِ مونکي بڌائيندين،
دڪايل! لاڙڪاڻي کان ڪڏهن تون موڪلائيندين؟

دلبر ڏسان تہ ڪيسين جورو جفا ڪرين ٿو،
جا دل ڏني مون توکي تنهن دل سان چا ڪرين ٿو؟

مونکي رکيو رکين ٿـو ناڪام آسرن ۾،
بين سان تہ روز سهڻا! وعدي وفا ڪرين ٿو.

منهنجي وفا جي عيوض تو چا ڏنو اي ظالم!
محفل ۾ غير جي خود منهنجي گلا ڪرين ٿو.

دل جو وڃڻ دڪايل! آهي ڏکيو چيائين،
تو بي گلا ڪري ٿو، تون بي خطا ڪرين ٿو.

تا رڻ تنهنجي ياد جا

## وصل جو ارمان

شعر:-
چو اجايو ٿو جراحن جي هٿان ڏيارين عذاب؛
مرض ۾ ايندو دوا سان ڪين هڏ ڦيرو جناب!
تنهنجي ئي هٿ ۾ رکيو آ هن دکايل جو علاج،
يا مسيحا ٿيءُ دلبر! يا نه ڏي هڪڙو جواب.

نه سر ۾ هوش آ منهنجي نه تن ۾ جان باقي آهه،
مگر هان، دل ۾ تنهنجي وصل جو ارمان باقي آهه.

سندءِ ترڇي نظر سهڻا رسايا زخم سيني ۾،
ملم ميلاپ جو مون لءِ رهيل درمان باقي آهه.

جدائيءَ جي گهڙي هرڪا اي سهڻا ٿي ورهيه گذري،
ملڻ جي ڪر، اِهو تنهنجو رهيل احسان باقي آهه.

دنيا جي بي بقائيءَ تي ڪرڻ باور اجايو ٿيو،
دکايل حسن جو چنڪو گهڙي مهمان باقي آهه.

## بي خطا نہ مار

شعر:-

خيال يار ۾ سمجهو ٿئي مون مجاز نہ آهہ،
مگر مجاز سوا موڄ بـرقِ ناز نہ آهہ،
زبانِ حسن جو قاصد ڪمان هي پڌم مصرع،
نيازِ لنهنجي جـو خواهان بي نياز نہ آهہ!

بي خطا سهڻـا نہ ڪنهن کي مـار ٿون،
اچ، اچي ڏس! منهنجي حالت زار ٿون.

بستري ٿان موت جي پيي جي آٿـان؛
لعد ٿي هـارين جي آنسوُ چـار ٿون!

بي وفـا توکي سـڏن جـي عـام ٿا،
باوفـا ٿنکي بـٽي ڏيکار ٿـون.

دل دکـايل جا ڏنهان دکنـدا ڏسي،
هـاء پيهر ڪين ڦوکي پـار تـون.

تا رنن تنهنجي ياد جا

زوريءَ تو کسي دل کٺي دلدار ڏني مون،
ليکن نه خوشيءَ سان هٿي منٺار ڏني مون.
حيلو نه هليو هاءِ کي لاچار ڏني مون،
انڪار ڪريان ڪهڙو مان، سرڪار ڏني مون،
دل ڏيڻ جي اِئين ڏوهه آ سؤ وار سزا ڏي،
تون ڪجهه نه پلا ڏينم سڄڻ ڪجهه نه پلا ڏي.

آخر مون چيس روئي سڄڻ کي نه پلا ڏي،
خيرات پرئي گنج مان ڪجهه نام خدا ڏي،
ڪافي ٿيو سمو سؤر کي دلدار دوا ڏي.
هن برهه جي بيمار کي هڪوار شفا ڏي،
دلدار وني دل نه دکايل کي دغا ڏي،
تون ڪجهه نه پلا ڏينم سڄڻ ڪجهه نه پلا ڏي.



## بي خطا نہ مار

شعر:-

خيال يار ۾ سمجهو ٿئي مون مجاز نہ آهہ،
مگر مجاز سوا موج برق ناز نہ آهہ،
زبانِ حسن جو قاصد ڪان هي پڙم مصرع،
نيازِ تنهنجي جو خواهان بي نياز نہ آهہ!

بي خطا سهڻا نہ ڪنهن کي مار تون،
اچ، اچي ڏس! منهنجي حالت زار تون.

بستري تان موت جي پي جي آئان؛
لحد تي هارين جي آنسوُ چار تون!

بي وفا توکي سڏن جي سار ٿا،
باوفا تنکي بنئي ڏيکار تون.

دل دکايل جا ڏنهان دکندا ڏسي،
هاءِ بدور ڪين توکي پيار تون.

رُئن تنهنجي ياد جا

## دل جلائي ڇا ڪندين؟

جان اي جانا جدائيءَ ۾ جلائي ڇا ڪندين؟
منتظر دل کي اچا ايڏو رلائي ڇا ڪندين!

روح ڪان خالي نہ آهي انتظاريءَ جي گهڙي،
بيقراريءَ جا ڏئي صدما ستائي ڇا ڪندين.

تنهنجي اک جو هڪ اشارو ئي پيام موت آهہ،
ناز جي تلوار تيزيءَ سان نچائي ڇا ڪندين.

زندگيءَ ۾ ڪين سنيران وصل جي ڪا رات مان،
دردِ فرقت ۾ سڪايل کي سڪائي ڇا ڪندين؟

دل دکايل ۾ رکيو ارمان رهجي ٿو وڃي،
بعد مرڻي لاش تي ايندين الائي ڇا ڪندين.

## ڪجهه ته پتو ڏينم

تون ڪجهه ته پتو ڏينم سڄڻ! ڪجهه ته پتو ڏي،
تون ڪجهه ته پتو ڏينم سڄڻ ڪجهه ته پتو ڏي.

ڪنهن ڏينهن ٿيو گذر ايجتي دلدار جي در کان،
دل کي مون لڪايو ڪٿي دلبر جي نظر کان،
واقف نه اڳي هوس انهيءَ زور و زبر کان،
دل ٽڙيءَ اٿي عشق جي آنهن جي اثر کان.
هڪ آهَ ڪري مون چيو "الله پناهه ڏي!"
تون ڪجهه ته پتو ڏينم سڄڻ ڪجهه ته پتو ڏي.

اُف دانهن جي آواز تي در بند ڪيائين،
هڪ چرڪ پيو بي خطا پردي کي ڇڪيائين،
منٿن سان پلؤ کين ڪٿي ڪين ڪنيائين،
وي! شوخ نگاهن سان چڙي نيت ڇنيائين،
دل ڏيکي حتن ساڻ نه ڏي ڏوهه قضا ڏي،
تون ڪجهه ته پتو ڏينم سڄڻ ڪجهه ته پتو ڏي.

## نقاب هٽايو

دلبر هٽايو نقاب، نقاب، نقاب اي جانا!
عاشق سان ڪهڙو حجاب، حجاب، حجاب اي جانا!

دل ٿي تو ريءَ تڙڦي دلبرا!
ڪر ڪو اقرار اي سهڻا! ڏي ڪو ديدار اي سهڻا
بي-جا هي ناز جناب،
وصل ڏي يار شتاب، شتاب، شتاب اي جانا!

تون ميءَ حسن جو هڪ جام پري ڏي ساقي؛
ڏي دڪايل کي، مگر ٻُر نہ ڪري ڏي ساقي!

محب ماڻ جي ڪر ڪا مون سان،
تير نظر جو گهايل - دلبر هي آهہ دکايل،
هردم هي ڪين شباب.
برهہ ڪيو بي‌تاب، بي‌تاب، بي‌تاب اي جانا!
دلبرا هٽايو نقاب....

تا رتن لنهنجي ياد جا

## ڪوڙو اقرار

ڪري اقرار الفت جو اي سهڻا! عام محفل ۾،
الائي ڇو ٿو پاڙين پرين انجام محفل ۾!

ڏني مون دل ڪيڏي ٿوڪي رڳو هڪڙي اشاري تي،
مگر مونکي ڪرين ٿو روز شب ناڪام محفل ۾.

نگاهون شوخ ڀرن ٿيون جڏهن جامون آدائن جو؛
تڏهن ٿو بيخوديءَ ۾ ٿي وڃان بدنام محفل ۾.

سندم گوڙهن جي وهندڙ نهر ۾ خود وهنجي ٿو ڪوثر
مڃي ٿو بي ڪسيءَ منهنجيءَ ٿي آج ماتام محفل ۾

جلي وئي دل رقيبن جي دکايل آتش غم ڪان
جڏهن ساقي! ڏنو پلجي تو مونکي جام محفل

## اِنڪار جو آزار

اِقرار ڪري يار جو اِنڪار ڪرين ٿو،
پيدا هي نئين سر نئون آزار ڪرين ٿو!

فرقت ۾ سندءِ مجب ٿو شب روز گذاريان،
منهنجو نہ ڪڏهن پلجي تون ويچار ڪرين ٿو.

رغبت ٿو رکين پين سان، مگر مون سان بهانا!
افسوس رقيبن کي رڳو پيار ڪرين ٿو.

پين سان تہ دکايل ٿو ڪرين روز رهاڻيون،
مون سان نہ محبت جو ڪو اظهار ڪرين ٿو!

## سڪڻا دلاسا

مونکي دلدار دلاسن تي وهارين ڇو ٿو،
لڪي لڪي غير جي گهر رات گذارين ڇو ٿو؟

تون رقيبن سان نڀائڻ کي وفا ٿو سمجهين،
مان منهنجيءَ کي مِڻا منهنجي رضا ٿو سمجهين؛
شوق ديدار کي دلدار خطا ٿو سمجهين،
دل جلائڻ تون رڳو ناز و ادا ٿو سمجهين!
ڏيئي هرروز بهانا، مونکي ٽارين ڇو ٿو،
لڪي لڪي غير جي گهر رات گذارين ڇو ٿو؟

عشق تنهنجي ۾ بُرا حال ٿيا منهنجا دلبر!
تو بنا آب اکين مان ٿو وهايان هر هر،
مونکي ڏينهن رات پرين آهه رڳو تنهنجي پچر،
تون مگر پلجي به منهنجي ٿو لهين ڪين خبر!
واعدا ڀوريسان سڄڻ يار وسارين ڇو ٿو؛
لڪي لڪي غير جي گهر رات گذارين ڇو ٿو؟

منهنجي لء آهه ڏکي تنهنجي جدائي سهڻا،
هڪڙو پيرو ته اچي ڪر ڪا ڀلائي سهڻا،
آهين مونکي تون فقط ياد سدائي سهڻا،
مون نڀايو تو مگر ڪانه نڀائي سهڻا!
ڏس دکايل ڏي رڳو، ٻين ڏي نهارين ڇو ٿو،
لڪي لڪي غير جي گهر رات گذارين ڇو ٿو؟



رڻن تنهنجي ياد جا

## سڪڻا دلاسا

مونکي دلدار دلاسن تي وهارين ڇو ٿو
لڪي لڪي غير جي گهر رات گذارين ڇو ٿو؟

تون رقيبن سان نڀائڻ کي وفا ٿو سمجهين،
مات منهنجيءَ کي مِٺا منهنجي رضا ٿو سمجهين؛
شوق ديدار کي دلدار خطا ٿو سمجهين،
دل جلائڻ تون رڳو ناز و ادا ٿو سمجهين!
ڏيئي هرروز بهانا، مونکي ٽارين ڇو ٿو
لڪي لڪي غير جي گهر رات گذارين ڇو ٿو؟

عشق تنهنجي ۾ بُرا حال ٿيا منهنجا دلبر!
تو بنا آب اکين مان ٿو وهايان هر هر،
مونکي ڏينهن رات پرين آهه رڳو تنهنجي پچر،
تون مگر پالجي به منهنجي ٿو لهين ڪين خبر!
واعدا پهريان سڄڻ يار وسارين ڇو ٿو؛
لڪي لڪي غير جي گهر رات گذارين ڇو ٿو؟

تنهنجي ياد ۾

## بي وفائي ڪين ڪر

بي وفائي ڪين ڪر
دل وني قابو ڪري پوءِ بي وفائي ڪين ڪر.
پيار ڏيئي پهريون هيئن جور و جفائي ڪين ڪر

ڏينهن تنهنجي ياد ۾ ۽ رات اوسيڙي لنگهي،
آتشِ فرقت ۾ ايڏي دل جلائي ڪين ڪر.

پل وجهي پرپٺ رقيبن سان رهائيون ڪر مگر
روبرو منهنجي نه ٻئي سان اکه اڙائي ڪين ڪر.

دل ڏئي پوئين شڪايت جو چيائين، ڇا ضرور؟
اي دکايل! يا نه اهڙي دل لڳائي ڪين ڪر.

## دل روءِ پل

دلبر جي بيرخيءَ تي دل بيقرار روءِ، پل روءِ پل روءِ!
حسرت جا لڙڪ هاري ليل و نهار روءِ، پل روءِ پل روءِ،

فرقت جي زندگيءَ کان بيجان، جان ٿئي،
ڪر چاڪ چاڪ دامن، سينو فگار روءِ، پل روءِ پل روءِ!

هن بيڪسيءَ ۾ اي دل ٿيءَ ڪين نا اُميد،
مرندي گهڙيءَ مليمن ديدار يار روءِ- پل روءِ پل روءِ!

هي درد دل دکايل جنهن کان نصيب ٿيو،
تنهن سيمر-تن سجڻ کان گهوري هزار روءِ، پل روءِ پل روءِ!

## ها دل!

...و ڪٽي ها دل زخمي نگاهه سان،
...و ڪٽي ها دل، بس وئي ها دل!
ٽو ڪٽي ها دل زخمي نگاهه سان.

...نيچي نظرن سان جڏهن يار! نهارڻ وينٺين،
...وار آئيني ۾ دلدار سنوارڻ وينٺين،
...رم جي مرڪ سان مشتاق کي مارڻ وينٺين،
دل دکايل جي دلاسن سان ڏنارڻ وينٺين،
ٽو ڪٽي ها دل زخمي نگاهه سان.

عشق جي چوٽ ڪو اُستاد ارسطوءَ کان پڇي،
قيس ليليٰ ۾ لڏو ڇا هو، ڪو مجنوءَ کان پڇي،
ٿي چري چاهه چنيسر ۾ ڪو ڪونڙوءَ کان پڇي،
مون ڏٺو چاهه پنهنجي يار ۾ ڪو مون کان پڇي،
ٽو ڪٽي ها دل زخمي نگاهه سان.

هجر جي هر ڪا گهڙي آه مصيبت جي گهڙي،
سوز فرقت ۾ سمجهي ويو آ سند ۾ ساهه سڙي،
انتظاريءَ ڪان اکين ۾ ٿا اچن لڙڪ لڙي،
برت ڀاڙي مون پرين تنهنجي مگر ڪين پڙي،
تو ڪئي هاءِ دل زخمي نگاهه سان.

دل وٺي پورين پوءِ دلدار دغاباز نه ٿيءُ،
پنهنجي همدم کي ڇڏي غير سان همراز نه ٿيءُ،
ناز بردار دکايل سان ٿي ناساز نه ٿيءُ،
نياز وارن سان ستمگر! ايڏو بي نياز نه ٿيءُ،
تو ڪئي هاءِ دل زخمي نگاهه سان.

تا رئن تنهنجي ياد جا

## ياد نہ ڪر!

ياد نہ ڪر بيتاب دل،
روز جا غم نوان نوان.
يار جي بند زلف جا،
پيچ ۽ خم نوان نوان.

تنهنجي نگاهہ ناز جو،
گهايل نہ مان هڪڙو، مگر
پيدا ڪرين ٿو روز روز،
گهايل صنم نوان نوان.

پين سان تہ روز وصل جا،
سهٽا ڪلي وعدا ڪرين؛
مونکي رڳو ٿو ڏين عجيب،
رنج و الم نوان نوان.

هاءِ! دکايل هو اڳي،
هن سوزش غم کان بي خبر،
عشق ۾ تنهنجي ٿيا نصيب،
ڪيڏا ستم نوان نوان.

## مائل ستمگر ٿي ويو

دل وٺڻ جي واسطي مائل ستمگر ٿي ويو،
رات محفل ۾ هي سارو راز ظاهر ٿي ويو!

محب ماري ٿلي رکيو تنهنجي رسامي جي ادا،
مرغ دل مان ڏيري ڏيري پار خنجر ٿي ويو.

ڪيئن پلا ديدار تنهنجو دلربا ٿيندو نصيب،
آئينو ڪمبخت پي حيرت کان پٿر ٿي ويو.

ناز واري چال آهي چلولي معشوق جي،
پيچ جنهن جنهن زلف ۾ پيو سو تہ گهونگهر ٿي ويو.

اي دکايل حسن وارن جي عداوت کان امان،
منهنجي دل مان ناز جو بس پار نشتر ٿي ويو.

## ديدار صدقي دل

گھائي دل مون در تنهنجي فقط ديدار جي صدقي،
ڏنم خود جان نذرانو ڪري هڪ پيار جي صدقي.

نگاهن ۾، ڏنيءَ جو واعدو سهڻا وفا وارا،
اچڻ توکي مناسب هو، انهيءَ اقرار جي صدقي.

رقيبن سان رهاڻين ۾ گذاريءَ روز شب، ليڪن؛
گھڙي هڪڙي نه فرصت آهه هن بيمار جي صدقي!

پڙهي جنهنم مون تنهنجي حسن جي تعريف اي جانان!
ڏيارين وصل مِن ٻنهنجو انهيءَ اخبار جي صدقي.

تمنا دل دکايل جي اچي ڪر اي صنم پوري،
نبيءَ شيرين زبان جادوءَ ڀري گفتار جي صدقي.

## ديدار صدقي دل

لُٽائي دل مون در تنهنجي فقط ديدار جي صدقي،
ڏنم خود جان نذرانو ڪري هڪ پيار جي صدقي.

نگاهن ۾، ڏنيءَ جسو واعدو سهڻا وفا وارو،
اچڻ توکي مناسب هو، انهيءَ اِقرار جي صدقي.

رقيبن سان رهائين ۽ گذاريءَ روز شب، ليڪن؛
ڪبڙي هڪڙي نہ فرصت آهہ هن بيمار جي صدقي!

پڙهي جنهنم مون تنهنجي حسن جي تعريف اي جانان!
ڏيارين وصل من پنهنجو انهيءَ اخبار جي صدقي.

تمنا دل دڪايل جي اچي ڪر اي صنم پوري،
انهي شيرين زبان جادوءَ پري گفتار جي صدقي.

تا رئن تنهنجي ياد جا

## ڪتان آٽيان سا دل!

نٿين دل نقد ڏهاٽي؛
آءِ ڪتان آٽيان سا ٿو لاءِ محب! نٿين دل نقد ڏهاٽي؛
سيني ۾ مون وٽ آهي، پر پرزا پرزا ٿيل پراٽي.
شيشي-دل ٿي شام صبح جي ٿيندي رهندي هيئن سنگباري؛
ڀڄندي ڀرندي، چوُرڻ ٿيندي؛
ثابت ڪيئن رهندي سا راٽي!

ڀولي ڀالي دل ويچاري پاڻ ڏيئي جنهن پاڻ وساريو؛
هڪ ئي ديد ڪئي ديواني
ري ماهہ ٿنهن جي دست وڪاٽي

ٿوڪي گهرجي روز نٿين دل روز نٿون رنگين فسانو
ڪاٿون آٽيان آءِ اُهو رنگين مزاج، سدا جي جُواٽي
مون وٽ آهہ دکايل دلِ جا، ڏيڻ جاٽي پر وڏڻ نہ جاٽي
نانءَ ڏٽي ڪر سا ٿون پنهنجي، ڀڳل ڀريل جا آهہ نماڻي

## آهي ڪو خريدار!

هڪ دل جو خريدار ڪپي دل جو خريدار
آهي ڪو خريدار؟
قيمت ۾ اٿم طلبيو رڳو، وصل جو اقرار.
آهي ڪو خريدار؟

او نازو أدا وارا!
او ترڇي نگاه وارا،
سستو هي آتئي سودو،
او زلف بلا وارا!
هي دل جو خزانو تو وجي منٿ ۾ لاچار.
آهي ڪو خريدار!

ن تا رُئن تنهنجي ياد ڇا

## اکڙين کي خطاب

آهه اکڙين کي مايو اڄ بي ترس خوني خطاب،،
نازداريءَ جي نظرسان کن ٿيون عاشق کي ڪباب.
تيز ڪاواروني تفنگ ۽ نيهن جا نيزا نوان،
برهه جي برڇين اکيان کي جوان ئي ڏيندا جواب.
بي قراري آهه زاري جوش جاري روز شب،
هرطرف ڪان عاشقن جي لءِ اُٿيل آهي عذاب
ملڪ محبوبي پسڻ لءِ ٿي کپي جرات جڦ
اُلٽ پاسان ٿي لڪن ۾ جاءِ اُتِ ناهي جناب
وقت وئرت چو وڃائين هن دنيا جنجال
ڪنهن سمي ويهي نه ڪرڪو وقت قيمت جو حس
اُٿ سويرو سوچ ڪر، غافل دڪايل چو رهـ
باغبان بڻجي ڪرين خون باغ کي چو تو خ

## هستيءَ جي باغ جا رنگ

باغ هستيءَ جا پيا رنگ نرالا ڏٺجي،
عشق سهڻي ۾ ويس چا منجهان مان چا ڏٺجي!

جان بخشي ٿو نئين، پيار جو گفتو هڪڙو،
آيو مون لاءِ الله جائي مسيحا ڏٺجي.

قيس يارن کي چيو سؤ دفعا مان سجدو ڪريان،
جي اچي منهنجي اکيان خود خدا ليليٰ ڏٺجي.

عيش جي شام هجي وصل سندي رات هجي،
حسن دلبر اچي شب روز تماشا ڏٺجي.

دل عيوض توکي دڪايل! ٿيو پلا چا حاصل؟
مونکي، دلبر کان مايا درد دلاسا ڏٺجي.

رئن تنهنجي ياد جا

## اکڙين کي خطاب

ھہ اکڙين کي مايو اڄ بي ترس خوني خطاب،،
ـازداريءَ جي نظرسان کن ٿيون عاشق کي ڪباب.

تيز ترارون، تفنگ ۽ نيڻن جا نيزا نوان،
برهہ جي برڇين، اگيان کي جوان ئي ڏيندا جواب.

بي قراري آهہ زاري جوش جاري روز شب،
هرطرف ڪان عاشقن جي لءِ اُٿيل آهي عذاب.

ملڪ محبوبي پسڻ لءِ ٿي ڪيپي جرات جفا،
اُٿ پلٽان ٿي لڪن ۾ جاءِ اُتِ ناهي جناب.

قت وئرت چو وڃائين هن دنيا جنجال ۾
ڪنهن سمي ويهي نہ ڪرڪو وقت قيامت جو حساب

اُٿ سويرو سوچ ڪر، غافل دکايل چو رهئين
باغبان بڻجي ڪرين خود باغ کي چو ٿو خراد

گهر ڇڏي سانجهيءَ صبح ٿين ٿا وڃي اونڌا سنوان،
ٿا ڪهن مسجد مندر پاڻيڻ مُلا ڇاجي ڪري؟

ڇاهہ ڪنهنجيءَ ۾ پلا شب روز فاقہ ٿا ڪڍن،
ورت روزي جا ٿا ڏين تنَ کي تَسا ڇاجي ڪري؟

هي حسد ناهي تہ ڇا، نہ تہ سوال ڪهڙا ٿا ڪريو،
ويو ملي اڄ آهہ ڪافر کي خدا ڇاجي ڪري؟

مون تہ پنهنجي يار جي صورت ڏسي سجدو ڪيو،
آڻ ڏني جي عشق ۾ هوُ ٿيا انڌا ڇاجي ڪري؟

راز هن ديوانگيءَ جو ٻهرئين پل تن ڪان پڇو،
ٻو چئو تو ڪئي دکايل! هيءَ خطا ڇاجي ڪري.

---

## مون کان ڇو ٿا پڇو؟

ٿا پڇو مون کان ته هُن تي ٿيس فدا ڇاجي ڪري،
سوار ٿي هيءَ عشق جي سِر تي بلا ڇاجي ڪري؟

ڪنهن مُکو نيايو هو بلبل کي، ته گلشن ۾ اچي،
دربدر ٿي خوامخواه هوءَ پو پلا ڇاجي ڪري؟

حسن مقناطيس جي ڪو ڪل پتنگن کان پڇيو،
جي شمع جي لاٽ تي جبري جليا ڇاجي ڪري؟

گهر چڏي سانجهيءَ صبح ٿين ٿا وڃي اونڌا سنوان؛
ٿا گهمن مسجد مندر پانيڙ مُلا ڇاجي ڪري؟

ڇاھَ ڪنهنجيءَ ۾ پلا شب روز فاقـہ ٿا ڪڍن؛
ورنہ روزي جا ٿا ڏين تنَ کي ٿَسا ڇاجي ڪري؟

هي حسد ناهي تہ ڇا، نہ تہ سوال ڪهڙا ٿا ڪريو،
ويو ملي اڄ آهہ ڪافر کي خدا ڇاجي ڪري؟

مون تہ پنهنجي يار جي صورت ڏسي سجدو ڪيو،
آڻ ڏني جي عشق ۾ هوُ ٿيا انڌا ڇاجي ڪري؟

راز هن ديوانگيءَ جو، ڀريئين پل ٿن کان پڇيو،
پو ڇٽو ٿو ڪٿي دکايل! هيءَ خطا ڇاجي ڪري.

## مون کان ڇو ٿا پڇو؟

ٿا پڇو مون کان تہ هُن تي ٿيس فدا ڇاجي ڪري،
سوار ٿي هيءَ عشق جي سِر تي بلا ڇاجي ڪري؟

ڪنهن مُکو نيابو هو بلبل کي، تہ گلشن ۾ اچي،
دربدر ٿي خوامخواه هوءَ پو پيا ڇاجي ڪري؟

حسن مقناطيس جي ڪو ڪل پتنگن کان پڇي،
جي شمع جي لاٽ تي جيئڙي جليا ڇاجي ڪري؟

## پلناهو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ٢١ | ١ | دل وني | دل ولي |
| ٣٦ | ٢ | نار للوار | ناز للوار |
| ٥٣ | ٣ | اور | اڙر |


Printed by Shri Mellaram M. Vaswani, at the Sunder Printing Press, Ajmer.
&
Published by Krishna Bhambhani Secretary Lok Sahitya Prakashan Gandhidham, Adipur (Kutch)

## پلئاهو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ٢١ | ١ | دل وئي | دل ولي |
| ٣٦ | ٢ | نار للوار | نار للوار |
| ٥٣ | ٣ | اور | اڦر |


Printed by Shri Mellaram M. Vaswani, at the
Sunder Printing Press, Ajmer.
&
Published by Krishna Bhambhani Secretary Lok Sahitya
Prakashan Gandhidham, Adipur (Kutch)

# فهرست

# اسانجا ٻه آکر

ڪوي ڊڪايل جو هي چوٿون ڪتاب آهي، جيڪو
اَسين پاٺڪن جي هٿن ۾ ڏيئي رهيا آهيون. ڪويءَ جا
پهريان ٽي ڪتاب، 'جهونگار'، 'قومي للڪار'، لوڙهي
'سنگيت ورکا'، گهڻن ئي هٿن ۾ پهچي چڪا هوندا. اَڄ هي
نئون غزلن جو گلدستو "گل ٿا روئن تنهنجي ياد جا" جدا
ڪويءَ جون رچنائون هن
پيش ڪري رهيا آهيون. اهي گهڻيون لکيون
ڪتاب ۾ جيڪي ڏنيون اَٿون، پوءِ جي تخليق ڪا
١٩٤ع کانءِ ئي لکيون ويئون آهن. ساهتيه پرڪاش جي
وري ئي آهي. اميد ته لوڪ ۽ قبول پوندي.
هيءَ نئين پيت جهجهن هٿن کان پڙهندي

'ڪرشنا'

١- مئي ١٩٦٣ع
آديپور (ڪڇ)

## دل جي ڳالهه!

سڄي عمر ڄوندو ۽ ڳائيندو رهيو آهيان. جڏهن جڏهن دل ُلڇندي ۽ ڇُلندي آهي، تڏهن تڏهن ڪجهه نه ڪجهه ٻاهر ايندو ٿي آهي. ١٩٢٤ع کان وٺي لکيل "غزل" اَڄ تائين سانڍيندو آيس. انهن منجهان ڳچ گراموفون رڪارڊن ۾ آيا ۽ ڳايا سنڌ جي پرسڌ ڪلاڪارن. ڪنهن نه ڪتاب ۾ هن طرح گڏي ڇپايم ڪين.

اَڄ اهي سڀ، هن هڪ ئي ڪتاب ۾ ڏيئي، ٻاڻ کي جڻ ڇڪي ٻاهر وٺي آيو آهيان، نجاڻا ڪهڙو حال ٿيندو!

-دکايل

ت وركا

صحبت ساڻ ڪري دلجوئي،
دور ڪري دلگيري ڪوئي،
پيو نہ ٺہ، جهٽ پل پيار ڪري،
ڪير تہ هاڪو بار ڪري.

ڏاڍن ساڻ عداوت ڪهڙي،
سورن ساڻ شڪايت ڪهڙي؟
وتبو ڇا تڪرار ڪري،
ڪير تہ هاڪو بار ڪري.

مون وٽ قياس ڪٿي نہ اچي ڪو،
جوني پياس ڪٿي نہ اچي ڪو!
طلسم جو اِقرار ڪري،
ڪير تہ هاڪو بار ڪري.

آءٌ دکايل مَنَ جي ٿوري،
جند آڙائي ورتم جهوري،
قرب ڪو پنهنجا يار ڪري،
ڪير تہ هاڪو بار ڪري.

---

## ڇٽ ڇور

ٻاروهي ٻارن سان کيڏان،
ٻارن جو ڇٽ ڇورَ.
ڦنگ ڦساري وڻ وڻ ووڙيان،
منهنجو نالو مور- ٻارن جو ....

بادل منهنجا ساٿي، همدم،
ٿيون گهنگهور گهٽائُون.
ٻاڇولن سان لڪچپ لايان،
ڇا م-ن-ڀاء ڇٽائُون.
ٻُوندن جي ٽُورن جو ڇمڪو،
ڏي مستيءَ جو دور.
منهنجو نالو مور- ٻارن جو ....

ڀريم-ڀگن تي ڀاڻ وساري،
ناچ نچان هر ويرَ.
نير اکين مان وهندو آ، جي،
ڏسندو آهيان پير.
کير دکايل ڏاران سمجهي،
منهنجو دک هي گهور.
منهنجو نالو مور- ٻارن جو ....

# ويئي ڪيئن وري!

ويئي دل ڪيئن وري.
حيلا پيل تہ هزار ڪجن،
ٿئي نہ سڄڻ ڪان پري.
ويئي دل ڪيئن وري.

جن سان ملڻ جي آس نہ ڪائي،
ياد سڄڻ سي پوَن سدائي،
ساعت مور نہ سري،
ويئي دل ڪيئن وري.

جيئن جيئن نياز ڏسي ٿو نازڪ،
نيئن نيئن نازجي ماري ناوڪ،
هنر هزارين ڪري.
ويئي دل ڪيئن وري.

عشق اچانڪ آهہ آڙايو،
قرب ڏکايل خوب ڪڙايو،
ڏهڻ ڪنهن کي ڏري.
ويئي دل ڪيئن وري.

## ڪو تہ هلڪو بار ڪري

ڪير تہ هلڪو بار ڪري،
سخت زماني آهہ ستايو؛
دل تي پناري واز ڪري.
ڪير تہ هلڪو بار ڪري.

سر سر ھور نہ ٽڪي ٽي پوري،
تنگ پيا ٻڇي ناسوري؛
ٽڙي ڪلي جو هار ڪري،
ڪير تہ هلڪو بار ڪري!

ڏن رانديڪن ريءَ دل ماندي،
حُبَ انـدر آهي هيڪاندي،
مالڪ هڪ جاڻي- امڙ! ڏي رانديڪا ....

ماڻ نہ جيڪي عام هٿن نان،
گهڙيل هجن جي خاص هٿن سان.
آڻج پهچاڻي- امڙ! ڏي رانديڪا ....

سـج چنڊ جهڙا سڦرا سهڻا،
جڳ کي موهن جي من موهڻا،
طلب سندن ڏاڍي- امڙ! ڏي رانديڪا ....

ڏک سک ۾ جي گڏجي گهارن،
ڌيرج ڌارن هيانءَ نہ هارن،
مهل ڏکيءَ ڏاڍي- امڙ! ڏي رانديڪا ....

جيجل ننڍڙو آهيان جيسين،
رانديڪن سان کيڏي تيسين،
مؤج وڻان ماڻي- امڙ! ڏي رانديڪا ....

پوءِ ڪا دکايل! بات نہ رهندي،
رانديڪن جي تات نہ رهندي،
سورهيہ ساماڻي- امڙ! ڏي رانديڪا ....

مسافر هلي آءُ

مسافر! ويڙهو ڪين وسار،
ڪڏهن ڀُلي پيڙو ٿي مَنيءَ سان،
ڪا ته گهڙي اچ گهار – مسافر! ويڙهو ....

سَنگ پڪل مڪئيءَ جا داڻا، آيُنِ جي آچار،
دل جا داڻا جهيڻيءَ ڪِر ٿي، ڪيم سجهائي اُپار؛
دولــڻ! اچ مهڙو ڏيڪار،
ٿنهنجي آهيان ٿنهنجي رهنديس،
بِن وجهه بين جي پچار – مسافر! ويڙهو ....

سوُر سوادي، ٿيا رنج راحت، تون جي آهين ساڻ،
گهر جا ڏوُنا ڏک، سک سمجهان، پيار ته ڪهڙو پاڻ؛
دولڻ! گهوريو گذارڻ ڏار،
ويڻ وٽن ٿا تو هوندي، پر،
توريءَ ڪن بيزار – مسافر! وَيڙهو ....

ٽانگهي ٽانگهي ٿي دل ماندي، پورا پيا نه دليل،
ڪوڙ مندون آيون ۽ ويئون، آئين پر نه اصيل!
دولڻ! ڪيءَ ڪڏهن ويچار؟
هڪ جيڏيون جا چونديون دکايل!
چوندو جا سنسار – مسافر! ويڙهو ....

شاستريه گيت:

## وڇوڙي جي رات

هجر پري رات گذري نٿي،
وصل جي پرڀات نڪري نٿي.
حسن جي تصوير ڇاپي ڇڏيم،
ختم نہ ٿي ڪات وسري نٿي.

ڏوهڙو
چٽنڪ لڳائي وئين چنتا جي،
ڏيئي نينهن نشو.
پريت جي ريت نڀائڻ ساجن!
آهي پنڌ ڏکيو.
هجر پري رات گذري نٿي،
وصل جي پرڀات نڪري نٿي.

## او امڙ!

او آيل! رانديڪا آٿـي،
امڙ! ڏي رانديڪا آٿـي.

من ريجهي جن رانديڪن سان،
شام صبح پيو کيڏان تن سان،
دير م وجهه هاڻي - امڙ! ڏي رانديڪا ....

سگيت ورکا

جوڳي بڻجي جوڳ کمايم،
ڏوٽي باري خاک رمايم،
راتيون جاڳي پاٺ پڙهايم.
تنهنجي لئہ سرڪار— ساجن! ملندين ....

ڪي ٿا توکي ڳولهن بن ۾،
ڪي ڳاڙهن ڪارن ڪپڙن ۾،
ڪي ٻاهر ڪي اندر من ۾.
ڳولهن هر پرڪار— ساجن! ملندين ....

تون ڇو توکي ڪنهن پر پايان،
ورت رکي ايڪهٽا ڳايان؟
ميرو پهري وار وڌايان؛
ريت تہ سل ڪا يار! ساجن! ملندين

آءُ دکايل تي هٿ ڌر تون،
دور نہ هون ڪان رهہ پل پر تون.
جهڙو تهڙو پنهنجو ڪر تون.
عيبن ڏي نہ نهار— ساجن! ملندين

## سينو چاڪ ڪر

آڳ جذبن جي جلائي،
دل جو ڪينو خاڪ ڪر.
درد ۾ ٻئي ڪي ڏسين جي،
پنهنجو سينو چاڪ ڪر.

جي حسد آهي ڪو تنهنجي دل ۾،
تنهن کي ڪر فنا،
پيار رک سيني سان، جي
چاهين دکايل! تو بقا.

پرپر ۾ سوارٿ نه آهي،
پرپر قرباني جو راڳ.
پرپر ۾ گهرجي نه گهرجي،
تو رڳو ڪامل تياڳ.

آتما گيانڻ چڙيو
گونگا ٿي جنسي پيا پراڻ؛
ڪونه اندرين لء سهارو،
ديهه ۾ باقي رهيو.

## ڏُکڻو پيار

وڇوڙي ۾ ٽڙقي ڏُکي پيار ساجن!
حياٽي ٻڻي جڻ پڃي بـار ساجن!
وسن وس ڪري ٿا سياري جا مينهڙا،
ٿڌيون روز راتيون ٿڌا گهٽ نه ڏينهڙا.
گذارڻ اڪيلو ٿيو دشـوار ساجن!
اکيون در ۾ آهن، اگر هاج هٿ ۾،
نشاني نه پنهنجي ڇڏي وئين ڪا ڪڇ ۾،
ٻکي دل ۽ چاٽي چيچي ٿار ساجن!
ڪندي ڪيسين رهنديس اڄا آبر باري،
لکي لٽڪ لاڙيندي مون عمر گهاري،
رهن نيڻ جل سان سدا تار ساجن!
نه ڪو لٽڪ اڪ جو لکائي سگهان ٿي،
نکي حال ڪنهن کي ٻڌائي سگهان ٿي؛
ڪيو لڄ دکايل ڪـي لاچار ساجن!

## ساجن! ڪيئن ملندين

ساجن! ملنديـن ڪهڙي پار،
ڍولڻ! ملنديـن ڪهڙي پار؟
جيءَ انـدر آهي جنگ جاري،
قلب کي ڪا ڪِنَ ناهه قراري.
ڄڻ ڏُن ڪـان ڀانيان بيزاري،
ڪانهه وٽي ڪا ڪار ـ ساجن! ملندين ..

ليڪن تنهنجي دل جي ڌڙڪڻ،
ٽڙڪ چپن جي آس وندي ڪِن.
ڏَرجي ڏونگرسان ٽڪري جڻ،
ٽي ويئي هڪ پل ۾ چِن پِن!
لوڪ لڄا، لَٽ ٽِٽ جي آڏو؛
داءِ ڪٽي پيي تو هاريو— مان آيس پر

ڦول-نگر مان نڪري آيس؛
ٽيندي ڏارن ڪنهن هڏ ٽوڪيو!
پيوندي ۾ لڳ پهتس تو وٽ،
پر تو مالهيءَ جو هٿ روڪيو!
چيٽ ۾ سرءُ اچانڪ آئي؛
گلشن جو راڳو گهبرايو— مان آيس

دور گهڻو ٽوڪان تارن جي،
محفل ۾ اڄ ويڻو آهيان.
پيار جي ٽوڪيءَ منزل جا ٽو،
هڪجيڏن کي حال سڻايان.
آءٌ دکايل دک جو عادي؛
عبث سڪن جو پايان سعيو— مان آ

## ساجن جي سار

أنئي بهر اندر ۾ آهي ساجن! تنهنجي سار،
گهر ڏَر ۾ دل ڪان لڳي ٿي، تانگهي طلب تنوار.

ڏينهن نهاري رات نهاريان؛
ڪن ڪن اوسيڙي ۾ گهاريان.
وري وري وينئي ويچاريان!
پاڙيء چونہ قرار؟

مون منجهہ شايد ڏوھہ ڏٺئہ ڪو،
وينئين محب! ڪري جو موشو؟.
خط پَتَ ڪان پيو جڻ تو وانجو
ڪهڙيء وِڌَ ويچار؟

جيڪا گڏجي سا ورجائي؛
ڪير پڙ تن ڪي سمجهائي؟
جڳ جُڳ ٿيندو تنهنجي آئي،
موٽي موڪ ميار!

آءٌ ڏڪايل پيو ڇا چونديس،
پيت لائي منهن نہ متينديس.
جيئن در آيس سو نہ ڇڏينديس،
ڪوِل ڪرين يا ڌار!

ڪلپنا عرش جي چوٽين تي،
اُڏائيندي رهي،
هاڻ سانگي سان مان،
ڌرتيءَ تي اچڻ چاهيان ٿي.

سوز اونهي ڪان جا ڏکندي،
ٿي ايامن ڪان رهي.
ٿنهن ٿڌل دل تي هينئر،
نار وجهڻ چاهيان ٿي.

وصل جي رات ڪا هڪ ئي سهين:
گهاري تم ڌسان.
دل جو آرمان دکايل!
مان ڪيڻ چاهيان ٿي.

## دل جا سڏڪا

مان آيس پر ڪو موٽايو؛
دل سڏڪي دم چين نہ آيو!

چاھہ جو روپ وٺي آيس مان،
آشائن جا گُلَ ٽيڙيندو.
مون سمجھيو خوش ٿيندين ۽ کلندين ۽،
ڪوڪي ڏاڍو آڻت ايندو.
تنھنجي بي رونق گلشن ۾،
ايندي ئي مون رنگ ڇمايو – مان آيس پر

ڏوهڙو
نيڻ ڇڄان هيڻيڙو ڇپڪي کٽ کَٽ نڙڦي جيءَ؛
پيءُ رنو بوڇڻ ڀِنو ماءُ اُساري ڏيءَ.
ڪٽي ويندا بابل! کٽي ويندا، ڏولي جاڻ ڪهار،
بابل! ڏولي کٽي ويندا.

ڏوهڙو
نيڻ نه آلا ڪر امان، بابل، لڙڪ نه لاڙ،
اڄ پرديسڻ جنهن کيو، ڪندو دکايل ماڙ.
کٽي ويندا بابل! کٽي ويندا، ڏولي جاڻ ڪهار،
بابل! ڏولي کٽي ويندا.

## حال ونڍڻ چاهيان ٿي

خالُ ڪيئن دل جو پريان،
حال ونڍڻ چاهيان ٿي.
ميت من جو ڪو ملي،
پيار ڪرڻ چاهيان ٿي.

پياس جنمن جي ڪٺي،
آس تي آيس تڳندي،
عمر جا خواب حقيقت ۾،
پسڻ چاهيان ٿي.

ستريہ گيت:

## نياز مندي

ھون عمر گذاري نياز ڪري،
نت يار ٿھون تو ناز ڪري:
ھون سانڍيو دل جي ٿاڪين ۾،
خود پاڻ پڌر تو راز ڪري!
جا گذري دڪايل! ياد نہ ڪر،
شل يار نظرانداز ڪري.
ڪر رقص رڳن جي تارن تي،
اُلفت جو مٺو آواز ڪري.

منهنجا بابل!

ڪٽي ويندا بابل! ڪٽي ويندا، ڏولي چاڙهي ڪهار
بابل! ڏولي ڪٽي ويندا ...

ڏوهڙو
بيوس ڌيئڙي بابلا ڏيندي ڪنهن کي ڏوهه،
قسمت پرديسڻ ڪئي لوهه لڪئي جو ٻوهه.
ڪٽي ويندا بابل! ڪٽي ويندا، ڏولي چاڙهي ڪهار،
بابل! ڏولي ڪٽي ويندا.

ڏوهڙو
هنجون هاري ڪيئن پچان روئي پڳم چولي،
گهير گهٽيون سوڙها ٿيا، گذري ڏکي ڏولي!
ڪٽي ويندا بابل! ڪٽي ويندا، ڏولي چاڙهي ڪهار،
بابل! ڏولي ڪٽي ويندا.

# ساجن نت سنڀاريان

آءُ تـــہ تـوکـي ساريان،
ٿي ساجن نت سنڀاريان.
آءُ تـــہ توکي ساريان ....

نيڻن ۾ تنهنجو نشان،
ٽير جگر مان پـار جان؛
وِنـيـن ۾ وهـــاريـــان،
ٿـــي نيڻ ڪٽي نهاريان.
ساجن توکي ســـاريـــان.

تو ساڻ منهنجو ميل دل،
آ پريم سندو هي کيل دل!
تـوکـي ڪيئن وسـاريان،
مان پريت دڪايل! پاريان،
ٿي ساجن! نت سنڀاريان.

## جڳمڳ جوتي

جڳمڳ جوتي ٻــاري، پريم ڏياري،
جـوڳــڻ آئـي ساجن! پاڻ وساري.

پـريـم، پـريـم، پـريـم.
پريم جي ليلا ڪير لکي؟

پريم ٻڪارڻ آئي پريتم! پاند پساري،
چت ۾ آس رکي درسن جي ناٿ! نهاري.

تو هر شيءِ ۾ پريم ٻکي.

پريم جو نرمل ناتو جوڙڻ آئي داسي،
پريتم تنهنجي پريت پسڻ لءِ پرڪڙون پياسي.

جڳمڳ جوتي ٻاري ......

## جادوگر ايندو!

جادوگر ايندو ٻڌائي، جادوگر ايندو
جادوگر جا منڊ نرالا، منتر ساڻ منڊيندو
ٻڌائي جادوگر ايندو.
نيڻ ڏسي ٿيا نيلا پيلا،
هاري ويٺا هيانءَ هڻيلا.
ڏڪ ڏڪ ٿي پيدا دل ۾،
آڙيس اچي نہ وڏيءَ مشڪل ۾.
زلف ڪنديءَ ۾ دل ڦاسائي،
ترڙ لاءِ ڇڏيندو- ٻڌائي جادوگر ...

جادو سليمانيءَ ۾ چاهي؛
هو نہ اڪابر منتري آهي!
جنهن تي هيڪر ڦيٽو پڙهندو،
رنگ نرالو تنهن تي چڙهندو.
پورين سڪ جا سبق پڙهائي،
پوءِ وڇوڙو ڏيندو.
ٻڌائي، جادوگر ايندو.

## ڪر نہ پري پريتم!

پريتم ڪر نہ پري، نہ پري، نہ پري،
رات وهامي، رات وهامي ․
پريتم ڪر نہ پري ......
تو بن ساجن، چين نہ پل چن،
ساعت ڪين سري، نہ سري، نہ سري،
پريتم ڪر نہ پري ......
دل جو درپن ٽوڙ نہ ساجن،
پيار ڪري منهن موڙ نہ ساجن ․
پال پلاءِ، واڳہ وراءِ،
توريءِ جند جري، جري، جري ․
پريتم! ڪر نہ پري ......
آءُ ․ اُڏامي، آءُ اُڏامي ․ پريتم ...
ورهہ وڇوڙي دل ٽڙڦائي،
آگ دڪايل! ڪنهن نہ اُجهائي ․
پريت نڀاءِ، سانگ رساءِ،
من جي تپت ٺري، ٺري ٺري،
پريتم! ڪر نہ پري ......
ٿيءُ انجامي، ٿيءُ انجامي،
ساعت ڪين سري ․ پريتم ...

اچ پريتم!

گنگا جي اچ پار پريتم.
گنگا جي اچ پار!
پريم گنگا جون اوجل لهرون،
پريت ڀهڻ سان ٽکري کن ٽيون.
پريتم! پريم پچار.
گنگا جي اچ پار.

پريم گنگا جي نرمل جل سان،
شردا روپي تلسي ڏل سان.
پريم پوڄاري تيار.
پريتم! گنگا جي اچ پار.

پريم جي آنند ۾ ڳجهيءَ ۾،
پريم جي موج پريءَ مستيءَ ۾.
آءُ چڙهي گهر ٻار.
پريتم! گنگا جي اچ پار.

پريم جي انهيءَ ديس جا واسي،
پريم بکيا لءِ آئي داسي.
ترڪ ڪري سنسار.
پريتم! گنگا جي اچ پار.

## آس جا تارا

رات انڌاري ٽمڪن ٽم ٽم،
تارا تنهنجي آس ۾.
پريم جو ديپڪ باريم پريتم!
چنڊ بڻجي آڪاس ۾.
آءُ سهاڳڻ توسان ساجن!
پريم پوڄارڻ ارپيو تن من.
پريم مندر ۾ آئي داسي،
شيام سندر من موهن پيارا،
ڪيول تنهنجي پياس ۾ـ رات ....
پريم جي مرلي شيام وڄائي،
جوش ۾ جمنا چاندي آئي.
پريم نگر جا واسي آيا،
گوپين گيت سريلا ڳايا.
پريم جي راس ولاس ۾ـ رات ....

ڏوهڙو
جيسين تون آئين نہ، ٽم ٽم نيسين تارن ۾ رهي،
تنهنجي آئي، سي صبح پلڪن ۾ ٿي ويا لا پتا.
پريم جو ديپڪ باريم پريتم.
چنڊ بڻجي آڪاس ۾ـ رات ....

آءُ نہ ڄاتا پريم کي،
کي آڌن ڳـھاتــا ڳيھر،
ھٿ نہ جيلان سان ھلن،
منهنجا پٽون ٽيـڙا پيرہ
ڏاڍا ٻڌجي ڏير، پنھل وٺي ويا پاڻ سان.
ڪو نہ ٻجھائي ........

آءُ نہ ڄاڻو پريت جو،
ھـيءَ ھيڪاندو پـنـڌ.
ھؤرن ســاڙي رکـيـو،
اڄ دکــايـل سَنڌ سَنڌ.
سوڊل جو سنبنڌ، ٽيو ھوچارو ھِتن ڪان.
ڪو نہ ٻجھائي ........

کا

## تارن ڀري رات

تارن ڀري رات،
فرقت ۾ فڪرات.
اُڻ ڏڻ ۾ اوقات،
ٻاروچل جي ڏات.
تارن ڀري رات...

روئي ٽڪا نيڻ،
ماڳهه نه موٽيا سيڻ.
ويئي سهاڻ ويڻ،
ڏاڍي تنهجي ذات.
تارن ڀري رات...

سسئي سنا سور،
ڏونگر ڏوري ڏور.
پنهل سندا پور،
وائي ڏکايل وات.
تارن ڀري رات...

## ديرِ نہ وجهہ درسن ۾

ساجن! ديرِ نہ وجهہ درسن ۾،
ديرِ نہ وجهہ الا! ديرِ نہ وجهہ- ڀرين! دير....

رات گذاريم رئي رئي،
پر نہ پرين آئين پرڏيهي.
آءُ رسڻ جي ريت وساري،
ٻرچي پيهُه ٻکن ۾- ساجن! ....

سهڻي صورت جوڀن واري؛
بات رسيلي پياري پياري.
ساري جڳہ جي سونهن سمائي،
ديدن جي درشن ۾- ساجن! ....

محب! دکايل، ڪو ري‌ءِ ماندو،
رودن ڪان پل ناهي واندو.
دل ۾ دلبر دوُد دکائي،
آگ لڳاي‌ءِ ڪن ۾- ساجن ....

## من جي تپت

ڪو نه ٻجهائي تپت منهنجي من جي
سڙ ٻڏ رهي نه تن جي.
ڪو نه ٻجهائي ........

پريتم تنهنجي پريت جي،
مون ڪاڙي تن سان تات.
ڏکندي ڏينهن لنگهي ويو،
منهنجي رئندي گذري رات.
فقيري فڪرات، حاصل ٿيا ٿم هوت ڪان.
ڪو نه ٻجهائي .. .....

## جوڳڻ جو گيت

جوڳڻ ڳاتو گيت اجيت،
موٽيو نہ ليکن من جو ميت.
پريت جو گيت نرالو گيت.

ديس ٿيو ويوڳڻ جو پرديس،
ڀوري آئي ڀڳون ويس:
پريت جو ديس نرالو ديس.

آباد کري ساجن جو سنگ،
ٽڙيو جوڳڻ جو انگ انگ،
پريت جو رنگ نرالو رنگ.

ويوڳ ۾ ويني وساري پاڻ،
رهج نہ اُداسڻ! آيو جاڻ.
پريت جو پاڻ نرالو پاڻ.

اُپي اُپ نهاريان،
گـــوندر گهاريان کيئَن،
الا! گوندر گهاريان کيئَن.

اُپي اُپ نهاريان جانب ويو جيئَن،
سانوڻ بادل جيئَن وَسن اکڙيون وَسن نيئَن.
الا! گوندر گهاريان کيئَن.

روئي رانيون کانئيان ڏکيا لنگهن ڏينهن،
آجي هيس آءٌ تان نجهري نِيو نيهن.
الا! گوندر گهاريان کيئَن.

ڪين ڏکايل پاڙيو جو ڏنو ڦول پرينءَ،
بانهيءَ بڌو پاڻ کي سهڻي سانول سينءَ.
الا! گوندر گهاريان کيئَن.

ڏوهڙو

سوُلي سيج، ڏکن جي ڏولي،
پاڳم جدائي پانءَ.
روئي ريجهي پاڻ سان صورت نين سماءَ.
خيال سان خيال خوديءَ جو کائي،
خيال ۾ خيال وڃاءَ.
ڏهان پوءِ ئي پاءَ، رانول پنهنجي روح ۾.

## ڪيئن عيد ڇوان؟

بن چنڊ ڏٺي ڪيئن عيد ڇوان،
مون لءِ ساڳيا روزا ٿيا، سنوان.

بن چنڊ ........

تنهنجي راهه تڪي آڪاس منجهان،
ٿم ٿم ٿيو اکين جو آب روان.

بن چنڊ ........

تنهنجي وصل جون راتيون ياد ڪري،
منهنجا جاڳن ٿا نِتَ سور نوان.

بن چنڊ ........

در تنهنجو ڇڏي پلا ماهجبين
بئي ڪنهن جي دکايل! پيش پوان.

بن چنڊ ........

# وڇوڙي جا ڳوڙها

سنارن کي شاهد بڻائي رئا ننڍو،
وڇوڙي جي ڳوڙهن سان منهن مان ڌئا ننڍو.

بڻيو عشق مجبور، بي تاب تي دل،
اڃا وصل جي دور ڏسجي تي منزل.

فراقن ڦٽي دل ٿيون غمگين آنهون،
ڏنا ساهه سُڏڪا کيون درد دانهون.

پوي بار تي عشق جي هيءَ اسيري،
نه بخشي جي تسلي مني ياد گيري.

ڦٽا بور انبن جا باغن ۾ هرسو،
کري هاءِ وياڪل تي ڪوئل جي ڪو ڪو.

دلين کي ڪرڻ مست آئي بهاري؛
ڦٽي نند جذبن جي، تي بيقراري.

گلن جي سُڳند چارسو واءِ واسي،
مگر دور تي کين من جي اُداسي.

پري ڪلپنا ڪان وسي دل جي مئنا،
جٽي کين پهچن ٿا مايوس سپنا.

## من جا اُڌما

جاڳن ٿا اُڌما من ۾،
ايڏو اوسيڙو؟ مان مُنيس؛
تاب رهيو ناهي تن ۾،
جاڳن ٿا اُڌما من ۾.

هجر جون هيڏيون لنبيون راتيون،
سيج اڪيلي جڻ ٿي کائي؛
ڇيڪن ٽيون پاسن ۾ ڪاتيون.
سِر سِر نيڻن جي تڙڦائي،
اڄ نه اکيون سي آهن ڇاتيون.

نيت وركا

درد سهڻ جو ڪونه رهيو دم،
هڏ ڪائي بس رت پي ويو غم.
گونگو رودن گونگا سڏڪا،
عمر گذاريم دردن ۾.
جاڳن ٿا اُدما من ۾.

آءُ دکايل جا او ساٿي!
پل پل ڪن ڪن ٿي واجهايان،
ويوڳڻ آهه اُميد نه لاٿي.
جنم جنم ۾ توکي پايان،
مون کان پيا سڀ وسري ويا ٿي.
اڄ ڏولڻ اڄ او پرڏيهي!
آءُ پکي اڄ مٺيءَ جي پيهي.
اڄ نه ڏسي وڄ هيڪر رهندي
ڪيسين ڪاڻِ نصيبن ۾؛
جاڳن ٿا اُدما من ۾.

## پرھ جون باکڙن

سک سان گذري رات،
صبح نيڙن باکڙن کيڍيون.
پرھَ ڦٽي پرڀات.
سورج اڀريو چاڻ،
جڳ پڻ سارو جاڳندو،
پورھئي ڳارئي ڪاڻ.
ھلندو ڪاروبار،
ڪرت ڪندا ڪي ڪڙڙ جي؛
ڪي ماحب سچيار.
غرض جي وَس انسان،
سڀ ڪجھ ٿا پلجي وڃن.
ٻڄن ٿا حيوان.

دل نہ رکن ٿا صاف،
پيائيءَ جي ٻوليءَ ٻَڌا،
مُور نہ ڪن انصاف!
مطلب جو ڪن پيار.
لالچ لوڪ آنڌا ڪيا؛
دين ڌرم ڪان ڌار.
پرمارٿ ڪـان دُور،
ڪُوڙا ڪرڻ ڪرتڳهن،
سوارٿ ۾ سي چُور.
ديس ڌرم ۽ ڪـال،
ويچاريندا ڪين ڪي،
کهڙو ٿن جــو حال.
سچ ڪـري اگـوا ڻ،
شـال دکايل، بي ثمر،
پُرجهي پنهنجو پاڻ.

## او بادِ صبا!

أگهہ لڙڪ نہ منهنجا بادِ صبا!
ڪر آلو نہ چولي جو دامن.
چؤماسي جو هي آهي نہ، مگر،
هر روز وسڻ وارو ساٻوڻ.
أگهہ لڙڪ نہ منهنجا بادِ صبا!

تو ڏينهن ڏسي نڪي رات ڏسي،
نڪي پيچ پني پريات ڏسي،
پل پل تو وسي جل ٿل تو وسي.
وسي منهنجو ڪري ٿو هلڪو من!
أگهہ لڙڪ نہ منهنجا بادِ صبا!
ڪر آلو نہ چولي جو دامن.

## پشپ آرتي

پشپ- آرتي شيام! اُتاريان،
تـن مـن واريـان واريـان.
پشپ آرتي شيام اُتاريان.
پريم جي جوت جڳايان جڳمڳ،
چنـدن ڌُوپ جـلايـان.
چتَ آسڻ تي، چرن ڪمل ۾،
نت پـرَيـو! ڌيان جمايان.
شيوا ساڌن شـرڌا ڀڳتي،
ڀـاؤ سان ڀيٽ لڳـايـان.
تن من اربي ناڪر دئاري،
پـريـم رتـن ڌن پايان.
گيت ڪميا جا ڳائي پل پل،
هڪ تو سان لنوَ لايـان.
من جي تار ستار وَجائي،
لک لک شبَ گڻ ڳايان.
شيام شرن ۾ شال دکايل!
پنهنجو پـاڻ پـسـاريـان.
پشپ آرتي شيام! اُتاريان،
تن من واريـان واريـان.

## آنسوُ ڪيئَن روڪيان

روڪيان ڪيئَن آنسن جي ڌار؛
نيڻ ڇَلن پاڻيءَ سان ٽمٽار.
روڪيان ڪيئَن آنسن جي ڌار.
ٿـي سوني پـرڀـات رواني؛
ساڙينـدڙ اُس ٿـــي نـــروار.
هاءِ! صبح جي لاليءَ ڪان اڳي؛
ڇانيون سانجهيءَ جو انڌڪار!
من جـي مڪڙي ڪين ٽـڙي،
ٿيو جڻ تـہ ٻهانو موُج ٻهار.
هيانءَ ڦُٽي ٿو روئي منهنجو،
ٻالـڪپڻ اڄ زارون زار.

سنگيت ورکا

سليان،
دکڙو ٿن جو چوني
ويچار.
ساجن سان، کر موڙيا
پهرين،
جوانيءَ جي موجن کان
بيڪار!
جيون بار بڻي

الا!
تير لگو کو تيز
جو نکري ويو سيني جي پار.
سَرَ چيرڻ کان هاءِ چڻي آگ،
دل جي ويٺا جي هيءَ ٿار.

شوخ دنيا جي آگ جلائي،
پيڙيل ٿنَ منهنجو هروار.
دل چاهي ٿي لڙڪ وسائي،
ڪاروُ نپت اندر جي نار!

هڪ ڏينهن سال سوَ ٿيا،
هڪ سال جا سوين ڏينهن.
ساجن سنڌي وڇوڙي،
ويتر جيئڻ وڏايو.
وهلور واجهه پايان ....

سُڏڪي سڏيانءِ جيڪر،
پر ٿو لحاظ ماري.
محبت مٿان مسافر!
بدنام ٿئي اجايو.
وهلور واجهه پايان ....

جنهن آس تي لڳان ٿي،
سا آس ڪيئن ڇڏيان مان.
آخر اچي دکايل!
لايو ڪندر سڄايو.
وهلور واجهه پايان ....

## جنمن جو وڇوڙو

جنمن جو هي وڇوڙو،
جنمن جي هيءَ جدائي.
پيڙا مٿان مون پيڙا،
ڪيڏي نہ ڏس اُٿائي - جنمن جو ....

تو ساز دل جو ڇيڙيو،
ٿيو درد جنهن کان پيدا.
نيڻن ڏٺي نہ پاڃي،
جا نند تو ٿٿائي - جنمن جو ....

گجهڙو هي راز دل جو،
توکي جو مون سڻايو.
تون ڪاش! مطب سمجهين،
بس آس ٿم اِهائي - جنمن جو ....

سک پائي آءٌ هيڪر،
دک پُلجان ڇونہ جيڪر.
گولها ۾ هاءِ تنهنجي،
ڪيڏي نہ عمر آئي - جنمن جو ....

سنسار ڪلپنا جو،
پيارو ڪري دکايل!
تنهنجي ملڻ جي خاطر،
مون ڪُل دنيا پُلائي - جنمن جو ....

## پرديسي ڍوليا

تنهنجي اٿم رڳو ياد،
آءِ آءِ، او پرديسي ڍوليا!
تنهنجي اٿم رڳو ياد.
زخم سِهن ٿا، نينڻ تِمن ٿا،
روئي ٿي دل ناشاد.
آءِ آءِ، او پرديسي ڍوليا!
تنهنجي اٿم رڳو ياد.
روز ٿي ساريان، راهه نهاريان،
ايڏو نه ڪر بيداد.
آءِ آءِ، او پرديسي ڍوليا!
تنهنجي اٿم رڳو ياد.
درد جي ماري دل ويچاري،
روز ڪري فرياد.
آءِ آءِ، او پرديسي ڍوليا!
تنهنجي اٿم رڳو ياد.
ڇڏ بي دردي، هيءَ لاغرضي،
ڪر ڪو 'دکايل' داد.
آءِ آءِ، او پرديسي ڍوليا!
تنهنجي اٿم رڳو ياد.

## وهلور واجهہ

وهلور واجهہ پايان،
خط اڄ بہ ڪين آيو!
سرتيون سڄڻ جو آهي،
ڪهڙو الاجي رايو.
وهلور واجهہ پايان ....

قاصد ڪُجهہ نٿو ڪڇ؛
توڙي ڪريان ٿي پڇ پڇ!
بادل اکين جا برسن،
ڌڙ پاڻ پسايو.
وهلور واجهہ پايان ....

## جڳ جي پريت

جوئي جڳ جي پريت، مسافر!
جوئي جڳ جي پريت.
ڪوئي نہ ڪنهن جو ميت، مسافر!
ڪوئي نہ ڪنهن جو ميت.

مطلب جي سڀ دنياداري،
مطلب جو هرڪو سنساري؛
دک ۾ ڪوئي ساٿ نہ ڏيندو،
سک ۾ ٿين سڀ ساٿي - بابا!
چپل ڪپٽ جي ريت.
مسافر! جوئي جڳ جي پريت.

دنيا آهي مسافر خانو،
اڄ پنهنجو ڪ سڀان بيگانو،
موهہ جي آخر رنج دکايل!
موهہ ڪري تو انڌو - بابا!
چنچل من ڪي جيت.
مسافر! جوئي جڳ جي پريت.

## انحد گيت

مان ڳايان انحد گيت،
پرچايان من جو ميت ـ مان ڳايان ....

دل جي چنچل تارن تي هو ايندو نچندو ايندو،
منهنجي وِرهي گيتن تي هو جَرِ ٿَرِ گجي ڳائيندو.
نيڻ ڪٽي ايندو ٻادل جا؛
آڪاسي دل ساڻ.
ايندو منهنجي گهر ۾ ساجن،
رهندو دک نه ائين ـ مان ڳايان ....

سونيءَ شام جو ساڻ ڪري هو ايندو ڇيڙ تارن جي،
سرتين وچ ۾ سرهي ٿيندي پس رکندو لڄ وارن جي.
حاسد گونگا ٿيندا، ڪَکَ پن
ٿيندو طعنه باز.
چوندا دکايل تنهن پڙِ رهندو،
آس جو ڪونه اجيت ـ مان ڳايان ....

ڦاڳہ ڦٽو ڪَرَ مکڙين موڙيا پيئي تري جواني،
گيت پريت جا ڳائي ڳائي بلبل ٿي ديواني.
سک بسنت ۾ اچي دکايل! لڳو خزان جو روڳہ،
آس نراس ٻٽي ويوڳڻ جي، سپنو ٿيو سنجوڳ!
ويران باغ چوڌاري ويران،
ٿيو ظلمت جو سامان.
من نراس ٿيو، جيءَ اُداس ٿيو.
هي جڳہ دک جو گيت مسافر! جوڻي پريت جي ريت.
مکڙين تي گونجار ڪري ٿو گل کي گلي لڳائي،
رس جو لوڀي ڪارو ڀنئرو گيت پريت جا ڳائي.
مست سڳنڌ ڪيو ڀنئري کي ٿيو مدهوش مدام،
روُپ ڪمل جي گل کوٻي ۾ آيس جيون-شام.
زندان حسن جو زاري زندان؛
تن ڪـڙقـي ٿيو بـي‌جان.
گل ۾ واس ٿيو- بند سواس ٿيو.
ڪيڙي نيهن جي نيت- مسافر! جوڻي پريت جي ريت!

⋙⊙⋘

## پريت جا پيچ

پريت جي ريت نيايان ·
مان پايان توسان ،
پيچ هي پريتم پايان ·
نيايان توسان پريت جي ريت نيايان ....
تن جي سيجا، جگر وهاڻو،
من مندر ۾ سنڌ ڏڪاڻو،
پريت جي جوت جڳايان ·
مان پايان توسان پيچ هي ....
ديس پيڻا جي ويندي ڪاهي ،
سر جا ڪل لاڳاپا لاهي ،
پيا چو پنڌ پچايان ·
مان پايان توسان پيچ هي ....
پريت نگر جي ريت نياري ،
چا ڪم دڪايل رُت متواري ·
گهاري آنند پايان ·
مان پايان توسان، پيچ هي ....

اوجــل ۾ اُجــارا،
او نيــڻ ســتــارا!
آءَ پريم نگر ۾،
آءَ دل جي مندر ۾.

٢

درياهہ جي رواني،
صــورت ۾ جواني،
هـــي حسن بهانو.
رک ياد اي جاني!
هـــي بات حقاني،
يکسان نـہ زمانو.
فرقت جـو جلايل،
دروازي تي آيل،
عرصي کان ستايل،
بـيحــال دکــايل.
آءَ پريم نگر ۾،
آءَ دل جي مندر ۾.

## پريت جي ريت

جوني پريت جي ريت مسافر!
جوني پريت جي ريت ۔
ڪايا جي سوني ٻيڙي ۾ بند پڪي پرڏيهي ۔
پوڳ پيرم ۾ جيون ڪوهي پاپي ٻڌيو سنيهي ؛
آشا جي سندر سپنن ۾ گذري ساري رات ،
بند لالسا ۾ ٿي مڪتي رهي روڳ جي تات ۔
طوفان موهه جو پاري طوفان ؛
من وياڪل ٿيو حيران !
سک اُداس ٿيو ، چين ناس ٿيو ۔
اهڙي پاپڻ پريت مسافر! جوني پريت جي ريت !

## پيٺا وٽ هلڻو آهي

تن پريم جي خاڪ رماء،
پيٺا وٽ جوڳڻ بڻجي هلڻو آهي.

هل پريم جي بيک پنڻ لاء،
خالي جهول ڪٽي هل جهلڻو آهي.

هل لڙڪ ڪٽي، هل ساجن جي،
قدمن ۾ پاڻ اُڇلڻو آهي.

هي داغ ڪٽي دل جا، پريتم کي،
حـال دکـايـل سلـڻو آهي.

## پريم نگر

آءُ پريم نگر ۾،
آءُ دل جي مندر ۾.
تارن جي ٹمڪ ۾،
بجليءَ جي چمڪ ۾،
بادل جي سفيدي.
هيري جي جهلڪ ۾،
ڦولن جي مهڪ ۾،
ڇا حسن فريبي؟
پرانن کان پيارا،
جيون جا سهارا،

پريت جي جوت جڳائي جنهن ڪئي،
پنهنجي روشن دل پريمي،
اهڙي نرمل نيهن جي ٿي،
دل درسن قابل پريمي.

پريم جي پوڄا آهه جڳت ۾،
پريم جي مهما نياري آ،
پريم سدا پچ پاپ کان نيارو،
پريم جي مت نرمل پريمي!

پريم ڪرم ۽ پريم ڌرم، هن،
پريم جي ليلا پياري آ،
پريم ۾ دک سک ناهه دکايل!
پريم جي گت پريل پريمي.

پريم جي آهه نرالي دنيا،
پريم جو پنٿ نرالو آهه.



## پريم جو شان

نرالو پريم نگر جو شان،
نرالو پريت نگر جو شان.

پريم جي مالها پريم جي ڪنٺي،
پريم جي پوڄا پريم جي ڀڳتي،
پريم عبادت پريم جي ٽصبي،
پريم جو جپ تپ ڌيان.
نرالو پريم نگر جو شان.

پريم جي گنگا پريم جي جمنا،
پريم جي مسجد، مندر، گرجا،
پريم جي آهه انوکي رچنا،
پريم هري سڀان.
نرالو پريم نگر جو شان.

## پريم جو گيت

ڪوئي پريم جو گيت ڳائي اچي،
ڪوئي من جي پياس مٽائي اچي.
ڪوئي پريم جو ڀيد ٻڌائي اچي،
جنهن ڪان تڙڦي هي تن ۽ من ٿئي مگن.

پرديسي پريت مان ڇـا ڄاڻي،
الفت جو مـزو ڪو تـو ماڻي؛
مان ڪنهن سان لڳايان دل جي لگن؟
جنهن ڪان تڙڦي هي تن ۽ من ٿئي مگن.

ڪهڙو پريم بنا جيوت جـو مزو،
هـن ميءَ جـو نرالو آهـ نشو،
رستو آ ڏنگو سؤڙو آ ڏکيو،
هڪ راهه ڪٺن پي دل جي جلن.

دل پريت جي ريت ڏي مائل آ،
من پريت جي گيت جـو قائل آ،
آءٌ ڪنهن سان لڳايان دل جي لگن.
جنهن ڪان تڙڦي هي تن ۽ من ٿئي مگن.
ڪوئي پريم جو گيت ڳائي اچي.
ڪوئي من جي پياس مٽائي اچي ....

## پريم جي دنيا

پريم جي آهه نرالي دنيا،
پريم جو پنٿ نرالو آهه.
پريم کان ڪا خالي دل ناهي،
پريم جو گهر گهر چالو آهه.

پريم جو ٺاڪر، پريم پوڄاري،
پريم جو شنک شوالو آهه.
پريم جي اوجل آد سدائين،
پريم جو انت اُجالو آهه.

## پريم سمرٽي

پريم سمرٽي سور پريمي!
چت ۾ چنتن ڪن من ارپڻ.
چاهه رکي پيو چور- پريمي! پريم سمرٽي سور.

رعد رڳن جي تار وڄائي،
پريم سرس مستي جاڳائي.
مست مگن رهه سک درسن ۾،
اور السئي اور پريمي! پريم سمرٽي سور.

پريم پنٿ جي ريت نرالي،
پريم رکي ڪنهن سرت سنڀالي.
پريم جي چالي آهه نرالي.
چست ٿري، نت نور- پريمي! پريم سمرٽي سور.

## پريم پروانو

پريم جي ديپڪ جو پروانو آيو،
آيو آيو ساجن!
سِرَ جو ساڻ ڪٺي نذرانو آيو، آيو ....
مَيءِ محبت جو مست شرابي،
برهہ جي آيو وٺڻ بي تابي،
آيو، آيو ساجن! دل جو لٽڻ خزانو، آيو ....
دل هڪڙي پر سُور هزارين،
چونہ گهڙي ڪن مون سان گهارين،
آس رکي هت آيو آهيان،
ڪين ڪجاڻ ڀهانو، آيو ...

## پريم جو جوڳ

جوڳي ! پريم جو جوڳ ڪماءِ،
در در پريم جو الک جڳاءِ.
پريت نگر جو پار سڃاڻي،
اڳتي وک نہ وڌاءِ.
مايوسيءَ جي عالم ۾ ڪون،
آس جي جوت جڳاءِ. جوڳي پريم ....

رُوپ-چتر چانيءَ تي ڇاپي،
ڏياني ڏيان ڄماءِ.
آنسن جي گنگا جمنا ۾،
من جي مئل مٽاءِ. جوڳي پريم ....

## رُوپ بسنت

راجا !
رُوپ بسنت نيڻن ۾ راجا !
ڦاڳ ڦُڻو، منهن مڪڙين کوليا ،
ٻول رسيلا بلبل ٻوليا .
شاخ شاخ تي رنگ گلابي ،
سونهن ٻکي پن پن ۾ .
راجا ! رُوپ بسنت ......
ماڪ گلن تان موتي گهوريا ،
چا نرگس جا نيڻ ٽڪوريا .
آءُ پسان ٿي پنهنجو ساجن .
روز نوَن سپنن ۾ .
راجا ! رُوپ بسنت ......

## پيار ۽ قيدي؟

پيار، منهنجو قيدي، منهنجو قيدي ناهي پيار،
پيار نہ منهنجو قيدي، منهنجو قيدي ناهي پيار.
آزاديءَ سان خوب اُڏامي بندش پائين بار.
منهنجو قيدي ناهي پيار –

آهہ پکيئڙو هي آڪاسي،
چُرکَ ۾ کين سگهي جو ڦاسي،
عنقا وانگر سڀ هوا ۾.
پوَن کري آهار. منهنجو....

سر گهورڻ جو مرم پڇاڻي،
پريت جي ريت نياٸي جاڻي،
پيري جو پر آهہ نہ عادي.
نت پرواز پسار – منهنجو....

کونہ سگهي هن کي ڦاسائي،
پنهنجيءَ مرضيءَ پاڻ اڙائي،
لوڀ جي چوگي مور نہ موهيو،
انکڻ کان انکار – منهنجو....

محبت جون نت بولبون بولي،
چرک يا پيرم نہ آندس پولي.
قرب جو قيدي آهہ دکايل!
پر نہ مڃي انڪار – منهنجو....

## پريم نہ آهي پاپ

پريم نہ آهي پاپ سجني!
پريم نہ آهي پاپ.
جو ڪجھ هو، من جي بي ڪلي،
جيون جو سنتاپ - پريم نہ ....

اندڪار جي گھور گھٽا، آڪاس تي ڇائي ڇائي،
نير اُمنگن جا ڇوڙيندي رات جي رمٽي آئي.
ڏينهن خوشيءَ ۾ پاڻ وساريو، ڇلڪي امرت ڌارا،
پريم جي اوجل جهرٽي، پيٽي ٻوڙي ڇڏيا ڪنارا.
سجني! ٻوڙي ڇڏيا ڪنارا.
تيڙو دوُر ڏکيءَ جو تاپ - پريم نہ ....

بي دم اوسيڙي کي پنهنجي دم سان آس جياري ،
آس وندن جي ورهه-ويدنا کن ۾ ڇڏي نواري ۰
خود مستي جيون ۾ جاڳي هردا رهيا نه نيارا ،
پن پريمين جي پريم بنڌن جا ساکي بڻيا ستارا ۰
سجني ! ساکي بڻيا ستارا ۰
درسن ورهه کٿيو ورلاپ- پريم نه ....

جذبن جي طوفان ڇڏيو هر انگ ڏڙڦائي ،
ديدن جي درپڻ ۾ دل جو ڀيد نه سگهيا ڇپائي ؛
آئي پرڦلتا جيون ۾ نرمل نيهن نظارا ،
پريمين جي پلکن ۾ سمايا سپنا پيارا پيارا ۰
سجني ! سپنا پيارا پيارا ۰
آيو رڳ رڳ مان آلاپ- پريم نه ....

امرت راتي آشا، جي آڏڪار سان لڳن لڳائي ،
پريم پيري، مَڌ پيري ديواني جيون زهر بڻائي ۰
من منهنجي جي بات بڻائي ويا پرڀاتي تارا ،
تمڪي تمڪي اُهي دکايل ! ڏيندا ويا هي اِشارا ۰
سجني ! ڏيندا ويا هي اِشارا ۰
جپ هر وار پريم جو جاپ- پريم نه ....



## ڪريان تہ ڇا ڪريان!

...ڪاهي تي رکي سا مٿي تي ڪٿان تي،
...ري آهہ ڳُوري جهليندي هلان تي.
...ٻون ياد جيئن جيئن پريشانيون گهر جون،
...اڇن نيون ھڙي منهن تي بوندون پگهر جون؛
...ڪوڙي ڪا جي سرتيون سان ٻاهر رهائي!

...وئي هرڪا سرتي وڃي راھہ پنهنجي،
...لڳي جنهن کي جهڙي سُکي، سُولي، سهنجي؛
...اڪيلي ڏکي وات پر مان وڃائي.

...تو نہ اُپري تي ڇالي،
...ڇڙدي دم اڇي لڄا تي،
...ٽار ڪا ڪجي تي نہ ماري پڇائي.
...وڪُون ٽرت تڪڙيون پريندي پڇائي.

...لڪايان پلا ڪيئن پيائي جواني،
...اُٿي جيڪا ڪَر ھوڙي جاڳي جواني.
...سهاري ڇڏڻ، سا نہ منهنجي وسان تي!

...ڏکي آهيان دلگير، بيوس، 'دڪايل'،
...ڪڙهائي ڪيائي مگر ڪين گهايل.
...سهارو وڃالي حياتي ڪنيائي.

## پريت ۽ لاڄ

پريت کان لاڄ سنڀال.
لاڄ سنڀال! وَڏِ پريت کان، لاڄ سنڀال!

آرزوءَ کي ڏي لغام،
صبر دل جو ٿام ٿام،
زور مَن جي چال.
وَڏِ، پريت کان لاڄ سنڀال!

پريت جي مڪڙي ٽڙي جي گل ٿئي،
موهه بڻجي سک جي بدلي دک ڏئي،
پُرجهه گُوڙهي گهال.
وَڏ، پريت کان لاڄ سنڀال!

مرم جي پردي ۾ آهي حسن جي،
دل اُمنگن ۾ نه کوهي پاڻ کي،
پيار پوءِ بي مثال.
وَڏ، پريت کان لاڄ سنڀال.

او ڪوڙا حراج!
ڏنو ڏنو مون،
جراح توکي، او وقت ڪوڙا!
جواب ڏي تون،
اُميد تي ڇو لڳين وسوڙا؟
او وقت ڪوڙا! ڏنو ڏنو مون ....
هي زخم دل جا،
ايام تي ويا؛
ڪٿي ڇُٽن ٿا!
جيئن پون ٿا گهٽا ڏهاڙا،
ٿيئن سِمن ٿا!
او وقت ڪوڙا! ڏنو ڏنو مون ....

گيت وركا

علاج تنهنجو،
كري قضا سان،
ڇنو هجي كو!
هتي نہ اهڙو ڏنو نہ مون كو،
جو كجهہ اثر ٿيو!
او وقت كوڙا! ڏنو ڏنو مون ....

ڪُرن ڦٽن جا،
هي گهاؤ اونها؛
نہ چين ڏين ٿا.
گهٽو جلن ٿا، نرن نہ هرگز،
سڙن پچن ٿا!
او وقت كوڙا! ڏنو ڏنو مون ....

جراح! دل جو،
كرين نہ كركو،
علاج پورو.
كپي اجايو، فقط دكايل!
نہ كو دلاسو!
او وقت كوڙا! ڏنو ڏنو مون ....



ماٺ ڪر!
ٻاهر مڙيوئي آهه ڪو.
جو وِٽين ڪان ٿو،
لڪي پاڻي ليٽو.
هوءِ ڏسين ٿو؟
آهه ڪائي روشني،
او! چغل چنڊ جي آ شايد چاندني!
ڇا ڪندس مان،
آس جو، هي ٽرورو.
جنهنجو ڪائي ٿو اکين کي سوجهرو.
ڏس! متان ٽوني پوي هن جي نگاهه،
ٽون ته وٺ ڪنهن دل جي گوشي ۾ پناهه.
هان! ڪرين ڇا ٿو؛
ٽون در ڇو ٿو پٽين؟
شٽ وٺي هن کي،
ٽون گهر ۾ ٿو سڏين!
هوءِ اڪيلي ناهه؛
پر ڊُنَ جي پٺيان.
پيا به ڪي آهن؛
جي ايندا ٿو ڏسان!

سنگيت ۽ رکا

ٿي اچي، ڇم ڇم ڪندي،
باد صبا .
در ڳليو هيڪر،
نہ ايندا ڪوڙ پيا .
بند ڪر در، ٽون هي بينو
ڇا ڪرين ؟
خوامخواهہ ٿو خلق ۾،
رسوا ڪرين !
ايترو سمجهين ٿو؛
مهر خدا !
هي جي هت ايندا،
دڪايل ! ڇا ڪندا ؟
جي بهار آئي خوشيءَ جي ڇا ٿيو؛
هو نہ جي آيو تہ سڀ ڪجهہ ڪہ پيو .



پيو،
کلين ٿو،
ڳالھ ڇا هي؟
ڇڙ کٿي.
ار گونگا مهمان!
کٿي تو ڇپ گهٽي.
هي شرارت جا اِشارا ماف ڪر،
ڇا ڇيء؟
مون لاء آئين!
معاف ڪر.
مهربانٗ! تنهنجو مبارڪ ٿيو اچڻ،
ڪشت پر، منهنجي ڪري تون ڪين ڪڻ!
تون اچي، مون ڪان ڀڄين!
صبر و قرار؟
خوامخواه وهندس وڃائي غمگسار!
تنهنجي همدردي ۽ غمخواري چڱي،
پر نہ هيڏي لوڪ جي خواري چڱي.
تون ئي ڏس!
هر هر پوي ٿو،
ڪيئن ڦسي!

منهنجو هينئڙو؛
توکي پاسي ۾ ڏسي!
درد جيسين آهه دل سان،
ساز باز!
راز؟
تيسين ڪيئن رهي سگهندو،
پوءِ راز؟
چڏ ڪٺي بهر خدا!

منهنجي پڇر.
ڏس! مٺان ڪنهنجي وجي،
پئجي نظر
سونهن ويندي پيار جي،
جي ٿيو پڌر.
تنهنجو پيي رهندو نه پوءِ
ذرَجو اثر!
تنهنجي خاموشيءَ کان ڏاڍو ٿو ڊجان،
ٿو اچي طوفان بوُسٽ جي پنيان.
توکي موٽڻ ۾ الائي ڪهڙو عار؟

رهه پيي؛
پوءِ يا نه گوشي ۾ گذار.

## دل ڪان دل ڏي

مونکي وٺي هل دل ڪان دل ڏي،
مستن جي محفل ڏي.
مونکي وٺي هل ......

زهر دماغ، دماغ کي ماري،
امرت دل ٺي، دل کي جياري.
پاڪ نه رمزون ڇل ول.
مونکي وٺي هل ......

چترائي مستيءَ کي ماري،
عشق مٺي آڪاس اڏاري.
پار رسائي تئوڪل.
مونکي وٺي هل ......

ڇڏ اٽڪل جو انگ وساري،
بازي ڇڏ ويساهه نه هاري.
پِر نه دڪايل وڃه پل.
مونکي وٺي هل ......

## درد سان رهاڻ

ڪير؟
باهر ڪير آهي؛ کول در.
درد آهين؟
اچ اندر اچ ڪر خبر!
هن اوياي وقت؛
ڪيئن نڪري پئين؟
ڪنهن جي دل جوئيءَ لءِ
شايد پئي وئين!
تو ڏنو مايوس هوندو ڪو غريب،
تنهنجي همدرديءَ جو طالب بدنصيب.

## ٻيتم نياپا ڏير

ٻيتم نياپا ڏير!
آءٌ اچان ڪيئن؟ ٽيون بند راهون؛
ٻيا سوڙها گهٽ گهير! ٻيتم نياپا ڏير.

هوليءَ اڌ ڪوليءَ جون راتيون ترڪان ٽيون جيءَ،
هڪ ڏڪڻيءَ جو ملڻ مسافر! ٻيو ڏاتڻ جو سيءُ!
ماٿيلَ چـارَنِ جـسي چڪَ ۽ ٽي،
ٻوندم پنڌرا پير! ٻيتم نياپا ڏير.

هڪ گهر جي لوڙهي جو گهيرو، ڇيانءَ ۽ ٻيو ٻيو گهيرو!
ماندو من ٽيو مئيءَ جو ڏاڍو، ڏنگڻ آيم ڏيرو.
لوُنءَ لوُنءَ چڻلي مـارڻ ويئي؛
اڪرين باڙيم وير. ٻيتم نياپا ڏير.

ڏا غم کاڌا تُم جو اڄ ملڻ مهانگا ٿي ٻيا؛
رن ڌاران جيئنديس ڪيئن جي درد ڇڏي پاسو ويا!
دک آهن مون وٽ ڪون آهين،
ڪر ڪر دڪايل ڪير؟ ٻيتم نياپا ڏير.

ت وركا

## پيار نہ ٿئي بدنام

مونکي پنھنجو دپ نہ ٻئيءَ ڪونھي،
جي خيال اٿم تہ رکو ھڪڙو،
متان پيار نہ ٿئي بدنام.
مونکي پنھنجو دپ ....
آيو قاصد پويان خط پھتو،
وجھہ ڪين ماٺيو چارو نہ چاٺيو،
ٿيڙيم نيٺين ننڊ حرام.
مونکي پنھنجو دپ ....
پرين! ڏينهن ڏھاڙي ڪيئن اچان،
ھن حاسد اک کان ڪيئن بچان.
جي گھر ٿي ڇڏيان تہ ٿو حرف اچي؛
ناحق ٿي ٻان جي پيگھي مچي،
مونکي آهي ياد انجام، مونکي پنھنجو دپ ....
وڃھ رات ڏنو تارن نہ سُنو،
متان چنڊ چغل ڏٺو بند ڪيو.
ڪا راھہ دکا يل! ڪانہ رھي،
تو ڏائين اچان مان ڪيئن ڪھي.
بند واھون ٿيم تمام. مونکي پنھنجو دپ ...

پڙلاءَ سڏ

رکي ڳِل تنهنجيءَ تي ٻُڌندي رهان ٿي،
تُنهنجا ساهه دم دم پڙهندي رهان ٿي.

بيٺا آ، بيٺا جيڏ تکيريون کنوارون،
خزانن جي ڪنڊن جون ڪن ڪي پڪارون.
ڌڙڪن ۾ تن جي سڻندي رهان ٿي.
رکي ڳِل تنهنجيءَ تي ......

سنگيت ورکا

لٿو سج، سنجها ٿي، مٿان رات آئي،
ونـي ور سُتي سيڪا اوڍي رضائي.
روئي رات پر مان ڪٽيندي رهان ٿي؛
رکي گِل ٺريءَ ٿي ......

دلـو چياهه ٿي آهه پر بـار من ٿي.
پوي ٿو جڏهن طعنو جيڏين جو ڪن ٿي،
تڏهن سُور بي، سڏڪا ڏيندي رهان ٿي.
رکي گِل ٺريءَ ٿي ......

وڃي ڏينهن چاهه سان نه ڪو وار واندو،
هلان ٿي، مگر من ڪٿي ساٿ ماندو.
ٺڪي راهه، ٺارا ٺڪيندي رهان ٿي.
رکي گِل ٺريءَ ٿي ......

جيئان ٿي دکايل! نه هڪڙي سهاري
ڪڏهن من اچي پنهنجو انجام پاڙي
انهيءَ آس تي دل جهليندي رهان، ٿي
رکي گِل ٺريءَ ٿي ....

## جيون نئيا

جيون نئيا پيو ساگر مان،
جگت سهارا تار اچي.
بيڙي آشا جي لهرين مان،
لعل! ڪر تون پار اچي- جيون نئيا ....

ٻوندي ٻيڙي پڱهه پراڻا،
مان اڻ تارو ڪرڻ نہ ڄاڻا.
ڪر واهر لڳ، ڄاڻ وساڻا.
ويجهو ساحل وار اچي - جيون نئيا ....

سڙهہ ۽ ٻاقي ساهہ نہ ڪوئي،
ڪوڙي واجهايان ٿي روئي.
اچ ٻيڙيتا! اچ او مالڪ،
آئي زحمت ٽار اچي - جيون نئيا ....

آس ڪي تنهنجي لنگر چوڙي،
نڪتيس جڳ سان ناتا توڙي.
آءٌ دکايل جا او وسيلا!
پنهنجو برد سنڀار اچي- جيون نئيا ....

# ٻيڙي پراڻي

سائين! پار
لڳائي پار
ٻيڙي پراڻي،
ڪير لڳائي پار.

سڙهه ٽٽو پاڇو ڦٽو پيو نه ڪو چارو آهي،
خطرو ٻيڙيءَ کي وڏو دُور ڪنارو آهي.
تارڻ وارا تار، ٻيڙي پراڻي،
ڪير لڳائي پار.

سخت برسات ۾ اڌ رات جو آنڌيءَ ڪان بچي،
آهه هستيءَ جو ڏيئو ٻيئو اُجهاڻ تي اچي.
صاحب! ٻرڊ سنيار، ٻيڙي پراڻي،
ڪير لڳائي پار.

آءِ آفت ۾ سٽي ترت دکايل جي پڪار،
ناخدا بنجي اچي لاءِ تون ٻيڙيءَ کي ڪنار.
تار مصيبت تار، ٻيڙي پراڻي،
ڪير لڳائي پار.

## ويچاري ورهڻ

لنگر هڻي لٿا سڀ ٻيڙا ٻڌي ڪناري،
وَر ور وريو نہ جنهنجو، ورهڻ اُڀي نهاري.

اکڙين ۾ نير آهي، منهن ۾ زبان ڪانهي؛
گونگيون ڪري صدائون ٻي حال دل پڪاري.

ڪينجهر ڪمالي موتيا، وڻجارا ڪُل وطن تي،
ڪهڙي ۾ نہ ڪانڌ جنهنجي ساڪيئن سُکي گذاري.

ڪرڻا هي چنڊ جا اڄ ناريل جي وڻن تي،
مايوس ٿي ڪرن ٿا، همدرد لڙڪ هاري.

فرقت جي آگ آهي، جنهن جيءَ ڇڏيو جلائي،
ساجن ٻنا سڙيءَ جو هينڙو ٻيو ڪير ٺاري؟

ڪا آس آهہ جنهن تي هوءَ ٿي ٽڪي دکايل،
هن ڪان اگي ڇڏي ها، نہ تہ هوند پاڻ ماري.

ت ور کا

## تنهنجي حوالي

لنگر ڪٽي مون بيڙو تنهنجي ڪير حوالي ،
توکان سواءِ ڏولڻ! ٻيو ڪير جو سنڀالي ·
ڪوڙي کِلو ڪناري، ڪيسين ٻيٺي هجان مان؟
هاڪاري هوڙيون نڪتا ساٿي جڏهن سمالي ·
بي پايان جهاڳڻو آهه درياهه سير وارو؛
هينئڙو ڇڏيو ڇڙ هاري؛ هن منهنجي من آٻالي ·
آخر نه آهه رسڻو تنهنجي ٻڪي دڪايل !
ٻهچايا پار ڪيئي هڪ هوت تنهنجي نالي ·

ڏوھڙو

سيٽا ڪنگ درياھ جا اچڙ و سندن ويس،
ٻين ڪڙي نهاريان، دلبر سندو ديس.

٢. نيڻ نهارن هنجون هارن،
ساري ساجن سڪان سڪان.
واھ ڪٽي جي نلين ٿو پر ڏي،
ڏي ٿو ڪنارو پڪان پڪان.
ڪيو ويرُ چڏي مجبور،
پڏان ٿي، اجا تہ منزل دور.

ڏوھڙو

ڪارو اُڀ ڪڪرن ڪيو لٿو وايڙن ڪندو واھ،
ھيٺ مٿي پاڻي رسي، اٿيو دانھون ڪري درياھ.

٣. تو بن مُئيءَ جو ڪير دڪايل!
ڪنهن دي پناري لڳان لڳان،
ڪيئي جنم منهنجا لڙهندي گذريا،
آس رکي ٿي تڳان تڳان.
ڪڏي پار رسي من پڙر،
پڏان ٿي، اجا تہ منزل دور.

>>o<<

# نہ ڪنڌي ڪنارو

نہ ڪنڌي ڪنارو،
نہ مانجهي نہ منزل نہ ڪنڌي ڪنارو،
نڪا ونجهہ-واهر نہ سڙهہ جو سهارو.

نہ هاليسو هٿ ڪو، وسيلو نہ ويٺو،
ڦٿو پاڳہ پانيان ٿي اوندهہ انڌارو.

گهٽي رات ڪاري ٻيو طوفان ڀاري،
وڃان ڌس مان ڪهڙيءَ، نہ ڏسجي ٿو تارو.

ٻڌي رعد رڙڪا، ڪري هيانءُ دڪدڪ،
اچانڪ ٻيو سر ٿي مصيبت جو مارو.

ڏکيءَ ويل تنهنجي حوالي ڪريان ٿي،
ڏلي ڏول! مڪڙي، ڏنل ساٿ سارو.

ٻنا تنهنجي ٻيو آءُ ڪنهن کي پڪاريان،
ڏکايل کي تنهنجو فقط آهہ پنارو.

## پيڙي تار!

پانڻي !

منهنجي پيڙي تار!
پيڙي آهي سنڌ ڪنار.
پاڻي! منهنجي پيڙي تار.
پيڙيءَ جا سڀ سنڌ پراڻا،
ويتر وير کيا لڳ ساڻا،
ويجهو ساحل وار.
پاڻي! منهنجي پيڙي تار.
ونجهه هلائي آءُ نه ڄاڻان،
واءُ سڻائو ڪين سڃاڻان،
ڪنهن توري ڪر پار.
پاڻي! منهنجي پيڙي تار.
عرض دکايل! ڄاڻ اڳهاڻا،
آيا اڄي منهنجا مير مهاڻا،
حاصل همت نه هار.
پاڻي! منهنجي پيڙي تار.

## منزل دور

بڌان ٿي، اڃا نہ منزل دور،
هاءِ اڃا نہ منزل دور.

١. هڪ اڻ تارُو ٻي نَر هاڪي،
هِتَرا هُتي وِيڙهي ڏڪيان ڏڪيان،
وِنجهہ وسِيلو ناهي مُٺيءَ جو،
پَکَهہ ٻنا ڪيئن چِڪيان چِڪيان؛
جِنڊُو جيءَ تو وجي وهلور،
بڌان ٿي، اڃا نہ منزل دور.

## پکيڙا لنؤ لات

پکيڙا!

مٺي مٺي لَنؤ لات.
منهنجي پرديسي ساجن جي،
آه! سلي رچ بات.
پکيڙا! مٺي مٺي لنؤ لات.
ڪڏهن مُنهنجي ڪي ياد ڪندو هو،
پُياجي سهڻو ساجن؟
جنهن جي قدمن ۾ مون ارپيو،
پنهنجو سارو تن من.
پاڻ پلي هو وينو ڇو ڪُٿ؛
ڏيندي مونکي تات.
پکيڙا! مٺي مٺي لنؤ لات.
ترت اُڏام پکي پرڏيهي،
زور پرن تي ڏيندي.
پهچائج پيغام 'دڪايل'،
پيرين ٿن ڪي پيلي.
عرض ڪجانس اچي من هيڪر،
هتڙي ڪا هڪ رات.
پکيڙا! مٺي مٺي لنؤ لات.

جيون جي اُڏاري ڏي جيون جي اُڏاري،
پکي! جيون جي اُڏاري.
تاري تاري آشا واري،
جهولي پياري پياري.
برسي بوند بهاري- جيون جي اُڏاري ....
سونهري رنگين پَرَنِ تي،
چِٽ چِٽ ميناڪاري،
سوپيا جو درسن سپنن ۾،
رونق رنگ خماري.
برسي بوند بهاري- جيون جي اُڏاري ....
ڦولن جي جهوُلي ۾ جهولي سندرتا جي راڻي؛
رات ڇڏي ويئي ساجن لءِ نيڻ-ڪمل جو پاڻي،
ويوڳڻ ياد پُراڻي!
پرڀاتي تارن جي ٽم ٽم سان ٿيو رنگ نرالو،
نُوري نڙڪن کان ٿيو جڳ ۾ جڳمڳ جوت اُجالو.
سندر گهڙي سهاڻي.
پريت واٽڪا جي گلشن جي،
ڦولي ڪياري ڪياري.
قدرت جي باهاري- جيون جي اُڏاري ....

ڪجهہ ٻول ٻڪيٽڙا

آءٌ ٻڪي ڪجهہ ٻول.
ٻراڏين ٻيري وارن جي،
سڪ جو ٻردو ڪـــول.
آءٌ ٻڪي ڪجهہ ٻول،

آزاديءَ جـــي ديس جا واسي،
سوني ٻيري ۾ ٻيا ڦـــاسي.
ملڪ اصل ويو وسري جن کان،
ننگ نسل ويو وسري جن کان.
هيڪر يـــاد ڏيـار انهن کي،
آزادي انـــمـــول!
آءٌ ٻڪي ڪجهہ ٻول.

بي سمجهيءَ ۾ کوهي هستي،
ويڻا موُل وڄائي مستي.
جيڪي پڙهن، اُهو تا بولن،
مرضيءَ ساڻ زبان نہ کولن.
کوڙي ڏيک ٽي ڏيڻي ويڻا،
کهڙو منڙو ٽول!
آءِ پکي ڪجهہ بول.

آءِ پکي! هيڪر پيري جو،
ڪول دکايل، در پيري جو.
دور اُڏي آڪاس مٿاهون،
ڪائن مر آزاد هوائون.
سک دک جو جيڻ فرق سڃاڻن،
ماڻي رنگ رنول.
آءِ پکي ڪجهہ بول.



## ٻيڙي جو ماڻ!

پکيڙا!

ڇڏ ٻيڙي جو ماڻ، پکيڙا!
ڇڏ ٻيڙي جو ماڻ.
تون جيون جو رُوپ پکيڙا،
ڪنهنجو ديس انوپ پکيڙا!

هي ٻيڙو مايا جو پاڇو،
مايا ڇرن ڇيلي؛
(ٻجھ) پنهنجو پاڻ سڃاڻ. پکيڙا! ....

مورک ٻيڙي جو سک ڪُوڙو،
موھ ۽ ممتا جو دک ڪُوڙو.
ڀولو ڀرم دڪايل ڇاجو؟
آشا رنگ رنگيلي.
هي جڳ سپنو ڄاڻ. پکيڙا! ....

# آئي مند ملهار

آئي مند ملهار، پکيئڙا! آئي مند ملهار.
ڪول ڪول ڪنپ ڪول،
گگن ۾ جهولي مست بهار. پکيئڙا! آئي ....

ميگهن سان ڇانيو نيلو آڪاس،
ڦول ڪاين ۾ جاڳيو پريم اُلاس.
رنگ اُمنگ ڀريو هر دل ۾،
ٿيو سونو سنسار- پکيئڙا! آئي ....

من مندر ۾ مڌر وڳا باجا؛
مَد ڇُاڪيو جاڳيو جوڀن راجا!
پراڻن جي سازن ٿي آشا،
ڇيڙي جيون تار- پکيئڙا! آئي ....

## عجيب دستورا

وڻي صورت آيم سُور جي،
سُورجي صورت، درد جي مورت.
وڻي صورت آيم سُور جي.
ساڄهه هوندي ڪين سڃاڻم،
جوڪي نرمل نُور جي.
ڳالهه ڳُٺيتي ٻڌندبون جيڏيون!
منهنجي هوت حضور جي.
وڻي صورت آيم سُور جي.
هجر جي ڪهني زخم ڏڪويس،
دانهن ڪيم ناسُور جي،
مرهم بدلي خوب ڪيالين،
ٻر ٻر ڪندڙ ٻـُور جي.
وڻي صورت آيم سُور جي.
سوز انهيءَ کان ٻائي وڻس،
ٻاڦ اِنهيءَ ٻاٻُور جي،
سچ نہ دکايل! سڌ نہ ڏيڻي،
مونکي دلبر جي دستور جي.
وڻي صورت آيم سُور جي.

## پکيڙي جو ديس؟

پکيڙا!
ڪهڙو تنهنجو ديس؟
بند اکين مان پيهي آئين،
پهري سهڻو ويس.
پکيڙا! ڪهڙو تنهنجو ديس؟

دل جو غنچو ڦوُلي ڦوُلي،
جيون جهوُلو جهوُلي جهوُلي.
من جا ساز وڄن نِتُ نيارا،
سُرَ نکرن آئي پيارا پيارا.

پيار خوشي جون بوندون برسن،
گيت بهار جا گائي جوڀن.
گوري قدرت ناچ رنگ سان،
نِڱڙي ڪري آديس.
پکيڙا! ڪهڙو تنهنجو ديس.

بند اکين مان پيهي آئين.
پهري سهڻو ويس.
پکيڙا! ..........

مٺي مٺي هيِر، کُھلي مٺي مٺي هيِر،
سڄڻ! دل سڏيِر، کهلي مٺي مٺي هير.
اُٿيا ستل سوُر.
ڙي يار! انبن جهليا ٻوُر.

وڇوڙي جي ويل، ڏکي وڇوڙي جي ويل.
سڄڻ! اڄ سويل، ڏکي وڇوڙي جي ويل.
نچريان ٿي نوُر.
ڙي يار! انبن جهليا ٻوُر.
اُڏايان ٿي ڪانگ، وينِي اُڏايان ٿي ڪانگ،
سڄڻ! اڄ ڪنهن سانگ، وينِي اُڏايان ٿي ڪانگ.
وڃي دل وهلوُر.
ڙي يار! انبن جهليا ٻوُر.

دڪايل ڪي ديِد ڪير دڪايل ڪي ديِد،
سڄڻ! بيِءَ خريد، ڪير دڪايل ڪي ديِد.
مُنو هڪ ئي ڳهوُر.
ڙي يار! انبن جهليا ٻوُر.

>>◇<<

## سورن ڪيڙس سُنِي

شل سوُر نہ ڏيندم پُنِي،
درد چڏي ويا جي درمِٽيءَ جو،
چونديس، قسمت رُنِي.
شل سوُر نہ ڏيندم پُنِي.

غم جا بادل ويا جي وِتُڙي،
جِنَ نہ ڏهاڳڻ مُنِي،
سڀ تہ سهاڳڻ ٽيڙس جنهن ڏينهن،
بوند برهہ جي اُنِي. شل سوُر ....

ڪير سڄاڻي هان نہ تہ سرتيون!
سوُرن ڪيڙس سُنِي.
دائم شال هجان مان دڪايل!
ڪرهيارل جي ڪُنِي. شل سوُر ....

تائي طلب تات، پرين!
گـهـاري وڄ ڪا رات،
چوڪو اتـم چاڙ، پرين!
چـارو مـتـيـون آڙ.
مونکين نہ اچا من! ڪيان ....

هيڪر پري پير، پرين!
ساجـهـر اڄ سـويـر،
گوندر مٿن غم، پرين!
مـيـتـيـون وڄ وهـم.
مونکين نہ اچا من! ڪيلن ....

نيٹن اجهل نيرُ، پرين!
هـاري تيس آديـرُ.
جيئان رکي آس، پرين!
پـورا پـارنهن ماس.
مونکين نہ اچا من! ڪيلن ....

⋙⋘

## انبن جهليا ٻور

انبن جهليا ٻُور،
ڦُٽا گل انگوُر.
ڙي يار! انبن جهليا ٻُور!
ڀريو وهي واهه، وهي ڀريو ڀريو واهه.
سجڻ! سِڪي ساهه، وهي ڀريو ڀريو واهه.
ٻون سوين ٻُور.
ڙي يار! انبن جهليا ٻُور.

زبان کرڻ ڪاٿي ڏيندا ؛
هرڪنهن جا وارا ٽيندا .
ٻاٽيءَ ڍڪ لهه ٽڻڪن ٽا .
ٻج ٻارين ۽ ٻيڪن ٽا .

رونبن جي وانگار ڀڳي ،
ننڍڙيءَ وڏڙيءَ ڪاهه ڪڳي ،
ٽوکي مونکي سڏ ڪن ٽا .
ٻج ٻارين ۽ ٻيڪن ٽا .

واءُ گهلي ٽلي ٽي سَرِ سرِ ،
جا نه خوشي ٿهلي گهر گهر .
سبزچهڪ سَنگ چهڪن ٽا ،
ٻج ٻارين ۽ ٻيڪن ٽا .

جاڙ دکايل! لاب پيا ،
ملڪ جا ڪشت ڪليش ويا ،
چانور چوڏر چمڪن ٽا .
ٻج ٻارين ۽ ٻيڪن ٽا .

⊱⊰

## تيان جهليا آن

او يار!
تيان جهليا آن،
تيان جهليا آن.
مونکين نہ اچا ھن،
او يار! تيان جهليا آن.
لابن سندي ويل، پرين!
جاگيو جڳہ سويل.
ماتيا منھ مات، پرين!
وينيس جهليون وات.
مونکين نہ اچا ھن! تيان ....

## آءُ پرديسي

آءُ پرديسي سڄڻ!
ڳلَ ٿا رولن، تنهنجي ياد جا.
اڄ پٽيل اکڙيون سُلڻِ،
انسانا دل ناشاد جا. آءُ پرديسي!

پيار جي ماضيءَ جون تصويرون،
نه گونگيون ٿي پون؛
رنگ جن جا پيا سهڻي،
سپنا ڏسي ٻي داد جا. آءُ پرديسي!

زندگيءَ جي هن جلائيندڙ،
ٻپهريءَ ۾ مٿان،
پنَ سُکي ڇڻندا وڃن،
هن آس جي شمشاد جا. آءُ پرديسي!

بيڪسي، محروميءَ ساڙيندي،
دکايل ٿي سڏيان.
من پرين تنهنجي کنئين،
پڙلاءُ هن فرياد جا. آءُ پرديسي...

## ٻهڪن ٽا ٻج

ٻج ٻارين ۾ ٻهڪن ٽا.
جام ڇُتريا پاڙي آيا،
هاري ناري ٽهڪن ٽا.
ٻج ٻارين ۾ ٻهڪن ٽا.
واٽر فيڊر خوب وهيا،
ڪنڌيءَ سنڌا ڪين رهيا،
رُوڻ ڪري گهارا ڪن ٽا.
ٻج ٻارين ۾ ٻهڪن ٽا.
ريج ڏيڻ ڪرهي آيا،
هرن ڏيڻ جا ڪن سعايا.
ڏاند پيٺارا سهڪن ٽا.
ٻج ٻارين ۾ ٻهڪن ٽا.

# گل ڪڙيا

ڏيئي ڏاڙهيءَ ٻُلَ، ڪڙيا نيلا پيلا گل!
رونق ربيءَ ڪئي چڱي، چمڪن ٿا چوگان،
ساوڪ هريا پريا ڪيا، مشڪن ٿا ميدان.
مهر جهلي آس پڳي، ٿيا جام فصل.
ڪڙيا نيلا پيلا گل!
ماڻن پاڻي پڻي ڀلي، چاڙهيو هَندي سائِ،
ڏيڏن ٿهي ٿبيءَ پڪي؛ ڪائي پائين پياڳ.
مکڻ لسيون وندي جهجهيون، وجهن ونهيون هل.
ڪڙيا نيلا پيلا گل!
وندر واري ڪن موچاري، پيڙو ڪين سماءِ؛
ميلا مٽا چڱا چوکا، ٿيڙو خوب لقاءِ!
سنجي ڳاڏيون ڪرمين ڪنيون، وجهي ڏاندن جُهل.
ڪڙيا نيلا پيلا گل!
پورهيت سُکيو سهنجو بڻيو، محنت سندو زور،
ويهي ڪيئن پيڻ بُرو، ڪاهل ڳڻن چور؛
تنهنجو منهنجو رهيو ڪاٿي؟ وڃين ويئي ڀُل.
ڪڙيا نيلا پيلا گل!

سنڪيت ورڪ

سڏڪا پـري سڏياڻي،
سَڏ جو نـه سَڏ ٻڌاڻي،
سڪ ٻلي سهي الاجي،
ٿي پريت ولي پراڻي. اکڙين ۾....

جيسين مان جيڏري آهيان،
ٽيسين نـه آس لاهيان.
گهر ۾ گهڙي اڃي من،
ساڄن ڪڏهن سياڻي. اکڙين ۾....

آشيـان اصـل دکايل،
سڪ ڪين ڪـي سياڻا؛
جمندي جتـي هيس، پر،
سورن ڪيس سياڻي. اکڙين ۾....

## آليون اکڙيون

آليون ئي آليون؛
اکڙيون، آليون ئي آليون.
روئن رت پياليون،
اکڙيون آليون ئي آليون.

ديد آڙائي وس کان ويئون،
جهانورجي بانورجي پيئون؛
بي سُڌ بي خياليون.
اکڙيون آليون ئي آليون.

سپنن جو سنسار سجائي،
وينيون سکڻي آس لڳائي،
موڙهيون متراليون.
اکڙيون آليون ئي آليون.

# چلڪي پوي ٿو پاڻي

اکڙين ۾ چُلڪي چُلڪي،
ڏُلڪي پوي ٿو پاڻي.
چپ چاپ لُڙڪ لاڙي،
بس راتڙي وهاڻي. اکڙين ۾ ....

محبت مِٺي مون پائي،
ڪوڙي ڪساري ٿي پئي؛
هن حال ۾ نه روئان،
پيو چا ڪريان نماڻي. اکڙين ۾ ....

ويهان ويهڻ ٿو ڪائي،
بيهان نه پير پڄرنِ؛
هن آنڌ مانڌ مئيءَ جي،
سُک جي ڪئي پڄاڻي. اکڙين ۾ ....

## پبن ڪڙي!

پل پل ڪريان پڪار،
...ن ڪَڙي پيهي ٿي ڍوليا!
ڪو ڀڄي پار.
...ڪانوَ تڙي تو طرف مُڃان ٿي مَنَ
...رونبا نڪتا، اوبر نڪتا، نڪتو ٻئي جڻ ساھہ،
...ساوَنِ مان پيلا ٿيا نيلا لاب پيا ٿيو ڳاھہ.
تڏهن به تون موٽئين نہ مسافر! ڪهڙي ڏيانءِ ميار،
پبن ڪڙي پيهي ٿي ڍوليا! .......

وائر مرچڃ ويهہ ويهہ پيرا جڻ ٿئي هٿ مان ٽڙڪيو،
پورهيو پيارو بار لڳو ٿئي نوريءَ هڏ هڏ ٽڙڪيو.
تَنُ ميرو ٿيو ڏوڙ وسائي چيڙهہ وچايم وار،
پبن ڪڙي پيهي ٿي ڍوليا! .......

## اسانجا آڀار

'سنگيت ورکا، ڪوي دڪايل' جي گيت-مالها
ڪو نيون ڪتاب آهي، جيڪو پاڪن جي هٿن ۾ تڏهين
هيا آهيون. سنگيت-ڪهاڻين لوڙي قومي-گيتن ڪان پوءِ
هيءَ گيت-گونجار اسانجي اڳيان اهو ڳوناٺو ماحول آڻي
تي سامهون ڪري، جو ٻاڻ ڪي سچ ٻچ ڪيڻن جي وچ ۾
پيا پانيون. ڏنا ويا آهن.

هن ڪتاب ۾ ڪويءَ جا چوند گيت
آشا آهي تہ هي ڳوناٺا گيت، جيڪي ديهاتي معصوم
پيار جا شاهد آهن، جهونگاريندڙن جي اندر ۾ پيار جو
اهو جهرڻو وهائيندا، جو اجوڪي لونئس ماريل دنيا جي
دلين تي تار وجهندو. وديڪ تہ گيت پاڻهي ڳالهائيند

— ڪرشنا

آديپور (ڪڇ)

٢٥ اپريل ١٩٦٣

## صلح جا حامي!

دنيا جي صلح جا حامي!
موتعو در بينو كـڙكالي،
چيڏ ديءُ اونگهه مدامي.
رولي ٿي دنيا جي حسرت،
هـنـد ڏسـي آراهي؛
دنيا جي صلح جا حامي!

باڙي وارو چين أٿيو آهه،
مصر و فلسطين أٿيو آهه.
عـرب أٿيو اسـلامـي.
دنيا جي صلح جا حامي!

يـونـاني ايـرانـي جاڳيا،
بلقانـي لبنانـي جـاڳيا.
جاڳيا رومـي شـامـي،
دنيا جي صلح جا حامي!

اوسڙي ۾ پـيارا سائي،
ننهنجي له سيڙيا بينا ٿي.
مـنـت نـہ كـڻ بدنامي.
دنيا جي صلح جا حامي!

ملندو ڪو انصاف نہ جنهن کي
نياءُ وٺي ڏيندس مان تنهن کي
يورپ يا ايشيا جو ھجي پل
گهٽ وڌ ڄاڻان آءٌ نہ ڪنهن کي
روس، اميريڪا يا ڀارت
سڀ کي حق جي راھہ ڏيندس
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس
ھرڪو پنھنجو پورھيو ڪماڪ
ڪو ھڪ ٻئي جو ڪين لٽيائي
جو ڪيڙيندو سو کائيندو،
ڏاڍو ھيڻي کي نہ ستائي،
ھر پورھيت جو ساٿي ٻڌجي،
تنهن لي پنھنجو ساھہ ڇڏيندس،
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس!
ملڪي يا سياسي آزادي،
ذھني يا مالي آزادي،
ھرڪو پنھنجي خيال جو مالڪ،
ڪونہ ڪسي ڪنهن جي آزادي،
زور زبردستي نہ ھلي ڪا،
جگہ کي اھڙو راز سليندس،
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس!

پيار جو مارگ، مارگ سُکَ جو،
نفرت راهہ ڏسي ٿي ڏکَ جو،
امن امان دنيا کي ڏيندس،
بکَ نہ بٺي کو جنگي بُکَ جو.
خون پياک پشوُ بَل کي مان،
اِنسانيت ۾ بدلائيندس.
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس!

وڏو بٺي نہ وڏائي سکندس،
گونگي خدمت سان دل رکندس.
من ۾ کو ايمان نہ آڻي،
هِنَ هَنَ سان نِهڙو ٿي هاندس.
کاڻِ کڏي کنهنجي نہ دکايل!
پنهنجن پيرن تي پاڙيندس.
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس!

جڳ ساري کي پاڙو سمجهي،
ڪنهن کي ڪين رنجائيندس مان.
راند ڪندس، ڳائندس خوش ٿيندس،
ننڍي وڏي سان پيار ونڊيندس.
امان، امان! مان ڳانڌي ٿيندس!

پاڻ کان ڪنهن کي گهٽ نه سمجهندس،
هڪ جهڙو سڀني سان هلندس.
ٻانڀڻ ڀنگي مڙيئي ڀائر،
اوچ ۽ نيچ جو ڀيد نه رکندس.
ڳڻ ڳراهي ٿي، جيون سارو،
آدر ونڊندس آدر ڏيندس.
امان، امان! مان ڳانڌي ٿيندس!

ڏول ٿي هردم رهندس پورو،
ٿيندس ڪنهن سان آءٌ نه ڪوڙو،
جيڪي چوندس اول ڪندس سو،
ڪم نه ڇڏيندس مور اڌورو.
ڪشٽ جي ايندا سهندس، ليڪن
فرض کان هرگز منهن نه مٽيندس
امان، امان! مان ڳانڌي ٿيندس!

جڳ ساري کي پاڙو سمجهي،
ڪنهن کي ڪين رنجائيندس مان.
راند ڪندس، ڳائندس خوش ٿيندس،
ننڍي وڏي سان پيار وندينديس.
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس!

پاڻ کان ڪنهن کي گهٽ نہ سمجهندس،
هڪ جهڙو سڀني سان هلندس.
پا نيڻ پنگي مڙيئي پائر،
اوچ ۽ نيچ جو پيد نہ رکندس.
ڳڻ ڳراهي ٿي، جيون سارو،
آدر وندس آدر ڏيندس.
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس!

قول ٿي هردم رهندس پورو،
ٿيندس ڪنهن سان آءٌ نہ ڪوڙو،
جيڪي چوندس اول ڪندس سو،
ڪم نہ ڇڏيندس مور اڌورو.
ڪشٽ جي اينداسهندس، ليڪن،
فرض کان هرگز منهن نہ مٽيندس.
امان، امان! مان گانڌي ٿيندس!

صوفي سگورن تو وٽان،
ڪُلُ ملح جو پالڻو نشانُ.
روحانيت جي راز سان،
تن کي ڪيو تو جاودانُ.
دنيا سندي اڄ آس تون،
پوري اچي ڪر پياس تون.
او شانتيءَ جا ديوتا!
تهذيب جا راڪا سچا!

سڀ جي ڀلائيءَ جي آس!

وطني سدا وسندا ڏسان،
ڦُلندا ڏسان ڦَلندا ڏسان.
مچندا ڏسان سي محنتي،
پورهيت ڪمي ۽ ڪاسبي،
هت عام ٻي ۽ خاص ٻي،
هڪ چال سان چلندا ڏسان.

ڪپڙو لٽو در در نهي،
سختي نہ ڪو آن جي سهي،
ڪو ڪين ڪاڏيارو رهي،
ڏيهي هنر هلندا ڏسان.

جي گهرج واريون ڪُل شيون،
سي آڻ ٻڌيون ۽ آڻ ميون،
گهر گهر هجن سڀ وٽ پيون،
ڪن جا نہ منهن لهندا ڏسان.

واندو نہ ڪٿ ڇنندو ڏسان،
پنّسو نہ ڪو پنندو ڏسان،
ڪو شيءِ نہ ڪا ٻنندو ڏسان،
پنهنجي پاڻي پلندا ڏسان.

ناحق نہ ڪو ڳهندو ڏسان،
بيگر نہ ڪو وهندو ڏسان،
سختيون نہ ڪو سهندو ڏسان،
ڪُل حق پاڻيءِ پوندا ڏسان.

هتِ ڪي نہ ريجالا هجن،
بي بخت بدچالا هجن،
نشتي نہ متوالا هجن،
ملڪي ٻڙيئي وٺندا ڏسان.

چڏ ڪُوڙو ايمان بابا!
ڏي ڏرتيءَ جو دان.
محنت وارن جي بک مرندو،
چونڊ پلا بوءِ پنهنجي پرندو؟
ٿيندو خاڪ جهان بابا!
ڏي ڏرتيءَ جو دان.
دل سان آهه ديا جو ناتو؛
جنهن هي جاتو تنهن ڪُل پاتو،
ڏيڻ ۾ آنند جاڻ بابا!
ڏي ڏرتيءَ جو دان.
چوريءَ ڪائي چِرر چوائي؛
ڏجي ڪائي سو سُک پائي،
مڃ گيتا جو گيان بابا!
ڏي ڏرتيءَ جو دان.
چوريءَ زوريءَ ۾ بربادي،
ويدن جو فرمان انادي،
هنسا ۾ نقصان بابا!
ڏي ڏرتيءَ جو دان.

سنت ونوبا راهہ بتائي ،
سمجهہ دکايل، مصلحت سائي ،
جاڳي پريم مهان بابا !
ڏي ڌرتيءَ جو دان .

## سروديہ ۽ شانتي

او شانتيءَ جا ديوتا .
تهذيب جا راکا سچا !
تنهنجي ضرورت جا بجا ،
سنسار کي آهي سدا .
تنهن جو بقا ۾ آستان ،
تون امرتي پيالي سمان .
جهنڊي آڇي جو تون ڌڻي ،
توکان ملي راحت گهڻي .
تون پيار جي آهين مٽي ،
هر بات آ توسان ٻٽي .
بگڙيل بڻائي تو ڇڏيا ،
اُجڙيل وسائي تو ڇڏيا .

ڏکايل! هتي رام جو راڄ آهي،
سچو ڀوت وارن کي سوراڄ آهي.
نه موتاج ڏي کنهن جو نوڪر چوائن. پکيڙا...

## ڀوُ-دان هلچل

ڏي ڌرتيءَ جو دان بابا!
ڏي سَمپتِ جو دان.
ڪنڌ پيلو ڀڳوان بابا!
ڏي ڌرتيءَ جو دان.
ڌرتي آهي تو نه اُپائي،
سمپت تو نه اڪيلي ڪمائي.
سڀ جي مدد سمان بابا!
ڏي ڌرتيءَ جو دان.
مالڪ نؤڪر پانءِ نه ڪوئي،
اونچو نيچو آهه نه ڪوئي.
ساڳيو هڪ اِنسان بابا!
ڏي ڌرتيءَ جو دان.
مالڪ هرڻاڪشپ چوايو،
نرسنگهه تنهن کي مارڻ آيو.

پنهنجي پيرن تي بهي، هلنداسين اوچي ڳاٽ سان،
هي ڏسي هر هند واسي ٿي شڪي شرمائبو.
جي اڃا رهندي ڪا پنهنجي ملڪ ۾ اُن جي اٿاٽ،
پيٽ ڏرتيءَ جا پٽي پاڙي آکٽ پهچائبو.
بک نہ پارت جي ڦنبيلي جو ڪو جيئڻ پاڻي مري،
جو ڪٽو داڻو اتئون ونڊي وراهي کائبو.
جي لئي هوندي لکن کي ليڙ اڃا ناهي نصيب،
پاڻ ٿي مالڪ مِلين جا بهربو بهرائبو.
ڪين ڏينداسين رهڻ ڪا ديس ۾ ڪاري بزار،
رشوتي سرڪاري عملي کي سنئين دڳ لائبو.
پنهنجي هرهڪ گهرج جي پاڻهي ڪنداسين پورتي،
ڪارخانو اهڙو گهر گهر ڪري کولائبو.
ٿو پگهرجي پور رهڻي مان ڏس! ڦل مٺو آخر ملي،
هرتبو محبت جو چاڙي تنهن تي هَڏُ هيرائبو.
ڪارگر ڪوڏاريو ٿي خود ڪڙمي ڪيمياگر بڻي،
ملڪ جي مٽي ۽ پٽو سون سان ٽورائبو.
سون چانديءَ جو سڪوجيئڻ محنتي جو ٿئي مطيع،
قاعديسازن کان اهڙو قاعدو جوڙائبو.

جيڪڏهن هن راهہ ۾ روڙو ٿي ڪو اٽڪي پيو،
اهڙي سائينءَ جي سنوارئي کي سڌي سمجهائيو.
مؤت جو خود خوف، خائف ٿي پڇي پاسو ڪري،
رمز اهڙيءَ ساڻ موذيءَ مار کي هيسائيو.
مؤت هونءَ پڻ خيال آهي، خيال آهي زندگي،
خيال کي بس خيال سمجهي، خيال کي بد لائيو.
ختم ٿين جيئن هي د ڪايل! مؤت جا اسباب ڪُل،
تنهن ڪري اڄ پاڻ ۾ جيون نئون جاڳائيو.

## گرام-سورج

پکيئڙا صبح جا مٺا گيت ڳائن،
ڪڏيون پرهہ باکُون سڌي ٿا سٽائن. پکيئڙا...
وَري نُور اوپر جي چهري تي آيو،
ڪرڙو ڪيئن جوُئر جو چمڪي سوايو.
پکل سنگ ٿا سون ڏنگيون وراهن. پکيئڙا...
ڪُڏي مال پاڳيڻ ڪيو جهنگ واهي،
ڪٽي نکتا ڏاٽا وڍڻ گاهہ ڳاهي،
پريون ڪرِبَ ڪاني جون آٽي پچائن. پکيئڙا...

آهه نه ته سرچڻُ ڏکيو، اهڙيءَ سياڳيءَ زال جو،
نقشو ماضيءَ جو مٽائي بڻج مالڪ حال جو.

تيل گهاڻي جو مهانگو ڪين گهر ۾ کائبو؛
پر مشيني پيڙ جو سادو سڙيل ورتائبو!
ڇو ته سستو آهه آنو سير تي، آٽائبو؛
عقل گيچڻ ۾ وهائي پوءِ به هِڻ هُڻ ڳائبو!
سچ ته شهرين کي وڏو ڇيڏڪ مشيني مال جو،
نقشو ماضيءَ جو مٽائي بڻج مالڪ حال جو.

٤

اڄ پڙهيل بيڪار آهي؛ اڻ پڙهيل جي پيٽ ۾!
هُرَ هلائڻ ڇو نه گهٽتائي تو سمجهي کيت ۾،
گهر ۾ پيل گهڻي هجي، ديوان جي بک پيٽ ۾؛
پر نه پيي مرندو اجائي ڏيک جي اِلسيٽ ۾!
سُرُ وڏو سِرَ ۾ اٿس ڪنهن اهڙو ليءَ بي تال جو،
نقشو ماضيءَ جو مٽائي بڻج مالڪ حال جو.

٥

هٽ هلي جي، گهر هلي، پوءِ ڇُو ڏکيو ٿيندو گذر؟
ڏوُ، ٿيندو پاٺهي جو ڏيهه ۾ آيوُ ڏڪر.

وود يه، هلچل
... گر، نه گاهيون گٽي تون مهانگو؛ روتيءَ کو ...رد
سُکر! سستائي پوءِ ڏس هڻ لپا ڪوڏر رڳو ...ر
سال جو، ڪاڏو سرس وڏ ورءِ ٿيندءِ ڪان ...هرج
حال جو. مالڪ بڻج مٽائي جو ماضيءَ نقشو

٦

غلام، جو غلامن پر آهين آزاد جو ...نانءَ
مدام. آهين تون موٽاج جو گهرج پنهنجي نه ...چو
سلام، جو هُن هِن نه ڪيئن تو، پرين لءِ انگ ۽ پيٽ
نام! جو پاڙڻ تي پاڻ دڪايل! ناهي رهبر ڪو
جو. اقبال آسودگي مزو ايندو پوءِ خاڪ
... حال جو مالڪ بڻج مٽائي جو ماضيءَ نقشو

ا

## سچي زندگي

تڪرائبو، سان موٽ ڪي زندگيءَ ۾ زندگيءَ
پائبو. امرت منڙو ولوڙي لوٽائيبو سمنڊ
لٽيبو، جي ذراسا لَتَ جي ڪي آئيني جي آس
چمڪائبو، سان تدبير ڪي تقدير جي قوم
ٽيبو، نه وسيلو ڪو نه پاليو، ڪنهن پنهنجو جي فرض
ورسائبو، ۾ ديس هن وري پاڻهي ڪي پاڻ

ونوباجي اڄ انهيءَ منتر جو جاپ جپيندو، هلي رهيو آهي پيدل ۽ ٻارنهن سال ٿيا جو هُن اِها اکنڊ پد يالترا شروع ڪئي آهي. اڃا تہ ٻيئي ٿي هاي ۽ هلندي رهندي ٿيسين، جيسين ڀارت اِنهيءَ سڀ جي ڀلائيءَ جي راهہ تي اچي. پوءِ تہ ملڪ ۾ نہ ڪو رهندو بکيو يا بيمار، نہ اُگهاڙو نہ بي آجهي ۽ نڪي رهندو ڪو اڻ پڙهيل يا بي هنرڊور. ونوبا، ڀو-دان ۽ گرام-دان جي هلچل شروع ڪري هندستان کي سرگہ جي ڪامڌينو تورڙي ڪلپ برڪش جو درشن ڪرايو آهي. هاڻي ڏسون تہ اسانجو هي ٻڌيمان ديس ڇا ٿو ڪري؟ ڪامڌينو ۽ ڪلپ برڪش، سڀ ڦل ڏيڻ وارا ديوَ آهن. رڳو ديوَن کي راضي ڪرڻ جو ڏانءَ ۽ ويساهہ کپي. هي گيت، گانڌي ۽ ونوبا جي انهيءَ سڀ جي ڀلائيءَ واري منتر ياد ڪرڻ ۾ مددگار ٿيندا، جي اسين اُهي وري وري دهرائيندا رهنداسين.

## سر وديہ هلچل

جنڊ مان ٿي جنڊُ آجي عشق جانڊهہ سان لڳو
اڄ نہ پائڻ ٿو پڄي ڪنهن پيڻ ڪان سٺيءَ ۾ سڳو
مؤت ٿيو ميرو ڏوئڻ خود جان پنهنجيءَ جو وڳو
باهہ ٻارڻ بار ٿي گهرِ، حرص هوتل ڏي ڀڳو
پاڻ تي پاڙي هلڻ اڄ ٿيو لڇڻُ ڪنگال جو
نقشو ماضيءَ جو مٽائي ٻڌج مالڪ حال جو

٢

ساهُ پِل ٻُڪَ ۾ سِجهڙي چرخو نہ پر چورڻ پڄي،
عِجُ هابيو ويندو، جي گهر ۾ وال ڪو ڪپڙو اُجي،
چؤ ڪٽي جي ڳالهہ اهڙي؛ منهن ٿو مائيءَ جو سُڄي،
ڏي رُنُلَ پرچائي، پر جي پِر ڪو پينڪيءَ جو هُڄي!

جي اَڱڻ تنهنجي ۾ گهاريا ڏينهن مون،
هنڱري ۾ هُرندا سي رهندا صبح-شام.
تنهنجو اُپ، سج، چنڊ ۽ تارا ڪتيون،
پُر ڏٺا مون نُور نياري سان مدام.
سي بهاريون، بِن خزان باغن سنديون؛
جن وڌا ٿئي بِن ڪمند ٻيرن ۾ دام.
ياد پوندا ڪيئن نہ هن مُنهنش ڪي،
چلڪندڙ ميءِ سان سي تنهنجا مست جام.
دور ٿيندو تـو وڃان ٿوکان، مگر،
خيال زيارت لءِ ٻيو آئيندو مدام.
ياد تنهنجي قلب کي ڏيندي قرار،
ننڊ نيڻن جي جڏهن ٿيندي حرام.
ٻيو نہ قاصد آهہ اوڏو ڪين اڄ،
تو مُنجان ٿوکي صبا جي هَٿ سلام.
درد ۾ ڀي پٺي دلاسو پائيندي،
دل دکايل، تنهنجو جهونگاري ڪلام.

کنهن بني اِنسان جي لاءِ ڪينهن ڏئي دل ۾ رکين؟
ٿئي ڏنو هر ذات ۾ پنهنجو جڏهن هڪ يار تو.
مختلف فرقن جا پوئي قول هڪ ئي تار ۾،
پيت ماتا کي ڏيڻ چاهيو ٿئي سندر هار تو.
بي گناهيءَ کان رهين پيريءَ ۾ ڀڻ معصوم ٿي؛
چو نہ ساکي ٿي سدا سچ جو ڪيو اظهار تو.
درد پڻي جو دل ۾ سانڍڻ، آهہ ڇا اهڙو گناهہ؟
جو سنو همدرد سينئي تي قضا جو وار تو!
توکي وهنجاريون اسين ٿا تنهنجي ئي رت ۾، مگر،
پنهنجي ڳوڙهن ۾ ٿئي وهنجارڻ گهريو سنسار تو.
جو مليو عيسيٰ کي دنيا کان، مليو توکي بہ سو،
چو نہ ڏيکاريو دکايل! سڀ سان ساڳيو پيار تو.

## گانڌي آرتي

جيءَ گانڌي گڻڪاري، جيءَ ديش هتڪاري؛
جيءَ ڀارت جا پوشڻ پيارا، ڪرم ڪلا ڌاري؛
جيءَ گانڌي گڻڪاري!

سرگرام کان ماتر پوءِ توکي، وڌ پياري؛
گانڌي! توکي وڌ پياري.

گانڌي سورهيه سهڪاري،
هند ڀيچڻ جي لاءِ پڌارين، سورهيه سهڪاري،
جيءَ گانڌي! گڻڪاري!
يوگ بل سان تو جاڳايو غافل نر ناري،
گانڌي! غافل نر ناري،
آهه الوڪڪ شڪتي تنهنجي نرمل ناميا ري،
جيءَ گانڌي گڻڪاري!
قرباني جي ڪاليءَ جو تون پوتر پوجاري،
گانڌي! پوتر پوجاري.
سوپ سنتنترتا تان سورهيه، سرو آنس واري،
جيءَ گانڌي گڻڪاري.
مات هند جا پُوت سپاتر، مورت اوتاري،
گانڌي مورت اوتاري.
آزاديءَ جي اِشٽ ديو جا ڪامل اڌڪاري،
جيءَ گانڌي گڻڪاري.

## وطن سان وداعي

منهنجا ننڍڙا سرگ! توکي رام رام،
ڏو وڄان، تو وٽ ڇڏي، تنهنجو تمام.
ڇا ڪٿان، ڇا جي ڪري ؛ ڇو ڪٿان ؟
طعم جڏهن نا هي اڃا منزل مقام.

مايوسيءَ کان ملڪ ۾ برپا ٿيو هيجان،
وڏي واهر لاءِ تڏهن آيو هڪ انسان.
چيائين، "منهنجي حڪم تي جي ڏيندا پورو ڌيان،
ٿيندس بيشڪ ديش جي ٻيڙي جو ڪپتان.
بي صبري ڪهڙجي نہ ڪا ٿيو دانهہ ڏيرجوان،
ڪرندو ٻيڙو ملڪ جو، جي آٿو ڪر ايمان.
ميهو مڙيني هي جڏهن ڏڪايل فرمان،
سو رهبر تڏهن سڄان ٿيو گانڌي رهبر ديش جو.

## گانڌي جي

گانڌي رهبر ديس جو گياني سو گڻوان،
نعرو حق جو جنهن هٺي ڪيو هي اعلان.
گولا گولن جا ٻٽي ڪوهيو ڇو تا شان،
پاڙي هرڪو پاڻ تي بچائي سومان.
ٿيندو قربانيءَ بنان مشڪل ڪيئن آسان؟
آزاديءَ جي راهہ ۾ جا نہ ڪبو قربان.
سڀ ڪجهہ ڏيندءِ پيٽ ۾ مال ڪٽنب ۽ جان،
قائم رکندا جي الين قوم سندو نيشان.

گانڌي

نهن پر رهندو ڪين پوءِ بانهپ جو امڪان،
ڌاري همٿ ظلم سان جوٽيو جنگ جوان!
ستيه اهنسا جو مگر رکجو پورو ڌيان،
ڪين ڪپي هن يڌ ۾ ڪو خوني جولان.
سر ڏيئي سرها بڻي مرد ڪٿو ميدان،
راضي ٿي پوءِ ملڪ تي ڀارت جو ڀڳوان.
سک سمپت جو دان ڏيندو دکايل ديس کي.

## جڳ جو باپو ويندو رهيو

(۳۰ جنوري ۱۹۴۸)

دين، دنيا لاءِ وڪڻ کان ڪيو اِنڪار تو،
پنهنجي حق محبوب سان پاڙيو سچو اِقرار تو.
بادشاهيءَ کان مٿي توکي فقيري ٿئي وڻي؛
جو غريبن کي ڏٺو بي حال ۽ بيزار تو.
ظلم زوري، ڇل ڇدر سنسار ۾ وڌندو ڏسي،
اهنسا ۽ ستيه جو ڌارڻ ڪيو اوتار تو.
ڪرم جي مارگ تي هلندي پڻ اڪرمي ٿي رهئين؛
پنهنجي جيون ۾ سليو گيتا جو سارو سار تو.

ننگ نهنگ نماڻا جوڳي،
سالڪ سنت سچا مهيوگي،
نرڀئہ ناٽ نسنگ نروڳي،
تنهنجي شڪتي اٿاهہ ـ
توکي! لڳي نہ ڪوسو واءُ.

دانهن ٻڌي دک ٽارڻ آئين،
ڪتل جڳت کي ڻارڻ آئين،
ديش جا ڪشٽ نوارڻ آئين،
ٿـي هـرجـا وهہ واهہ ـ
ٽوکي! لڳي نہ ڪوسو واءُ.

ٽون قربانيءَ جو پوڄاري،
تنهنجي راهہ دنيا کان نياري.
زور پيري ٽو آڏو زاري!
ٽـون شاهن جـو شاهہ ـ
ٽوکي! لڳي نہ ڪوسو واءُ.

ستيہ اهنسا جو وَر ڏيڻي،
دور ڪيا ٽو وهـم سيڻي،
جانِ وطن بي جانِ ۽ پيڻي،
همت ٿـي همراهہ ـ
توکي! لڳي نہ ڪوسو واءُ.

دېش سنڌ جي هستي جاڳي،
يار پيدي ۽ مستي جاڳي،
مستي خوب الستي جاڳي،
(جاڳيو) آزاديءَ جو چاهه —
ٺوڪي! لڳي نه ڪوسو واءُ.

ديش ڏڪايل جو دلبر تون،
جڳ جو لاثاني مدبر تون،
راهه وڃايل جو رهبر تون،
بي واهن جي واهه —
ٺوڪي! لڳي نه ڪوسو واءُ.

## سياڻو رهبر

تيو جڏهن هند جي سمنڊ اندر طوفان،
ٻوهين چولين کان متو گوڙ گهڻو گهمسان،
ٻسي لُٽ لهرين سنڌو تيو هرڪو پريشان،
ميربحر ماندا ٿيا هاري دل حيران،
واءُ نياڳيءَ کان رهيو قابوءَ ۾ نه سُکان،
سڙهه ساهي ساڻو ٿيو هر اڳرو اڳوان!

# سابرمتي جو سنت

(راﺋونڊ ٽيبل ڪانفرنس وقت لکيل)

دل ۾ آزاديءَ شمع کي ڪير ٿو روشن ڪري،
خاڪ صحرا کي مٿائي ڪير ٿو گلشن ڪري.
ڪنهنجي همٿ جو نتارو ٿو ولايت ۾ وڃي،
ڪير پنهنجي ديس لاءِ پرديس ۾ ساڃن ڪري؟

پرپلي خاطرخوشيءَ سان، شوق سان، وشواس سان؛
رات ڏينهن آرام پنهنجو ٿو نذر جيون ڪري.
ڪنهنجي ڪرم سان هند جي قسمت ڀلا چمڪي اُٿي،
ڪنهنجي نالي جو سڄي دنيا ٿي اڄ سمرن ڪري.

ڪنهنجي نيڻن ۾ نه آهي، ملڪ پياري لاءِ ننڊ،
ڪير رات ڏينهن مان سٽ ٿو ديس کي ارپن ڪري.
ڪير ٿي سگهندو ڀلا ٻيو، سنت سابرمت سوا؟
جنهنجو اڄ اڪثر زمانو پرت مان پوڄن ڪري.

مون ۾ همدو شاعريءَ جو ناهه ڪو ذرڙو، مگر،
سچ ته بيوس ٿي 'دڪايل' کي ٿو ماهرفن ڪري.

# مهاتما گانڌي

رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس وقت

مردهہ دل لاءِ ٽيو اڪسير ڪرامت گانڌي،
بي وسيلن ۽ پنيءَن جي حمايت گانڌي.
دريءِ وشواس، ارادي ني هماچل جان رهي،
ٿو ساي ساري زماني کي صداقت گانڌي.
'فرينڊس آف انڊيا' وارن جو ٿي رهيو دوست، مگر
چرچل پارن جي مٿان آهہ ٽيو آفت گانڌي.
جنها، شوڪت، جي شروع آهہ پروپئگنڊا؛
ٿا چون، ٿو رکي مٿيد تفاوت گانڌي!
ٿاهہ لءِ تيار هڻڻ جو ٿا عذر ڪوڙو ڏين،
ٿا چون، جاڙي نٿو ميل ملاوت گانڌي.
هٿ ڪنگڻ کي دکايل! نہ کپي آئينو،
ڪنهن بہ ٽيڪا جي رکي ٿو نہ ضرورت گانڌي.

## بـاپـوءُ!

لـڳـي نـــہ ڪـــوســـو واءُ،
ٽوڪي! لـڳـي نہ ڪوسو واءُ.
تـون بـانڪو بـــي پـرواهہ —
ڏبري پارت جو گانڌي تو منجهہ ساهہ
گونـگي ۽ ٽوڪي! لـڳي نہ ڪوسو واءُ.

كٿڪ اِشاري تي ٿا ڪاهن،
سورهيه سڌ تي سينا ساهن.
مؤت کان بيپرواهه– واهه.
تو جا بتائي راهه ........ •

تير ترارين ڪين ڪٽڻ جي،
پلجي ڪنهن کي ڏک نه هٽڻ جي.
صابر ٿيو ڇا سپاهه– واهه.
تو جا بتائي راهه ........

ستياگرهه سندو راز؛
ڏيئي ڪيءَ ڇڙيا باز!
آندءِ ڇا آلساهه– واهه.
تو جا بتائي راهه ........

ديس 'دکايل' شاد ڪندو،
اُجڙيو گهر آباد ڪندو.
تنهنجو هي ويساهه– واهه.
تو جا بتائي راهه ........

## گانڌي جنم ڏن

آزادي اوتارو اڄ جنميو گانڌي پيارو،
جنميو گانڌي پيارو اڄ آزادي اوتارو.
ڏانهن ٻڌي دک تارڻ آيو،
ديش جا کشٽ نوارڻ آيو.
ڀارت جو رکوارو. اڄ جنميو ....
ائٽ منجهان ايندي آزادي،
ڇپائين هرڪو پهري کادي.
کادي ۾ نيتارو. اڄ جنميو ....
ننگو اُگهاڙو ديس ڏنائين،
پورو پهرڻ ويس ڇڏيائين.
ٻڌيو لنگوٽيءَ وارو. اڄ جنميو ....
درد دکين جو دل ۾ ڌاري،
ويٺو پنهنجو پاڻ وساري:
حق جو ماري نعرو. اڄ جنميو ....
راز اهنسا سندو سليائين،
خون خرابيءَ لاءِ جهليائين.
راهه ڏسيائين نيارو. اڄ جنميو ....
ايڪي ۽ اِتحاد جو حامي،
ڏي جو دکايل ٻيار مدامي.
اَڇوتن آڌارو. اڄ جنميو ....

## يارتي ٻيڙيءَ جو ملاح ڳانڌي!

آدر اٿاهه تو لءِ، هر دل ۾ چاهه تو لءِ،
سارو سپاهه تو لءِ، عزت ۽ جاهه تو لءِ،
يارت جسا او دلارا!
اعليٰ أصول وارا!

قوميت جو پاڙُ توکان، ايندو شعاع توکان،
سهڻو سنڀاءُ توکان، ملڪي بناءُ توکان.
شيرين ٻول تنهنجو،
ڪرڙو آ قول تنهنجو.

بي تاج شاهه آهين، دل جو درياهه آهين
اونهون اٿاهه آهين، ڪامل ملاح آهين.
عالي دماغ آهين،
روشن چراغ آهين.

جنهن تي دٻاءُ جاري، مشڪل سا، راهه ساري،
زنجير آهه زاري، گردن تي بار باري.
اهڙي سمي اوهانجي،
ڪهرجي مدد اي مانجهي.

وندهه جتي سمائي، آهي نه روشنائي؛
ليڪن سنڌءَ سچائي، ڏيندي ڪري مٿائي.

تنهنجو عجب اِشارو،
ويڇهو ڪنڌو ڪنارو.
ڀارت جي سفر ۾، سوراج جي سفر ۾،
گهارڻ ڏکيرو گهر ۾، آزادگي منڊر ۾.
ڀهچان جنهن پهر ۾،
ٿيندي اُميد پوري،
ثابت ڪئي هن سوري.
ڪرشن سمان گانڌي، رهبر مهان گانڌي،
ڀارت جو شان گانڌي، ماتا جو مان گانڌي.
ڀاپيل جي راهه گانڌي،
پوري پناهه گانڌي.
ڀارت سندو مدبر، گانڌي! سچو تون ليڊر،
گمراهه لاءِ رهبر، آهنجيءَ ۾ آس آڌار.
تنڙندا وري دکايل!
گلشن جا گل ڪومايل!

## واهه واهه باپو!

تو جا بنائي راهه گانڌي واهه واهه،
گانڌي واهه واهه منهنجا باپُو واهه واهه،
تو جا بنائي راهه .......

## گانڌي - بابو!

ذات اِنسان چيو- "آيو پلي آيو وڳيان،
ڏور ڏيهن کي ڳنڍي جو ڪندو مشڪل آسان،
ڪا غلط فهمي نہ رهندي، نہ دلين جو هيجان،
هاڻي دنيا ۾ لڙائيءَ جو نہ رهندو اِمڪان.
آس آدم جي، ڪو دم آءٌ جيارڻ وارا!
ڳيان امرت جي ڇڪي جڳ کي پيارڻ وارا!

٢

جوش ۾ بيءَ اچي هوش ڇڏڻ وارو آهه،
پنهنجي همت ساڻ ڪباهيءَ کي سڏڻ وارو آهه،
ديرتائين جي تي گهر پنهنجو اڏڻ وارو آهه؛
مٽي اولاد کي گوندر ۾ گڏڻ وارو آهه!
داستان ماءُ جي ڳوڙهن جا، الين ڪي تا چون،
پيٽ جاين جي وِرهہ جا ٿا پرون جنهن کي پڻن

٣

آه هنسا ۾ جي اڄ ڪنهنجو نہ وشواس رهيو،
پو بہ چو هرڪو هٿيارن جو ٻڌيو داس رهيو؟
خالي ڏمڪين ڪان نہ ڪوڏينهن نڪو ماس رهيو؛
آ پسي خوف جو هردل ۾ وڏو واس رهيو!
آهنسا تنهنجي نماڻي ٿي نهاري ويٺي،
حالِ اِنسان جي تي لڙڪ ٿي لاڙي ويٺي.

٤

ياد هن وقت گهڻو توکي ڪري ٿي دنيا،
چو تہ ائٽم جي ڌماڪن ڪان ڏري ٿي دنيا،
'ضدي-سياست' ڪري هڪبئي ڪان پري ٿي دنيا،
پنهنجي بي جاءِ ڪئي جو چا پري ٿي دنيا؟
اڄ نہ سنسار کي راڪيٽي تماشو گهرجي؛
باپو! پابوهہ پريو تنهنجو دلاسو گهرجي.

٥

ڌرمُ اِنسان کي، اِنسان ڪان اڄ ڌار ڪري؛
ڪيئن نہ ٿو فرقيپرستيءَ جا چِٽا وار ڪري!
ذات ۽ رنگ جا پيدا نوان آزار ڪري،
پريم بندن چِني چڪ سان ٿو تندون تار ڪري.
روح جي ايڪتا جو راز سلڻ آءَ وري،
بند جا دل جي دکايل! سا اچي کول دري.

پاڪستان جڏي ڏينائي وٽ پنهنجي جو خيال ڪري،
(نه ته) مارائيندس آڙي آڙي ·
چيچ تي چنبي ساڻ لڙي؛
ڪاڏي پاڪستان ۽ ڪاڏي هندستان پنجوڙو؟
ٻنگلو ٿو پربت تي چڙهي!
چيچ تي چنبي ساڻ لڙي!!

٢٢- سيپٽمبر ١٩٤٩

گانڌيءَجي خود، هڪ ويچار هو. انهيءَ ڪري
سنڌس ديهانت ڪري، اسٿول گانڌي برابر اسان
وٽ اڄ موجود ڪين آهي، پر سنڌس ويچار اڄ ب
دنيا کي جاڳائي رهيا آهن. پوءِ ڪيئن چئبو ته گانڌي
هنوقت اسان وٽ ڪونهي؟ مهاتما گانڌي پنهنجي
ساڌنائن ۽ تپسيا جو ڦل ڀارت کي ڏيئي ويو. اهڙ
سٺ پرش وٺڻ ته ڄاڻن ڪين، رڳو ڏيڻ ئي ڄاڻن
انهيءَ ڪري هو ڏيئي ويو هندستان کي ''امر-جيون
جيئڻ جو ڏس. ٻڌائي ويو راز ۽ نياز جون تعبيرون
سي به سؤلي نموني. هوُ مهاتما هو ۽ مهاپرش- عمل
جو صاحب هو، اِنهيءَ ڪري هر قدم تي ڪاميابي
حاصل هيس. سنڌس جس جيترو ڳائجي اوترو ٿورو-
هي ٿورا گيت سنڌس ويچار درشن ڪرائي ئي
ڪهڙو سگهندا! ان هوندي به اڃو ته پنهنجي ديش ٻنا
ڀارت کي آزاديءَ جي منزل مقصود تاءِ پهچائڻ
واري هن ڪرم-يوگيءَ جا گڻ ڳايون ۽ ڳائيندا
رهون جيڳان جڳ.

هنسا ۽ نفرت کي آخر پاڳه ۾ هار کي آهي،
ڇوٽ نغاري ٽي سمجهايو جڳه کي ڳانڍيءَ ڏاهي.
محبت ۽ قربانيءَ سان جنهن پنهنجي ڳالهه مڃائي،
'ڪئٽ انڊيا' جو نعرو ڏيئي هند آزاد ڪرائي.
ڏيڍ صديءَ کان، جن ڀارت تي زوريءَ راڄ ڪمايو،
ستيہ-اهنسا جي آڏو تن آخر ڪنڌ جهڪايو.

هڪ جهڙن آزاد دنيا جي ديشن مان اڄ آهيون،
ڪنهن ٻي سرڪش ملڪ جي ساهوڪارن ٿا اڄ سِينو ساهيون.
ڇو تہ اسانکي باپوءَ سيکاري آهي قرباني؛
سچ صدقي جو جام-شهادت پي ويو سچ جو باني.

سچ جي هن اوتار ٻڌايو پاڪستان نہ رهندو،
نفرت تي جو راڄ ڪڙو ٿيو هڪ ڏينهن آخر ڍهندو.
سخت وروڌي ٻتواري جو هو ڳانڌيءَ جي بابا،
ڪين ٻڌوسين ڪيس تہ سيني ڪيڏا ٿابا کاڌا!
ڀارت ديش اکنڊ، ڇيائين قدرت آهہ ٻڌايو،
جنهن کي هماليہ، راس ڪماري، دوارڪا، پوريءَ ملايو.
پيٽ جيڪا سرحد جي ناهي، قدرت ڀارت خاطر،
قائم رکڻي پوندي رکشا خاطر عزت خاطر.

# چيچ تي چنبي ساڻ لڙي!

( ١٩٤٩ )

چيچَ تي چنبي ساڻ لڙي!
ڪاڏي پاڪستان، تہ ڪاڏي هندستان پنجوڙو،
پنگلو ٿو پربت تي چڙهي،
چيچ تي چنبي ساڻ لڙي.

پاڪستاني ڏمڪين تي ڪو حيرت جو ٿو ڪائي،
منت مفزخوريءَ ۾ پنهنجو ايڏو وقت وڃائي.
پُتلين جو هي نــاچ سمورو پاتيخاني پِلِتا،
بوليون پين‌جون چاليون پين جون، پين جا ڳارا ڳلتا.
ڪيڏ سڄي هيءَ ڪيڏن وينا شطرنج جا ڪيڏاري،
جنجي آڏو مرضي مُهَرَنِ جي آهي ويچاري.
هڪ پاسي اِنگلنڊ آمريڪا، پيو ٿو ڊارا ڊاري،
ٻئي پاسي ٿو روس نَئِينِ رمزن سان مُهَرا ماري.
سياسي گهوڙي دوڙ هلي ٿي، ڏسجي ڪير کٽي ٿو،
شرطن جي ميدان-دنيا ۾ ڪنهن کي ڪير کٽي ٿو؟
مغرب جا چالاڪ مداري هي سڀ جاٽي واٽي،
ايشيا جي اڳوانيءَ جو ٿا ماپن وينا پاٽي.

گي ڪانپوءِ
ڪستان اِهو سڀ سمجهي پوءِ به نٿو ڪجهه جائي؛
ڄجهه، حسد جي اهنڌ ۾ ڏيئي؛ سچ ٿو ڪين سڃاڻي!
س جنم ڏينهن وارا آهن، ساڳيا يورپ وارا،
ن ڪي پاڪستان ڪان وَڌ هِن پنهنجا مطلب پيارا.
يسين مطلب هوندن، تيسين جيڏو ڪيس ڇڏيندا،
پر جي مؤت مان مطلب سَرندن ويرم وجهڻ نه ڏيندا!
پير پراوا، ساهه پرائو، پنهنجو ڇا ٿين باقي؟
آئي ويل ٿي ويندن ڏسجو! يار يقينن ياقي.
عيسائين، اِسلامين جو ٿيو ڪهڙي جُڳهه ۾ ميلو،
هاندي هاندي ڏسندا مومن پاڻ ڪي نيٺ اَڪيلو.
مذهب جي نعرن تي ڇڙند وڇونه بي مذهب وارو؛
چو نه دنيا ۾ هر ڪنهن ڪي آ پنهنجو عقيدو پيارو.
وسري ويو پاڪستانين ڪان شايد تازو واقعيو،
حال فاسطيني عربن جو جنگ ۾ آخر ڇا ٿيو؟
مذهب جي نالي تي گڏ ٿيا مصري ۽ ايراني
هارائي نقصان سنائون، ڪيڏو مالي جاني
مُٺ پِرِ اسرائيلن تن ڪي ماري نيٺ ڀڄايو
اسلامي غازين ڪان پنهنجو آخر راڄ ميڙايو

چشڪي جي چَٽَ تي هرڪائي،
ياڳہ ڏنو چڻ ڏوڪو.
او لوڪو ڪو، ڪو ٿي ....

هِتڙي هُتڙي دور مِٽَن ڪان،
سَڪَ وندن سانئي سڄڻ ڪان.
ترَڙقي تڙقي گهاريون وينا،
هاء پري پيارن پنهنجن ڪان.
سؤر ستائڻ آيا سنبري،
مَهِل ڏِنُنِ جو موقعو.
او لوڪو! ڪو، ڪو ٿي ....

نانءُ ويو بڻجي نرواسي،
ويڙهي وَئي چؤطرف اُداسي.
هونءَ تہ اسين مشهور هياسين،
دنيا پر آئم وشواسي.
هاڻي پي جي پاڻ سنياليون،
ڪوني نرواسي چو ڪو؟
او لوڪو! ڪو، ڪو ٿي ....

پڪڙيل هياسين چڱني ڪنڌن ۾،
ڏاڪ هڻي ڏاريـن ملڪن ۾،
هَٿ پئرُ هوندا هـا اسانجا؛
واشنگٽن تـوڙي لنڊن ۾.
چڙهيل ڪارپٽ خوب اسانجي،
هنڌيـن مـاڳين هـوڪـو.
او لـوڪـو! ڪـو، ڪـو ٿـي ....

هوش ۽ دل اڄ ٻي جي هلايون،
پاڻ وسي پائن ڪـي وسايون.
ڳوري مصيبت ٿي پوي هلڪي،
هيءَ جي ڏڪايل ڳالهہ هنڊايون.
ڪلهہ جو وڃايل اڄ ٿئي حاصل،
دکُ نہ ستائي پـو ڪو.
او لـوڪـو! ڪـو، ڪـو ٿـي ....

ڇهن مهينن جي سزا جڙي. ڇو؟ ڇي پاڪستان کي داهڻ لاءِ هٿيار ٺو ناهي. ڇاڪاڻ جو اڻ انهيءَ ڦرواري هڪ مڏي ڇري گهر منجهان کين هٿ آئي هئي! اپيل ۾ سزا گهٽجي ٻه مهينا ٿي يا پنج سؤ روپيه ڏنڊ. ڀوءِ؟ اختياريءَ وارن صاف چيو، "ڇڱو ڇاڙهين ته سنڌ ڇڏي وڃ." نيٺ هندستان اچڻو پيو. رڪوديرو ڪانڏي آشرم ضبط ڪري، اُجاڙيو ويو. اهڙا گهڻيئي گهر اُجڙ ٿيا. هت اچڻ ڪانپوءِ اندر جون اُڇلون جي آيون، اُهي گيتن ۾ پڌريون ٿيون. ڀارت جي شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ اهي گيت گونجندا رهيا. ڪجهه هنديءَ ۾ ته ڪجهه سنڌيءَ ۾. هت ته رڳو اهڙا سنڌي گيت ئي ڏنا ويا آهن. اهي گيت سنڌي جاتيءَ جي قربانيءَ جا اکين ڏٺا شاهد آهن.

## ورهاڱي ڪانپوءِ

ڪو، ڪو ٿي ويا هيڻون سنڌي،
ڪـو، ڪـو، ڪـو، ڪـو.
دل جي دانهن ٻڌو ڪن ڪولي،
او دنـيـا جـا لـوڪـو.
ڪو، ڪو، ٿي ويا هيڻون سنڌي ....
ديـش ڇڏي پرديسي ٿياسين؛
هوندي گهر، گهرگهاٽ ڪان وياسين!
هڙ ۾ هـو جو، پورو ٿيو سو،
ڪٿ ڏان لهي اچي پٽ ٿي پياسين.

ڳوٺن ٺوڙي شهرن ۾ آ، ٻي ويساهي عام،
اهڙوڪو ماريو هن ڏائڻ پيائيءَ، زهري ٻاڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

آباديءَ لءِ ايڪوگهرجي، هڪ دل ۽ هڪ خيال،
ويرونجوڳ ڪنان ويندو ڪُلُ ڏاهپ وارو ڏاڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

عاقل ناهيان، عالم ناهيان، ناصح ناهيان، آءٌ!
دل پنهنجيءَ ۾ جهاٽي پائي پرکيان وينو پاڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

جنهن ڀارت جي آزادي ۽ اکنڊتا لاءِ هزارين
ديشواسين پنهنجو خون پسينو هڪ ڪري، جان جي
بازي لڳائي، انهيءَ ديش کي آخر آزادي نه ملي، پر
سندس اکنڊتا رهي نه سگهي. ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ تي
ملڪ کي چيري ٻه ڦاڪون ڪيو ويو. سنڌواسين هيءُ
ڏک کائي ٻه ٻڙڪ نه ٻاڦي. ليڪين سنڌي پنهنجو سڀ
ڪجهه ڇڏي، آباڻا اَجها ڦٽا ڪري، ڏنڌا ڌاڙيون
اُجاڙي، کيتيون ۽ باغيچا ٻن ڏيئي، ننگ ساڻ ڪري
نڪري آيا. اُهو وقت ٻه اهڙو هو. آءٌ ٻه اُنهن منجهان
هڪ هوس، جن آخري دم تائين سنڌ ۾ رهڻ جي ها
هنئين هئي ۽ لڳ ڀڳ ڏيڍ پوڻا ٻه سال رهيو ٻه پ
هوس ليڪن پاڪستان سرڪار نيٺ گرفتار ڪيو

ڏنو جو سبق پياري باپوءَ اسانکي،
ڪري ياد هردم ھنئين سان هندايون. اسين ....
نڪو غير ملڪي نہ ڌاريو اسان لءِ،
دنيا سان محبت جو ناتو نيايون. اسين ....
سڄي پرٿوي پنهنجي، آڪاس پنهنجو،
سڄو درد دنيا جو دل ۾ سمايون. اسين ....
اسانجي دنيا ۾ عداوت نہ ڪنهن سان،
ونڊي پريم سڀ سان سڄڻ سڀ ڪي پائيون. اسين....
اڄوڪو هي شڀ ڏينهن آزاديءَ جو،
'دڪايل'! اڄوخوش ٿي گڏجي ملهايون. اسين ....

آزاديءَ کان پوءِ
( ملڪ جو ورهاڱو ليز )
١٩٤٨

ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ!
وهم، انديشا آيس پويان ڪوڙ، ڇپائي پاڻ
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.
سمجهيوسي سک-سورج اڀريو ٿيندي اوندهہ ناس؛
راهو-ڪيتو آيا ڪاهي، پاپي گرهڻ. ساڻ
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ

پونگن، پاڻن وارن ڏرد رباري جيون-جوت،
سوارٿ جي اوتَرَ پر ميٽيو آشا جو اُهڃاڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

لوڀ-لُڪن، لوسائي ساڙيا، پاڙون سڪ ۽ ساءُ،
پاڙي وارن پريت وڃائي، ٿي پيو ملڪ مساڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

ڏيسي ڏاريا ٿي پيا آندو ٻولين ٻائيتال،
باباڻن ڏاڏاڻن وارو ڪونه رهيو نيشاڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

ڪُوڙن لِڪن ٿي لٽ باڻو، ناحق حد حساب!
ننڍ وڏائيءَ جاني جهيڙي گوڙ وڏو گهمساڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

ميڙڻ جي عادت ڪان پاڃي، ويو ڏيڻ وارو ڏانءُ،
مال ڇڏي محبت وارو، تا ڇائي ميڙيون ڇاڻُ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

قدرت جي هرڪا نعمت هٿ، پرهڪ ناهي پيار،
لڇڻن سان ڳڏ لڇمي ويئي، مفت پيو مانداڻ.
ساڻ ڪٽي آئي آزادي منگل ۽ ڪلياڻ.

۲٦ جنوري اسين هر سال ملهائيندا پيا اچون ۽ ذريل ٻٽيهہ سال، انهيءَ ڏينهن، اسان ڪيڏي نہ ٻريرنا پڳي ڏني آهي. آزاديءَ کان اول، هر سال آزاديءَ جي ٻرتگيا اسين دهرائيندا رهياسين ۽ ائين ڪندي دشواسين کي چا چا نہ سهٽو پيو. ليڪن ملڪ جيڪو آزاديءَ جو اِقرار ۱۹۳۰ ۾ ڪيو، اُهو آخر پورو ڪري ڏيکاريو. اڄ جڏهن ديش آزاد آهي، تڏهن اِهو آزاديءَ جو ڏينهن، اسين ملڪ جي طاقتور بڻائڻ لاءِ ملهايون ٿا. انهيءَ ڏينهن پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسڻ جو اوسر اسانکي مليٿو، جيڏن اسين ڏسي سگهون تہ اسانجو پيارو ديش، جنهن ديش جي آزاديءَ لاءِ هزارن شهيدن پنهنجو رت سٽ ڏنو، اُهو ديش پنهنجون مريادائون پالڻ ۾ اڳتي ڪيترو وڌيو آهي؟ اچو تہ هڪ ڀيرو آزاديءَ جا گيت گڏجي ڳايون ۽ انهنجو مرم پڇاڻيون.

## آزادي - گيت

(آزاديءَ کان پوءِ)

١٩٤٩

اسين ديش پنهنجي ۾ آزاد آهيون،
سچو راڄ ٿا پاڻ پنهنجو هلايون. اسين ....
ڪيون ڪاڻ ڪنهن جي، اَن ۾ نه ڪنهنجي،
شيون گهرج جون پنهنجي گهر ۾ ٿا ناهيون. اسين....
ڪريون پورهيو گڏجي، ڪريون پيدا گڏجي،
اچي وچ ۾ جيڪي، ونڊيون ۽ ورهايون. اسين ....
هميشه هلون شال هڪ ٻئي ۾ حق سان،
لڙائي نه جهيڙو نه ڪورٽ سڏايون. اسين ....
نه ڪو اُوچ يا نيچ آهي اسان ۾،
مڙيئي منش آهيون ٿا ڀائر سڏايون. اسين ....

ڪالهه بتي ٺاهڻ آيو پر،
گهر جي مورت ساڳي آهه.
آهه اڃا اونده ساڳي،
ڪا جڳمڳ جوت نه جاڳي آهه.
آس اٿم ديوان! بتي،
ٻجليءَ وارا ٺاهي ويندا.
بلب جڏو بيڪار دڪايل،
شام اچي لاهي ويندا.

## حيدرآباد سينٽرل جيل

عملداري قبوليت
خدايا باندرن کي ڪو صبر ڏي،
سندم تقرير ۾ ڪافي اثر ڏي.
ڪريو ناحق نه پاڳل! ٽنگ مونکي،
اوهان سان ڪين ڪرڻي جنگ مونکي.
پڪو انجام اڄ ڪانپوءِ ڪرڻاٿو،
سڃاڻڻ ڪان اصل جانو پرياٿو.
اوهان منهنجو غرور آهي مٽايو،
دڪايل جيل جو پڙ ڏؤ پلايو!

سکر جيل ۾

ٽيندي نظر عنايت؟
ويلو وڏيڪ ايندو،
ڦلکو وڏيرو ٽيندو،
مانيءَ ڪچيءَ جي ٿون پوءِ رهندي نہ ڪا شڪايت.
ٽيندي نظر عنايت؟
ماني پچي ملي جي،
بيمار پوکو چو ٽيي؟
قيدين کي ڪين گهرجي ٻي خاص ڪا رعايت.
ٽيندي نظر عنايت؟

پـاجـي ۽ دال سُـڏري،
جي گند ڪُڪرو نڪري،
ٿوريءَ نظر سان ٿيندي راضي سڄي جماعت.
ٿـيـنـدي نـظـر عـنـايـت؟
بـس مـهـل سـارُو مـانـي،
رنڌڻي جا ڏين هي باڻي،
اهڙي اوهان اُنهن کي جيڪر ڪريو هدايت.
ٿـنـيـدي نـظـر عـنـايـت؟

سکر جيل ۾

ڏينهن سُڄي چرخي جي وندر ۾،
مـان ڪـاتـي چـڙهيو آهيان.
رات جـو پـهـريـون پـهـر سـوا،
ڪجهه لکندو ڪجهه پڙهندو آهيان.
ڏينهن تہ خير لنگهي ٿو وڃي،
پـر رات، ڏکيري ٿي گذري.
خاص ڪري جنهن ڏينهن کان،
ڪوٺيءَ ۾ ٿي بجلي ڪانہ ٻري.

## اندمان - ڪارو پاڻي

دور آهن ديس کان پرديس ۾ لاچار ٻاند،
هند ماتا جا سپاڙر ديش جا دلدار ٻاند.
ملڪ جي آزاديءَ صدقي اُهي محبِ وطن،
قبر ۾ جيئري رچي ٿيا مرڪندا مهندار ٻاند.
هاء حَقطلبيءَ جي قيمت، هيڏي هاڃي هيڏن سزا!
ڪاري پاڻيءَ جي رچي ڪشٽن ۾ ٿيا سردار ٻاند.
چار وقتو پيٽ کائين ٿو هتي تون، پر هُتي؛
آب داڻي کان نراس آهن وطن جا يار ٻاند.
ٿيا پري پيارن عزيزن، دوستن کان، ذربدر؛
اندمان جهنم ۾ آهن ملڪ جا مختيار ٻاند.
واء قسمت اڄ دکايل ديس خود آهي غلام،
ڪيئن رهن نه ته هند ماتا جي گلي جا هار ٻاند!

جيل ۾ مجال ڪو قيدي پنهنجي آفيسر سان
ڪيون ملائي ڳالهائي سگهي. اهڙي برميچوءَ جي جا
انذاري ڪوٺڙيءَ ۾ ئي هوندي هئي. راجنيتي قيدين
تي ۱۹۳۰ ۾ جيڪو رعب جيل جي عملدارن ڀريو
رکيو هو ۱۹۳۲ ۾ گهٽجي ويو ۽ پوءِ ته جيل وارن جي
ڏندي توڙي دڙڪي داب جو ٻاٽي ڪجهي ڇڏيو سين
وڏي ڳالهه ته اهي به سمجهي ويا ته راجنيتي قيدي
ڪو اخلاقي ڏوهاري ڪين آهن. انهيءَ ڪري سندن
همدردي يا روش ۾ وڏو ڦيرو آيو. جيل عملدارن
کي ڪجهه لکڻو هوندو هو ته ڪين سايت تي لکي
واچمين يا مقدم هٿان ڏياري موڪلبو هو. آءٌ ڪڏهن
جي ڪين ڪجهه لکندو هوس ته گهڻو ڪري شعر ۾ ئي
لکندو هوس. جيار به هو پنهنجو سنڌي ديوان، س
منهنجي هيءَ شرارت هضم ڪري ويندو هو. نه ن
جيل جو قاعدو، قاعدو ئي هو. هي ٻچار گيٽ جيل
جي يادگيري تازي ڪن ٿا.

فرقيپرستي ۾ اٽڪيو نہ هرگز،
اتحاد جو ڇيڙيو جلهن ساز آزاد.
دانهن جي هردم ڪري دادگيري،
دائم ٻڌيو هند جو نـاز آزاد.
حق گوُ هميشہ قلم ۽ ڪلام هُس،
پنهنجي پرائي کان بي نياز آزاد.
نازڪ سمي ۾ رکي بي دپائي،
حق جو دکايل! سليو راز آزاد.

ڀارت ۾ آزاديءَ جي هلچل زورشور سان هلي
ي هئي. اهڙي وقت ڌاريءَ سرڪار جي جيلن ۾
يڪي انقلابي قيدي عمر قيد جي سزا ڪاٽي رهيا
ٿا. انگريز سرڪار اُنهن سڀني قيدين کي انڊمان
جي ڪاري پاڻيءَ ڏانهن رواني ڪرڻ جي پڌرائي
ڪئي. سڄي ملڪ ۾ سرڪار جي هن قدم خلاف
اعتراض جو ڏينهن ملهايو ويو. لاڙڪاڻي ۾ به هڪ
شاهي ميٽنگ ٿي، جنهن اُنهن وير پرشن کي شرڌانجلي
ارپڻ ڪندي هيٺيون گيت ڳايو ويو.

# ڊاڪٽر چوئٿرام گدوائي

عرش تان سڌڙو سٽي سردار اڄ ڀندو رهيو،
همٿ ملائڪ جا جهلي مهندار اڄ ويندو رهيو.
هوُ سپاهي هو سدا همدرد پنهنجي قوم جو،
غم ڏيئي تنهنکي دلي غمخوار اڄ ويندو رهيو.
پين جي دک ۾ ٿي دکي ساعت سُکي ساري نہ جنهن،
ڍول سو ڍوئي دکن جا بار اڄ ويندو رهيو.
زندگي پنهنجي ڪئي جنهن وقف سيوا واسطي،
سو سچو نشڪام خدمتگار اڄ ويندو رهيو.
ملڪي آزاديءَ جي صدقي جنهن سوين سختيون سٺيون،
سو دلاور ديش جو دلدار اڄ ويندو رهيو.
سرُ جُهڪائڻ جو سکيو هرگز نہ ظالم جي اڳيان،
سو ستياگرهي سپهہ سالار اڄ ويندو رهيو.
ذار گهر ٿاهيو نہ جنهن پارٽي سڄي کي گهر ڪيو؛
سو چڱڙي سارو ڪٽنب پروار اڄ ويندو رهيو.
جنهن جي همٿ جي اڳيان خود زور پيي زاري پري؛
سو دلاور بي ڊپو بختيار اڄ ويندو رهيو!
ملڪ جي قاتل ورهاڱي هن جو جيءُ جهوري ڇڏيو،
آہ!سو جهرندڙ ڪٿي جهونجهار اڄ ويندو رهيو.

جنهنجي خوشبوُ کان معطر هند جي هر ڪُنڊ ٿي،
باغ دنيا مان سو گل بيخار اڄ ويندو رهيو.
آهہ ٻوڙهن سان ڀِنَل آکِ دل ۾ ڀاري درد آهہ،
سنڌ ماتا جي هِنئين جو هار اڄ ويندو رهيو.
چون ساري قوم ساري پياري چوئٿرام کي،
ڊاڪٽر جنهن کي چئي بيمار اڄ ويندو رهيو.
جو دکايل دانهن تي هروقت ٿئي ڊوڙي پُهچو
سو غريبن جو يگانو يار اڄ ويندو رهيو.

## مولانا آزاد

آزاد ڀارت جو آواز آزاد،
همدرد هندين جو همراز آزاد.
عاشق رهيو جيڪو آزاديءَ جو،
دشمن غلاميءَ جو شهباز آزاد.
ظالم اڳيان هڏ جهڪيو سر نہ هنجو،
مظلوم سان نِت هو دمساز آزاد.

## لوڪمانيم بال گنگاڌر تلڪ

خذمت ملڪ ۾ هردم تي تون مخدوم رهئين،
پنهنجي هر مرد ارادي تي تي محڪوم رهئين.
ظلم سهندي تون زماني جو تي مظلوم رهئين،
بيگناهيءَ مان تون پيريءَ ۾ به معصوم رهئين.
ديس سيوا جو اڪر تو نہ ڀلايو هرگز،
سر ڪڏهن ظلم جي نيچي نہ نوايو هرگز.

۲

قوم ۽ ملڪ جو هردم لوڪي همدرد چئون،
صاحب همت چئون شڪ حوصلي مند مرد چئون.
مادر هند جو لوڪي ئي سچو فرد چئون،
نانءَ نيڪيءَ ۾ تا فرزند ارجمند چئون.
تنهنجي ڪوشش جو وڌو هند تي ٿيو آهه اثر،
قوم ۽ ملڪ جا شيدا تا اچن خوب نظر.

۳

هند کي سوراج جو سُر تار ٻڌايو لوڪي،
واڳ هي سيلف گورنمينٽ جو ڳايو لوڪي.
خواب غفلت مان هو ستلن کي جڳايو لوڪي،
صاف ڀلن کي سڌو راهہ ٻتايو لوڪي!

خود وچي جيل ۾ تو جيل جي ڏر کي ميٽيو،
هٿڪڙيون پائي هٿن ۾ تو خطر کي ميٽيو.

٤

مادرِ هند جو اڄ ڪين سونهين ٿو مستڪ،
روڄ ملڪن ۾ متو هاءِ تلڪ، هاءِ تلڪ!
باغ ڀارت مان گلن جو هي اُڏامي ويو ڪنڪ،
ظلم ٿي ظلم مٿان تنهنجو رهيو هاءِ فلڪ!
تنهنجي تصوير ڦري هند جي نيڻن ۾ سدا،
تنهنجو تمثيل تلڪ! ديس 'دکايل' لءِ دوا.

## ٻُلا ڀائي ديسائي

ٿي غلاميءَ رات ۾ ويو گُلُ ڏيئو گجرات جو،
هاءِ اونداهو بڻيو گهر پياري ڀارت مات جو.
مؤت جي طوفان کان ويو ديش جو ديپڪ ٻجهي،
خاتمو آڻي گهريو ٿئي جنهن انڌاريءَ رات جو.
هند جي آزادگيءَ جي ڪيس جو قابل وڪيل،
ويو اپيلن کي ڏئي ورثو وڏيءَ فڪرات جو،
ڪيئن وساريندو ٻلا ڀائيءَ کي هندستان اڄ،
پيد جنهن وٽ هو دکايل ڪين ذات پات جو.

## شهيد سيٺ سندرداس

ٿي سڏي سڏڪا پيري سنڌ سيٺ سندرداس کي،
ٿو سندس رودن ڪنبائي پرٿويءَ آڪاس کي.
چاهه تنهنجو هو ته ٿل آزاد ڀارت ۾ مران،
ڪال پورو ٿيڻ ڏنو ليڪن نه تنهنجي آس کي.
ٿورڙا تنهنجي وڇوڙي آندو سنڌ ڪچ راڄ ۾،
۽ رسايو مؤت تنهنجي مدمو عام و خاص کي.
ميل بن رنگن جو تنهنجي زندگانيءَ ۾ رهيو،
تو امرپد ٿي رسايو سنڌ جي اِتهاس کي.
تو هميشه ملڪ جي اعلان کي آدر ڏنو،
۽ ڪيو هر بار روشن ڪوٽ ڪاراواس کي.
پريم هو تنهنجو نه ڪيڏو پنهنجي پياري ديس سان،
جنهنجي ڪارڻ تو قبوليو رام جان بنواس کي.
جيل جي سختين اُجهائي جوت جيوت جي چڏي،
ڪشٽ جي ڪاليءَ اگيان تو پيٺ چاڙهيو سواس کي.
پيرسن پنجهٺ ورهين هوندي به بل شالي رهئين،
تو ڪيو ڌارڻ مگر شيوا جي شڌ سنياس کي.
تنهنجي قربانيءَ بچن ۾ ديش ڀڳتيءَ کي پريو،
آئيندي تنهنجي بلي جنبش ۾ خود ڪيلاس کي.

يد ۽ ديش پڳت
۽ هندستان خود مختيار ٿئي،
ي پناهہ! جيسين هندستان خود مختيار ٿئي،
ڪين پاڇون تيسين شل تنهنجي آتل وشواس کي.
ا۽ قسمت مکت۔مئہ گنگا ڪناري ٿي رهي،
اي دکايل تو ڪيو ترپت نہ پنهنجي پياس کي.

## ماتا ڪستوربا

پنيان ڪنهنجي،
سيئن جي
نهاري ٿي.
مايوسي
صدمي کان،
ڪنهن ويوڳہ جي
پڪاري ٿي؟
دل ڪنهنجي
ٿو ڪير ڪري ماتم، صياد جي پڃري ۾،
فرياد دپيل ڪنهنجي، آڪاس کي ڏاري ٿي.
آواز بنا ڪنهن جا سڏڪا ٿا ٻڌجن هر جا،
خاموشي پلا ڪنهنجي عالم کي رُئاري ٿي؟
خوشبوءِ ڪان رهي جنهنجي، هر وار ٿئي دل معطر،
گانڌيءَ جي دکي دل سا ڪستور کي ساري ٿي
سوراج جي صدقي جنهن جيلان ۾ ڏني جندڙي
تنهن ماءُ مٺيءَ کي اڄ سنتان سنڀاري ٿي
آسان دکايل نہ وسارڻ جو هي صدمو
دل روزگيري رات ڏينهان رنج ۾ گهاري ٿي

## محمد اسلم

کون بلوچن جي اميرائي هندوري ۾ لُڏئين،
گود ۾ خان اُچِڪِئي جي شهائي ۾ ڪُڏئين.
عيش معان جي مٿي دور منارن تان اُڏئين.
هيٺ هرگز نه هئي ڪنهنجي نظر ڌرتيءَ تي،
ڪا ڪشش توکي ڪٺي آئي مگر ڌرتيءَ تي.

٢

قياس جي ڏو تي گري، حرص پيو حسرت بڻجي،
عيش جي خاص محبت پيئي نفرت بڻجي.
ڪنهنجي عشرت پئي هزارن جي لهء عبرت بڻجي!
شوق شاهي ڇڏي اختيار گدائي تو ڪئي،
سادگي پياري حياتيءَ ۾ سدائي تو ڪئي.

٣

ملڪ صدقي تو مٿل! مرڪندي گهر ٻار ڇڏيو،
پنهنجي پيارن جو تو، مصريءَ ڪان مٿو پيار ڇڏيو.
پيءُ-پڙ-دادي ڇڏيا، اولاد سندو آر ڇڏيو،
تو ڇڏيو ڇا نه؟ مگر حوصلو همت نه ڇڏي،
جيل جو جور و جفا سهندي پي جرات نه ڇڏي.

٤

توکي هرگز نہ هئي غير جي فرمان پسند،
ڪانہ منظور سلامي، نڪي سرڪار پسند،
تو غلاميءَ کان ڪيو، موت کي صد بار پسند.
تون ازل کان هئين سردار سپاهي! اسلم!
ملڪ مادر جو وفادار سپاهي، اسلم!

٥

تنهنجي مرڻ تي ڪري هاءِ ٿي مائم سنڌڙي،
ساندي سيني ۾ سڄڻ روح پريو غم سنڌڙيءَ.
ٿي رهي درد وڇوڙي جي کان بيدم سنڌڙي،
اڄ دکايل سوين دلڙيون ٿيون سنڀارن توکي.
تنهنجو نالو وٺي، هر روز پڪارن توکي.

---

سيٺ سندرداس جيل ۾ گڏ هو. اصل نہ ڪڇ جو رهواسي هو، پر پيڙهين کان ڪراچيءَ ۾ واپار ڪندا آيا هئا. جڏهن گانڌيجيءَ جو سڏ ٿيندو هو، هي پيرمرد جوانن کي بہ شهہ ڏيندي، سڀني کان اول جيل جي اندر ڪاهي ويندو هو. نيٺ سندس موت بہ جيل جي چئن ديوارين اندر ئي ٿيو. سندس ديهانت تي ناهيل ۽ انهيءَ وقت گايل گيت ڪڇ جي سرزمين، گانڌيڌام ۾ رهندي وري ياد ايندو آهي. اچو تہ هڪ پيرو پنهنجي هن پيشرو پناهہ کي وري ياد ڪريون.

محمد اسلم، بلوچي خاندان جو نونهال هو. سندس
پتا، پنهنجي قبيلي جو سردار هو ۽ هن محمد اسلم
کي، پاڻ کانپوءِ، سرداريءَ جي شاهي شان ۽ دبدبي
قائم رکڻ لاءِ پڙهائي سيکاري تيار ڪيو. ليڪن هن
جوان کي انهيءَ سرداريءَ کان وڌي بي کا سرداري
پسند هئي. ”ڪئٽ انڊيا“ جي هلچل، هن جوان
کي پنهنجي ڳوٺ جي چوديواريءَ مان ڪڍي،
جيڪب آباد وٺي آئي. انگريزن جي دٻڙدونس ۽
اهنسڪ ستياگرهين جي قربانين، اسلم جي بلوچي
خون ۾ غيرت جو دورو پيدا ڪيو. هو پاڻ جهلي نه
سگهيو ۽ گانڌيءَ جي سڏ تي هلچل ۾ ٽپي پيو. کيس
گرفتار ڪري هڪ سال سخت قيد جي سزا ڏني ويئي.
هو جيل منجهان نڪتو ته سهين پر سخت بيمار ٿي
۽ باهر اچڻ سان ٿورن ئي ڏينهن ۾ انتقال ڪري
ويو. سندس نوجوان پتني ۽ بار جتي سندس موت
تي رُنا، اُتي هزارين هندو ۽ مسلمان سنڌين، هن
وطن جي جان نثار سپاهيءَ جي لاش تي ڳوڙها ڳاڙيا
اسلم آزاديءَ جو پروانو هو، شهيد هو ۽ هو پنهنجي
قوم جو سردار.

پاڻ گوربخش جو جنم بنگاديري تعلقي رتوديري
۾ ٿيو هو. ننڍي ئي سندس پتا گذاري ويو هو،
جنهنڪري سندس پالڻ پوشڻ ماتا جي هٿان ئي ٿيو؛
جنهن هڏ جي پورهئي ۽ ڪمائيءَ سان، پنهنجي هن
سڪيلڌي کي پالي وڏو ڪيو. گوربخش جڏهن
وڏو ۽ سمجهه وارو ٿيو، تڏهن ماڻ کي وٺي اچي
لاڙڪاڻي لڳو، لاهورين جي گوٺ ۾ رهيو. اُتي هو
ڪپڙي اُڻڻ جي ڪارخاني ۾ پورهيو ڪري پنهنجي
ٻوڍي ماتا جي اُدرپورنا ڪندو رهيو. اُڻويهه س
پائيتاليهن جو "ڪئٽ انڊيا" وارو زمانو آيو ته هي
جوان، گانڌيجيءَ جي سڏ تي اهنسڪ آندولن ۾ ٽپ
پيو ۽ کيس ڇهه مهينا سخت پورهئي سان قيد ج

سزا جُڙي. ڪيس، سندس ڀين ساڻين سان گڏ سکر جيل ۾ آندو ويو، جتي اچانڪ بيمار ٿي پيو. جيل منجهان ٽوڙي ٻاهران ڪوشش ڪئي ويئي، ته جيئن ڪيس بنا شرط شروط آزاد ڪيو وڃي. پر انهيءَ وقت جي هوڏي نوڪرشاهيءَ اِها ڳالهه ڪانه مڃي. اختياريءَ وارن وَر وَرڪري ائين ئي پئي چيو ته، ”قيدي، جي معافي وٺندو ته ڪيس آزاد ڪيو ويندو.“ شاباس هجي هن وير سنڌيءَ کي، جنهن پاڻ کي ڪال جو گراس ٿيندو ڏسي به جيل منجهان نڪرڻ لاءِ شرطي آزادي قبول نه ڪئي. جيل جي قانوني دقتن هوندي به سندس ساٿين سيوا ڪرڻ ۾ ڪين گهٽايو. ليڪن موت کي اِهو منظور ڪين هو ۽ نيٺ اُماس جي ڪاريءَ رات ۾ هن جيل جي چوديواريءَ اندر ڀارت ماتا جي جئه جئڪار ڪندي پنهنجو آخري دم ڏنو. اڄ جڏهن ديش آزاد ٿيو آهي، تڏهن هن غريب ۽ گمنام شهيد جي يادگيري ڪيترن کي هوندي؟ هيٺيون گيت سندس موت ڪانپوءِ ساٿين ڏينهن، سکر جيل ۾ لکيو ۽ ڳايو هوم.

## شهيد هيمون ڪالاڻي

خون جي برسات برسي پل تکيءَ تلوار مان
خون جون ڌارون ڇٽن پل جسم جي هر تار مان
خون جو ڦوهارو ڇٽڪي خنجرِ خونخوار مان
خون ئي وهندو رهي بس تيغ جوهردار مان
پنهنجي گردن تي جهليندس ظلم جي شمشير تي
پاڻ کي سونپي ڇڏيندس سنگدل! تقدير تي

۲

خون نازين مان ڪڏي بلدان ڏي تلوار کي
خون جي خوراڪ ڏي پل تيغ جوهردار کي
خون جي ڪر رنگ سان پل لال در ديوار کي
خون جو خوشرنگ ئي پختو ڪندو اقرار کي

هيد ۽ ديش ڀڳت
شت! توکي راڄ دولت ني وڏو اڀمان آهه،
ياد رک، منهنجو به هي تَنُ ديس تان قربان آهه.

٣

جي غلاميءَ جو تتي ڪيهه جان منهنجيءَ تي اثر،
پل ته اهڙيءَ جان تي ڪڙڪي پوي ڦهري پٿر.
دير چا جي آهه ظالم! جاد ڪر قتلام سر،
شؤق سان مرندس جي منهنجو ڪال توڙيندو جگر.
مون ڪيو منظور قاتل! جان ڪان بيجان ڪر،
تون نه منهنجي نوجوانيءَ تي ذرو آرمان ڪر!

٤

چارسو چٽگون اُڏيون ۽ ٿيو زمين تي زلزلو،
ظلم جي تلوار ڪان چؤڌر مچي ويو ترٿلو،
هاءِ ماتا! گود خالي ويو ڪري اڄ لاڏلو،
پيو دڪايل! ثاب، ظالم جو سٺيو هو سلسلو،
ٿي شهيديءَ ڪان تنهنجي هيمون! حقيقت سا عيان،
ڪين عالم کان ڪڏهن وسري سگهي جنهنجو بيان

قومي للڪار

ون بني نوع سان هٺي کاڻ خصومت تنهنجي ،
ب هرڪنهن سان هيو تنهنجو مگر پمنائي !
ن امر ويـر بڻيئين ، شانُ شهيدي پـائي ،
يارو جڳهه کان ٽيو مگر تنهنجو سفر پمنائي ·
مڪتي پنهنجي تو منزل ا ديس جي مڪتيءَ پڙڏني
ڪشت ڪاني نہ ٽڪئين سُور سبر پمنائي ·
مات پيارت جي سدا توتي دڪايل آميس ،
جنهن ڏنو توکي امر ويـر جو وَرُ پمنائي !

سکر جيل ۾ پکڙجي
شهيد هيمون ڪالاڻي، جڏهن سکر جيل ۾ پکڙجي
نڏهن کيس مون واريءَ بئرڪ ۾ رکيو ويو. بدن
سکول ودياٿي نه جڻ
سڊول ۽ هانيءَ جو پکو. سڪول وديارٿي نه جڻ
... سڊول ۽ هانيءَ جو پکو. شام جو گڏجي رانديون ڪندا
...ڳنڊوئي ڪين هو. شام جو گڏجي رانديون ڪندا
...مڏاسين. خاص ڪري ڪبڏي راند ڏاڍي چاهه سان
...ڪندو هو. مٿس اِلزام هو ته هُن ريل جي پٽن سان
...هٿ چراند ڪئي آهي. اُنهيءَ وقت سنڌ سان هُرن
...جي هاچل ڪري فوجي قاعدو لڳل هو ۽ انهيءَ ڪري
مٿس فوجي ڪورٽ ۾ ڪيس هليو ۽ ملٽري ججن
کيس ڦاسيءَ جي سزا ڏني. کيس انهيءَ سزا کان بچائڻ
جي ڪوشش ڏاڍي ٿي پر نردئي حاڪم هڪ به ڪين
بڌي ۽ نيٺ سکر جي جيل ۾ هو ڪاندي ڪاندي ڦاسيءَ
تي چڙهي ويو. انهيءَ وقت شهيد هيمون تي جيل
منجهان ڪي گيت لکي مون ٻاهر موڪليا هئا پر ا...
اُهي سڀ نه وري هٿ ڪين چڙهيا آهن. ان هوندي
به اڄ تہ سنڌ س ياد تازي ڪريون.

ائين هي مهاپرش، فرض جي ويديءَ تي پاڻ کي
قربان ڪري ويو. هو ڌرمي آدمي هو ۽ گيتا جو اُپاسڪ؛
انهيءَ ڪري موت جو مرم هو چڱيءَ پر ڄاڻندو هو.
اِهڙي ڪارڻ هو جو پنهنجي موت جا اِشارا پائيندي
به هو موت کان ڊنو ڪين. ائين برابر آهي ته اڄ هو
اسانجي وچ ڪونهي. پر اهڙن وڏن کي موت
ڪڏهن به ماري نٿو سگهي. تڏهن ته هو اسان سڀني
کي ياد آهي.

## وڇڙ ڀيناڙي

جنهن گهڙيءَ تنهنجو دنيا مان ٿيو گذر ڀيناڙي،
ويو مچي سنڌ سڄيءَ ۾ ڇا حشر ڀيناڙي.
خون ناحق جو سُٺي ماڪ جو پيو هيانءَ ڦسي،
جنهن کان وسريو هو اڄا ڪين ڪنور، ڀيناڙي!
هاءِ افسوس، ٿئين فرقيپرستيءَ جو شڪار،
توکي هَڏِ دل ۾ نه ڪنهن لءِ هو ڪٽر ڀيناڙي.
تون هندستاني اول هُئين ۽ هندو آخر ۾،
فرقيداريءَ کان مٿي تنهنجو هو در ڀيناڙي.
ڌرم مذهب ۽ ڌرم جو تو ٺئي جاتو پورو،
صاف صوفين کان سِکئين ايڪ اکر ڀيناڙي.

قومي

## مؤت تي

پنڊت موتيلعل نهرو جي ڪارو لباس،
ڪهٽا جو آسمان تي ويو اڇي ماتام خاص.
وسي ڳوڙهن جي ڦڙ ڦڙ ويو مڇي شاهه گل شوڪت پريو،
غ پارت مان ڇڄي ويو وارو واءِ اندر آهه واس.
تنهنجي خوش ناموس وارو واءِ اونهو رسيو،
هندواسين جي جگر تي زخم هي هرڪا دل اُداس.
آهه مايوسي مهاندن ۾ ۽ ڪهڙي ڪَنين،
مؤت موتيلعل نهروءَ جو سڏون ٿيو پنڊتجي سرگواس.
۽ چئون ڪهڙيءَ زبانَ سان مرض پرائي مارو، لاعلاج،
قيدخاني مان ورهيه ڏري ويو ساس ساس.
پيٽ قربانيءَ اڳيان سورهيه نهرو آهه اڳرو خاندان،
جنگ آزاديءَ ۾ ڪيو ڌارڻ سنياس.
ديس لءِ جنهن راج سک تياڳيو، بابو جوهرلعل جو،
هندواسين جو هي مربي، سمجهه ۾ سي. آر. داس
هٿ سچو گانڌيءَ سندو ۽ گهرج هٿي تنهنجي گهٽي
هاءِ هن نازڪ سمي ۾ ڪال آهي بي قيام
ڏس 'دڪايل' ڪهڙو قهري

شهيد هاسارام سندرداس پمناڻي، کهڙي سنڌيءَ
کان گهجهو هوندو. ليڪن پارٽ ۾ اچڻ کانپوءِ، شايد
نئين ٽهي پنهنجي هن وڏي پرش کي وساري ڇڏي،
اِهو خيال ڏري ڏري ستائيندو اٿم. ڀڳت ڪنوررام
جو خون ٿيو ته شري پمناڻيءَ جي ننڊ ڦٽي پيئي.
سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو ۽ هن اسيمبليءَ جي شاهي
هال ۾ رڙ و رڙ مچائي ڏني ته "ڇو ڪين ٿو امر شهيد
ڀڳت ڪنوررام جي خونين کي جهليو وڃي؟ هن سنڌ
جي هڪ وڏي مسلم پير ني باهيو، جنهن جو نتيجو
نڪتو سندس خون. روهڙي سٽيشن جي پرسان،
مٿس بندوق جي گولين جي برسات وسائي ويئي ۽

هر ڪنهن ملڪ کي پنهنجا شهيد ۽ ديش ڀڳت
اڍا پيارا لڳندا آهن. ڀارت جي آزاديءَ لاءِ الائي
ڪيترن شهيدن، پنهنجو خون ۽ مٺڙي جواني ڏيئي
ڇڏي. هن باب ۾ اهڙن سيني شهيدن جو تذڪرو
تہ آيو ڪونهي. ڪن جزوي سرفروشن جوئي ذڪر
ڪري سگهيو آهيان. اڇو تہ اُنهن مرد مجاهدن کي
وري وري ياد ڪري، پنهنجي دل ۾ ملڪ جي
محبت کي تازو رکندا هلون. جيڪي ملڪان مشهور
ديش ڀڳت پنهنجي حياتي ڏيئي، ديس کي جيئرو
رکي ويا، اُهي ڪنهن واقفيت جا محتاج تہ آهن ڪين.
ليڪن جيڪي شهيد ڪنهن شهر يا پرانت ۾ ئي پڌرا
ٿيا، اُنهن بابت گيت ڏيڻ کان اڳ ۾ اکر سندن
واقفيت جا ڏنا ويا آهن. سنڌين جي نئين ٽهيءَ لاءِ
اهڙي واقفيت ضروري آهي.

## چترڀڄن داس

همدرد ملڪ و قوم جا پيارا سي- آر- داس،
اي مادر وطن جا دلارا سي- آر- داس.
بيڪس جو ۽ يتيم جو حامي ٻڌين سدا،
مفلس جي زندگيءَ جا سهارا سي- آر- داس.
چا مال و زر جو ذڪر تو تَنُ مَنُ ڪيو نثار،
بي زر و گهر جا جانِ جيارا سي- آر- داس.
حالت ڏکي وطن ۽ ڏکي ديس جي ڏسي،
هرگز ڪئي تو ڪين گوارا سي- آر- داس.
اڄ يادگيري تنهنجي ڏکايل وطن کي آهه،
ماتا جي ماڻڪين جا ستارا سي- آر- داس.

بک ڀُڄڙي ڇـا بـاهہ لڳائي؛
مسڪينـن لءِ قـيـامـت آئـي.
داٽـي داٽـي لءِ واجهائـي،
روز مرن ٿا هزار. ڪوئي ٻڌي ٻڌي ....

جُونـ نـي بـار ڪِتا جهڳڙن ٿا،
پيٽ پُنيان پِنڪي دم ڏين ٿا.
ڪـوڏيـن نـي معصوم وڪامن،
بي- ماءُ ٿي ٿيا بار. ڪوئي ٻڌي ٻڌي ....

درد پـري هـيءَ آهـہ ڪهاٽي،
جَـهـر جَـهـرِ نيڻ وهائـن پاٽـي.
دل وارن جـو جـيءُ ڏڪـي ٿـو،
روئـن زارون زار. ڪوئي ٻڌي ٻڌي ....

دولـت وارا ڏرم سـڃـاٽـو،
اِنسانيت جـو آنـگ پـڇـاٽـيـو.
ديـن 'دکايل' ٿـا واجهائـن،
آهہ مدد درڪار. ڪوئي ٻڌي ٻڌي ....

## بينگال جي ڏڪايل پيٽ

ڏکـي پيـٽ بينـگال جـي اڄ پڪاري،
ڏکن جي مصيبت وڏو جنهن کي ماري.
ڪمائڻ پئي ويو، وري ڪين موٽيو!
ڏٺيو ڪال جـو ڏک ڏکـن ۾ گذاري.
سمو سخت آيـو پئي پـي ڇڏي ويو،
جيئي جي نماٽي نہ ڪنهنجي سهاري؟
نہ چارو پنڻ جو نہ پورهئي جو چاڙهو،
پِنا ٻار پالڻ جو ست ڪيئن سنڀاري.
اکين کئي ڏانهن وتجن ٿـا آنـڊا،
ٽڪا جيڪي سگھئي کُنيءَ ڏي نهاري.
سَنو ٿيو نہ جيئڻ جو، مُئي ماءُ کان ڏک،
ڏڪايل ويئي، ٻــار روئندا رُئـاري.

قومي

٢٥ ... ماڻهو لاءِ بہ بينگال کاءِ اناج
... ماڻ مشکل هئا. ان هوندي بہ بينگال ڏکر ۾ سچا سارا
... سڃاڻ جا پتن ٿيندا رهيا. هن ڏکر ۾ بي حال ٿي مئا.
پنجاهہ لک پارتواسي بکن کري بي حال ٿي مئا.
هينيان گيت انهيءَ وقت سنڌ جي شهرن تورڙي
گوٺن ۾ گونجندا رهندا هئا ۽ مصيبت ۾ آيل پائرن
تورڙي ڀينرن لاءِ مدد هٿ ڪرڻ ۾ وڏي هٿي
ڏيندا هئا.

# بينگال جو ذڪر

( ١٩۴۴ )

ڪوئي بڏي بڏي ڪوئي بڏي بڏي٠

درد ونــدن جي پڪار،

ڪـوئـي بــڏي بــڏي ٠

بـڪـن ڪـيـا لاچــا ر،

ڪـوئي بــڏي بــڏي ٠

بـڪـن چـڏيـو بيـنـگال نـهوڙي ،

دانهن دکين جي دل ٿي توڙي ٠

قياس وهيڏيون دلڙيون ڦٿڪن ،

ڪين ڪريوڪَن ٿار٠ ڪوئي بڏي بڏي ...

# رشوتي ڪاردار

( وزن جدا جدا )

...ڪائي خان مسواڙي گھرائي زين گھوڙي تي؛
...اُڏاري؛ گاهه داڻي جي پريل خرزين گھوڙي تي!
...پڙهيائين، باادب پوري اڪيون، ياسين گھوڙي تي،
وليڪن ڪين آئي ڪيس ڪا تسڪين گھوڙي تي.
...چيائين، ”پنهنجي اُمت سان اچي مولي ٿيا ساٿي؛
جنهن منزل تي پهچائي سگهان خوراڪ ۽ پاڻي.“

اوچتو هت ۾ مليو تازو حڪم تپدار ڪي...
پيڪ پاڻيءَ جي ضرورت آهه ٿي سرڪار کي...

سنڌ سرڪار، رشوت کي روڪڻ لاءِ هڪ اهو
اُپاءُ به ورتو هو، جو هر آفيس ۾ بورڊ هڻائي ڇڏيا،
جن تي لکيل هو، ”رشوت ڏيڻ ۽ وٺڻ ڏوهه
آهي، جيڪو هن حڪم جي انحرافي ڪندو اُهيءَ کي
سخت کان سخت سزا ڏني ويندي.“ هڪ ڪلارڪ
دوست، مٿين بورڊ جو ذڪر ڪندي ٻڌايو، ”يار!
جي سچ پڇين ته انهن لڳايل بورڊن اسانکي وڏي
مدد ڪئي آهي.“ مون حيران ٿي پڇيو، ”اهو وري
ڪيئن؟“ ڪلارڪ دوست جواب ڏنو، ”هونءَ جي
ڪڏهن گهٽي ڪم سبب ڪنهن کان رشوت جا چار
پئسا وٺڻ پاڻجي به وڃبو هو، پر هاڻي هنن بورڊن
اسانجي يادگيريءَ کي جڻ سراڻ تي لڳائي تيزڇريءَ

کان بہ ڏکوکري چڙيو آهي۽ جي کو آيو ناهي تہ ڳنڍ
کپائڻ بنا، آفيس مان وڃي ئي ڇو ٿو سگهي؟"

١٩٤٢ وارو آندولن اڃا چالو هو. ضلع ستياگرهہ
ڪاميٽيءَ فيصلو ڪيو تہ وڏندڙ رشوت کي روڪڻ
لاءِ بهتر آهي تہ آفيسن ۾ رشوت خلاف لڳايل بورڊن
کي ڏامر سان ڪارو ڪجي ۽ ائين پاڻ کي گرفتار
ڪرائجي! ستياگرهہ جي هيءَ رٿ ظاهريءَ طرح
ڏسڻ ۾ تہ بلڪل عجيب هئي، پر آفيسن ۾ لڳايل
بورڊ، جيکي جڻ هڪ قسم جي مزاڪ بڻجي چڪا
هئا، ستياگرهہ جي هن قدم انهيءَ مزاڪ جي جڻ
مزاڪ اُڏائڻ ۾ وڌيڪ ڪم ڪيو. ٻئي پاسي رشوت
وٺندڙ سپاهي، ڪلارڪ توڙي نپيدار گرفتار ٿيل
ستياگرهين کي چوندا هئا، "بابلا! ڪڏهن اسانجي
مشڪلات بابت سوچيو بہ آٿوَ، تہ ڪيڏو نہ جوکو کٽي
اسين هي رشوت جا چار پئسا وٺون ٿا؟ ليڪن اِهي
پئسا اسانجي گهر ٿا۽ پهچن ئي ڪيترا ٿا، ڪڏه
اِهو بہ تہ حساب ڪريو. پوليس عملدارن جون رسايون

## آزاد هندستان

بعد سوراج نئون ساز ۽ سامانُ ٿيندو،
ساري دنيا کان نرالو هي هندستانُ ٿيندو.
دور ٿي ويندي سڄي دؤر خزانُ جي ڪلفت،
هر طرف رنگ و بهار چمنستان ٿيندو.
هندواسين جون ٿينديون پوريون مرادون من جون،
حال مشڪل جو بڻيو آهه سو آسان ٿيندو.
پنهنجو پئرس ۽ لنڊن ٿيندي ڦري هي دهلي،
رشڪ گلزارِ ارم هند جو بستان ٿيندو.
آسمان هند ٽي وري برسندي رحمت جي گهٽا،
رنگ اخلاق و مروت جو نمايان ٿيندو.
حسد و بغض جو مٽجي ويندو پارت مان نشان،
محو تڪرار نه هندو نه مسلمان ٿيندو.
حور آزادي جڏهن مرڪندي ايندي هند ۾،
پنهنجو هي ديس تڏهن پاڪ پرستان ٿيندو.
هند وارن کي عطا خنجر و پيڪان ٿيندو.
ٿيندا منسوخ هي قانون هٿيارن جا تڏهن،
ڪنهن به اخبار ٽي بندش نه ڪندو ڪو حاڪم،
... قيدي کان ضمانت جو نه خواهان ٿيندو.

١٩٤٢ع جي ڪٿت انڊيا هلچل .

ملڪي همدرد پنهنجيان ڪين ڪڏهن رُلندي پوليس،
ديس سيوا جي پنهنجيان قيد نه زندان ٿيندو .
خود بخود هوش ۾ ايندو هي سڄوئي مغرب،
ثاني ثانيءَ سان ماٺي خورم و خندان ٿيندو .
گهاري سگهندو نه غلاميءَ ۾ دکايل! پيارت،
ظالم جـــو باني زمانـــي ۾ پريشان ٿيندو .

اُٿيو، هلڻ جو ڪر ڪو حيلو،
ڪر ڪو حيلو همت وسيلو،
همت سوپ سندو هٿيار،
نوجوان! همت ڌار.
ڪانئرتا کي ذلت چاٽي چڏ،
قوت ارادي کي پنهنجي سڏ،
ڪاميابيءَ جو ڳُر قرباني،
ڳُر قرباني ڳُر قرباني،
ڪندي دڪايل جا اِسرار،
نوجوان! همت ڌار.

## نوجوان!

ڇو توکي ڪهي ها او هند جا جايا؟
ها تنهنجي تقاضا، او هند جا جايا،
پوري ڪٿي رُوٽي تن ٽي نہ لنگوٽي،
هرشيءَ تي ڪولي سؤرن جا ستايا،
ڇو توکي ڪهي ها او هند جا جايا؟
چڏي حق-مالڪيءَ جا غير جو چاڪر بڻيو آهين
نوڪ تنهنجو جي ڪاڻ تن جو تون نوڪر بڻيو آهين

قبولي پين جي ٻانهپ؛ حيف صد، تڏ رٽيو آهين،
وساري ڪلمو آزاديءَ جو نون ڪافر ٻڌيو آهين،

ٻانهپ جي حياتي جڻ ڪنڊ تي ڪانئي،
جيئري ئي ممانئي امرت جا اُجايا،
ڇو توکي کپي ڇا او هند جا جايا؟

مِٺن ٻولن جي دوکي ۾ وئي آزادگي تنهنجي،
ڇڏي امرت، زهر جي لاءِ وڌي آمادگي تنهنجي،
وئي ڪنهن دربدر ناشاد سانگي شادگي تنهنجي؟
دنيا حيران آهي اڄ ڏسي هيءَ سادگي تنهنجي!

تو ڪئي جا ڀلائي ڌارين سا ڀُلائي؛
بدلي ۾ بُرائي پيا بند نياڳا!
ڇو توکي کپي ڇا او هند جا جايا؟

اُٿي اڄ وقت آيو آهه طاقت آزمائڻ جو،
دکايل ديس ماتا، سان سچي ناتي نڀائڻ جو،
ڪو ڪر حيلو غلامي داغ هستيءَ تان مٽائڻ جو،
دکين جي درد لاهڻ جو وري بگڙي بنائڻ جو.

اُٿ جنگ جا باني، جوڌن جي نشاني.
ڪر ياد ننڪاني او نقش بقا جا،
ڇو توکي کپي ڇا او هند جا جايا؟

## امن جا سپاهي!

او! وطن جا سپاهي!
امن جا سپاهي!
سڏي ڳوڪي ٿي خلق جي خيرخواهي!
وطن جا سپاهي!

ملاح جو فرشتو ٿو توڏي نهاري،
وڃي ننگ تهذيب جو ٿو پڪاري.
لڙاين دنيا ۾ مچائي تباهي.
وطن جا سپاهي!

رهبر ڪين اِنسانيت جو زمانو،
ٿو لُٽجي دنيا جي حيا جو خزانو.
وسيلو ٿي واهَر ڪري ويهه واهي.
وطن جا سپاهي!

دنيا جي ڀلي لءِ حياتي فنا ڪر،
هنئين ۾ پٽر جي ڳون پيدا دبا ڪر.
وَطن جي ٿئي ثابت جيئڻ بيگناهي.
وطن جا سپاهي!

حرص جي لڳي آگ دنيا جلي، اُٿ!
وطن جي شجاعت جا وارث وَلي! اُٿ!
دکايل ڪيي تو بليدان شاهي.
وطن جا سپاهي!

## همت ڌار

نوجوان! همت ڌار،
همت ڌار، دل نہ هار،
قدم ڪٿي پٺتي نہ نهار،
نوجوان! همت ڌار.
آفت سان چوٽون ڪائيندو هل،
هل منزل تي، تون ڪاهيندو هل.
ڙِڪين، ٿِڙڪين، دم نہ ٽوڙين،
دم نہ ٽوڙين، منهن نہ موڙين.
تــوڙي اچنــي ڪشٽ هـزار،
نوجوان! همت ڌار.
جوالامکي پل ٿاڻي دڳہ روڪي،
بام فلڪ روڪي نہ سگهي توکي.

او پارتي !

او پارت جا لال !
اُلٽ پلٽ ڪر خيال ·
او پارت جا لال !
پيدا ٿئي جنهن خيال منجهان، پاپ جو رنج ملال،
او پارت جا لال !

او دل وارا نڌر باغي!
جهاڳي چڙهه هي سمند د ماغي!
ٽون مشڪل تڙ تانگهه وارو،
توکي ڪهڙو دور ڪنارو·
ڪاٽي هڪڙي چال،
او پارت جا لال ·

ٽاڪ ٽڪر وهمن جو پاري،
پير لڳي ٿي پوندو واري·
ڪڙ هٿوڙو همت وارو،
داهه حياتيءَ جو تنگ چارو·
شاهي راهه سنپال،
او پارت جا لال ·

دهشت جو طوفان اُٿي پيو،
وحشت جو پيو ڦاٽي بادل.
نوري ٽڙڪو آشا وارو،
ڏيندو رهڻ نه مور انڌارو.
دل جي پار مشعال،
او ڀارت جا لال!

سنياگرهي! مست سپاهي،
ساهيءَ ۾ آهي گمراهي:
آزاديءَ اجو راهه نيارو،
ترڪي پوندو ترسڻ وارو.
چست ڪبي ٿي چال،
او ڀارت جا لال!

سنبريو سانڍ ڪڙو واجهائي،
ڪوچ جو جيسين اِشارو پائي.
وڃندو ناد جڏهن حق وارو،
ڪڏندو ديش دکايل سارو.
پو ڪنهنجي ڇا مجال،
او ڀارت جا لال!

١٩٤٢ع جي ڪئٽ انڊيا هلچل

هڪڙا ڪـــائـن پيا واجهائن،
روئي روئي حـال وڃائن.
نرس ڪو نن ني ڪائي. شل پلو ....

هن غربت جو سبب غلامي،
آهــ غلامي مـرض مدامي.
مانجهي ڪو ملڪ بچائي. شل پلو ....

بانهپ شرم حياءَ کي بوڙي،
بانهو، جو دم جيئَرو، لوڙي.
بـانهپ زلت اُنـائي. شل پلو ....

آزاديءَ جو ملهہ نہ ڪوئي،
جنهن سڪ ماٽيو جاڙي سوئي.
لوڪ سچو ٿو ڳائي. شل پلو ....

ديش جي لءِ جن ڪفني پاتي،
راهــ حقيقي اُنهن سڃاتي.
وِيـر ويا سي وڃائي. شل پلو ....

شال دڪـايـل پارت جاڳي،
بانهپ جي هيءَ زلت تياڳي.
مـرڪي پـاڻ ملهائي. شل پلو ....

اڳيي هٿي هٿن ۽ برڪت،
اڄ آهي ڪٿي سا شرڪت.
ڪٿي ملڪ سان ڏارين حرڪت، اُٿو يار ٽواسي....

جنهن قوم اندر ڪمزوري،
تنهن قوم جي جيوت ٿوري،
اهڙي ڪانئر قوم نڌوري. اُٿو يارٽواسي ....

جا قوم رکي ٿي طاقت،
خودداري حوصلو همت.
سا رهندي قوم سلامت. اُٿو يارٽواسي ....

جيسين قائم آهي غلامي،
هي مارؤ مرض مدامي.
ڪيسين رهندي بي آرامي. اُٿو يارٽواسي ....

## اڳيون اوڄ

جڏهن پنهنجي ديس جي چيزن جو هت سنمان هو،
هند جي هرهڪ ٻچي رت ڌرم هو ايمان هو.
جڏهن ڀارت ورش جو چرخوئي مکيه پرڌان هو،
۽ نزاڪت ڪان سمايل نُرُ ۾ ململ ٿان هو!

سبز سائي گاهہ سان اگہ چمڪندڙ چوگان هو،
ير ۽ گهہ جي ندين سان مرڪندڙ ميدان هو.
چار طرفي چندر ونسي راجپوتي شان هو،
يس رڪشا لءِ اُنهن وٽ جوش هو جولان هو.
گيان جو پرڪاش جڳہ لءِ آرين استان هو،
ڪشترين جي لاءِ سارو تاج ۽ طومان هو.
غير قومن حاسدن لءِ حسرتي سامان هو؛
اي دکايل! دور ديسن ۾ هندي فرمان هو!

## اخلاق سڌاريو!

ڀارت جي پراچين سڀيتا نہ وساريو، اخلاق سڌاريو،
بگڙي جا صدين کان ساوري ڪار سنواريو، اخلاق سڌاريو.
گوهر ڪي رهي ڪين نمائش جي ضرورت،
پالش جي ضرورت.
هي نانٽ چڏي باهريان اندر ڪي اجاريو، اخلاق سڌاريو.
سنسار ڪي تهذيب جو جنهن پاٺ پڙهايو،
سؤ دؤر ڪرايو!

## ٻوڻي گيت

ڪنهن سان سُور وطن جا سليان، سليان،
ڳري ڳري دل ٿئي ٿي ڳوڙها
ڪنهن پر هينئڙو جهليان جهليان
ڪنهن سان سُور ........

ملڪ نهاري ٿيو مـن مـانـدر.
روز نہ ڪـو رودن ڪـان واندو.
ديس جو دک ڏسندي هيڪاندو،
پاڻ پـلا ڪيئن پـليان پـليان.
ڪنهن سان سُور ........

ننڊ ســان نيڻن لڳـائـي وينس،
هئہ هئہ هوش گـنـوائـي وينس.
هٿ سان ملڪ وڃـائـي وينس،
هـاڻـي ٿـو هٿڙا مليان مليان.
ڪنهن سان سُور ........

راز ڏسيو اِهو ڪـانـڌيءَ ڪامل،
ديس ڇليو ٿارين جي چل ول.
آءٌ نہ ڪنهن کي ڪين دکايل!
اهڙي ڇَـلِ ٿـو ڇليان ڇليان.
ڪنهن سان سُور ........

...اع جي ڪٽ انڊيا هلچل

## پارتواسي جاڳو

اُٿو پارتواسي جاڳو، اڄ آيو سمو سڀاڳو،
ڇڏيو غفلت آلس نياڳيو، اُٿو پارتواسي جاڳو.

جڏي ساري دنيا جاڳي،
رهي حالت اوهان جي ساڳي.
گهڙي آئي کهڙي نياڳي. اُٿو پارتواسي....

اوهان پنهنجا هنر ورسايا،
ويا زور وٺي هٿ ڏاريا.
ڪئي پائر ٻڪن ۾ ماريا. اُٿو پارتواسي....

سچو ملڪ ٿيو مانڊو،
سڀي سُور الا! هيڪانڊو.
وڏي آفت ۾ ڪنهن آندو؟ اُٿو پارتواسي....

هلو، هلي ڏسو ڳوٺاٽا،
سدا روئن روز نماڻا.
سڀي سُور گهڻا ٿيا ساٽا. اُٿو پارتواسي....

اڄ روز سهانگو آهي،
پر مؤت مهانگو آهي.
ڏاڍو وقت اَٽانگو آهي. اُٿو پارتواسي....

رهڻ ڪين
غلامي وطن جي رهڻ
چيائين، يا مرندس يا آزاد ٿيندس.
سکي! ايڏو اُپڪار؛
ڪيئن مان وساريان؟
ويـــا هـو سـکـي!
مان اچا ٿي نهاريان.

جتي ملڪي محبت وڏو ڌوهه آهي،
گهرڻ پنهنجي آزادگي ڏوهه آهي.
اُتي ڪيئن دکايل!
سکي ٿي گذاريان؟
ويـــا هـو سـکـي!
مان اچا ٿي نهاريان.

## ديش پريم

ديس سان منهنجو ڏٺيءَ لڳو پيار صاحب رهڻ ڏ
ملڪ مادر جو ٿي خدمتگار صاحب رهڻ ڏ
هٿ مغرب جي مبارڪ هٿي اوهانکي اي جنا
منهنجي سر تي مشرقي دستار صاحب رهڻ

ٿاءِ ڪالر جي ڦندن ۾ ڦاسڻو مونکي نہ آهہ،
پنهنجي گردن ۾ هيءَ موذي مار صاحب رهڻ ڏيو.
پل ڪمربند سان ڪشيو صاحب اوهين هي سوٽ ڪوٽ،
جامو منهنجي جان تي سلوار صاحب رهڻ ڏيو.
بوٽ ٻاسڻ جا پلي پيرن ۾ پايو شوق سان،
منهنجي پيرن لءِ هندي پيزار صاحب رهڻ ڏيو.
هٿي اُگهاڙي ناچ ۾ نيبهہ اوهانکي ايگ پيگ،
اهڙيون رسمون سٽ سمند رپار صاحب رهڻ ڏيو.
پل پڙهو لنڊن جي اخبارن ۾ معشوقي قصا،
منهنجي لءِ 'هندو' فقط اخبار صاحب رهڻ ڏيو.
مونکي ڪاليداس، بيوس، جي فقط ڪوتا کپي،
دور شيڪسپيئر جا اشعار صاحب رهڻ ڏيو.
پل تہ انگريزي ۽ لٽڻن ۾ اوهين گٽ مٽ ڪريو،
منهنجي لب تي ديش جي گفتار صاحب رهڻ ڏيو.
پل اوهين سرڪار جي سروس ڪريو، مونکي مگر
ملڪ جي خاطر ٿي اڄ بيڪار صاحب رهڻ ڏيو.
مر اوهين مضاين گذاريو، پر 'دڪايل' لءِ فقط
شيوا مندر جي ٿڻل ديوار صاحب رهڻ ڏيو.

قومي للڪار

مٺي مرڪ منهن کي،
ڪو دلير آهي!
سڪي! ڪير آهي؟
نہ لرزش انگن ۾ نہ ڏڪڻ بدن ۾،
ذري خوف جي ڪا علامت نہ تن ۾،
نڪو بي ڏڪ چال،
ڦير آهي.
سڪي! ڪير آهي؟
مرڻ جو نہ هنڪي ڪو ارمان تو ڏسجي،
نہ چهري تي دهشت جو نيشان تو ڏسجي.
نہ سستي قدم ۾،
اڳي پير آهي.
سڪي! ڪير آهي؟
هليا وبا سڪي! ڪون اچا تي نهارين؛
اڙي، هي ڇا! هنجون ڪہ ڏون پيا تي هارين؟
بڌائين ـــ تي؟
پيو ھڙيوئي خير آهي.
سڪي! ڪير آهي؟

...ع جي ڪنٽ انڊيا هلچل
ٻڻ سگھي !

جواب !
اڇــا ٿــي نهاريان ،
ويـــا هــو ســگــهــي !
مان اڇا ٿي نهاريان ،
پڇين ٿي ، نہ ڇو ٿي آڇهل لڙڪ لاڙيان ؟
ويـــا هــو ســگــهــي !
مان اڇا ٿي نهاريان ،
هو بانڪو بهادر وطن جو سپاهي ،
سدا ديش سان جنهن ڪئي خير خواهي ،
سگهي ! ڇونہ اهڙي ڪي ،
سوَ دل سان ساريان ،
ويـــا هــو ســگــهــي !
مان اڇا ٿي نهاريان ،
ٻٽي سنڌري جنهن ڪئي پاسباني ،
وطن جي ٻچاءِ لءِ ويو ڏيئي جواني ،
انهيءَ وير ڪان ڇا ،
رکي لڙڪ واريان ؟
ويـــا هــو ســگــهــي !
مان اڇا ٿي نهاريان ،

جڳ وانگيان تون پي نہ شرابي،
رک سالم نت هوش شتابي.
مئنوشيءَ جي موج انهيءَ ۾،
ماڻي ڪو مستانو.
شرابي! شال وسي مئخانو.
اهڙي پٽار دڪايل، سرڪي،
زاهد پاڻ پيئي خود مرڪي.
بندش ۾ نہ رهي ڪو عالم،
ٿئي نہ نجات بهانو.
شرابي! شال وسي مئخانو.

## بهادر ستياگرهي
(سنواد)

سکي! ڪير آهي؟
سنگينن جي پهري ۾،
هي ڪير آهي؟
زنجيرن ۾ جڪڙيل ڪو نر شير آهي.
سکي! ڪير آهي؟
خماريل اکين ۾ عجب آهہ مستي؛
ڪري ٿي جا ظاهر دلاور جي هستي.

تنهنجي،
ي آڪاس ۾ تارا، تڪيون اڄ راهہ تا تنهنجي،
ر تنهنجو اڃا تاءِ نہ تيو ديدار آزادي.
جڏهن يڪمشت ٿي ايندا هندي آزاد مندر ۾،
ڪنبي ويندو سندن تعداد ڪان سنسار آزادي.
اڃا توکي کپي جي رت شهيدن جو ڪُي ڇڙ ڌون!
ڌيڻ لاءِ اڄ بہ پارت ۾ هزارين تيار آزادي.
ڪيو جن هيج مان هيڪر 'دڪايل' توسندو درسن،
۾ توکان سي گذاريندا گهڙي هڪ ڌار آزادي.

## سر جو داءُ لڳاءِ!

جوڳاري! سَر جو داءُ لڳاءِ.
جوڳاري! سر جو داءُ لڳاءِ.
ملڪي محبت جي هن پِڙ ۾،
جيڪي هجيلي هلاءِ.
هار جيت جي چنتا ڇا جي؟
اُٿ دارو اُڇلاءِ،
جوڳاري! سر جو داءُ لڳاءِ.

اع جي كمت ازبد يا هلچل

سڪتا گمان انديشا چاچا،
اُٿ او پنهنجي دل جا راجا!
اُچل اُچل بي فڪر جوئاري،
فڪر وري ڇا لاءِ؟
جوئاري! سر جو داءُ لڳاءِ.

ڪاڻ نہ مور ڪڍي ياري جي،
بازي آخر دل واري جي.
سوار نصيب جي گهوڙي تي ٿي،
پِٽ ۾ پير جماءِ.
جوئاري! سر جو داءُ لڳاءِ.

رانديگر جي ريت نياري،
هاري پيي جنهن راند نہ هاري.
هارءِ ڪٿ ڪي فرضي جاڻي،
دم دم بازي لاءِ.
جوئاري! سر جو داءُ لڳاءِ.

ڪيڏ تون ٺيسين راند جوئاري،
جيسين سوپ ملينئي ساري.
آزاديءَ کي مقصد جاڻي،
داءُ دکايل! لاءِ.
جوئاري! سر جو داءُ لڳاءِ.

ريت نہ هلچل چڱ ماني ڪري ڇڏيائون. ۾ي پاسي ملڪ بہ مانڪ ڪري ڪين ويٺو هو. جنوري ۱۹۳۵ تاءِ جوان ۾ي جيلن ۾ آيا ۽ ويا. هن هلچل ۾ گهڻيئي شهيد ٿيا. سنڌ جو ويرهيمون ڪالاٽي بہ هن ئي هلچل ۾ ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويو. سنڌ "پارت چوڙدو" واريءَ هلچل ۾ خوب ڀاڱ ملهايو. نتيجي طور هن هلچل ڪانپوءِ ۱۹۴٦ ۾ جڏهن وري اسيمبلين جون عام چوندون ٿيون تہ سنڌ جي هندو ٽڪن منجهان سڀ سيڪڙو اُميدوار ڪانگريس ٽڪيٽ تي ڪامياب ٿيا. هڪ مسلمان بہ ڪانگريس ٽڪيٽ تي چونڊجي آيو. اُٺويهہ سؤ بائيتاليهہ واريءَ هلچل جون يادگيريون سٺريون وسرڻ جون ڪين آهن. اُنهن ڏينهن جا گيت اڄ بہ چڱ ڪنن ۾ پيا ٿا وڄن.

## ديشواسين کي سڏ

ڪڍو سائين! ڪيٽن ٻه ڪري جوان جنگ واسطي،
جوان جنگ واسطي، جوان جنگ واسطي.
اوهين ڏيندا جڏو جڏو ڪنڪ ٽيندو گهٽو،
ڪُوپا ڪُڏي ڪاهي پوندا تيز ترنگ واسطي.
ڪرت ڪاريون وِيرا! وساريون پرت پاريون ملڪ سان،
ست سنپاريون جان ٻه واريون نانءِ ننگ واسطي.
زور لڙائي آهه هلائي هندستانين هن دفعي،
اڳيون آئي ڏَرُ ڏڪيائي فوج فرنگ واسطي.
ڪُوپا! ڪاهي، سينا ساهي، هاو ڪاهي هيچ مان،
سات سنباهي سڻنا ٿاهي، تير تفنگ واسطي.
ملڪ اڳيان اڄ آهه دڪايل! سوال حياتيءَ موت جو،
دوکو آهي دير ڪندي ميدان تنگ واسطي.

## آزادي!

اڃا پيي جي اچڻ کان تون ڪندينءَ انڪار آزادي،
تہ ڏسندينءَ نوجوانن جون سسيون ڏڄ ڏار آزادي
ڏنوسين شوق سان پنهنجي بدن جو خون پيئڻا ء
نہ ٿيو شايد اڃا تنهنجو ڪپر تمنار آزادي

جـــي ڪيز ٽٽي ڪبر،
سيني کي ڍال ڪر.
سوراج جا سپاهي! پٺتي قدم نـــه ڌر.
ڪون ويرن جي سنتان.
سيوادل جا نوجوان .......
رک اهنسا جي خو،
ستيه جـــي جُستجوُ.
ٽوڪي مٿي دکايل! ماتا جـــي آبـــرو.
ڪر اوچو هندستان،
سيوادل جـا نوجوان!
ڏي آتـم بـلـيـدان.

## راشٽر سيوا دل

همٿ کي شاباس ،
سائي! همٿ کي شاباس .
قرباني جاڳائيندي تنهنجي ،
قـوه-ي وشـواس .
سائي! همٿ کي شاباس .
رات انڌاري ڪاري ڪاري ،
گهور گهٽا ڇانئي چوڌاري ،
ڪنوڻ ڪنوي طوفان ڪنبائي ،
ڦاٽي پيـل آڪاس .
سائي! همٿ کي شاباس .

راهہ ڏکيري پنڌ آڏانگو،
سِرَ جو ڪرڻو ناهي سانگو،
وجهہ منزل تي قدم ڪرارو،
رک مقصد جي آس .
ساٿي! همت کي شاباس .

## سپاهي جوان!

سيوا دل جا نوجوانؒ! ڏي آتم بليدان .
تون ديش جو گهمنڊ،
تون قوم جو گهمنڊ .
تنهنجي روحاني تيج جو ساکي سج چنڊ .
تون سانتيڪو طوفان .
سيوادل جا نوجوان ........
اهڙو ڪر ڪر يتن ،
آزاد ٿئي وطن .
خدمت ۾ قوم جي تون ارپي ڏي تن، بدن .
ٿي ملڪ مٿان قربان ،
سيوادل جا نوجوان ........

ذرو درد نہ دل ۾ ڏاريو ٿا،
ڪجھ قومي فرض نہ ساريو ٿا.
چو مفت غلامي گهاريو ٿا. ايءَ قلشن ....

سڄو ملڪ جڏهن ماتام اندر،
اوهين عيش ۽ آرام اندر.
پيئو پيگ پيالا جام اندر. ايءَ قلشن ....

اگيان رنڊڪ اوهانجي جي نہ اچي،
هوند هلچل هيءَ ڪي رنگ رچي،
وڌ ظلم سهڻ کان ملڪ بچي. ايءَ قلشن ....

اوهان صدقي هزارين جيلن ۾،
وڏا وير وڃي پيا وئلن ۾.
اوهين اچا تماشن کيلن ۾. ايءَ قلشن ....

جي مدد نہ ڏيو آزار نہ ٿيو،
هن شاهہ راهہ ۾ خار نہ ٿيو.
جي پنهنجا نہ ٿيو تہ بہ ڏار نہ ٿيو. ايءَ قلشن....

ڏيو آئت ديش 'دکايل' کي،
کيو تنگ نہ مات ستايل کي.
وتو موتي ملڪ وڃايل کي. ايءَ قلشن ....

کانگريس ۾ جيڪي تڪن ويچارن جا نؤجوان هئا، اُنهن گڏجي راشٽر-سيوادل کي جنم ڏنو. سڄي ملڪ ۾ هزارين شاخائون هن قومي سنگٺا جون کلي ويئون. سنڌ ۾ به هن هلچل ڪافي زور ورتو. هزارين جوان ۽ جوانڙيون قومي سيوادل ڏانهن ڇڪجي آيا. بدني ڪسرتن سان گڏ ڪين قواعد پڻ سيکاريو ويندو هو. ميلن نوڙي ميٽنگن وقت راشٽردل جا سنگهه واهه جو بندوبست رکندا هئا. سندن رئليون ٽينديون هيون ۽ ڪئمپون پڻ ڪندا رهندا هئا. ۱۹۴۲ع واريءَ هلچل ۾ هن دل جا گهڻيئي سنگهه ستياگرهه ڪري جيل ويا. اُنهيءَ وقت قومي سيوادل جي سپاهين جا گڏيل مارچنگ-راڳ اڄ به ڪم اچڻ جهڙا آهن. پڙهو ۽ ڳايو.

## پورهيت جي حالت

رهيتن جي گهر الا! افلاس غربت جو انڌير،
بش و عشرت سان روشن محلِ سرمايدار.
سِ هجي، موٽر هجي، پڻ پُر هجي پيالو شراب،
ڙ مزورن لاءِ مشڪل آهه پورو روزگار!
هت هزارين ۽ لکين محتاج رلنيءَ لءِ، مگر
سگهر يورپ لاءِ شاهوڪار کي گهرجن هزار.
لاڏلا بيشڪ زمينداري، اُڏائن گلڇرا،
ٻر ڪٽنب جي پالنا لءِ آهه پورهيت بيقرار.
اُف! زمينداريءَ جي گهاڻي ۾ ٿو پورهيت پيڙجي،
جنهن جو پنهنجي زندگيءَ تي ناهه پورو اختيار!
حضرتو! هارين کي ليکن ڪيئن وساري ٿا سگهو؟
آهه جن تي اي دکايل، ديش جو دارومدار.

## پنهنجا هنر همتايو

پنهنجي هنرن کي اوهين همتايو،
پاڪ پورهئي تي هي هٿ هيرايو.
ڪين ڌارين جو اُٺيل ڪپڙو ڪڇو،
فقط پنهنجو جُڙيو ئي پايو.

هٿ اُٽڻ ۽ دستڪاريءَ جو هنر،
پين گهرڙ هنرن سان پڻ دل لائجو.
جيڪڏهن چاهيو سُکيو سهنجو گذر،
هٿ جي پورهئي کان نه هَڏِ کيهائجو.
آهه سستيءَ ئي گراوٽ جو سبب،
پاڻ جاڳي ملڪ کي جاڳائجو.
جي دکايل! ديش جي اُنتي گهرو،
سڏڙو گانڌيءَ جو اوهين ورنائجو.

## فئشن پوڄاري!

ٿا ملڪ ڪريون برباد، ايءَ فئشن پوڄاري!
اٿي عام اِها فرياد، ايءَ فئشن پوڄاري!
ڇو خوني ڪپڙو پايو ٿا،
بڪ پارت جي ڇو وڌايو ٿا.
ڇو گهر کي آگ لڳايو ٿا. ايءَ فئشن ....
اوهين علم پرائي جاهل ٿيا،
خود قوم جا قاتل، ڪاهل ٿيا.
ڇو نت شت پاسي مائل ٿيا. ايءَ فئشن ..

# جاڳ پورهيت

پورهيت!
تنهنجو پِلِڙو ڀاري،
تو! ڇا ڪُون دل هاري.
پورهيت! تنهنجو پلڙو ڀاري.
وقت، وسوڙهل! ناهي ساٿيو،
تنهنجو حق ڪَرَ موڙي جاڳيو.
اڄ ڪلھ وقت سلامي تنهنجو،
سارو جڳ ٿيو هامي تنهنجو.
تون موقعي جو ورم سڃاڻي،
ڪر همت هوشياري.
پورهيت! تنهنجو پلڙو ڀاري.
پورهيو پنهنجو پاڻ نہ ڪائين؛
پونجيءَ وارن ڪي ورسائين!
خود غرضيءَ جو دَڪُتَ هڇارو،
دوکي سان ٿو ڪَسڻي گذارو!

تنهنجي محنت مزدوريءَ جي،
قيمت؟ بک بيڪاري!
پورهيت! تنهنجو ڀاڙو ڀاري.
رڌن اُپائڻ وارا پورهيت!
ساري جڳ جا پيارا پورهيت!
پاڻي منڙو واهن وارو،
سمنڊ سان گڏجي تني ڏو کارو؛
امرت منٿن جي هڪ واريءَ،
آئي آهي واري.
پورهيت! تنهنجو ڀاڙو ڀاري.
پرم پلاڻو هيڪر لاهي،
ڪوٽ ڪپٽ جا ڇڏ نون ڏاهي.
قربانيءَ جو ديپڪ باري،
ڇڏ اوديا جي اوندهه ناري.
ڪر حق-تلفي دور دڪايل!
حاصل تني حقداري.
پورهيت! تنهنجو ڀاڙو ڀاري.

قرض ڪٺي جي پٽڪر! ميلا!
موٺڻ سان منهن ڪن جا پيلا!
گهر ۾ ڪاڻڻ لاءِ نہ هوندن،
پورو ڏوڏو ساڳيو! هاري جاڳيو ....
ناحق ڏنگن ٿي ڏن هارين؛
جيل وجي، بُک پالي مارين!
مرٽي پرٽي ٿي ڪون ڪرين ٿو،
ڪيڏو سڪٽو راڳيو! هاري جاڳيو ....
جي هي انعال چڙي تون ڏيندين،
اڳيو ڪان بيشڪ اڳرو ٿيندين.
وقت اچا ويو نا هم ڏڪايل!
ساجهر ٿيءُ سجاڳيو! هاري جاڳيو ....

پورهيت جي پڪار

ونڊي ورهائي ڪائينداسين،
ڪَسّ نہ ڪنهنکي لائينداسين.
پنهنجو حق بچائينداسين،
ڪس نہ ڪنهنکي لائينداسين.

۽ هاري حقدار هلچل
اسين ملازم، ملزم نــاهيون،
پورهئي سان ٿا پيٽ ڪمايون.
سو ڇو ڪنهن کي رنجائينداسين؟
ڪس نہ ڪنهن کي لائينداسين.
قدرت جي نعمت جو ورثـو،
آهي سڀ ڪنهن لءِ هڪ سرڪو.
محبت ساڻ ملائينداسين،
ڪس نہ ڪنهن کي لائينداسين.
محنت مزدوريءَ جي روٽي،
گهر وينئي ڇو کائن ٽوٽي؟
تن کي صاف سڻائينداسين،
ڪس نہ ڪنهنکي لائينداسين.
هڪڙي گهر جا ڀائي آهيون،
ڏک ۾ سک ۾ ساٿي آهيون.
ڪنهن کي گهٽ نہ ڀائينداسين،
ڪس نہ ڪنهن کي لائينداسين.
پورهيو هڏ جو مرد جي خصلت!
آهـہ ڏکايل دل جي راحت.
محنت جا گـڻ ڳائينداسين،
ڪس نہ ڪنهن کي لائينداسين.

ٿون ڏاتر جي در جو دربانُ،
جيڪي ڏي سو تنهنجي هٿ سان.
پاڻ کي پيڙين، مُٺ نہ پيڙين،
تنهنجي دل داتاري. تنهنجي ....
ڪڙهي ڪڙم دنيا کي پائين،
جڳ ڪارائين پاڻ سان کائين.
ڏيندي مرڪين، هَڏ نہ ڪُرڪين،
وَرَءِ رکي ٿو نہ وارِي. تنهنجي ....
سانوڻ، سرءُ ڪاهي ٿي ڪوڏر،
ڇجر وجي، ٿرين سومهڻيءَ گهر.
رت ست تنهنجي، محنت تنهنجي،
پاءِ نہ ڪوڏي ڪاري. تنهنجي ....
ٻڌڻي ٿي آن واٽا واٽا،
ٿار پيا ابوابن جا ڏاٽا.
هي پيراٽو، هي ميراٽو،
هي سائل سرڪاري. تنهنجي ....
ٿون جي ٻنهنجو حق سياڻين،
خوب دڪايل چوڙين ماڻين.
علم پرائين، پاڻ ماڻائين،
تنهنجي پوءِ سرساري. تنهنجي ....

ڏوهيڙو:
هاري! منهنجي رَبَ ڪيو تنهنجو وڏو مانُ،
رانديگر ٿا راند ۾ ڏس هاري ڪن اڳوان.
پيچي ايندو پوئتان، پوءِ هجي ڪٽي پل خان!
توني ازل کان رهيو، مالڪ مهربان.
ڏسي پنهنجي حال کي ٿيءُ نه تون حيران،
اُنتي پنهنجي همت ۾، جي همت بڌي اِنسان.
شوق جي ڏاڪڻ تي چڙهي بار علم جو شمعدان،
نه وري تنهنجو شان اڳي کان اڳرو ٿئي.

## هاري جاڳ

هاري!
جاڳ، هاري جاڳ!
تو تان جڳ ٻلهاري، جاڳ.
هاري! جاڳ، هاري جاڳ.
علم کي ڪر ڪوڏر سان شامل،
کوني چؤئي تو ڳانڍي ڪامل.
تنهنجي ئي هٿ ۾ آ هاري!
پنهنجو پليرو پاڳ. هاري جاڳ ....

ٺاٺا! پاڻ تي ياڙ!

تــي پــاڻ تــي يــاڙ!
هندنــواسي، سندنــواسي!!
ٻئي جــو تڪيو نــہ تــاڙ.
اُتــي پــاڻ تــي يــاڙ!
ڳوٺ ڳوٺ ۽ ڪنير ڪوري،
لوهر، واڍو، سربنــد رازو.
هنرمند جي ذات سڳوري،
گهر جوُن گهرجوُن گهر ۽ پوُريون.
چــت هــنــرن ڏي لاڙ.
اُتــي پــاڻ تــي يــاڙ!
سار ڪين تون اوُچ پراڻــو،
ڪالهہ مُئي جو پِڙڪو چاجو،
حــال لوچ ۽ سوچ سياڻــو.
ڪمزوري ۽ جون ڳالهيون گهوريون.
ســالو گــهــر نــہ اُجــاڙ.
اُتــي پــاڻ تــي يــاڙ!
مؤت جاڻ ٻئي جي معتاجي،
هت هُت ڪارو تئي ڪاٺيارو.
ڪاڻ ري ۽ جڻ جندڙي آجي.

ڳوناٽي ۽ هاري حقدار هلچل

هي قسمت جون سونهيون ليڪون،
هت سان ڪين بگاڙ.
اُٿي پاڻ ٺي پاڙ!
ڌس ليکو پيو آهي پڌرو،
پَرَ جو واڌو گهَرَ جو گهاٽو.
فرق نه جنهن ۾ آهي ذرجو،
جڳ جون اُميدون تو ۾ جاڳيون.
ڪر ڪا دکايل ماڙ!
اُٿي پاڻ ٺي پاڙ!

## هَرَ ۾ برڪت

هر ۾ برڪت هاري،
تنهنجي هڏ ۾ برڪت هاري.
هاري تنهنجي جيت نماڻا!
هڪ داڻي مان ٿين سؤ داڻا!
سائينءَ جو رنگ، داڻي مان سنگ!
ڪٽڪ هجي نوڙي ساري. تنهنجي...

ي ۽ هاري حقدار هلچل
وطن جي خدمت نہ ڄاڻون بار،
ملڪ جو پورهيو ڪريون نہ عار.
اهڙو ڀاڙو اچي،
ڀرم ڪان ملڪ بچي.
ننڍي وڏي جا سگهنا فرق ڇڏيون.
اچو نہ گڏجي آڏيون ....

جيسين ڏڪاڻ ايندي نہ الفت،
تيسين حاصل ٿيندي نہ راحت.
هڪڙي گهر جا ڀاتي گڏجن،
جڻ مرڻ جا ساٿي گڏجن.
رهي وڇوڙي نہ جڳن ڪو وار،
هجن سي هڪٻئي جا غمگسار.
جيتي راند سچي،
هاري بازي ڪچي.
اچو! اچو! ڪلفت ڪي جاءِ نہ ڏيون.
اچو نہ گڏجي آڏيون. ....

## اُٿ ڳوناٿا

اُٿ ڳوناٿا! جاڳ جاڳ، پرھ ڪيڍيون باڪون،
ساري دنيا جاڳي اُٿي! تون نہ اُٿئين ڇاڪون؟
اُٿ ڳوناٿا جاڳ جاڳ!
دکي ھندڙي ذري ذري تي سڏي اُٺاري.
سُڻين ٿو سڏ؟ مِٺي ماءُ تي ڪڙي پڪاري!
اکين ۾ پاڻي، ڪنڌي نماڻي،
ڇوي تي جواڻي، لون ٿال ماڻين.
اُٿي ڪا حالت سڌار پنھنجي،
جا بگڙي آھي، سنوار پنھنجي.
ڏسي اُگھاڙو بکيو اسانکي، ٿي نير ھاري،
ھجي اَمڙ جو ڪر لعل جيڪو ھي دک نِواري.

وناٽي ۽ هاري حقدار هلچل

چوي ٿي، هرهر اُٿي اُٿي نون!
هي پنهنجو بگڙيو نه ناهه ڀاڳه.
اُٿ ڳـوٺـاٽـا جاڳــ جاڳــ!

رهين ٿو رنج و الم ۾ ڪيڏو نه هندواسي،
ملول چهرو، بدن اُبالـو ۽ دل اُداسي.
نه انگ اوڇڻ نه پيٽ داڻو،
مٽي ڍڪڻ لءِ نه گهر پراڻو.
ڏڪڻي گذر ٿي رهين سدائين؛
بکئي پيٽ لءِ ڳهين سدائين.
هي هاڃو ڪيڏو، جو گهرجي راڻي، ٿي گهرجي داسي!
وطن جو ڏکڙو سٺي ڏکايل، بڻيو سنياسي.
رباب دل جو وڄي وڄي ٿو،
وطن جي سورن جو ڳائي راڳه.
اُٿ ڳـوٺـاٽـا جاڳــ جاڳــ.

١٦

ضابطي جو هو بهانو، ملمع سنڌيڪيٽ جو،
بد ديانت سان ڪرڻ چاهيائون ڪل ڪم ڪارباند.
آنگ جي واپار ۾، ايمانداريءَ جو هجي،
ڪنهنجي همت جو ڪري واپار جو اختيارباند؟
پر پلي جو خيال ءِ جي پاڻ ۾ ايڪو هجي،
بوءِ واپاريءَ جو حق رکندي نہ ڪا سرڪارباند.
اڄ غريبن کي دکايل آھ چنتا پيٽ جي،
ڪين ڪونين ۾ ڪري ڪو اُن جا انبار باند.

سڄي ملڪ ۾ ضروري شين جي مهانگائي
ري ڪپڙي جو جڻ قحط پئجي ويو. سنڌ جي
م، شهري نوڙي ڳڙناٽن کي ڪپڙي جي ڏڪربيعد
ڪاليف ۾ وڌو. اهڙي وقت جوڙجڪي ڪم ڪندڙ
ادي نوڙي آڏاڻن جي ڪپري ۽ ڳوناٽن هنرن کي
ٿهلائڻ جي خوب ڪوشش ڪئي. رنوديرو گانڌي
آشرم (خدمت گهر) ۾ چرخن تيار ڪرڻ لاءِ سرانجام
ڪارآليه شروع ڪيو ويو. سنڌ سرڪار به اُنهيءَ وقت
آشرم کان ڪافي چرخا خريد ڪري ڳوٺن ۾ ڏنا.
ساڳئي وقت هندو مسلم سازيءَ لاءِ ”مسلم ماس
ڪانٽئڪٽ“ آندولن پڻ شروع ڪيو ويو هو. ڳوناٽا
خادم ڳوٺ ڳوٺ ۾ چرخي نوڙي هندو مسلم ايڪتا
جو پرچار ڪندا رهيا. ڳوٺن ۾ هاري-حقدار هلچل
به چڱو زور پڪڙيندي رهي. اُنهيءَ وقت جا گيت
اڄ به جڻ تازا پيا ٿا لڳن. اڇو ته اُهي گيت ڳايو
۽ ڳارايون.

جنگ جي ڪري ملڪ ۾ ڇڙواري مهانگائيءَ
ملهن ڪڍيو. ڌاري سرڪار عام گهرجن جي شين
جهڙوڪ ڪپڙي ۽ اناج تي ڪنٽرول لڳايو. سنڌ سرڪار
انهيءَ سمي اناج جو واپار پنهنجي هٿ ۾ رکڻ لاءِ
سنڌ گرين سنڊيڪيٽ کي جنم ڏنو. اناج جي عام
واپارين ۾ سرڪار جي هن قدم سخت بي آرامي پيدا
ڪئي. ڪنٽرولي قانون فرقيپرست سرڪاري عملي
کي جڻ چيڪ چڙهي ڏنو ته هو پل ته واپارين کي
ستائين ۽ پيڙين. رشوت جي بازار گرم ٿي ويئي.
اناج جو عام واپار جيئن ته واپارين کان گهٽي قد رکيو
ويو انهيءَ ڪري اناج جي وڪرڻ ٿوڙي دوڪانن
تي ڪم ڪندڙ ميتن ٿوڙي منيبن کي نوڪرين کان
جواب ملڻ لڳو. نتيجي طور بي ڪاري وڌڻ لڳي.
انهيءَ وقت سنڌ ۾ ڪنٽرول بابت خاص ڪڍيل
آرڊيننس جي خلاف هڪ ڏينهن ملهايو ويو. هيٺيون
ڪيت انهيءَ موقعي تي لاڙڪاڻي ۾ ڳايو ويو هو.

## واپاري آندولن

( ١٩٣٨ )

قيد ۽ ڪنٽرول جي ٿيو ديش جو واپار باند،
ڪاف ڪوٺين کي لڳا، ٿي جنس جي بازار باند.
لوھ، ليسن جي ڪڙين سان ويو جڪڙجي روزگار؛
چؤطرف جنهن جي ڪري افسوس ٿيو وهنوار باند.
ٿيون مَنديون موڳيون، وَئي ناڻي جي بهجي لين دين،
ڪارپٽ ڏڪجي پئي ڏنڌا ٿيا ويتر ڏار باند.
ڪاڳرين، ميٽن، منيبن ۽ پئي ڪيڏي ڪتر؛
چو نہ پيڍين جو سمرو ٿي ويو ڪاروبار باند.
ضابطي جي نانءَ ۽ مَڪر رشوتين جو متو،
مفت خورن جي وَرن ۾ ٿيا ڪئين ڪلدار باند.

بي‌زبانڻ سا اڄ پڪاري ٿي گنگي فرياد سان،
اي هندستانيو! بچايو گانءِ کي اتحاد سان.

۳

سلسلو ظلمي سٽيل لاهور ۾ خوني ڏسو،
چار سؤ گانيون ڏهاڙي قتل جو ٿيري قصو،
خون جو دريا بڌي؛ ٿئي عقل انساني وسو!
ڏيڍ لک هڪ سال ۾ ٿين قتل؟ هيڏو حادثو!
بڻ ڪٽي برباد ٿيندو هن بري بغداد سان،
اي هندستانيو! بچايو گانءِ کي اتحاد سان.

۴

خون ڏيندي هڪ دفعو، پر کير ڏيندي بار بار،
جهل ڇري جلاد ظالم! ڪر نہ قاتل وار وار.
صبر سان ويندي مهي گگدام، گردن کي ڪٽار،
پر اوهان کي ٻي ڪرڻ ڏيندي نہ دنيا ۾ قرار.
سک ٿتائيندي اوهانجو پنهنجي دل ناشاد سان،
اي هندستانيو! بچايو گانءِ کي اتحاد سان.

ن۽ ٻچايو آندولن

# گگدامن تي ديا ڪريو

سرگس لاءِ!
گگدامن تي ڪريو ديالي گئُو ٻچايو گئُو ٻچايو
ويندي اُنهن جي آهہ نہ خالي گئُو ٻچايو گئُو ٻچايو.
قياس وَهيڻي گانءِ نهاري،
جان ٻچائڻ لاءِ پڪاري.
آهہ مدد جي لاءِ سوالي، گئُو ٻچايو، گئُو ٻچايو.
ڪُسڻ سمي گگدامر نہ ڪچندي،
ڪاڻيءَ هيڻان لچندي پچندي.
ساڻ ڪٺي ويندي آڪ آلي، گئُو ٻچايو گئُو ٻچايو
ڪرشن هٿن سان گانيون پاليون،
اچو نہ گڏ جي فرض سنڀاليون.
ملڪ ۾ ٿئي جنهن ڪان خوش حالي، گئُو ٻچايو گئُو ٻچايو
گانءِ اسانجي پياري ماتا،
ڏڏ مکڻ ۽ کير ڏئي جا،
آهہ دکايل پوري پالي، گئُو ٻچايو گئُو ٻچايو

مهاياري لڙائيءَ جو زمانو هو. جرمنيءَ جي هٽلر
جا بارودي گولا، فرانس جي شاهي شهرن کي تباهه
ڪري رهيا هئا. سڄيءَ دنيا ۾ فوجن جي ڀرتي
جاري هئي. انگريز حاڪم، بنا پڇڻ جي هندستان کي
جنگ ۾ شريڪ ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ زماني ۾ لاهور
اندر ٽلو ڪوس خاني لاءِ وڏيون شاهي مشينون لڳايون
ويئون هيون، جنهن جي خلاف، سڄي ديش ۾ ناراضپو
ظاهر ڪرڻ لاءِ مظاهرا ڪيا ويا هئا. جتي ڪٿي ٽن
ڪوس خاني بند ڪرائڻ لاءِ جلسا ۽ جلوس ٿي رهيا
هئا. لاڙڪاڻي ۾ پڻ اعتراضي جلسا ۽ جلوس نڪتا.
شيڻيان گيت انهيءَ موقعي تي ڳايا ويا.

ٻرهت سالر جي هوندو، هڪ ٻئي،
جون سي مددي ٿينديون.
ٽنهنجي منهنجي لاءِ دڪايل!
هڪڙو هندستان ڪهي.
هڪ ٻئي سان همدرد هميشه،
هندو مسلمان ڪهي.
بت جي هر ڪنهن عضوي کي،
آزادي بخشي ٿي قدرت.
ڏار رهي خود-مختياري مائيندي،
ڇي ڪن ٿا شرڪت!
ڪنهن ڏاڙي جي حملي سان سڀ،
عضوا ٿا گڏجي هڪ ٿين.
هڪ ٻئي جي خاطر رت ڏيئي،
گڏجي سڏجي ٿا منهن ڏين.
پيٽ ملائي ٿو سيني کي،
جنهن جو ڪم آهي خدمت.
ڪاڏو پيئو روز پچائي،
ڏي هر عضوي کي قوت.
پيٽ جي نيڪ رهيو ڪم صحت مند،
هرڪو عضوو ٻڻ تندر

ايڪتا هلچل
پر جي پيٽ جي پرداخت ٿي ڪانہ؛
نہ پوءِ ڪيئن ڪم ڏيندو؟
ڌار نہ ٿين،
ڌار رهي پيءِ
هڪ ٻئي ۾ اِهو ايمان ڪپي.
لاءِ دڪايل!
تنهنجي منهنجي
اهڙو هندستان کپي.

## آپسي اعتبار

ڪنهن چيو ٿوکي اعتبار نہ ڪر،
يار! ياريءَ کي شرمسار نہ ڪر.
ٿوکي مذهب ڌرم ڪٿي ٿو چوي؟
پنهنجي پاڙيسريءَ کي پيار نہ ڪر!
وهم جي تير سان ويساهہ ڇُٽي؛
دوستيءَ کي ٿون داغدار نہ ڪر.
ٿون ’دڪايل‘ ٿي درد جاڳين ٿئو،
خواهمخواهہ پاڻکي خوار نہ ڪر.

## ايڪتا جي ضرورت

سٽو! سٽو!!
سڏ ڏکي ديس جو سُٽو،
دانهن پڏي هيءَ درد واري.
من کو پٽڪو پٽو،
سڏ ڏکي ديس جو سٽو!
هڪڙي بوهي مگر جا گورا،
ڌار ڪبا، تي پوندا چورا.
ڌاريا سڏبا، ڌار نہ ٿيندا،
دات مگن جي ڪين مٽيندا.
ٿيڻن هڪ الله جا سڀ بندا، هڪڙو اُپالڻهار،
پالڻ واري هڪڙي ڌرتي جنهن جا اسين ڪل ٻار.
ٻلي سڏايون مذهب خاطر هندو مسلمان،
ٻر جي ٻرجهي ڏسون حقيقت آهيون سڀ اِنسان.
'هِم' ۾ اجايو اچي دکايل!
لڳو ڏنيءَ جو گهٽو،
سڏ ڏکي ديس جو سٽو.

پيد اجايو،
ٿون، ماڻ جو ھي ڪيد آجايو.
ھن ھن جو ھي
پاڻ ۾ پيھي، پاڻ ڪي جاٽون،
جنس اُھا ھڪ چونہ سياٽون!
جو ڏک تنھنجو سو ڏک منھنجو، اھڙو ڪريون اقرار،
بدن سڄي سان جيئن ڏکايل، آھہ اکين جو پيار.
جسم جو، جي ڪو انگ ڏکي ٿو، نير وھائن نيڻ،
پيڙ سان ٿا ساري تن جي؛ ڏوَتي ڳري جيئن ميڻ.
ٿون، ماڻ، ھي، ھوچونہ ملائي،
'ھم' ھڪڙي ۾ چُٽو.
سڏ ڏکي ديس جو سٽو.

## ڏار نہ بہ ڳڏ!

مذھب يا رسمن جي ڪري ٿون،
ڏار ٿئين نہ بلاشڪ ٿي.
آڳريون ڏار رھن ٿيون جيئن، پر،
ڪم جي وقت وڃن ھڪ ٿي.
آڱر آڱر ڪان جي چئي ٿون،
ڏار ڪندين نہ نہ ڪم ڏينديون.

# بيڙي ڪاهي آءٌ

بيڙي ڪاهي آءٌ پانڌي!
بيڙي ڪاهي آءٌ،
آهه سڏائو واءٌ.
پانڌي! بيڙي ڪاهي آءٌ!
ڪلفت جو طوفان ٽريو،
اُلفت جو سورج اُڀريو.
ويو وِڇڙون ڏپ ڏاءٌ.
پانڌي! بيڙي ڪاهي آءٌ!
پرنئون پنڌ وارا گڏ ٿين ٿا هندو مسلمان،
سڪ سان هڪ ٻئي کي سڏ ڏين ٿا ويو ڪُل غير گمان.
پاءٌ سچانو پاءٌ.
پانڌي! بيڙي ڪاهي آءٌ!
پَڳهه ڪٽي هاڪار پانڌي!
پهچائي اڄ پار پانڌي!
هن بيڙيءَ جو پوُر،
هل الفت آباد وٺي هل،
ناهه ڏکايل! ڪوجِن چل وَل.
وير وروڻ ڪان ڏوُر.
ويجهو جِت نه وڻاءٌ.
پانڌي! بيڙي ڪاهي آءٌ!

پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ، مسلم ليگ فرقيپرستيءَ جي باهه کي هوا ڏيڻ جا ڪيئي طريقا کولي ڪڍيا. مسجد اڳيان باجن وڄائڻ جو سوال، عيد تي ڳايو ڳئو ڪشيءَ کي همٿائڻ، قرآن جي بيحرمتيءَ جا هٿراد و معاملا پيدا ڪرڻ، تبليغ کي هٿي ڏيڻ، وقت بي وقت غير مسلمانن جي جذبات ڏکوئڻ، هندو ڇوڪرين پڇائڻ، مسجدن ۽ مندرن جو سوال اُٿاري خوني فساد ڪرائڻ. انهيءَ قسم جي ڪترنا جو زور سنڌ جهڙي موقي پر گهٽيءَ تي به پيو. آرٿڪ هيٺ مٿاهين، توڙي نابرابريءَ جو طوفان مچائي ڌاڙا ۽ قرمار ڪرائڻ مسلم ليگي سياستدانن جي چڻ کبي هٿ جو کيل هو. انهيءَ ڪري بي سلامتي وڌي

ٽي. خاص ڪري ڳوٺن جي سلامتي رهي ئي ڪانه.
دو گهٽي پاڳي ڳوٺن منجهان لڏي شهرن ڏانهن
ڻ لڳا. امرشهيد پيٽ ڪنوررام ۽ ويرشهيد هاسارام
ڻائي‌ءَ جي وحشاني خونن ڪانپوءِ، هندو، مسلمانن
آپسي بي اعتمادي ڏاڍي وڏي ويئي. حالتون
هڙيءَ ڪڙيءَ تي اچي بيٺيون، جو سج لٿي ڪانپوءِ
ونن جا هندو هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ تائين وڃي
ڪين سگهندا هئا. اهڙي وقت فرقيوار سازيءَ جي
هلچل جي ضرورت محسوس ڪئي ويئي. جڏهن
مذهبي ڪٽرتا ڪري اِنسانيت جو خون ٿي رهيو
هو، تڏهن سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ تائين انهيءَ سازيءَ جو
پرچار شروع ڪيو ويو. وشواس اهوئي رهيو ته هن
قسم جا گيت پيو نه ته ڪٽرتا جي ناڻڪ جو ڏنگ
ضرور مارئيندا. جو نه اهي گيت حق جو آواز آهن.
اچو ته هڪ دفعو وري دهرائي ڏسون.

قومي

## ڳوٺ وسن

ڳوٺ وسن منهنجي سنڌڙيءَ جا،
منهنجي سنڌڙيءَ جا شل ڳوٺ وسن.
ڳوٺ وسن ........

هڪ هندو ٻيو مسلمان،
پارسي سِک ۽ ڪرستان،
جهڙتِ پٽتِ ڇاجي،
ڪٽتِ پٽتِ ڇاجي،
رڳڙو ڇاجو جهڳڙو ڇاجو،
گهر سڀني جو هندستان.
پرچن سرچن ڀائر ڀائر!
سائين ڪري هڪ ٻئي سان ملن.
ڳوٺ وسن ........

هي مندر، مسجد، گرجا،
گهر نہ ڌڙيوليءَ مالڪ جا،
دين جو نعرو ڌرم جو باجو،
هڪ جو ڪابو ٻئي جو ساڄو،
مقصد ساڳيو راهہ جدا،
حق سڃاڻن ڀائر ڀائر!
ناحق ڪي تڪرار نہ ڪن.
ڳوٺ وسن ........

جاتيوار سازي جو واءُ
ساڳيو آن ساڳيو پاٺي؛
تابڻ اسان ناحق ناٺي،
وير وڃايون قرب وڏايون،
هڪ خالق جي خلقت آهيون.
جاڻ دکايل چڏ جاٺي!
هڏ ڏين رت ڏين پائر پائر!
گڏجي مرن شل گڏجي جيئن.
ڳوٺ وسن .......

## ايڪتا

آهي مالڪ هڪ مختيار.
پوءِ ڀلا هي ڇا جو جهڳڙو،
ڇا جو هي تڪرار!
هندو مسلم سِکُ عيسائيءَ جو هڪ سرجڻهار،
آهي مالڪ هڪ مختيار.

هندوءَ جي گهر آءٌ نه آيس،
پنهنجيءَ مرضيءَ ساڻ؛
ڪون جي مسلم جي گهر جائين،
هو ڇا توکي جاڻ؟
شطرنج جا سڀ مهرا آهيون،
ڪيڏڻ وارو يار.
آهي مالڪ هڪ مختيار.

تنهنجي دين ٻڌايو رَبَ جو،
ثاني ناهي شريڪ.
ايڪو برهم ٻڌايو منهنجي،
ڌرم ٻه ساڳيو نيڪ.

اتيوار سازي جو واءُ

سِکَ عيسائيءَ پيو نہ ٻڌايو،
پَر ايڪو اونڪار،
آهي مالڪ هڪ مختيار.
دين ڌرم يا پنٿ سڀ ڏو،
ساڳي هڪڙي راهہ.
ٻهجي سگهندو پرسو، جنهن وٽ،
هوندي دل جي چاهہ.
هر مذهب جو مطلب ساڳيو،
سڀ ڌرم جو سار.
آهي مالڪ هڪ مختيار.
پاڻ سچائي جي پر جاڻون،
فرق رهي پوءِ ڇو؟
پر اڄاڻائيءَ جو دکايل!
سارو هي رولو.
دور دئيءَ واري نفرت کر،
سک الفت ۽ پيار.
آهي مالڪ هڪ مختيار.

اِشاري جي دير هئي. ملڪ ۾ جوڙداري جاتيوار فساد شروع ٿي ويا. سنڌ ۾ چلجي ڪٿي تہ اُنهن جي شروعات ٿي، مسجد منزل گاھ وارا سکر جا فساد ۽ انهن ڪانپور ڀڳت ڪنور رام جو خون. سکر تعلق جا شرمناڪ واقعا ۽ خونريزي انهن فسادن جي ٿيڻ ڪري هئي. جنگ جي ڪري انگريزن ٻہ هرو ڀرو اِنهن فسادن کي سڄي ملڪ ۾ ڦهلجڻ جي ڪلي ڇوٽ ڏيڻ ٿئي چاهي، پر اُنهن اِهو ضرور پئي چاهيو تہ جٿين قومي شڪتين جي ڪوشش جي باوجود فرقيوار ناسازي ٻٽي رهي ۽ چلجي ڪٿي تہ ٿورو وقت انگريز انهيءَ پنهنجيءَ چال ۾ ڪامياب ضرور ٿيا پر پوءِ گانڌيجيءَ جي ڪپسيا ۽ مدبريءَ ملڪ جو رخ ڦيرائي ڇڏيو ۽ ١٩٣٠ع ۾ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ شخصي ستياگرھ شروع ٿيو. هڪ طرف ستياگرھ جون تياريون هلي رهيون هيون تہ ٻئي طرف فرقيوار سازيءَ جي هلچل هلي رهي هئي. اچو تہ انهيءَ ٻراڻي اِتهاس جون ڪجھ جهانڪيون هنن گيتن ۾ ڏسون.

تيار سازي جو واءُ

## گهرو جنگ!

چون ٿا نہ اونده اِجها چاڙ آئي،
صاحب جي ڇڏيندي ڍ ڪي روشنائي.
نباهي پري ڪان ٿي ڏس، ڏ ڍِل ڏاري،
نظر هر طرف ٿي اچي بي حيائي.
اِلا! پاڻ جو پاڻ نيشان ٿيندو؟
گهرو جنگ ٿيندي تہ نقصان ٿيندو.

٢

غلاميءَ جو گهاٽي گره، ملڪ تاري،
چڙهيو چوٽ منزل تي منزل لتاڙي.
مگرهاءِ، سياست جو خودغرض تعصب،
ٿو چاهي، وطن ڍل ڪَنبِيل راند هاري.
جي ترڪيو تہ ٽڪرا هندستان ٿيندو،
گهرو جنگ ٿيندي تہ نقصان ٿيندو.

٣

اُٿي! ڪر امن جي سچي پاسباني،
وطن ڪي ڏي، ڏيٺي پوئي جي جواني.
پڪاري ٿي اُلفت وطن جي دڪايل!
نہ رکجانءِ واري مِٺي زندگاني،
سدا سوئي جيئرو، جو قربان ٿيندو،
گهرو جنگ ٿيندي تہ نقصان ٿيندو.

## چونڊن بابت ڏوهڙا

۱

ادا ووٽرا دل ۾ ٽون ڪري ڇڏ اِقرار،
ووٽ تہ ڏيندس ٽنهنکي جا ڪري ٿي اُپڪار.
ديس دکيءَ جو آسرو اڙين جو آڌار،
ووٽن جي حقدار آهي هڪ ئي ڪانگريس.

۲

عام ڀلي جي خيال کان ادا ووٽر ووٽ ڪري،
شيوادارين جون سچيون اڄ جو پيتيون ڀري،
ٻڏندو جيئن ٽري پاڻ! ٻيڙو دکايل ديش جو.

۳

وقت سٺالو آيو ادا ووٽر وارو ڪر،
پنهنجي پيارن جون ادل ٽون پرٽلون پيتيون ڀر.
وجي اِها ٽون ڪانگريس اڳيان امانت ڌر،
ٿينديءَ ساري سر، جي ڏيندين ووٽ ووٽ سان.

١٩٣٩ع ۾ بي مهاڀاري لڙائي زور شور سان چالو
ٿي ويئي. پارٽ ني به اُنجو اثر ٿيو. قومي جماعتن
جي اِها ڪوشش رهي ۽ اُنهن ائين ئي چيو، ”هن
وقت انگريزن کي اِها چٽي پڌرائي ڪرڻ کپي ته
جڏهن هو، دنيا جي آزاديءَ لاءِ جرمني توڙي سندس
ساٿي ملڪن سان لڙائي لڙي رهيا آهن ته پوءِ اُهي
ساڳيا انگريز هندستان کي پنهنجي غلاميءَ منجهان
آزاد ڪرڻ لاءِ تيار آهن؟“ انگريزن انهيءَ هڪ ئي
سوال منجهان سڄو قصو پانهي ورتو ۽ هنن ملڪ
اُسرندڙ قومي ويچار کي ڪچيءَ ۾ ئي نگهوس
ڪرڻ لاءِ فرقيوار فساد ڪرائڻ شروع ڪرائي ڇڏ
مسلم ليگ ته اڳيئي انهيءَ لاءِ تيار ويني هئي،

## ووٽر جاڳ!

ووٽ ڏنو تو ووٽر! هاڻي چاڻ وڏي رکجان،
پنهنجي تڪ جي ميمبر کي چڱو وات سنئين وٺجان،
جي دل لـُـڏي، غيرت ٻڏي،
ٻوء ڪيٽن ڪُڏي، سگهندو اُٺو.
خود پيٽ جي، جنهن کي لڳي،
ڪيٽن دل وڏي رکندو اُٺو.
پيو پڙڻ نه ڪنهنکي ڏينداسين،
اٺو قول تون ياد ڪجان. ووٽ ....
واڪـي وڏي، چلجو ڪـڏي،
تون اچ چڙي، اِها ميمبري.
پنهنجي ٻول ڪان، ڪرلين قول تان،
ڏادي ٻول سان، تون ولين قري.
اسين قرڻ نـه توکي ڏينداسين.
ادا ووٽرا هڙس ٿجان. ووٽ ڏنو ....
جنهن وهُ چري، لالچ بري،
ورتـي ڪـهري، ادا ووٽـرو.
جنهن پيٽ جو، ارنـو رکيو،
پنهنجو گهر پريو، تنهن کان ڦرو.

خود غرض مان ڪين ٿينداسين،
ٿون همت رکي هلجانءِ. ووٽ ڏنو....
ڪــوڙ ڪٽــڻ، جهــاڙو هڻڻ،
جڳــ کي وڻڻ، ميمبر اُهي.
پنهنجي ديس جا، پنهنجي قوم جا،
ٿيا رهنما، رهــبــر اُهــي.
اسين عرض اُنهن جو مڃينداسين،
پنهنجو فرض نه ٿون ڀلجانءِ. ووٽ....
اِڄ ديــس کــي، ايڪو کپي،
تــون همت ڏي، ووٽــر! اُٿي.
هن راهه جو، ٿڳي جو ڪنڊو،
تنهن کي ڪڍو، همت رکي.
اسين ملڪ جا مالڪ ٿينداسين،
ڪو قدم نه ٿون هٽجانءِ. ووٽ....
مشڪــل سمي، ٿـــي آڳ ۾،
ڪاهي وجي، جــا ڪانگريس.
شيوا رڳــو، جنهن جـــو متــو،
آهي رهبر، ســا ڪانگريس.
اسين اُن جا دڪايل! ٿينداسين،
ٿون پيروسو ڀِل رکجانءِ. ووٽ ڏنو..

## شڪريہ ادائي

وڏتر و صاحب! ڪري شڪريہ ادائي ڪانگريس،
اڄ اوهانجي ڪي ڪري عزت وڌائي ڪانگريس.
ٿا ڏيون ڏنيواد دل سان شهرواسين کي اسين،
جن جي همٿ سان ڪٽي حاصل وڏائي ڪانگريس.

اوهان اسانجو عرض اگهايو،
ڪانگريس جو مان وڌايو.
ووٽ ڏيئي اتساهہ وڌايو،
شان وڌايو مانُ وڌايو.
شڪريہ ميون صد بار وڏترا! شڪريہ ....

ڪانگريس سان رهيا سچارا،
پرن کي پورا رهيا پيارا.
ووٽ مٿا ڏيئي دل وارا،
ڪانگريسي ڪيڙو سوپارا.
پيتيون تيڙيون تار، وڏترا! شڪريہ ....

ووٽر اوهين سچار رهيا ڪانگريس سان،
هر ڪنهن مدد لاءِ تيار رهيا ڪانگريس سان.
آيا اسانجي عرض تي هر تڪ مان هزارين،
دل جان سان نثار رهيا ڪانگريس سان.

زنده دل جي خوب نشاني،
ماڻي اوهان ڪان اچ لاثاني.
عرض ڪيو سڀڪار ووٽرا! شڪريه ....

اسانکي پيشن ۽ قرب ماڻائن به ڏيکاريو،
سبق سوراج جو سهڻو اسانکي تن به سيکاريو.
اوهان جا پڻ وڏا ٿورا مڃون ٿا خوب ماڻائون،
قرب پڻ ڪانگريسين لاءِ سچي دل سان اوهان ڏاريو.

شڪريه آدائي ڪريون اوهانجي،
شيوا جهجهائي ڪريون اوهانجي.
آس اِها هروار ووٽرا! شڪريه ....

هاڻي فرض اسين پڻ پاليون،
پنهنجا نازڪ سوال سنڀاليون.
اهو اسان تي بار ووٽرا! شڪريه ...

## عام ڀلي لاءِ ووٽ!

عام ڀلي جي لاءِ ورنرا! ووٽ ڏجو،
ووٽ ڏجو اوهين ووٽ ڏجو. عام ڀلي ....

شهر جي ڏک سک جا ساٿي!
اُٿو اوهانکي ويو ڇا ٿي؟
ڀلي بُري ۾ جي ڄاڻ رکو،
وڃو نہ ڀلجي ڏسي ڏکو.

ووٽ ڏيڻ جي وقت ورنرا! سوچ ڪجو،
ويچار ڪجو، اوهين پنهنجو پاڻ سان سچا ٿجو.
عام ڀلي جي لاءِ ورنرا! ووٽ ڏجو.

ڪانگريس جي قرباني،
ڀُلندا ڪيئن هندستاني؟
سر ڏيئي جن سار لڌي،
ملڪ جي طاقت ڏار وڌي.

راهه ڏيڻ ۾ رياءُ نہ ڪو ورنر رکجو،
آچار ڪجو، نڪي ڀڄُ يا ڀرم وس ٿي ڀلجو.
عام ڀلي لاءِ ....

شهر جي حالت ڪيئن سڌري،
جيسين ڪا خود غرضي نڪري.
هلنديءَ وارن جي اون،
ميمبر صاحب رکندا چونه!
وٽ ڏيڻ جي مهل آڏو ويجهي، گڏجو،
انڪار ڪجو، ادا ناڻي وارن کان بچجو.
عام ڀلي لاءِ....

خود مطلب ميمبر جو حال،
گڏهه رکپال.
جؤ ڊيري دوکو،
ناڻي وارن جو ڪندو کوکو.
اڄ نه سپاڻي ڏسجو،
'دڪايل' ناڻو، شيوا-ڏن
ناهه پيئيون پرجو.
اقرار ڪجو، پاڻو پاڻ وچي
عام ڀلي لاءِ....

## سپنو

ڏٺو هڪڙو اُميدوار،
سپني ۾ رات مون
ووٽن جو جنهن شمار
تارا ڳڻيندي ٿئي ڪيو
قلب کي قرار
نيڻن ۾ ننڊ ڪين هيس
ڏٺو ڏاڍو انتظار
ڪرسيءَ جو يار کي ٿئي

عرمي

ڪي سالينءَ جا سنواريا ۽ ڏين ٿا ڪليو جو
هن چوند ميمبرن جو ڪيو آ مٽو خرا

٢

سوالن پڇڻ سان ڪن ٿا ڪي ميمبر جونڪ ۾ د
هيڏن ورهين ۾ ڪهڙو ڪيو عام جو تو ڪم
جيڪو شهر جا هيئن وجي پئسا ڪندو هضم
ڪنهن جي ڪنداسين هيل اسين ميمبري ختم
ووٽر به ميمبرن کان گهرن ٿا ته ڏيو حساب،
هن چوند ميمبرن جو ڪيو آ مٽو خراب.

٣

سنيرون نه هيڏي عرمي ۾ ڪالي ٽڪس گهٽي،
ليڪن وڏي ٿي روز نئين سج نئين چٽي.
اڄ ڪاهه ڪٽي سا آهه اگين شهر جي ڪٽي،
ٽڪسون غريب ڏين ٿا پڏي پيٽ کي پٽي!
پيڙهن تو پنهنجي شهر کي چالو وڏو ثواب،
هن چوند ميمبرن جو ڪيو آ مٽو خراب.

زندن جا گيت ١٩٣٦ ۽ ١٩٤٦

وِوتـر هـاڻـي جـاڳيـا آهـن،
کين اَچا اُهي ساڳيا آهن،
هضم ڪري هڙحال، ڪندا وچي ووٽ سجايو،
پاڻ ملهايو - نيهن نڀايو، شهر سان ....
ڪانگريس جــا سيوا ڌاري،
آهن هــر ڪنهن جا هِتڪاري،
عام پڇي جو خيال، رکي ووٽ تَنِ ورسايو،
پاڻ ملهايو - نيهن نڀايو، شهر سان ....
آهــہ سڌاري جــو هي حيلو،
ووٽ سُکن جــو جـاڻ وسيلو،
ٿيندو ديس نهال، دکايل! دير نہ لايو،
پاڻ ملهايو - نيهن نڀايو، شهر سان ...

## چوندن جو چهچٽو

اج ڪنهن اُميدوار جو هڪ ڪم ڪندڙ ماڻ
ويچارو رات هــو نــہ پهر اڌ ڪــو آهي
احوال ڏيندي، ڏيندي پڇي ڏاڍو گهڻو ڪ
چيائين دلاسو ڏين ٿا، مگر ڏين ٿا بيءِ د

## ووٽر پاڻ ملهايو

أدا! ووٽرا پاڻ ملهايو،
اِهو ووٽ چڱي ڪم لايو، لايو-
أدا ووٽر پاڻ ملهايو ....
أدا ووٽرا ڏجو ووٽ امانت ڄاڻي،
ووٽ ڏيڻ جي مهل- ڪجو ياد تهل.
پنهنجو خادم ڪين وسارجو- أدا ووٽرا! ....
أدا ووٽر! نڪي ايندو ڪاڏيون موٽر،
پيرين پنڌ اچجو- اچي ووٽ ڏجو.
اِهو قول پيارل پاڙجو- أدا ووٽرا! ....
أدا ووٽر! أدا ووٽر ڪجهه، ويچارو،
اهڙي راهه هلو- جنهن مان ٿئي ڪو ڀلو.
مٿي ملڪ جو دک سک سارجو- أدا ووٽرا! ....
أدا ووٽر! آهي ووٽ، سگهور و راڄا،
نڪي ڪٽ ڪٽبو، نڪي ملهه مٽبو.
ويهي ڪا نه ڳهڙي ويچارجو- أدا ووٽرا! ....
أدا ووٽر! مٿان پوري (بلبل) وانگر پلجي،
پيتيءَ ۾ لي لهي، ٿٿڪو نه وڃي.
اهو ڏيان دکايل ! ڌارجو- أدا ووٽرا! ....

ونئر هاڻي جاڳيا آهن.
ڪين اڃا اُهي ساڳيا آهن.
هضم ڪري هڙ حال، ڪندا وڃي ووٽ سجايو،
پاڻ ملهايو- نيهن نڀايو. شهر سان ....
ڪانگريس جا سيوادارِي،
آهن هر ڪنهن جا هتڪاري.
عام ڀلائي جو خيال، رکي ووٽ تَنِ ورسايو،
پاڻ ملهايو- نيهن نڀايو. شهر سان ....
آهه سڌاري جو هي حيلو،
ووٽ سُکن جو جاڻ وسيلو.
ٿيندو ديس نهال، دکايل! دير نہ لايو،
پاڻ ملهايو- نيهن نڀايو. شهر سان ...

## چوندن جو ڇهڙو

اڄ ڪنهن اُميدوار جو هڪ ڪم ڪندڙ مايو،
ويچارو رات هو نہ ٻهر اڌ ڪو آهليو.
احوال ڏيندي، ڏيندي ڀڳي ڏاڍو گهڻو ڪايو؛
چيائين دلاسو ڏين ٿا، مگر ڏين ٿا بيدليو.

...دا ٿيا اڄ غريب جا كيڏا خوشامدي،
...اٽان ٿو آءُ بہ آهہ كرامات ووٽ جي،
...اٽي كٿي لكي ٿو هي چونڊن جو معاملو،
...ميمبر كان وڌ ماي ويو ووٽر كي مرتبو.

٤

كنهن كي دلاسو ٿو ماي مفتي وكيل جو،
كم راس مفت ٿئي ٿو كٿي اڄ اصيل جو.
كنهن كي ماي ٿو آسرو پئسي سبيل جو،
پر اڄ زمانو آهہ دكايل دليل جو.
ووٽر بہ ميمبرن جو سپاٽي ويا مٿو،
ميمبر كان وڌ ماي ويو ووٽر كي مرتبو

٥

آخر چيس مون نيٺ آدا تنهنجو چاهي خيال
تنهن ڏي كاي چيائين هي كهڙو پڇين ٿو سوال
كهڙو اسان كان آهہ ڳجهو ميمبرن جو حا...
ڏيندس مان ووٽ تنهنكي، پلائي ٿي جيكا پا...
هركنهن كي ياد نانءُ آ اڄ كانگريس
ميمبر كان وڌ ماي ويو ووٽر كي مر...

## ووٽر سان گفتگو

منهنجي ٿيءَ ڪالهہ رات ڪنهن ووٽر سان گفت
جنهن جو اوچانڪي ڏيانٿو ڏي احوال ڏئي
مرڪي چيائين اڄ ادا! ناحيون اڳيان مڃ
ميمبر ڪان اڄ مٿي آهي ووٽر جي آبرو
وڃي جنهن مونکي ڏيٺيون سٺايو سچو ٿيو،
ميمبر ڪـان وڌ ملي ويـو ووٽـر کي مرتبو!

٢

ڪو تو اچي ڏي زور سان ناڪ جي منت پاس،
آئي توڏي ڪوري ڳيڙي وسڪي جي پٽنت خاص.
ڪوتوڏي آسرا تہ ڪندس تنهنجو ڪم مان راس،
هيڪرتون ووٽ ڏيڻ جي رڳو مون سان باس باس.
ڪيڏانهن ويو اڄ اهو اڳيون ديواني دبدبو،
ميمبر ڪـان وڌ ملي ويـو ووٽر کـي مرتبو.

٣

و توچري ڪندس تنهنجي پوٽي جي معاف في،
د تو منهنجي سڪيلڏي پٽ کي ڏي نوڪري.

يدا ٿيا اڄ غريب جا ڪيڏا خوشامدي،
جاٽان ٿو آءٌ بہ آهہ ڪرامات ووٽ جي۔
هاٽي ڪٿي لکي ٿو هي چونڊن جو معاملو،
ميمبر ڪان وڏ ماي ويو ووٽر ڪي مرتبو۔

٤

ڪنهن کي دلاسو ٿو ماي مفتي وڪيل جو،
ڪم راس مفت ٿئي ٿو ڪٿي اڄ اصيل جو۔
ڪنهن کي ماي ٿو آسرو پئسي سبيل جو،
پر اڄ زمانو آهہ دڪايل دليل جو۔
ووٽر بہ ميمبرن جو سڃاڻي ويا مٿو،
ميمبر کان وڏ ماي ويو ووٽر کي مرتبو

٥

آخر چيس ڪن نيٺ آدا تنهنجو ڇاهي خيال
تنهن ٿي ڪاي چيائين هي کهڙو پڇين ٿو سوال
کهڙو اسان کان آهہ ڳجهو ميمبرن جو حال
ڏيندس ڪان ووٽ تنهنکي، ڀلائي ٿي جيڪا پال
هرڪنهن کي ياد نانءُ آ اڄ ڪانگريس جو
ميمبر کان وڏ ماي ويو ووٽر کي مرتبو

قومي ل

جنهن ميمبر جي ٺٺي اک ميري،
ملڪ جو تنهن کي سمجهو ويري،
ٻـڌرو آ پـرماڻ ووٽـرا موٽين ڪان ....

ڪانگريس جي نيتي ٻڌري،
آهـ سـدا سيـوا لءِ اڳـري،
اَيـرن جي اڳـواڻ ووٽـرا موٽين ڪان ....

ڏرم ڏانهن پاڻهي ووٽر ڏڪجي،
چقمـق وانـگـر ايـنـدا چڪجي،
جهلي نہ سگهندا پاڻ ووٽرا موٽين ڪان ....

پنهنجو شخصي نئعو وسـاري،
ووٽ ڏجو ووٽـــر ويچاري،
مائجو ٻـورو مـاڻ ووٽرا موٽين ڪان ....

ووٽ نہ رکجو تنهن ڪان وانجو،
جيڪا دکايل! ڪـري اسانجو،
ڪانگـريس ڪلياڻ ووٽرا موٽين ڪان ....

وتندن جا گيت ١٩٣٦ ۽ ١٩٤٦

## ڪانگريس فرمان

ڪانگريس فرمايو، جنهن ڪانگريس فرمايو،
اوهين ووٽ اُنيءَ ڪم لايو، جنهن ڪم لايو ...
ووٽ اُنيءَ ڪم لايو ...
ميونسپل ۾ مطلب وارا، ڪندا وڃي ڪهڙا آڪارا،
مفت نه ووٽ وڃايو، اوهين مفت نه ووٽ وڃايو.
آهه خوشامد جنهن جو ڌندو، لب لالچ تي ٽڪي جو انڌو،
تنهن کان پاڻ بچايو اوهين ووٽ چڱي ڪم لايو.
ڪانگريس جا سچا سپاهي، ڪئي وطن سان جن همراهي،
ووٽ ڏنهي ورسايو. اوهين ووٽ ...
ملڪ جو جن کي اونو آهي اسيمبليءَ ڏي ويندا ڪاهي،
ڪندا سي ووٽ سڄايو. اوهين ووٽ ...
خوف نه جن کي آهي ڪنهنجو ووٽ اُنهن کي ڏيئي پنهنجو،
ووٽر پاڻ ملهايو. اوهين ووٽ ...
ووٽ نه تنهنجو منهنجو ورثو،
ووٽ امانت جاڻي هرڪو.
سياڻن هي سمجهايو. اوهين ووٽ ...
ڪانگريس ڪاميٽيءَ وارن ملڪ جي اعليٰ مدبرن،
ڏنو دکايل رايو. اوهين ووٽ ...

## ووٽ ڏيو حقدارن کي

ڏجو ووٽ حقي حقدارن کي،
حق پليءِ وجهو حق وارن کي.
اِهو گانڌيءَ جو فرمان آئو،
اِهو جوهر جو اعلان آئو،
اِهو ملڪ سڄي جو مان آئو،
ڏجو مُهٽ مٽن مهندارن کي. ڏجو ووٽ ....

ڪيئي جوان وڃي پيا جيلن ۾،
دکي ديس جي خاطر ويلن ۾،
وڏي ناز جا پاليل نيلن ۾،
ڪجو ياد وطن جي يارن کي. ڏجو ووٽ ....

ڏيئي ووٽ وطن آزاد ڪجو،
پنهن جو ملڪ مٺو آباد ڪجو،
دکي ديس جو دادل! داد ڪجو،
ٻري ڪين ڪجو پنهنجي پيارن کي. ڏجو ووٽ....

اهو ووٽ امانت وِيرن جي،
نکي ملڪيت آهه اَميرن جي،
اِها آس آ قومي ڦيرن جي،
ڪين ڏسجو ناٿي وارن کي. ڏجو ووٽ ....

اوهين ياد وطن جو قرض ڪجو،
پنهنجو پورو دڪايل فرض ڪجو،
ڏجو پاڻ ۽ پين کي عرض ڪجو،
ماي سوڀ سچن سردارن کي. ڏجو ووٽ ....

## موتين کان مهانگو ووٽ

ووٽ جو قدر سڃاڻ ووٽرا!
موتين کان ٿي ووٽ مهانگو. ووٽ جو ....
ووٽ اَٿئي آواز اندر جو،
ووٽ وسيلو جيون پر جو،
گانڌيءَ جو فرماڻ ووٽرا! موتين کان ....
ووٽ وَرن وَکرن کان آجو،
ووٽ تنهنجو منهنجو ڇا جو؟
ووٽ کي قاضي ڄاڻ ووٽرا! موتين کان ....
ووٽ مليءَ پر سيوا ڪارڻ،
ووٽ جي معنيٰ پاڻ تي پاڙڻ،
ووٽ ڏکن جو ڏاڻ ووٽرا! موتين کان ....

جا سؤر سهڻ لءِ اڇا تيار ڪانگريس ،
آهي اوهانجي ووٽ جي حقدار ڪانگريس .

٥

حامل ٿيو ووٽ جيل جي ڳؤرين ڇڪين منجهان،
آواز عام راءِ جو پٽري پتين منجهان،
قيدن جي ڪشٽ مان ٿيو،لوڙهين لنين منجهان ،
يارت جي بيش قيمتي قربانين منجهان،
هن عام راءِ جي آهي مختيار ڪانگريس،
آهي اوهانجي ووٽ جي حقدار ڪانگريس .

٦

لالچ يا خوشامد تي لڳي ووٽ جي ڏيندا ،
ورثي ۾ غلامي پنهنجي پوين لءِ ڇڏيندا ،
خود غرض رڳو پنهنجو وجي پاڻ پريندا ،
ڏيو ووٽ اُنهن کي جي وجي ملڪ اڏيندا ،
جا ديس 'دڪايل' سان وفادار ڪانگريس،
آهي اوهانجي ووٽ جي حقدار ڪانگريس .

## ادا ووٽر

ديس وارن جي ڏکي ڏانهن اُنائڻ وڃجانءِ،
ووٽ جي مهل اٿيئي پاڻ ماهائڻ وڃجانءِ.
عام اُپکار جو ويچار رکي پاءِ ووٽر!
ملڪ منڙي سان پلا پال پلائڻ وڃجانءِ.
چاڪوچانديءَ جو ڏسيءَ چاهه م ٿنج ڪين چريو،
لوبهه ۾ پاڻ ٻڌي پيا نه ٻڌائڻ وڃجانءِ.
پَٽ هي دارونءَ جو ٻرو، ڏرم وڃائي ٿو رکي،
خاص محفل ۾ مٿن چاپ نه ڪائڻ وڃجانءِ.
جاڻي لوڀي هجي نوڪيءَ جا اُڏي پوُن پارنهن،
تون نه لالچ ني لڳي پاڻ لڄائڻ وڃجانءِ.
ڪنهن سان نيبهه نه رهيو آهه سدا هي ناٽو،
مرگهه ترشنا پويان نڪي پاڻ پلائڻ وڃجانءِ.
آهه لالچ لڄي جنهن لوڪ اُڄائي ماريا،
اهڙي ڏائڻ ڪان نه تون پاڻ ڏنگائڻ وڃجانءِ.
گنج چاليهه جنهن ميڙيا، تنهن هو قارون چا ڪنيون؟
ڪين دولت جي پٺيان ڌرم وڃائڻ وڃجانءِ.
ڪوٽ واريءَ جا اَڏيندين هي دکايل! ڪيسين؟
جيڪي رهڻو ناهي تنهن سان نه رهائڻ وڃجانءِ.

## حقدار ڪانگريس

آهي اوهانجي ووٽ جي حقدار ڪانگريس،
هند جو گهري ٿي هند تي اختيار ڪانگريس.

۱

تنگ آيو جڏهن ملڪ حڪومت جي بار کان،
هن زور، ظلم، ڏاڍ کان وحشت جي بار کان،
هن طوق غلاميءَ کان مصيبت جي بار کان،
ڌارين جي جڏي راڄ جي زحمت جي بار کان،
ڀارت کي ڪيو اهڙي سمي تيار ڪانگريس،
آهي اوهانجي ووٽ جي حقدار ڪانگريس.

۲

...دارين جي حڪومت سان ٿيو دولت جو خاتمو،
...اخلاص جو، اتحاد جو، عزت جو خاتمو،
...جوانن جي جوانمردي ۽ جرات جو خاتمو،
...غيرت نہ رهي هاڻ ٿيو غيرت جو خاتمو،
غفلت مان ڪيو جنهن اچي بيدار ڪانگريس،
آهي اوهانجي ووٽ جي حقدار ڪانگريس.

۳

...جنهن جو ئي آهہ واسطو سوراج سان سدو،
...هڏڙين جو پاڻ ڪيٺ سڌارن ۾ جنهن وڏو،
...جنهن خون دل جو ماهہ ڏئي سنمان ڪي گڏو،
...سختيون سهي ڪيو ذرا سرڪار کي سڌو،
...اڳواڻ سائي ملڪ جي مهندار ڪانگريس،
آهي اوهانجي ووٽ جي حقدار ڪانگريس.

۴

...جا بي فلڪ لڙي ٿئي بهادر ٿي بي دپو،
...ڪوري ۾ باهہ جي ڏئي سوراج لۓ تپو...
...جنهن جائداد ٿي سنو ضبطين سندو نپو...
...جنهن جي هر سر ٿي بار مصيبت سندو جهپ...

ڀارت سرڪار هندستان کي پرانتڪ خود مختيار
ڏيڻي ۱۹۳٦ع ۾ سڄي هندستان ۾ بالغن جي ووٽ
جي آڌار تي عام چونڊون ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو.
لارڊ ولنگڊن سمجهيو ته اُٽويهه سوَ ٻٽيهن واريءَ
هلچل ڪانپوءِ ڪانگريس ختم ٿي ويئي آهي. انهيءَ
ڪري ته ٽڪڙ ۾ پرانتڪ اسيمبلي چونڊون ٽوڙي
مرڪز ۾ پارليامينٽ (هند اسيمبلي) چونڊون ڪرڻ
جو اعلان ڪيو. ڪانگريس فيصلو ڪيو ته انهن چونڊن
۾ انگريز سرڪار سان مقابلو ڪيو ويندو. چونڊن
جي نتيجي ڏيکاريو ته گهٽو ڪري سيني پرانتن ۾
ڪانگريس کي گهٽائي ملي. سواءِ پنجاب ۽ سنڌ
ٽوڙي بينگال جي. پر انهن ٽن پرانتن ۾ به ڪانگر

آيا. وائسراءِ
ـوڙي قوم پرست گهٽبيٽي چوندجي
الرڊ ولنگڊن لاچار ٿي ڪانگريس کي اُنهن پرانتن ۾
وزرائون ناهڻ لاءِ ڪوٺ ڪئي، جن ۾ هو گهڻائيءَ
۾ چوندجي آيا هئا. ڪانگريس انهيءَ شرط تي وزرائون
ناهڻ قبول ڪيون ته سندن روزمره جي ڪم ۾ ڪوبه
گورنر دستندازي نه ڪندو. ١٩٣٩ع ۾ بي مهاڀاري يڌ
شروع ٿي ويئي ۽ ڪانگريس پرڳڻن جا وزير استعفائون
ڏيئي وزيريءَ جون ڪرسيون ڇڏي آيا، ڇو ته انگريز
سرڪار ڇڏهن هندستان کي بنا ملڪ جي صلاح دنيا
جي لڙائيءَ ۾ شامل ڪيو ته سڄي ديش ۾ ناراضگي
پيدا ٿي ۽ ائين ڪانگريسي وزير آخر ١٩۴٠ع شخصي
ستياگره ڪري وچي جيلن ۾ باند ٿيا.

قومي للڪار

جڏهن ملڪ جاتي غلامي ۾ري،
رهي ڪين رعيت سندي پروري،
نڪا عدل انصاف جي بهتري،
تڏهن ڪنهن اسانجي ڪئي رهبري؟
ڪانگريس، ڪانگريس ....

ڪيو ديس کي ڪنهن ڀلا بي ڊپو،
دنيا ۾ سندس شان اوچو رکيو،
ڪنهنجي تاب طاقت جو ڏئنڪو وڳو،
جُهلايو ڪنهن آزاديءَ جو جهنڊو؟
ڪانگريس، ڪانگريس ....

جئين چين تي چين واسين جو راڄ،
۽ آهي جپان تي جپانين جو راڄ،
خود انگلنڊتي انگريزي ماڻهن جوراڄ؛
جيو ڪنهن ڪبي ٿيئن نہ ڌارين جوراڄ؟
ڪانگريس، ڪانگريس ....

کانگريس جي گولڊن جبلي

منجهيل ڇو رهو ذات ۽ پات ۾،
گهڙو قوميت جي گڏيل نيات ۾،
هندي هندواسي ٿيو هربات ۾،
اچو ملڪ جي پورج پڻچات ۾.
کانگريس، کانگريس ....

هجي شال قائم ۽ آباد سا،
غلاميءَ جي گهانگهي کان آزاد سا،
دکايل! چوايو زندھ باد سا،
رهي سوني جبليءَ سان شل ياد سا.
کانگريس، کانگريس ....

جڏهن ملڪ ڇاتي غلامي پري،
رهي ڪين رعيت سندي پروري،
نڪا عدل انصاف جي بهتري،
تڏهن ڪنهن اسانجي ڪئي رهبري؟
ڪانگريس، ڪانگريس ....

ڪيو ديس کي ڪنهن پلا بي ڊپو،
دنيا ۾ سندس شان اوچو رکيو،
ڪنهنجي تاب طاقت جو ڏنڪو وڳو،
جُهليو ڪنهن آزادگيءَ جو جهنڊو؟
ڪانگريس، ڪانگريس ....

جتين چين تي چين واسين جو راڄ،
۽ آهي جپان تي جپانين جو راڄ،
خود انگلنڊ تي انگريزي ماڻهن جو راڄ؛
ڇيو ڪنهن ڪيي ٿيڻ نہ ڌارين جو راڄ؟
ڪانگريس، ڪانگريس ....

کانگريس جي گولڊن جبلي

منجهيل ڇو رهو ذات ۽ پات ۾،
گهڙو قوميت جي گڏيل نيات ۾،
هندي هندواسي ٿيو هر بات ۾،
اڇو ملڪ جي پوج پڻنچات ۾.
کانگريس، کانگريس ....

هجي شال قائم ۽ آباد سا،
غلاميءَ جي گهانگهي کان آزاد سا،
دکايل! چوايو زندهہ باد سا،
رهي سوني جبليءَ سان شل ياد سا.
کانگريس، کانگريس ....

۱۹۳۵ ۾ ڪانگريس جي سوني جبلي ملهائڻ لاءِ
سڄي ديش ۾ هڪ اُمنگ جي لهر پيدا ٿي. سنڌ
پرانت به هن ميلي ملهائڻ ۾ پوئتي ڪين پيو. ۱۹۳۲
واريءَ هلچل ڪانپوءِ ملڪ ۾ مايوسي ڦهلجي ويئي
هئي. انهيءَ مايوسيءَ منجهان ڪڍڻ لاءِ، ديش جي
نيتائن، ڀارت جي هن قومي جماعت جي سوني جبلي
ملهائڻ جو اعلان ڪيو. ملڪ جي هر ننڍي وڏي شهر
۽ ڳوٺ ۾ ڪانگريس جي سوني جبلي ملهائي ويئي
۽ ائين وري ٿڪل ٽوڙي نراس ستياگرهين ۾ نئون
ساهه ڦوڪيو ويو، جنهن جو نتيجو اِهو نڪتو جو ۱۹۳۶
۾ ٿيل اسيمبلين جي چونڊن ۾ ڪانگريس جي
شاندار سوڀ ٿي ۽ چند پرانتن کي ڇڏي، باقي پوري
ملڪ ۾ ڪانگريس وزارتون کڙيون ڪيون ويئون.
انهيءَ جبليءَ جي موقعي تي هيٺيون گيت

# ڪانگريس

ڪانگريس، ڪانگريس، ڪانگريس،
ڪانگريس، ڪانگريس، آهه زاري وڏي،
جڏهن ملڪ ۾ بيقراري وڏي،
دکي هند جي غداري وڏي،
مفلسي، غريبي، پياري وڏي.
مدد لۓ مصيبت ۾ ڪانگريس ....
ڪانگريس، ڪانگريس

جڏهن لوڀ لالچ کان لاچار ٿي،
آنياچار لۓ تيار سرڪار ٿي،
چڏي فرض غرض ۾ گينوار ٿي،
تڏهن مفلسن جي مددگار ٿي.
ڪانگريس، ڪانگريس ...

٢

ڦلواڙي وطن جي ڦولي،
ڦلواڙي وطن جي ڦولي.
بلبل، مور، پپيها پولن،
ڇهنب چٽون ۽ چِيها کولن.
سرگم جا پنج سر ملائن،
سا...گم...م...د...ني...سا، ڳائن.
آئي چمن ۾ بهار آزادي،
هر گل مستيءَ ۾ جهولي.
ڦلواڙي وطن جي ڦولي.

## قربانيءَ جي جوالا

قربانيءَ جي جوالا ڀڙڪي،
قربانيءَ جي جوالا.
آزاديءَ جي اگن ڪُنڊَ ۾،
گهرجي پراڻن جي آهوڙي، آهوڙي پراڻن جي.
انگ انگ هومِ، سريرڪٺائي،
پيٽا ڏي تن من جي، ڏي پيٽا تن من جي.

قومي جهنڊو ۽ آزاديءَ جو اعلان ٢٦ جنوري

يگيه سڦل ٿيندو، جننيءَ جا،
ڪٽبا ڪشٽ ڪشالا.
قربانيءَ جي جوالا ڀڙڪي،
قربانيءَ جي جوالا.
قربانيءَ جي ڪالي آئي،
قربانيءَ جي ڪالي.
پياسڻ آئي پياس ٻُجهائڻ،
آس رکي متوالي.
رت پنهنجي سان ٺارڪري ڏي،
ديويءَ کي پُر پيالي.
رت سان آزادي ديپڪ جي،
جڳندي جوت جلالي.
قربانيءَ جي ڪالي آئي،
قربانيءَ جي ڪالي.

## آزاديءَ جو وار

آزاديءَ جو وار ملهايون،
آزاديءَ جو وار.
ننيڙا وڏڙا ٻار ملهايون،
آزاديءَ جو وار.
ديس اسانجو باندي آهي،
ديس اسانجو ٻانديءَ،
روز پڪاري ديس دلارو،
هند جو رهبر گانڌي.
بند غلاميءَ توڙڻ خاطر،
چرخو آهي هٿيار.
آزاديءَ جو وار ملهايون ....
ڌارين جي ٿي داسي ڳهاري،
ڌارين جي ٿي داسي.
مرمِ اِنهيءَ کان آهي مٺڙي،
ڀارت مات اُداسي.
هوندي جا اولاد، جڳت ۾،
ٿئي ٿي روز خوار.
آزاديءَ جو وار ملهايون ....

پائر پيئر قول ڪريون اڄ،
پائر پيئر قول.
ديس، دکايل، شاد ڪنداسين،
پاڙينداسين پول.
يا مرنداسين، يا ٿينداسين،
ملڪ جا خود مختيار.
آزاديءَ جو وار ماهيون ...

## بهار ۽ جوت

آزاديءَ جي جوت ٻري،
روشن ديش جي ڪنڊ ڪنڊ ٿئي،
انڌوڪار ٽري.
آزاديءَ جي جوت ٻري.
طوفان اچن، ٻجليون ڪڙڪن،
ڀل برفون وسن، درياهه اُٿلن،
وڃهه وِکَ اڳتي همت ذري،
آزاديءَ جي جوت ٻري.

هن هندوري هند ۾ جيسين لُڏي ڪو لعل ٿو،
تيسين سهندو ڪيئن ڀلا اپمان هي قومي جهنڊو؟
نيٺ ٻهڇائيندو اوچي، آدرش جي چوٽ تي،
ڀر مرادن سان ڪندو دامان هي قومي جهنڊو.
جيسين سج ۾ سوجهرو ۽ چنڊ ۾ چمڪاٽ آهه،
تيسين تئل قائم رکي طومان هي قومي جهنڊو.

## آزاديءَ جو اعلان

( ٢٦ جنوري )

نوجوانو! جنگ آزاديءَ سندو اعلان ٿيو،
قرب مان ڪڏندا اچي ايءَ ڪونڌ اڄ قربان ٿيو.
ملڪ ماتا جي محبت جي ڪهي ٿي ٿابتي،
بس ڪرڻ قربان پنهنجي ديس تان جند جان ٿيو.
ٿا ڪپن سورهيه ستياگرهي لکين تعداد ۾،
آهه ڀارت اڄ اهنسا-جنگ جو ميدان ٿيو.
بم بندوقن ۽ هوابازن جهازن جي اڳيان،
ٻن هٿيارن ۽ ڀنوهارن دوُبدوُ انسان ٿيو!
جي مُٺين تان سرگهه مائٽيندين، ڪٿيءَ آزادگي،
آهه ارجن واسطي گيتا اندر هي گيان ٿيو.

## آزادي ڏينهن

( ٢٦ جنوري )

آزاديءَ جو ڏينهن سڀاڳو،
ڀارت واسي جاڳو،
جاڳو! هند نواسي جاڳو!

ٻرهه ڦٽيءَ جون ٻاڪون نڪتيون،
دور ٿيو انڌڪار.
آزاديءَ جي آشا وارو،
سورج ٿيو نروار.

همت جاڳي مستي جاڳي،
ديس ستل جي هستي جاڳي،
جاڳي ملڪ جو شانُ.

پنهنجي وطن ۾ شال پڌاري،
ڀارت جو ڀڳوان.

جاڳو جاڳو ديس نواسي،
ننڊ نڀاڳي نڀاڳيو،
جاڳو! ڀارت واسي جاڳو.

## گيڙوءَ رتو قومي جهنڊو

آهه ڳاڙهي جي عيوض گيڙوءَ رتو قومي جهنڊو،
رنگ خونيءَ مان بڻيو صوفي سچو قومي جهنڊو.
ڪيئن ڦري ڳاڙهي منجهان آخر اچي هي رنگ ٿيو،
ٿـو بتائي ايڪتائيءَ جـو متو قومي جهنڊو.
ناهه هرگز رنگ گيڙو خاص ڪنهن هڪ قوم جو،
پر هندين سيني جو هاڻي ٿيو يڪو قومي جهنڊو.
سر تي هي سنياس ڌاري وير ويراڳي بڻيو،
دل تي ڏڪتا جو نہ ڌاري داغ ٿو قومي جهنڊو.
پـرت مـان ڀري پوتر ۽ صفا سادو لباس،
آهه قائـل ٿيو اهنسا ڌرم جـو قومي جهنڊو.

آزاديءَ جو اعلان ٢٦ جنوري

مي جهنڊو ۽ آزاديءَ جو اعلان ٢٦ جنوري

...مي جهنڊو ۽ آزاديءَ هن ڏکيا پيگوا لٽا،
...يس پيڻيءَ جي برهه ۾ هن ڏکيا پيگوا لٽا،
...هـ آزادي تپسيا ۾ پـڪـو قـومي جهنڊو.
...ائـت جـو اهڃاڻ سالم آهـ ساڳيو جان ني،
...جنهن سان ٿي سوراج ماڻي مرڪندو قومي جهنڊو.
...رنگ نئين آندو دڪايل! جيئن جهنڊي ۾ انقلاب،
نيئن حڪومت جو نئون چرخو ڪندو قومي جهنڊو.

## اعلان هي قومي جهنڊو

آهـ آزاديءَ سندو اعـلان هـي قومي جهنڊو...
قوم هندستان جو جند جان هي قومي جهنڊو...
آرزو آزادگـيءَ ۾ پـاڙ جنهن پختي هنئي...
آهه ڀارت ديس جي لءِ شان هي قومي جهنڊو...
جنهنجي سايہ هيٺ هڪ ٿيون مختلف جاتيون ماي...
آهہ سو ميلاپ جو، نيشان هـي قومي جهنڊ...
بل رکي اَسي ڪروڙن جـي پڃائن جو وڏ...
مَرڻ ماري مرڪندي ميدان هي قومي جهنڊ...

يارٽ جي قومي جهنڊي جو اِتهاس ڏيڪاري ٿو
تہ، جهنڊي ۾ وقت بوقت تبديل ٿيندي رهي آهي.
جنهن وقت مهاتما گانڌي هندستان جي آزاديءَ جي
يڌ جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ جهليون، تڏهن هن
قومي جهنڊي کي يارٽ جي مکيہ جاتين جي نشان طور
ڳاڙهي، سائي ۽ اڇي رنگ سان رڱيو ۽ مٿس چرخي
جو نشان چٽيو. پر پوءِ تجربي ڏيکاريو تہ جي هي
جهنڊو جاتيوار عيوضيپڻي جو نيشان ٿي رهيو، تہ
اڳتي هلي، شايد جهنڊي جي رنگن جي ڦيرڦار بابت
وڏيون مشڪلاتون پيدا ٿين. انهيءَ ڪري گانڌيجيءَ
دورانديشي ڪري بروقت قومي جهنڊي کي سچي
وميت جو رنگ ڏنو. هن ڳاڙهي رنگ جي جاءِ تي

٢٦ جنوري جو اعلان آزاديءَ جو

قومي جهنڊو ۽ آزاديءَ جو ٽئين رنگن کي ٽئين معنيٰ ڏني.
گيڙو رنگ آندو ۽ ٽنهي رنگن ڪي قربانيءَ جي نشاني ۽
هن چيو ته ”گيڙو رنگ آهي قربانيءَ جي نشاني - سائي
اڇو رنگ آهي پوترتا يا پاڪيزگيءَ جي نشاني ۽ آسودگيءَ
رنگ لاءِ چيائين ته اها نشاني آهي آباديءَ ۽ پوترتا ۽
جي. يعني ڀارت جو قومي جهنڊو قرباني، ليڪيل آهي
آباديءَ جو نشان آهي، جنهن مٿان وري گرام اد يوگ
پاڻ ئي پاڙڻ جي نشاني چرخو يعني جهنڊي جا رنگ
ليڪن هندستان جي آزاديءَ ڪانپوءِ جهنڊي اشوڪ چڪ
نه ساڳيا رکيا ويا پر چرخي جي بدران مٿس ’اشوڪ چڪ
آندو ويو. جنهن جي معنيٰ سمجهائي ويئي - شانتي
جو نشان. قربانيءَ ۾ سچائي يا پوترتا سان
آسودگي، جيڪا قائم رکي سگهبي شانتيءَ س
هيئيون گيت جهنڊي ۾ ڪيل مٿئين ڦيرڦار
جوڙيو ويو.

### امرتي ڦل

سر ڪي سورهيہ ڏريءَ تي آءَ ڏون،
امرتي آزاديءَ ڦل ڪاءِ ڏون.

### قومي جهنڊو

نوجوانو! جان جيسين جان ۾،
قوم جو جهنڊو رهي نيشان ۾،
نوجوانو! آهہ هي سهڻو سمو،
بس غلاميءَ جو آ ڪرڻو خاتمو.

### سبق

ڏارين ڪي پل اي ادا! پنهنجا پالي، پال،
آهي تنهنجي آسري، جنجي سار سنڀال،
پنهنجا مارين پين لءِ تنهنجي عجب چال،
راتيان ڏينهان رڙندي پائر ٿيا بي حال،
ٻهچن ٿا پاتال ڳوڙها ڳڙندي تن جا.

---

بار ٻاٽيءَ ۾ جڏهن ظاهر ڏسي ٿو ماهتاب،
ٻن هٿن سان جهلڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ٻي حساب.

وهڙو: بابلا! اڄ ٻکين پريو گهڙ،
ٻکيا آهيون ٻاجهه ڏس جام وهائي جڙ.
ٻاڏائن ٿا ٻارڙا پونگا ڌهي ٻڙ،
ٿين پيا منٿري ماڪ جا اڄ پونگا ڌهي ٻڙ.
پنهنجا ماري هٿ سان تون پالين وينو پڙ.
جاٺي واٺي در، ٿو پٽين پراون لڙ.

٢

پين جي چنتا ٻن وجهي پنهنجا اُٺ تون پال
آهي تنهنجي آسري اڄ جنجي سار سنڀال
چونه دنيا حيران ٿئي ڏسي تنهنجا خيال
ٽڙڪي ٽڙڪي ٻُڪ ڪنان ڏس پائر ٿيا بي حال
پهچن ٿا پاتال، الّا! گوڙها گڙندي جن

## قومي جهنڊو

جيسين سج سنسار اندر چمڪندو،
تيسين شل قائم رهي قومي جهنڊو.

## پرولي

ڪريون سانت ڪهڙي اسين ويڙهو ماڻهون،
وڙهڻ ڪم اسانجو صلح مان نہ ڄاڻون؛
جي پيو ڪونہ وڙهندو تہ پنهنجن سان لڙبو،
ڏسي گهر جا پاڻي، تا ڏندي ڪي ڏاڻيون!

## چٽاءُ

حاڪمو! آهہ حوالي هي اوهانجي، جو جگر،
آهہ سو چشم هزارن جي اکيان نور نظر،
قيد خاني ۾ اوهان ڄاتو جو بي قدر پٿر،
آهہ آزاد هندستان جو سو شمس و قمر.

## اعلان

عام آزاديءَ سندو اعلان ٿيو،
قوم جي خاطر اچي قربان ٿيو.

## دانهن

ادا بُک ادا بک، ادا بک ادا بک
ڏنا بک وڏا ڏک، ادا بک ادا بک
ڪسيا بک مڙيئي سک، ادا بک ادا بک
ادا بک ادا بک.

جي هلچل

## آس

تکي طاقت کپي،
نوجوانن ۾ سندي عادت کپي.
برق ۽ بجليءَ

## ديش ڀڳت جيل ۾

منهنجي گردن جي مٿان ظالم جو خنجر ٽٽي ٽِريو،
چشم قاتل جي منجهان خون جو قطرو نه ڪِريو،
بي تميزيءَ سان جڏهن سخت دلي تي شامل،
ماس ڪاٺ تي تڏهن وقت جو حاڪم به هِريو!

## انهيءَ تي حيف!

نير جو ماري نٿو نيشان تي،
حيف آهي تنهن جڏي اِنسان تي.

## قربانيءَ جي آگ

جو نه هرگز آدرش تان ٿو هٽي،
گوءِ خوبيءَ جي دنيا ۾ سو ڪٽي،
آگ قرباني بري ٿي زور سان،
پؤ تپي اي شير! شاهي شور سان.

## آوهانُ

ذي اگيان آزادگيءَ جي پيٽ دان،
مات ڀارت جي! مٿان نون جوان! جان.

خالي خطري ڪپان، ٽڪي محبت جي تلوار،
شڪ ڪٽاري خوف جي زهري جنهنجي ڌار،
پر بيٺي هڪ وار، ماپن ڪين مياڻ ۾.
آهه نہ وٺي مور نيڪيءَ بديءَ وچ ۾،
ويجهو هڪ ٻئي جي وسن ناهن هرگز دور،
من ڪي جو منظور ساعت ۾ سوئي ٿئي.

## قومي وچن

سوديشيءَ جي چاهہ

مونکي پنهنجي گهر لءِ سامان سوديشي کپي،
۽ چٽو هرچيز تي نيشان سوديشي کپي.
جي اچا بجلي بتي ناهي نهي سوديش ۾،
تہن جو ڪم-خرچ شمعدان سوديشي کپي.

### اُپواس جا ايڪيهہ ڏينهن

خير جا گذري ويا ايڪيهہ ڏينهن،
مهر جا گانڌيءَ تي برسيا خوب مينهن.

## وير ماتا

...بين ديش جي صدقي کيڏي لخت جگر پنهنجا،
...ورت ٿي جڏهن جنني جنم ڀوميءَ کي بارن جي.
...ي سنسار ۾ جا ڪالهه تباهه بن پُٽن واري،
...طن صدقي بڻي ڏيئي بڻي ماتا هزارن جي،
...ري آيا خوشيءَ وارا اکين ۾ لڙڪ ماتا جي،
...خبر هن کي جڏهن آئي سُڻائي مؤت پيارن جي.
...چيائين، "شڪر جو ٿيس اڄ دکايل! قرض کان آجي
سنڀالي مون ڏني هيڪر امانت ملڪ وارن جي."

## قومي وچن

الفت نه نکري منهنجي سيني مان،
دکايل ديش جي خوشبو پسيني مان.
اچي آزاديءَ جي عطر جي

## جوانو!

اُٿو جاڳو، جوانو! ملڪ لاءِ آزادي گهرجي،
ڪيو ايءَ کوند! قرباني سچائي سادگي گهرجي.

## نوجوانو!

نوجوانو اڄ اوهانجو آهه تيڻو امتحان،
وس اوهانجي آهه بوڙڻ يا بچائڻ ملڪ شان

قومي ل

خالي خطري ڪان، ٽڪي محبت جي تلوار،
شڪ ڪناري خوف جي زهري جنهنجي ڌار،
پر بيٺي هڪ وار، ماڻهن ڪين مياڻ ۾.
آهه نـه وٺي مور نيڪيءَ بديءَ وچ ۾،
ويجهو هڪ ٻئي جي وسن ناهن هرگز دور،
من کي جو منظور ساعت ۾ سوئي ٿئي.

## قومي وچن

### سوديشيءَ جي چاهه

مونکي پنهنجي گهرج لءِ سامان سوديشي کپي،
۽ چٽو هرچيز تي نيشان سوديشي کپي.
جي ايا بجلي بتي ناهي نهي سوديش ۾،
تيل جو ڪم-خرچ شمعدان سوديشي کپي.

### اُپواس جا ايڪيهه ڏينهن

خير جا گـذري ويـا ايڪيهه ڏينهن،
مهر جا گانڌيءَ تي برسيا خوب مينهن.

## وير ماتا

ڪيڏي لخت جگر پنهنجا،
... نائين ديش جي صدقي ڪيڏي ... ڪي بارن جي.
... ضرورت ٿي جڏهن جنني جنم ڀوميءَ ڪي بارن جي.
... ضرورت ٿي جڏهن جا ڪالهه تباءِ ٻن پٽن واري،
... هئي سنسار ۾ جا ڪالهه ماتا هزارن جي.
... وطن صدقي ٻئي ڏيئي ٻئي ماتا جي،
ڌري آيا خوشيءَ وارا اکين ۾ لڙڪ ماتا جي،
خبر هن کي جڏهن آئي سٺائي موت: پيارن جي.
چيائين، "شڪر جو ٿيس اڄ دکايل! قرض کان آجي.
سنڀالي مون ڏني هيڪر امانت ملڪ وارن جي."

## قومي وچن

دکايل ديش جي الفت نه نڪري منهنجي سيني مان
اچي آزاديءَ جي عطر جي خوشبو پسيني مان

## جوانو!

اُٿو، جاڳو، جوانو! ملڪ لءِ آزادگي گهرجي
ڪيوايءَ ڪرنڌ! قرباني سچائي سادگي گهرجي

## نوجوانو!

نوجوانو اڄ اوهانجو آهه ٿيڻو امتحان
وس اوهانجي آهه ٻوڙڻ يا بچائڻ ملڪ شان

پڙهڻ گهٽيرو پڏڻ گهٽيرو.
جاڻ گهٽي پر عمل نہ ڪو!
علم سِکي عالم ٿيس؛ ڇا ٿيو؟
پر جي چڱو ٿيو فعل نہ ڪو!
عالم اهڙي کان ڇا جاهل؛
ڪين دکايل بهتر آهہ؟

*　*　*　*　*

پرندي شمع مٿان ڪيئن پوپٽ مڙي اچن ٿا،
هڪ هڪ تي شؤق سان سي ڪيئن پرت مان پچن ٿا.
شادي عشاق پنهنجي ڇا پيار مان رچن ٿا،
جلندي مٿي جواني ســي ڏاج ۾ ڏيــن ٿــا.
مرندي مراد ڏاري پوپٽ ئي تي اچان مار
يعني تہ رؤ شمع تـي پيهر اچي پچان ماز

## اُجلون

دکايل ديس ماتا جي اکين جون بي پناهہ آنسو،
کٽي فرياد پنهنجي بي ڪسيءَ جي سڏڪنديون آيون.
مگر افسوس بد مستيءَ کان سي انگوري ميءَ سمجهي،
ڪيون خالي تو پي پياليون جي رت جون ڇلڪنديون آيون!

*　*　*　*　*

زندگي هـرڪـا نـہ اهـي زندگـي،
زندگيءَ کي خـود ٿـي ٿاهي زندگي.

* * * * *

زندگـي آهـي نـہ ئيسين زندگـي،
زندگيءَ جنهن ۾ نـہ جيسين زندگي.

* * * *

اوهانجي گهر ۾ نہ بجايءِ جو ڇهڇٽو ليڪن،
ڏئو بہ ڪين ٻري ٿو غريب خاني ۾.
رڳو نہ آهہ هٿي گاسليٽ جي تنگي،
ڏکي هر شيءِ ٿي ملي جنگ جي زماني ۾.

* * * * *

سخت آفت ۾ رهي جنهن مرد جو سالم دماغ،
ٿو هزارن قوم وارن جو ٻٽي چشم و چراغ.

* * * * *

نون جڏهن چاهين ڳنڍڻ ٿو دوستي،
مان تڏهن توسان ڪندس ڪيڻن دشمني.

* * * * *

عورت ۽ پيو راز ڳالهہ مڙيوئي هڪڙي
هوءَ پيي اگر ساز آ هي پيي اگر ساز
بنهي جو آواز، ٻڌي دڪايل دل رڳو

پـــرودا ۾ آ پَنا ۽ آشرم ۾ مات آهـــ،
شرف حاصل هند کي ٿيو، خاص مائي باب ۾.
جي پلي آئين ۽ اي ماتا! سنڌ جو سنمان ٿيو،
هند آهي اڄ دکايل! درد واريءَ داب ۾.

## ڊاڪٽر چوئٿرام

(لاڙڪاڻي ۾ قومي ڪانفرنس جي صدارت وقت ڳايل)

مرحبا صاحب صدر دل شاهه دولت مرحبا،
ٿي غريبن جي مٿان تنهنجي عنايت مرحبا.
وقت مشڪل ۾ ڪئي تو سنڌ ساريءَ جي مدد،
ملڪ لءِ مشڪل ڪُشا صاحب سخاوت مرحبا.
قوم سان تو فرض پاڙيو قرض ڪيو قومي ادا،
قوم جا سورهيه سچا صاحب صداقت مرحبا.
ملڪ جي خاطر ڏني تو تندرستي پيٽ ۾،
ديس سيوا ۾ ڏني تو دل جي راحت مرحبا.
جوان جسماني منجهان ٿئين تون روحاني ڊاڪٽر،
ٿي مسيحائي ڪان تنهنجي آهه حيرت مرحبا.

## اُمنگ

ڪر ۾ ڪيڪ جي مون روٽي وڃائي پنهنجي،
پاڇو لوٽي جو پسي، لوٽي وڃائي پنهنجي.
ڪم نصيبان نہ رهيو ڪجهہ بہ دڪايل، آخر،
آسري سوُٽ جي لنگوٽي وڃائي پنهنجي.

* * * * *

جڏهين پاتال کي ڇيري چڙهي تو چوٽ تي پاٽي،
تڏهين شڏ دل مان نڪري ٿي امولڪ پريم جي واٽي.
ٻَوَنر آنمائن جي زبانْ ۾ ڇا نہ رَسْ آهي،
ڇڏن ڏوئي گهڙيءَ ۾ جي چڙهيل دل تي ڪاڪَسْ آهي.
سڄڻ پُرشن جي صحبت ۾ ملي ٿي منش کي مڪتي.
گروءَ جي مهرباني سان جِگياسوُ ٿو سِکي جُگتي،
جڏهين موسم بهاريءَ ۾ لِڪي گل جي ٿئي لالي،
تڏهين گردش ۾ رهندي ڪيئن اُمنگن کان ڪادل خالي؟

* * * * *

غرق آهي چيز هرڪا پريم ساگر جي اندر
پريم روپي آک پرندڙ آهہ گهر گهر جي اندر
پريم جي مرلي وَجي دن رات جهنگ جهر جي اندر
پريم جي ليلا ٿي جاري آهہ در در جي اندر

۷

سمجهو نہ ولنگڊن جي، سندس خير نہ ٿيندو،
انگلنڊ کي ڏٺي ڄاڻي ڪٿي کوھہ ۾ نيندو.
ڀارت مان هيئڙر ڪچ بہ فرنگي نہ وٺيندو،
آنون جي مٿان آنون دڪايل پيو ڀريندو.
سمجهي نہ آ افسوس جنهن ٻاٻوءَ جي صداقت.

جواهر لعل نهرو

پرن ننهنجو ڪريان هي صرف سر بس قوم خدمت ۾،
نہ گهارڻ تو سکي ڄاتو، ڏسي پائن کي غربت ۾.
ٻڄڻ ڏيڇو رکي پاسي، ٻٽائين شير جوانن کي،
نڪيو تنکي رکي، آڏڻ گهرين عبرت عمارت ۾،
جواهرلعل سيني مان ڪڍين سهٽين ملاحن جا،
وجهي ٻل نربلن اندر، گڏيءَ قوت ڪرامت ۾!
اچي هرگز سگهي تو شير جي اوڏو نہ ڪانئرنا،
هٽائي هيٺنا مان تو ٻڌين نون جوان جرائت ۾.
رهين رهبر هميشه تي جوانن جي جٿي جو نون،
لڳائڻ زور زر چاهين ٻيگل ڀارت جي مرمت ۾.

انگريز جي عقل تـي حيرت دنيا ٿي ڪائي؛
اُلٽو ٿو ڦيري واري ڪي چورُ ڏس، دائي!
جنهن جي مٿان پوي ٿو دنيا ۾ لعنتاٽو،
سنسار ۾ سو سياٽو صاحب عقـل سڏائي!
افسوس اي دڪايـل! آڪڙ ۾ ڦونڊ پرجي،
پـاپوءَ جـي مهرباني سرڪار تي پلائي.

٢

فتوي جا ڏئي تو چڏي گانڌيءَ جي بنسبت،
تنهنجي نہ اسانڪي آ ذرو ڪابہ ضرورت:
آهيون اسين دل جانِ سان گانڌيءَ جا پُڄاري،
تقرير اثر ڪين ڪندي تنهنجي ڪا پنڊت.
انصاف اوهانجا بـہ وجائڻ ڪـان مٿي ٿيا،
واهہ، هار سان پيٽيو ٿا هي پاپوءَ جي سخاوت.

٣

آئي نہ عمل ۾ گـرِ قيدين جي رهائي،
گونجي اُتـي آڪاس ۾ انئي جي صدائي.
جي ڪين گورمينٽ سڏي پير تي آئي،
بس بعد چهين هنئي شروع آهہ لڙائي.
لڙنداسين اسين، جيسين رِها ٿيندو نہ پارٽ.

ا جي هلچل

۴

هتيار اچا جنگ جا تيسين نہ ڇوڙبا،
جيسين نہ صاحب جا کي پڪا شرط جوڙبا،
خيما ستياگرهہ جا ٺئين سر ٺـي کوڙبا،
خود ختم ٿيون پر ملڪ سان ناتا نہ توڙبا،
هارڻ کان دکايل کي پسند آهہ شهادت.

۵

گانڌيءَ جو ستيا روپ سپر مور نہ کنبو،
هي نيچ اهنسا جو کڏهن گهنجي نہ گهنبو.
سوهان نان صدقي ڪري سِر ساهہ کي سنبو،
ليڪن نہ سمر-ڀوم مان هڪ پير بہ هنبو.
موٽي ڇڏي ميدان تنهن موذيءَ تي ملامت.

۶

يا ملڪ کي آزاد ڪبو يا مٿي مربو،
ليڪن ٿي نہ پٺہ پيِت قدم پوئتي پربو.
خوش ٿي هي جگر جان جلادن اگيان ذربو،
پرهار مجي جيل مان گهر کين کي وربو.
ڀارت ۾ ذبو رهڻ نـہ هي راڄ سلامت.

## جنتا جو گانو

نيشان لاءِ ظالم! سِينا سدا ڪنداسين،
آنهن سان اي ستمگر! محشر بپا ڪنداسين.
تيغِ ستم هلي ٿي هرروز تيز تنهنجي،
هن حال ۾ اي قاتل! ڪيسين وفا ڪنداسين.
روئي نہ آ ميسرپوري جي پيٽ خاطر،
خالي اي خانصاحب! عزت ڪي ڇا ڪنداسين.
ٿيندي شهيد نڪتي جيڪس صدا اندر مان،
آزاد ٿئي وطن شل، اهڙي دعا ڪنداسين.
ڏيندا ڪڏي دڪايل! پنهنجا ٻچا خوشيءَ سان،
سر مادرِ وطن تان پنهنجو فدا ڪنداسين.

## ٻهرئين رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس کان پوءِ

( ١٩٣١ )

ڪيم نرمن جي نيتا سان وچي آخر اعزا پرسي،
سهڻ بيشڪ ڏکي آهي فرنگين جي اِها حرڪت.
ويا ٻهرئين جي، تن مان ڪي وٺي ويا ڪي رهائي ويا،
لڙائڻ پاڻ ۾ پائر اصل انگريز جي عادت.

ٻني پيرا وچي انگلنڊ لڏاءِ ڏن غريبن جو،
مگر هاڻي ڇڏي نوڪي سڄو ڏيو ڪافلو رخصت.
اُڏائڻ ملڪ جي پئسي ۾ نو جڻ فخر ٿئي ورنو،
شرم ۽ رنج جو باعث ٿي ليڪن قوم جي خدمت.
آڙي! جنهن جي پاڻي خاطر ڪيو تو ناس گهر پنهنجو،
اُنهيءَ قاتل پلا ٿنهنجو ڪيو ڪهڙو قدر قيمت؟
نراد ر جي ڳري نوڪر اوهان ۾ شال آڻيندي،
وصيعت ۾ مليو وڏڙن ڪان جو سومان ۽ غيرت.
دڪايل دل ۾ ڪن جي رهجي ويو ارمان لنڊن جو،
پڇاڙيءَ ۾ نہ ساڻن ڪا وفاداري ڪئي قسمت.

## لارڊ ولنگڊن

۱۹۳۲

ظاهر ڪندي ولنگڊن ڦوليو ٿئي سمايو،
ڪيئن ڪانگريس آخر گردن اچي جهڪايو.
تيسين ڇڏيان نہ ڏنهنجو هڪڙو بہ آءِ، ساٿي،
ڏالو ستياگرهہ کي جيسين نہ تو لڳايو.
قانون اي دڪايل! منسوخ ڪين ٿيندا،
گانڌيءَ کي لاٽ ڪان اڄ اهڙو جواب آيو.

رَتَ جو درياهه وَهندو، پارت لتاڙي لهندو،
سڙهه سلطنت جو سهندو ڪيئَن هي ستون بحر ۾؟
شمشير ساڻ قاتل پـل ڪر هـزار گهايل،
سينَنِ جي ٻر دکايل ايندي نہ يال يرر ۾.

## قومي پروانو

رهي تا وچن دل ۾ ارمان چند،
ڇڏيا چـو هي قاتل گريبان چند.
ترارين جي تيزي ۽ تؤ ويو هايو؟
مرڻ لاءِ ماندا اڃا جوان چند.
لکن نؤجوانن ڀريا جيل خوب،
ڇڏيا ڪين خالي ڪي زندان چند،
ڪيا تو لکين خانا برباد ڏس!
بچيا ڪين تن جا ڪي نيشان چند.
شمع ملڪ تي ڪي ٻچي ڀير ٿيا،
پچڻ لِءِ اڃا بيا بہ پروانہ چند.
دکايل، تڏهن ٿيندو آزاد ديس،
جڏهن مرڪي ڏيندا بليدان چند.

# محبِ وطن!

مرڪندا محبِ وطن ايندا مـڙي ميدان تي،
ملڪ لءِ لڙندي مرڻ آ فرض هر اِنسان تي.
سؤ اُميدون منهنجون آهن، هند جي سنتان ۾،
ڪين لائڻ ڪو ٽِڪو ڏيندا رشين جي شان تي.
آدرشن تـي ڏوڙ تـاءِ شال پختا ٿـي رهن،
مر تہ لڙندي جا اچي سهندا مصيبت جان تي.
نرت آزاديءَ جي بوٽي کي رسائن اوُج تي،
شل شهيدي خون جا قطرا ڪِري ويران تي.
اوُچ پدوي چون پائيندا مرن جي ملڪ لءِ،
آهہ تن لءِ جاءِ بيشڪ عرش جي استان تي.
ظلم جي تلوار ساهون سـر سدا اوچو رکي،
مرد پائيندا فتح هـن ظلم جي زندان تي.
ڪونڌرن ۾ شال پيدا قوميت جو ڀاءُ ٿئي،
اهنسا جي تيغ سان لڙندي مرن ايمان تي.
اصل ڪان آهي دکايل، جي فقط هيءَ آرزوُ،
لاش منهنجو شل ڪجي آزاد هندستان تي.

رکي

## سوراجين جي پڪار

عاجز ٿيندا عاجز ٿيندا، آخر ڏيندا آڻ ميڻيند
باندر پنهنجو پُڇُ لوڏيندا، پڇي ويندا پڇي ويند
هندستاني لاهي پاهي، ڏيندا راڄ سندن هي ڀاهي
پيرين پوندا پاڻهي ڏيندا، آخر ڏيندا آڻ ميڻيند
بهشڪار وارو بم گولو، وجهندو گورن جي گهر رول
لئنڪشائر کي لوڏا ايندا، آخر ڏيندا آڻ ميڻيند
هندستان مان هڇي ويندا، بارئين بچئين پڇي ويند
ساڻي وڃي گهر پٽيندا، آخر ڏيندا آڻ ميڻيندا
ڦاٽي واتَ وزيرن پوندا، لنڊن وارا پاڻ پٽيندا
روئي روئي رڃ ڀريندا، آخر ڏيندا آڻ ميڻيندا
باروت خانا ويڙهي ويندا، لشڪر پنهنجا ريڙهي ويند
ليپو پائي لنڊن ويندا، آخر ڏيندا آڻ ميڻيندا

## عهد

ملڪ مادر سان وفا آزادگيءَ جي پيار کي،
ڏوهه جي آندو دفعي ۾ آهه جس سرڪار کي.
قيد، پيڙين يا ڦڪيءَ مُڇَ جو نه مونکي خيال آهه،
پيل هڏن منهنجن تي ظالم! تيز ڪر تلوار کي.

...ي هلچل خود بخود آزاد ڪي،
...جي ڪشتن مان ايندي آسان منزل دشوار ڪي.
...ڪندا هي ڪشت مشڪل بات ڪا،
...هہ آزاديءَ جي ديواني لءِ
...شوق آزادي دڪايل حل ڪندو هرڪار ڪي.

## قومي سپاهيءَ جو اِقرار

هابو هزار پيرا سندو بڌي سو، ۾،
ويهڻ اسانکي واجب گهونگهٽ ڏيکي نہ گهر ۾.
آهيون آهنساوادي ستيا گرهہ جا عادي،
ٿيو اِنتّ آ آزادي لوڏن پري لهر ۾.
سختي ۽ سُور سَهڻو، قابو قدم تي رهڻو،
مونڻ اسانکي مهڻو، سوراج جي سفر ۾.
پارت جا فرد آهيون ميدانَ جا مرد آهيون،
تصوير درد آهيون ڪافي نِپُڻ صبر ۾.
قاتل ٿون وار ڪر پل هڪ چا هزار ڪر پل،
گولين جي مار ڪر پل تيزي اچي تبر ۾.

مردن آڏو اٽڪ نہ ڪائي،
جهنگ جبل جي ناهہ ڏکيائي.
گل ڦل چاڻي خار، مسافر! هل اڳتي.
ڪر تون دڪايل همت هادي،
مقصد تنهنجو هڪ آزادي،
پنڌ ڪري پڇ پار، مسافر هل اڳتي.

## گل جي چاهنا

چاهہ ناهي شهنشاهي تاج جو سينگار ٿيان،
ڪنهن سُڏا بالا جي سندرتا سندو آڌار ٿيان.
چاهہ ناهي ديوديويءَ جي گلي جو هار ٿيان،
مات گنگا جي تڪي پرواهہ ۾ پروار ٿيان.
هل، هلي مالهي! مگر مونکي اُتي ڏر چاهہ سان،
ديش سيوڪ سر ڪٽائڻ ٿا وڃن جنهن راهہ تان.
پنڪڙي پيرن ۾ هرڪا پيسجي پل خاڪ ٿئي،
۽ اُڏامي جيئَن سڄي سنسار کي خوشبوءِ ڏئي.
اي دکايل! جي اسان ۾ پاؤ گل جو ٿئي عيان،
مبتلا پوءِ چو غلاميءَ ۾ رهي پيارت اجان.

باندر سڏنا! هو هو .....

هنومان جي آهي چڙهائي،
باندر سڏنا آئي آئي - هنومان ....

آهنسا جي جنگ کنداسين،
انگريزن کي تنگ کنداسين.
سوراجين جي سوپ سدائي.
باندر سڏنا آئي آئي - هنومان ....

ٻارن ۾ پڻ هوش اُٿيو آ،
ملڪ مٺي لاءِ جوش اُٿيو آ.
ڪانگريس جي سٺل ڪمائي.
باندر سڏنا آئي آئي - هنومان ....

گهر گهر ۾ اڄ ڏرٽو آهي،
ديرلٽن کي ڌڪ ڪرٽو آهي،
کڏيو وديشي وستر مائي!
باندر سڏنا آئي آئي - هنومان ....

ڪپڙو ڪڏي نه جيسين ڏيندا،
باندر پيڇو ڪين ڇڏيندا.
پرديسين جي ٿهندي ڪائي.
باندر سڏنا آئي آئي - هنومان ....

## ميدانِ عمل

هندواسي! اُٿ عمل وارو سڏي ميدان ٿو،
زندگيءَ جي وڻ کي لوڏي دهشتي طوفان ٿو.
ٿيو شروع سختيءِ جي مکتب ۾ وطن جو اِمتحان،
جنهن نتيجي ڏي ڏسي اڄ عام و خاص جهان ٿو.
ديش جي آسودگيءَ جو وقت اُٿ، آهي قريب،
تو کي غفلت ۾ ڏسي هرڪو ڪري ارمان ٿو.
ملڪ مادر ٿي غريبي چيچڙي ۾ پيڙجي،
تون سڏائين پاڻ کي ليڪن بهادر خان ٿو!
ويرنا راڻي چڏي چو ساک پانهيءَ ڏي پڇين؟
قدردانيءَ جو وڻ سستو گهرين سامان ٿو.
ملڪي محبت قومي غيرت جي ڪپي ٿي ثابتي،
سرخرو ٿئي سو دکايل، جو ٿئي قربان ٿو.

## مسافر! هل اڳتي

موٽي ڪڙ نہ ميار مسافر! هل اڳتي.
همت مور نہ هار مسافر! هل اڳتي.

آئين ڪيڏي منزل جهاڳي،
روڪيءِ ڪهڙي وهم نپاڳي؟
پنڌ تي ڪين نهار، مسافر! هل اڳتي.

ساٿ سچو تو اڳتي ڪاهي،
توکي آخر ٿيو ڇا آهي؟
مقصد ڪين وسار، مسافر! هل اڳتي.

وجهہ مقصد ڏي قدم ڪرارو،
موٽڻ جاڻ نہ مصلحت وارو.
ناحق ٿيندين خوار، مسافر! هل اڳتي.

هاندي هاندي جي دم ڏيندين،
هڪ سرڻ ۾ سرهو ٿيندين.
ساک ڪنديءِ سنسار، مسافر! هل اڳتي.

رسندين پر جي ماڳہ مسافر!
ماڻيندين سک سَرس سراسر.
لهنديءِ تَڪ هزار، مسافر! هل اڳتي.

سّڪن جو ڪو سمو منهنجي لڪيل قسمت ۾ ناهي ڇا؟
سچي آزادگي مونکي مليل قدرت ڪان ناهي ڇا؟

۴

منهنجي سنتان پنهنجو پاڻ کي خود آهه پيڙايو،
غلاميءَ جو پٽر پنهنجي مٿان تن پاڻ ڪيرايو،
غلاميءَ جي دکايل! بنڌ ۾ تن پاڻ ڦاسايو،
غلاميءَ ۾ گذاريندي شرم تن کي نه ڪو آيو!
نه قسمت تي رکڻ گهرجي، ڪپي اڄ تي اورچائي،
دنيا ۾ ڪين بزدل آ ڪڏهن آزادگي پائي.

## رهڻ ڏيو

دام ۾ صياد جي منهنجو گريبانْ رهڻ ڏيو،
منهنجي سر تي رنج و غم جو سخت طوفانْ رهڻ ڏيو.
ديس شيوا جيڪڏهن اڄ ڪالهه گناهه آهي عظيم،
شوق سان زنجير منهنجي لاءِ زندانْ رهڻ ڏيو.
سيڪڙين ارمان منهنجي لءِ هزارين حسرتون،
عشق ۾ آزاديءَ جي سور سامانْ رهڻ ڏيو.
آرزو آزاديءَ ۾ پيل سوين سختيون اچن،
ڪوهڪن فرهاد، مجنونءَ لءِ بيابانْ رهڻ ڏيو.

...ڇي هلچل
...ي، بيقراري، آهـ زاري پـل پـل هـجي،
...جي آنسن لاءِ آزاديءَ جو دامان رهڻ ڏيو.
...رحم! آزاديءَ ڏاران دڪـايـل، جي صـدا
...ڇي هرهڪ تار ۾ هڪ تير پنهان رهڻ ڏيو.

## اي فرنگي

مغرور ٿيءُ نہ لشڪر و تير و تفنگ تي،
آهي زمانو ڪين سدا هڪ رنگ تي.
موقعو مليو جي ملڪ کي گردش ايام جو،
پٽرن تان پاٺهي ڪجي پوند و پلنگ تي.
گرداب انقلاب جو يا دور چرخ جو،
موقوف صلح تي نہ آ موقوف جنگ تي.
هر شيءِ کي لوڙهي ٿو چڏي درياهہ انقلاب،
جنهن جو مدار ٿو رهي دل جي اُمنگ تي.
اڄ انقلاب ۾ آ دکايل! فلڪ، مگر،
غالب ڪڏهن هو هند جو ڏاڪو فرنگ تي.

۶

ننڍپڻ جو آهه پينگهو، جوانيءَ جو باغ پيارت،
پوڙهپ جو آسرو ۽ روشن چراغ پيارت.
جنهن ۾ پلو آ تنهنجو، تنهن ۾ سندم پلائي،
تنهنجي پڳوان سان ٿون پيارت! لگن لڳائي.

۷

بانهن ۾ بل ٻڌي ڏي، او لازوال ماتا!
سيني ۾ شير جي دل، جاهه و جلال ماتا!
شڪتي قوت جو جنني! اڻ ڪُٽ ڀنڊار آهين،
ڀڳتي ڀريل دلين جو جنسي قرار آهين.
پنهنجي ٻچي جو ماتا! ڪاٿر پٽو هري ڏس؛
دل ۾ جڳت ڀواني! بس وير-رسُ ڀري ڏس!
مرندي به اي دکايل! شل دل ۾ ڏيان ڏاريان،
ڀارت ڀواني تنهنجو منتر مِٺو اُچاريان.

**نوٽ**:- ۱۹۴۲ جي ستياگرهه واري زماني ۾ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ هوندي، هي مضمون شعر آئي ٿي لکيو هيم. رچنا، سوامي وويڪانند جي هڪ انگريزي ڪوتا جي آڌار تي ڪئي ويئي آهي.

# پڪار

١

صيبت ڀاڳ منهنجي سان لڳائي ڪا لڙائي آهه،
ٻڌجي سندم سرتي سا بيدرديءَ سان آئي آهه،
غريبي ساري دنيا جي منهنجي گهر ۾ سمائي آهه،
هيءَ آهي آپدا تنهنجي، يا ڪرمن جي ڪچائي آهه؟
نبل سنتان اڄ منهنجو، رڪي ٽڪري لءِ روئي ٿو،
اُٿڻ سان نيڻ نيراٽا، نچوئي ٿو نچوئي ٿو!

٢

تون ڄاڻين ٿو ته هڪ سر جي سراسر ڇا ڪمائي آهه،
ڏهاڙي ڏيڍ آنو ڪن، عجب جهڙي سچائي آهه!
هزارين دربدر ٻچڙا، مٽي ڏي چارپائي آهه
گذاري گاهه ٿي اڄ ڏن ڏکي ويلا ٽپائي آهه
قلعي ڀارت کي بس چؤڌر غريبيءَ جوئي گهيرو آهه
منهنجي قسمت ۾ اي داتا! انڌيرو آ انڌيرو آهه

٣

ديا تنهنجي، پتا! منهنجي غريبيءَ کي مٽائيندي
بڻي پارس سموري لوهه کي سونو بڻائيندي
ديا تنهنجي، منهنجي سنتان جو ڏڪڙو گهٽائيندي
وري ڀڳون! جڳائيندي جڳائيندي

٦

ننڍپڻ جو آهه ٻينگهو، جوانيءَ جو باغ پيارت،
پوڙهپ جو آسرو ۽ روشن چراغ پيارت.
جنهن ۾ پلو آ تنهنجو، تنهن ۾ سندم ڀلائي،
تنهنجي پڳوان سان مون پيارت! لڳن لڳائي.

٧

ٻانهن ۾ ٻل ٻُڌي ڏي، او لازوال ماتا!
سيني ۾ شير جي دل، جاهه و جلال ماتا!
شڪتي قوت جو جنني! اڻ ڪٿ پندار آهين،
پڳتي پريل دلين جو جنسي قرار آهين.
پنهنجي ٻچي جو ماتا! ڪانئر پڻو هري ڏس؛
دل ۾، جڳت پيواني! بس وير-رس ڀري ڏس!
مرندي به اي دکايل! شل دل ۾ ڏيان ڌاريان،
پيارت پواني تنهنجو منتر مِٺو اُچاريان.

**نوٽ:-** ١٩٣٢ جي ستياگرهه واري زماني ۾ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ هوس، هي مٿيون شعر اُتي ئي لکيو هيم. رچنا، سوامي وويڪانند جي هڪ انگريزي ڪوتا جي آڌار تي ڪئي ويئي آهي.

## پڪار

١

يبت پاڳم منهنجي سان لڳائي ڪا لڙائي آهه،
بڻجي سندم سِرَتي سا بيدرديءَ سان آئي آهه،
ريبي ساري دنيا جي منهنجي گهر ۾ سمائي آهه،
يءَ آهي آپدا تنهنجي، يا ڪرمن جي ڪچائي آهه؟
بل سنتان اڄ منهنجو، رُڪي ٽڪري لءِ روئي ٿو،
اُٺڻ سان نيڻ نيراٽا، نِچوئي ٿو نچوئي ٿو!

٢

تون ڄاڻين ٿو نه هڪ سر جي سراسر ڇا ڪمائي آهه،
ڏهاڙي ڏيئي آنو ڪن، عجب جهڙي سُچائي آهه!
هزارين دربدر ڀٽڪن، مَٽي ڪي چارپائي آهه،
گذاري گاهه تي اڄ ڏن ڏکي ويلا ٽپائي آهه!
قاعي پارت ڪي بس چوڌر غريبيءَ جوئي گهيرو آهه
منهنجي قسمت ۾ اي داتا! انڌيرو آ انڌيرو آهه

٣

دنيا تنهنجي، پِتا! منهنجي غريبيءَ کي مٽائيندي
بڻي پارس سموري لوهه کي سونو بڻائيند
دنيا تنهنجي، منهنجي سنتان جو دکڙو گهٽائيند
سُتل پارت، وري پيگون! جڳائيندي جڳائيند

تي أڏي چڙدر هوا ؛ پر، غافلو! جاڳي ڏسو،
آسمان سان سِرَ هٽي يونان وارا ويـا مٽي ·
جو تا غيرت جيءَ عمارت کي ڏنالين سان چُٽيو؛
چوٽ سان چيپاتجي سومان وارا ويا مٽي ·
اي دکايل! پاڻ تي افسوس ڪرڻو آ ضرور،
جوش سان لڙندي ڏرم ايمان وارا ويا مٽي!

جاڳ ڀارت

ڀارت! متان ڀُلائين، ويرن جا ڪارناما،
ارجن ۽ ڀيم جهڙا، ڪرشن ڀڳت سداما ·
سيتا، ستي، دمنتي، انسويا، درگا پاريون،
ڪهڙيون نہ تو نپايون، ماتا! مهان ناريون ·
تپسي ڀڳوان تنهنجو، ڪيلاس جنهن جو مندر،
اُما-پتي، او ڀارت! ديون جو ديوُ شنڪر ·

۲

ڀارت! متان ڀُلائين ريت ۽ رسم انادي،
عشرت جي لاءِ ناهي پوتر سنبنڌ شادي ·
شخصي خوشيءَ جي خاطر، پلجي متان اُڏائين؛
سڦلي اُها، جا دولت اُپڪار ۾ لڳائين ·

...ڄي هلچل

...م نه ڄاڻ، آخر چن-پنگر هي زمانو،
...فسار کي ڏي سونپي، جيوت جو خود خزانو.
...وکي نه پنهنجي جيوت تي ڪوبه حق اي ڀارت!
...ماتا جي آهه پيٺا، شاهد فلڪ، اي ڀارت!

٣

سيني ۾ ڌار دل ۽ دل ۾ هزار همت،
لرزش جگر ۾ جاڳي، جبري جرار همت.
تنهنجو فخر کان گردن اونچو رهي سدائين،
سنتان سورهن جي ڀارت سپوت آهين!

٤

دنيا ۾ روز روشن پرسڌ مڪان منهنجو،
چؤ! فخر سان "مان هندي، هندوستان منهنجو."
مونکي هزار پنهنجي قسمت تي ناز آهي،
ڀارت جو خون آهيان، دل سرفراز آهي.
ودوان، بي علم، پيل ڪمزور يا بهادر،
هندي سپوت هرڪو منهنجو سڳو برادر.

٥

لبڙون ڀاڳي لڳن تي ڀارت جا لعل پائين،
خاني بدوش ٿي پيل جهنگل وڃي وسائين.
ليڪن تون ڀاڳ ٿونگر، مسڪين جو سڌائين!
برهمڻ، آڇوت کي پڻ خوش ٿي ڳلي لڳائين.

ٿيا ڪٿڪ زالن جا ڳڻ، درتي پرودا جيل جي،
تلڪ سوراجي هٿن ۾ دل ۾ گانڌيءَ جي سنيار.
تنهنجي دردن ۾ دکايل! ٿي لذت پيدا عجيب،
تنهنجي سورن جي اندر سوراج جي آهي ستار.

## پرتگيا

سختيون نہ سهنداسون ڪيئن بنا،
ڪڇ ورندوئي ڪين، ڪرڻ بنا.
شير بهادر، رهو تيار،
ڪرم زمانو ٿيو نروار.
ڪرڙيءَ ڪالي آزاديءَ جي گهري پيالي ٿي تمنار.
شير بهادر رهو تيار- سهنداسون ........
ملڪ جي خاطر هر قرباني،
آهه مناسب ۽ درڪار.
شير بهادر رهو تيار- سهنداسون ........
بيڌڙڪيءَ سان ڇاتيون ڪوليو!
توب اچي توڙي تلوار.
شير بهادر رهو تيار- سهنداسون ........

جيل اُماڻن ڦاسيءَ چاڙهن،
يا لوڙهين جا ڪن وسڪار.
شير بهادر رهو تيار- سهنداسون ........
ستر ڪروڙ پڇائن آڌو؛
ست جهليندي ڇا سرڪار.
شير بهادر رهو تيار- سهنداسون ........
آهه ستيا جي سوڀ سراسر،
آتم بل جي جيءَ جئڪار.
شير بهادر رهو تيار- سهنداسون ........
جاڳ دکايل! جاڳڻ گهرجي،
ڇڏ غفلت ۽ ٿيءُ هوشيار.
شير بهادر رهو تيار- سهنداسون ........

## سچ پچ مٽي ويا؟

ٿي فغان هرسوُ ته هندستان وارا ويا مٽي؛
شان ٻڌجي غير جو؛ خود شان وارا ويا مٽي!
ڏونڊيو نيشان تنجا پنهنجي محلن جي قريب،
پنهن ٻن جي ڳالهه آ بلقان وارا ويا مٽي!

تنهنجون سي رِٿون رهزني برباد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين؛
دنيا جي اکين ۾ جا وجهڻ ڌوڙ ٿو چاهين؛
ڪاميٽيون ٿو ڦاهين!
سارو هي سٽيل سلسلو افراد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
جنهن لاءِ تون حيران، سو لشڪر ۽ خزانو،
ڇڏ، ٿيءُ روانو.
محڪم نہ سنڌ ۽ هند ۾ بنياد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
جن قوم فروشن تي سچو آهہ تو پاڙيو،
ڪاپار تي چاڙهيو.
تن جون بہ دليون درد ۾ ناشاد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
نٿين آهہ دنيا لاءِ آهنسا جي لڙائي،
گانڌيءَ جا لڳائي.
تنهن سان ئي دکي ديس سند و داد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين؛

١٩٤ جي هلچل

جا آگ اُٿي آهہ دکايل! نہ اُجهامي،
هرگز نہ وسامي.
ان آگ سان آزادگي ارشاد کنداسين،
آزاد کنداسين.

## هندستاني نہ هٽُ!

هٽ هندستاني نہ تون باقي قدم آهن بہ چار،
جي هنئين هاڻي تہ پڇتائيندين پيو ساري ڄمار.
ڏس تہ ڪيڏو پنڌ هنيون تو منزلِ مقصود تي،
جيل ۾ آهن وڃي سوڙهــا ٿيا پياسي هزار!
چوٽ تي پهچي ڪرڻُ معنيٰ پيانڪ موٽ آهہ،
ضرب زهريءَ ساڻ پيڙو آهہ پنهنجو کنڌ کپار.
دوُد دانهن جــو وڃي آهــي ستارن تي رسيو،
تنهنجي آنهن جو چڙهيل آڪاس ۾ آهي غبار.
تنهنجي ماتــم تي متو ماتام دنيا جي اندر،
چارسوُ ماتام پرسيءَ جـــي پئي آهـي پچار.
بهشڪاري باهہ تنهنجي پڙڪندي مغرب رسي،
جنهن ولائت ۾ ڪيا ڪيئي لکين بي روزگار.

## آزاد ڪنداسين

( ۱۹۳۲ )

مرنداسين مگر ملڪ کي آباد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
ڀارت کي نئين زندگي امداد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
گلزار وطن لاءِ ڏئي ڀاڱ هڏن جو،
۽ خون بدن جو.
سرسبز چمن هند جو شمشاد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
بم گولا هوا مان جي جهازن تان هلايو،
بارود وسايو.

سينن کي ستمگر! اسين فولاد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
ڀارت جا ڀڳل ڀونگڙا ويران ڪرايو،
گهر گهر کي لٽايو.
جي فرش ويو گهر عرش تي ايجاد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
قانون قهر سان جي ڪيو بند زباني،
ٿي ظلم جا باني.
جيري هي گلو، جيت سان فرياد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
ورثي ۾ ڇڏيندا سين نہ پوين لاءِ غلامي،
هي مرض مدامي.
هن ڪوڙهہ ۾ ڪمزور نہ اولاد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
مستن جان محبت مان مٺي مُنهن سان مَرڪندي،
سوريءَ تي لڙڪندي.
ڀارت جي ستنترتا اسين ياد ڪنداسين،
آزاد ڪنداسين.
بُهتان بچاون جو تو، بونو جو بٹايو،
۽ سانگ سٽايو.

قومي ... پنڊت مدن موهن مالويه، شـ
سروجني نئڊو ۽ مهاديو ديسائي به ساڳئي
روانا ٿيا.

انهيءَ وچ ۾ انگريز سرڪار لارڊ ارون کي لـ
گهرائي ورتو ۽ سندس جاءِ تي لارڊ ولنگڊن
هندستان جو وائسراءِ بڻائي موڪلي ڇڏيو. هن ا
سان ملڪ ۾ دباءُ شروع ڪري ڇڏيو. اُتر پرديش
بنگال توڙي سرحدي پرڳڻي ۾ جيڪي ڪسانن وغير
جون هلچلون هلي رهيون هيون، انهن کي نگهوسار
ڪرڻ لاءِ خاص آرڊيننس جاري ڪري، اڳوانن جون
گرفتاريون ڪيون ويئون. ڏاريءَ سرڪار جي هن
قسم جي قدمن پنڊت نهرو توڙي پين نيتائن کي
سخت بي آرام بڻايو. سرحد ۾ خان بادشاهه توڙي
خانصاحب کي گرفتار ڪيو ويو ۽ اُتر پرديش ۾ بمبئي
ويندي ڊسيمبر جي پڇاڙيءَ ۾ پنڊت نهروءَ کي هڪ
نڍڙي سٽيشن تي ٽرين بهاري گرفتار ڪيو ويو. ڪٽي
ـمجي/ته ائين آزاديءَ جي لڙائيءَ جو ٽيون دؤر شروع
... ويو. بمبئيءَ ۾ مهاتما گانڌي ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ
... ميمبرن کي جنوريءَ جي پهرئين هفتي ۾ گرفتار
...ي، ڪنهن نامعلوم هنڌ ڏانهن نيو ويو. سنڌ...

١٩ جي هلچل

روير سٽناني شري جيرامداس دولت رام به انهيءَ
ل ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ٻين ميمبرن سان گڏ
هايو ويو. اُنهيءَ ڪانپوءِ نہ سڄي ملڪ ۾ مکيہ ڪم
ڪندڙن جون عام گرفتاريون شروع ٿي ويئون. سنڌ
ر به سوين ڪم ڪندڙ ٨ جنوريءَ ڌاري گرفتار ڪري
جدا جدا جيلن ۾ نظربند ڪيا ويا. لارڊ ولنگڊن انگلنڊ
منجهان اصل فيصلو ڪري آيو هو تہ، وچڻ شرط اِنهن
ڪانگريسين کي ڏينهن جا تارا وجي ڏيکاريندس.
اِهو وقت ڪانگريسين لاءِ به هڪ وڏي امتحان جو
وقت هو. ڪيڏيون نہ وڏيون وڏيون سزائون اُنهيءَ
وقت مليون ڪم ڪندڙن کي. هن عرصي ۾ جيل ۾
ئي گهٽو نٿو لڪڻ جو وقت مليو. هن پرڪرڻ
۾ گهٽڻ ئي قسمن جا گيت ڏنا ويا آهن. هريجن
هلچل به هن عرصي ۾ شروع ٿي. گانڌيجيءَ جيڪو
جيل ۾ پراڻ تياڳ ورت رکيو تنهن دبايل ۽ هيسايل ملڪ
۾ جڻ نئين جان وجهي ڇڏي. اچو تہ هڪ ڀيرو وري
اگيون يادگيريون تازيون ڪريون.

ءرمي للڪا

اي پتت پاون! پتت تاري اڇي ڪر ڪو اُڌار،
سِر مان پيڙو اڇوتن جو ڪيڏي، لاءِ ڪنار.
اڄ اڇوتن کي ڏسي ٿي بد نگاهن سان سماج،
ويا ڦري هندن جي هن رخ کان سندن رسمون رواج.
سڌ اڇوتن جو سٽي، اڄ پوُنءِ پارت تي وري،
جوت جاڳائيندي موهن! تنهنجي پوري بانسري!

گانڌي- ارون پئڪٽ ڪان پوءِ ۱۹۳۰ واري
ستياگرهه هلچل مارچ ۱۹۳۱ع ۾ ختم ٿي. سڀ
[ر]اجنيتي قيدي آزاد ڪيا ويا. اُنهيءَ ڪانپوءِ سڄي
[م]لڪ ۾ هڪ قسم جي آشا جاڳي ته هاڻي ڀارت جي
آزاديءَ بابت ڪجهه مڙيوئي ٿيندو.
انگريز سرڪار لنڊن ۾ ٻي گولميز ڪانفرنس
ڪرائڻ جي پڌرائي ڪئي ۽ ڪانگريس سان انهيءَ
باري ۾ ڳالهيون شروع ٿيون. لارڊ ارون ٽوڙي ٻين
ملڪي مدبرن جي ڪوشش نيٺ هٺي هنڌ ڪيو ۽
ڪانگريس جي پاران آخر مهاتما گانڌي گولميز ڪانفرنس
۾ شامل ٿيڻ لاءِ سملي ڪان خاص ٽرين ۾ بمبئيءَ پهتو
جتان آگسٽ جي پڇاڙيءَ ۾ لنڊن روانو ٿي ويو

## هريجن جاڳو

تنهنجي جڳ جڳڪار هريجن پارت ۾:
پارت ۾ پارت ۾- تنهنجي جڳ ......
رام ڳلي سان توکي لاتو،
گوتم توسان جوڙيو ناتو.
نياڳي راڄ اڌ ڪار- هريجن پارت ۾......
وقت پڇاڻا نانڪ آيو،
جنهن ايڪي جو ناد وڄايو.
ڳايو ست ڪرتار- هريجن پارت ۾......
سوامي دياننڊ پاڻ پتوڙيو،
نيون ۾ اهو نيم ٻه جوڙيو.
آوشڪ دلت اُڌار- هريجن پارت ۾......
ڪيڏو ڳانڌيءَ ڪشٽ اُٺايو،
آخر پونا پڪڪٽ ٻٽايو.
ثاب پيو ويچار- هريجن پارت ۾......
پارت جو سردار پيارو،
تنهنجو ٻڌجي پيو رکوارو.
ٻرڻ گهڙيءَ لءِ تيار- هريجن پارت ۾......
ايڪيهه ڏينهن اُپواس رکيائين،
ڪڏهن نه پلجي آنُ چکيائين.
ڪيڏو وڏو اُپڪار! هريجن پارت ۾......

آندولن

تنهنجي لءِ ڇا ڇا نه ڪيائين،
جيل منجهان اخبار ڪيائين.
ٻ نِپ تي پرچار - هريجن پارت ۾......
مند رَڙهيون خوب ڪلن ٿا،
هندو - هريجن رِلن مِلن ٿا.
پار پئي هند ڪار - هريجن پارت ۾......
ديس دکايل جاڳيو آهي،
هٺ ڌرم کي تياڳيو آهي.
جوڙي رام سان پيار - هريجن پارت ۾......

## اوچ نيچ نه ڪپي

اوچ جو ۽ نيچ جو ڏو وٺ نه جي آ پيد ڪر،
پو پلا سنتان تنهنجيءَ هي تفاوت ڇو رکيو؟
ڪهڙا ڪهڙا ظلم آهن اڄ اَڇوتن جي مٿان،
مُهر مندر ني ۽ بندش آهه کوهن جي مٿان!
نسل ڏنهنجي ني ڦِري ني روز شب تيغِ الم،
ڇانئجي ويواڄ هريجن سِر ني آبر رنج و غم.

# هريجن

شال هندو قوم جو وارو وري،
جا اڇوتن کي سڏي پنهنجو ڪري.
غرق ٿيو غوراب هندو قوم جو،
پيچ گنگا ۾ سندس ٻيڙو تري.
جي سندس هڏ ماس ۽ رت مان بڻيا،
ڪين پنهنجن کي ڪڍي ٻيهر پري.
جنجي گردن تي وهائي اُن ڇري،
هاڻي تنهن تي رحم جا هنڙا ڌري.
جنهن جا ڪاڏا رام جرڻا ٻير ٿئي،
پنهنجو هردو تنهن جي ڀڳتيءَ سان ڀري.

# آڇوت اُڌار

اوچ نيچ جو ڪر سنگهار،
ڌرم اسانجو آڇوت اُڌار.
ڇوت ڇات جو بندن توڙيو،
پڪش ڇڏي ڪجهه پريتي جوڙيو.
جنهن مان جات جي ٿئي جهنڪار- ڌرم ......
اوچ نيچ جو ڀيد نه گهرجي،
دور دور جو کيد نه گهرجي.
ملڪ ۾ آندو جنهن انڌڪار- ڌرم ......
جيسين اُنهن جو داد نه ٿيندو،
ملڪ منو آزاد نه ٿيندو.
پيار نواسي راهه سنيپار- ڌرم ......
اُٿو تڪاٽا مندر کوليو،
ڀارت ماتا جي جيءَ بوليو.
بند نه گهرجي هري ڏئار- ڌرم ......
جڏهن دکايل! غير ڪڍيوسين،
ڇوت ڇات جو ٽير ڪڍيوسين.
ٿيندو ديس جو بيڙو پار- ڌرم ......

انفرنس ۾ جڏهن گانڌيجيءَ جي ڪور
چيڪ ڏيڻ ڪانپوءِ بہ جناب جناح ۽ سندس ساٿين قوم
ايڪتا قائم ڪرڻ کان نابري واري، تڏهن چالا
انگريز پنهنجو من مانيو آوارډ پارت تي مڙهڻ چاهيو
انهيءَ آوارډ موجب نہ رڳو مسلمانن کي جدا ڪيو ويو
پر پڻتي پيل هندن لاءِ بہ جدا چونڊڪن هيٺ بچاءَ
جو ڍونگ رچايو ويو. گانڌيجي انهيءَ وقت جيل ۾
هو. ليڪن انگريز جي چال هو ڀانپي ويو ۽ انهيءَ چال
کان ملڪ کي بچائڻ لاءِ هن جيل ۾ مرڻ تائين اُپواس
رکيو. نيٺ ملڪ جا وڏا وڏا مدبر وچ پيا ۽ پڻتي پيلن
جي اڳوان شري امبيڊڪر کي جدا چونڊڪن گهرڻ
کان باز آندو ويو ۽ ائين انگريز جي چاپل چال ک

لاءِ گانڌي جيءَ جيل
نڪمو بڻايو ويو. ڇوٽا ڇوت مٽائڻ لاءِ گانڌي جيءَ جيل
منجهان هريجن اخبار ڪڍڻ شروع ڪئي. نتيجو
اِهو نڪتو جو ملڪ ۾ چوڌاري پڻتي پيل جاتين کي
اڳيرو ڪرڻ لاءِ هڪ زبردست آندولن جاري ٿيو.
اڇوت جاتين لاءِ مندرن جا دروازا کلڻ لڳا ۽ ٻيءَ
طرح به هندو جاتيءَ پنهنجن هن وساريل ڀائرن کي
ياد ڪرڻ جو هرڪو حيلو هلائي ڪين مٽي کڻڻ جي
ڪوشش جاري رکي. هن هيٺ هريجن هلچل جا
ڪجهه گيت ڏجن ٿا.

## سپاهيءَ جي دل

ڀلي ڏينم سختيون ستمگر! ڪٽي،
ڪندو پاڻ سچ جي حمايت ڏٽي.
مصيبت جي سر تي ڪا آئي ٻٽي،
تہ چوندس اِها ايشور ڪي وٽي،
مگر خوف، ڏَر، جان جي هول ڪان،
بهادر نہ ڦرندو ڪڏهن قول ڪان.
ڏکي ديش ڀومي وسارڻ ڏکي،
مگر ڪين سختي سهارڻ ڏکي.
حياتي غلاميءَ ۾ گهارڻ ڏکي،
وطن تان نہ جند جان وارڻ ڏکي.
ڀلي ملڪ جي مان ڀلي لءِ مران،
مگر ڪين ڏيئي پٺي، گهر وران.
مرڻ جو نہ آهي اسانجو اُمنگ،
آڙي! جيسين موجود گانڌي ملنگ،
وڃڻ ڪين ڏينداسين ناموس ننگ،
خوشيءَ سان پريندا سين تنهنجو ترنگ.
ڀڄڻ وَڙ نہ ڀارت جي اولاد جو،
جڙيل جنهنجو سينو آ فولاد جو.

سردار پڳت ۽ سنڌس شهيد ساٿي

سڀئون سورهن جون پاڇي توڙ نون،
ستمگر! هزارين مٿا ڦوڙ نون.
اڇي جو ٻه آڌو، ڇرا ڇوڙ نون،
دڪايل دلين ۾ خنجر ڪوڙ نون.
نون ڪر قتل ايڏو، او قاتل فرنگ!
جمين خاڪ جو ٿئي ڦري سرخ رنگ!

پارت جي ڏکي پون ڪنبي ڌرڪان وئي، پيا روچ پر ڪيئي،
هو سرس ودو سوز جو آثار پڳت سنگهہ،
سردار پڳت سنگهہ.

چاچند جي چهري تي ٿئي لالاڻ لڪائي، جيئن ڦاسي ٿئي آئي،
مهتاب بہ ماتم سان ڪيو ڏار پڳت سنگهہ،
سردار پڳت سنگهہ.

نعرن جو دکايل وڳو هرجاءِ نغارو، هو دردي نظارو،
ڳوڙهن جو ڳلن تي ٿيو ڦري هار پڳت سنگهہ،
سردار پڳت سنگهہ.

## اي آسمان!

وسائيندين اجا برسات خوني آسمان ڪيسين،
غلاميءَ ۾ اڙي صياد! رهندا بي زبان ڪيسين،
لهوُ قاتل! شهيدن جو اجا رهندو روان ڪيسين،
بهاريءَ کان اجا محروم رهندو بوستان ڪيسين؟
ڦهر تنهنجو وسي ڪيسين ڪندو برباد پارت کي،
پلائي ڪر، پلو ڏيندءِ، نہ ڪر ناشاد پارت کي.

٢

...آتشي شعلہ اُجاڙيو تـو چمن منهنجو،
...سائي ماهہ آزادي کيءَ اوندهہ صحن منهنجو،
...ڇپائي ڌاڙي واڳون شڪاريءَ کي ڪيو بند تو دهن منهنجو،
...انهيءَ فتنہ انگيزيءَ سان، ڪندين شايد ڪفن منهنجو.
...ڏنو پارت، جنم اهڙن مها يوڌن سريرن کي،
...پلائيندي نہ هيءَ دنيا ڪڏهن جن سوروِيرن کي.

٣

...قاتل! ٻيا ٿيندو،
جڏهن شيرن جي ماتا جو غضب، آڳريون ڏيندو.
تڏهن رک ياد! هرانسان ڏندين جان چيريندو.
جڏهن شينهڻ جو چنبو دشمن جي لالاڻ لائيندو.
تڏهن هي خون ايءَ ظالم! عجب تلوار نازل ٿي،
جڏهن افلاڪ تي طوفان جي ڪافور بادل ٿي،
تڏهن ويندا اِشاري تي مڙيئي

٤

جڏهن پارت جي شيرن جي فضا ۾ گرجنا ٿيندي،
صدا جيءَ جيءَ، هزارن حاسدن جي دل ڪنبائيندي،
جڏهن آزادگي ديوي وري پارت اندر ايندي،
دڪايل، ديس جا ماتا مڙيئي درد ميٽيندي،
جوانن ۾ اِهـو اُنساهہ ۽ سوداءُ پيدا ٿي
فقط آزادگيءَ وارو پليرو پـاءُ پيدا ٿي

## ڪراچيءَ جي اعتراضي ميڙ ۾ گهايل

چاڙهه سوريءَ تي ستمگر! پر چنبا رت لال سان
ديش ڀڳتن جي پڇاڙي ڪر پيانڪ ڪال سان
ڪر تباهي عام ڪون تيمور ۽ نادر مثال
ڪوس قاتل ڪر ڀلي، پنهنجي چنگيزي چال سان.
پنهنجي وحشاڻي حوس ۾ تي اندو ڪر قتل عام،
ڏي گڏي جوشِ جنون ۾ آسمانَ پاتال سان.
پنهنجي هڪڙي رت ڦڙي تان، خون جا دريا وهاءِ،
پنهنجي ڪوڏيءَ جي عِوض ۾ ڪر قيامت لعل سان.
مُرڪندي منصور جان، سوريءَ تي سِرُ چاڙهي هندي،
نعرو سوراجي اناالحق ماريندا خوش حال سان.
پوگهه لائي آگ قرباني سوَن شيرن سندو،
شعلي زن ٿي پڙڪندي چوهي دکايل! چال سان.

## شهيد ڀڳت سنگهه

سوريءَ جي چڙهيو سيج تي سالار ڀڳت سنگهه،
سردار ڀڳت سنگهه.

ڀـارت جـو ٻچڙو لاڏلو دلـدار ڀڳت سنگهه،
سردار ڀڳت سنگهه.

هرجاءِ هندستان تي ماتم مچايو، ۽ نير وهايو،
هر دل تي ڇيو محب هو منٺار ڀڳت سنگهه،
سردار ڀڳت سنگهه.

لاهور مان پهتو جڏهن دل سوز نياپو، هر جا ٿيو سياپو،
سورهيه هو سچو ديش جو سينگار ڀڳت سنگهه،
سردار ڀڳت سنگهه.

ڀارت جي جوانن جو اِهو روح روان هو، روشن ۽ عيان هو،
هر دل ۾ ڦري گهمت ٿو ديدار ڀڳت سنگهه
سردار ڀڳت سنگهه

ڦاسي جو ٿي حڪم خوشيءَ ۾ نه سمايو، چڙ بوڊ ۾ آيو
ٿيو نـور ۾ وڌ ويـر وفـادار ڀڳت سنگهه
سردار ڀڳت سنگهه

پيون جو لکيو پيءُ ڏي هن شير چٺو هو، ڪهڙو نه مٺو
جنهن ۾ هو ڇٽيو عشق جو اسرار ڀڳت سنگ
سردار ڀڳت سنگ

١٩٣١ع جو زمانو هو. گانڌي اروِن ٺاهه کان پوءِ
ڪراچيءَ ۾ اکل ڀارتيه قومي ڪانگريس جو اجلاس
ٿيو. انهيءَ وقت جي اُتساهه جا اڻ وسرندڙ نظارا،
اڄ به اکين اڳيان پيا ٿا ڦرن. ساڳين ئي ڏينهن ۾
سردار ڀڳت سنگهه، راجگرو ۽ سکديو کي انگريز عملدار
سانڊرس جي خون جي ڏوهه هيٺ ڦاسيءَ جي سزا
ملي هئي. اِهو سانڊرس صاحب ساڳيو هو، جنهن جي
لٺين جي ڪاپاري ڌڪن ڪري پنجاب جي شير
لالا لجپترا جو موت ٿيو هو. گانڌيجيءَ کان وٺي
ويندي ديش جي گهڻن ئي وڏن نندن اڳوانن، انگريز
وائسراءِ کي عرض معروض پئي ڪيا ته هنن ٽنهي
ديش ڀڳتن جي موت جي سزا ڦيرائي جنم ٽيپ ڪئي

ڳُتي ڳُتي ٿي ڏرٽو ماريو،
جهلي شراب هٿن سان هاريو.
وقت نہ عيش اُڏائڻ جو نہ اُڏائڻ جو-
مردن سان ڳڏ ڏرم يڏ ۾،
ڪاهي پٺو هن آگ شڏ ۾.
خوف نہ جان جلائڻ جو نہ جلائڻ جو-
مرد سڏائي پاڻ لڪائن،
پٺو اُنهن کي چوڙيون پائن.
ڪم ڪن بار نپائڻ جو نہ نپائڻ جو-

## اقرار!

مان ملڪ هٿان نہ وڃائيندس،
پين ستلن کي جاڳائيندس،
اهڙي دانهن ڪندس فرياد ڪندس،
دل چيري صدا ميياد ڪندس،
تنهنجون رمزون رتيل افراد ڪندس،
اهڙو نريٺہ ناد وڄائيندس. مان ملڪ..

اُهو باغ ڪٿي بستان ڪٿي،
اُها عظمت اوُج ۽ شان ڪٿي؟
اُهو پيارو هندستان ڪٿي،
چوندي نيٽين نير وهائيندس. مان ملڪ....
جا آگ دکايل آهہ ٻري،
تنهنکي زندهہ رکبو پاڻ مري،
جي ويندي سانگي ساڻ نري.
آءٌ ڦرڪي آڙاهہ مچائيندس. مان ملڪ....

## هندستاني ماتا

جيل خاني ۾ هاي ٻار ٽڙن ٿي ڪٽندي،
پنهنجي ابهم ڪي وچي قيد بلا ۾ هٽندي.
حالت زار غلاميءَ جي ڪئي جنهن محسوس،
تنهنکي گهر بار سندي ڪار نہ ڪنهن پروٽندي.
آهہ آزار مصيبت ۾ رهڻ لاءِ تيار،
سا سڻيڪار ڪندي جيڪا بہ برسر ٻٽندي.
ورثو آزادگي پوين کي ڇڏڻ آهہ روا،
آس آزادي بنا ڪاٻہ نہ ٻي ڳڻ ڳٽندي.
ملڪ ۾ ڪيئن نہ ڪندي قهر قيامت برپا،
خون ڌارا جا سندس چشم چٽل مان ڇٽندي؟

ڳيتا جو ڳيان جوان تون ميدانَ ۾ ياد ڪر،
رڱجي پلي ٿئي خون ۾ هي لعل جسم ٽر،
جيسين رڳن ۾ خون جو هي دؤرو بند ٿئي.
اي جوان! انقلاب جو نعرو بلند ٿئي.

۴

پرواهہ نـاهہ راهہ ۾ جي آهہ ڪو خطر،
آڻج نہ خيال ۾ تون ذرو خؤف ڪي مگر،
ويندو تہ آهنسا جو ڪڏهن ٿيڙ بي اثر.
جوڌن جيان جنگ ۾ تون ادا وقت ڪر بسر.
اهڙو تہ وار ڪر جو جهانَ ۾ پسند ٿئي.
اي جوان! انقلاب جو نعرو بلند ٿئي.

۵

آهي اُٿانگي وات ٿي طاقت تڪي ڪپي،
هرڪو هلي ڏي شؤق سان آهوتي آگ ڪي.
ميٽج جو داغ آهہ ٿيو پارت جي شان تي،
ثابت تون رهہ سچار جيئن نيچو جهنڊو نہ ٿئي.
جيسين سرير تنهنجو سڄو ٽند ٽند ٿئي،
اي جوان! انقلاب جو نعرو بلند ٿئي.

٦

...قوه-ي جهنڊو رهي،
...ائم نشان هند جو خون ڏي.
...ماتا کي مرڪندي هلي پيئا ۽ جيئڻ گڏي،
...ڪاندي مرين نه نيڻ مان ڳوڙهو دعا ڪري.
...ماتا ٿي راضي توکي ڏکايل! جان جند ٿئي.
...قربان ملڪ تان پاي هي بلند ٿئي.
اي جوان! انقلاب جو نعرو

## ديوين کي سڏ

هي وقت نه آهه وڃائڻ جو نه وڃائڻ جو،
هي ويلو پاڻ ملهائڻ جو نه ملهائڻ جو.
پارت جون اي ديوين جاڳو،
وقت سٺائو آهه سڀاڳو.
ملڪ جي مانَ بچائڻ جو نه بچائڻ جو-
ڌاريو ڪپڙو لاهيو لاهيو،
پنهنجو پايو پنهنجو ناهيو.
ڪاديءَ سان دل لائڻ جو آهي لائڻ جو-

اگ قربـــانـي هندستان ۾ هـرجاءِ ٻري،
جان پنهنجيءَ کي ڪجو جوان ٻليدان اڄي.
آهـ هن ديس دکايل جـي دوا قرباني،
ڪونڌ قرباني ڪندي مشڪل آسان اڄي.

## وقت آيو آهـ

جوانو! وقت آيـو آهـ طاقت آزمائڻ جو،
هيئڙر اوسر آئو ملڪي امر-جيون بچائڻ جو.
اڳيان تلوارجو چمڪو پٺيان بندوق جو ڌڌڪو،
رکو پر حوصلو پيٺو، قدم اڳتي وڌائڻ جو.
غلاميءَ روڳ، جو ڪيڙولڳو جنهن پيڙهه پختيءَ ۾،
ٿئو ڏڻي قوم کي ڪنهن پرِسمو حيلي هلائڻ جو.
ٻلي قانون جي گهاٽي اندر پيڙي ڪري پرزا،
مگر ٻاجهي نه آٽيو خيال دل ۾ سرجهڪائڻ جو.
اسين سنتان وِيرن جو، مري دشمن کي ڏيکاريون،
اسانجو حوصلو ظالم! نه آ سؤلو ڇڏائڻ جو.
شهيديءَ جي امرپدوي ملي ٿي خاص ياڳن تي،
متان موقعو وڃايو پنهنجي جيوت جي ملهائڻ جو!
دکايل قلم دعوت ٿي ڇگو چاهين ته ڪر قبضو،
زمانو ڪرم جو آهي نڪي باتين بتائڻ جو.

۱۹۳۰ع جي ستياگرهہ هلچل

## انقلاب ـ زندهہ باد

در در تي انقلاب جي ماريو وڄي صدا،
پيغام انقلاب جو پهچايو جا بجا،
آڻيندو انقلاب اوهان ۾ نہ سا، ستا،
سهندا خوشيءَ سان شير جيان جند جانِ تي جفا،
ماتا جي جڏهن درد ۾ دل دردمند ٿئي،
اي جوان! انقلاب جو نعرو بلند ٿئي.

٢

شامل ٿيو پاڻ ۾ کيو پڻ ٻين کي استدعا
ايکو دنيا ۾ ڇا نہ ڪري ٿو سگهي آدا
آهي هشيار قوم جو، اي وير! اهنسا
ماتا جي حال تي اوهين آڻيو نہ کهل ک
هٽجي نہ، پير تہ ظاهي ڪمر ۾ ڪمند ٿئي
اي جوان! انقلاب جو نعرو بلند ٿئي.

٣

چاهين ٿو تون دنيا ۾ اڇي انقلاب
اڳتي هاي اي شيرا تون پنٽي قدم نہ

قومي

اوير جا روشنائي، اولهہ وچي وچائي
ساڳي صبح سهائي، مشرق ۾ موتي آئي
اهڙي سمي او ڀارت جا آسمان جاڳہ
اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ.

سامهون ڏسي مصيبت، ٿي تون نہ پست همت،
ڪانئرتا آهہ زلت، همت کي آهہ راحت.
سنتان سورمن جـا، شيرن جا شان جاڳہ.
اُٿ جاڳہ ......

تـو لاءِ نـاهہ مشڪل، آزاديءَ جي منزل،
ڪر دل سهڻ جي قابل، ٿيندي اُميد حاصل.
مشڪل ڪشا وطن جا نـوشيروان! جاڳہ.
اُٿ جاڳہ ......

قابو قلعو وطن جو، تنهنجي همت سان ٿيندو،
منزل کي نيٺ پوندو ترقيءَ جو پنڌ ويجهو.
مشڪل ڪو مهم ناهي، او مهربان جاڳہ.
اُٿ جاڳہ ......

ڪوشش جو تير ماري، چڙهہ آفتن کي ٿاري،
ل حوصلو سنپاري، هيءَ ڪاهلي وساري.
ہ تون رک ابـاڻو نـالو نشان جاڳہ.
اُٿ جاڳہ ......

اع جي ستاگرهہ هلچل
او رهنما وطن جا، او خيرخواهہ وطن جا،
او آسرا وطن جا، مشڪل ڪُشا وطن جا،
همت ڪري وسيلو ٿون بي گمان جاڳہ.
اُٿ جاڳہ ......
گلشن جا باغبانْ اُٿ، ڀارت جا پاسبانْ اُٿ،
اُٿ رستم جهانْ اُٿ، مرده وطن جي جانْ اُٿ!
ڪــر شاد دل دکــايل، هندوستان جاڳہ.
اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ.
اُٿ نوجوان جاڳہ-ٿي ساوڌان جاڳہ!

## او نوجوان!

قرض ماتا جوچُڪائيندين ڪڏهن جوان! اچي.
ملڪ مادرتان ڪڏهن ٿيندين تون قربان اچي؟
ڇا اچا توکي زنجيرن ۾ رهڻ آهہ پسند،
هي غلاميءَ جو ڪڏهن ميٽيندين نيشان اچي.
قيد جي ڪشٽ کان وڌ آهہ غلاميءَ جو جيئڻ
ٽوڙ سر، ٽوڙ مگر ظالم جو زندان اچي
بدنما داغ منهانڊي ٿي غلاميءَ جو رکي
حيف، دنيا ۾ سڏائين ٿو جي اِنسان اچي

قومي

اُٿو! ديس جي تنگ حالت ڏسو،
غريبي، ڪنگالي، جهالت ڏسو،
خرابي، خواري، خيانت ڏسو،
دکي ديس پارت نهايت ڏسو!
جوانو ...... ڪرم جو ......

ڪروڙن ۾ آدمشماري وڌي،
مگر زور بي روزگاري وڌي،
ڪمائيءَ ۾ ڪوڙي نہ ڪاري وڌي،
وڌي ملڪ جي بي قراري وڌي.
جوانو ...... ڪرم جو ......

دونهون ٿي اُڏي ڏن ٿو سگريٽ ۾،
لُڙهن لک برانڊي ۽ لمليٽ ۾،
ڪروڙين ڪپڙَ جي وڃن پيٽ ۾،
ڪٽو ڪو بچي پيٽ لءِ پيٽ ۾!
جوانو ...... ڪرم جو ......

جوانو اوهان ۾ سا غيرت ڪٿي؟
مٺي ملڪ جي لءِ محبت ڪٿي؟
غلاميءَ کي ٽارڻ لءِ همت ڪٿي؟
۽ آزاديءَ لاءِ الفت ڪٿي؟
جوانو ...... ڪرم جو ......

جوانو! هينئر سا هوشياري ڪجي،
تئين سر سنبت ۽ تياري ڪجي،
نہ اڄ ديش ڪي دل اُداري ڪجي،
ڪجي دل مگر درد واري ڪجي.
جوانو ...... ڪرم جو ......

دڪايل! پلا ديس ڇاتي تڳي؛
رڳو پيٽ پالڻ ڏکيو ٿو لڳي!
هينئر ڪا وري اهڙي جوتي جڳي،
ٻٽي ملڪ ساڳيو، هو جهڙو اڳي،
جوانو، جوانو، جوانو اُٿو!
ڪرم جو هي آهي زمانو اُٿو.

## نوجوان جاڳہ

اُٿ نوجوان جاڳہ ٿي ساوڏان جاڳہ،
اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ.
جاڳڻ جو وقت آيو، ڪو ڪر اُٿڻ جو سعيو،
ٿو رات جو وڃايو، سو ڪر صبح سجايو،
ڪافي سمو سُتئين؛ رک منزل جو ڌيان جاڳہ
اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ، اُٿ جاڳہ.

## نؤجوانو

سستي نہ قيام گهرجي پارت جا نؤجوانو،
ڌارين جي دَستِ ڪيسين رهندو هي ڪارخانو
موقعو هٿان وڃائڻ مردن جو شان چئبو؟
غفلت جو وقت ناهي جاڳڻ جو آ زمانو.
آزاديءَ جي منزل اوڏو نظر اچي ٿي،
هاڻي رهي نہ سگهندو پارت غلام خانو.
ڇوٽو هڏين جو گهرجي سوراج جي مندر لءِ،
نارن رڳن سان نهندو آزاد آشيانو.
اتهاس هي ڏکايل! دنيا جو ساک ڏئي ٿو،
آزاديءَ جي صدقي چاٽيون ڪجو نشانو.

## قرباني ڪپي!

جوانو هند ۽ سنڌ جا ڪڏهن ميدان ۾ ايندا
ڪڏهن جند جان پنهنجي قوم جي قدمن ۾ اربيندا؟
ي ٿي آگ آزادي گهوري ٿي ڪونڌ قرباني،
ڏهن ٿي مست محبت ۾ پتنگ جان پاڻ ساڙيندا.
آزادگي ديوي ڪپر خالي ڪٺي آئـ
! پاڪ رت هاري، ڪڏهن

ڳُهري ٿي ڪشٽ جي ڪالي، ٻوڙ خون جي پيالي
ڪڏهن هيءَ پياس پياسڻ جي لهوءَ سان لعل! لاهيندا
اي آئينده جا اڳوانو! سهڻ ٿياڳيو اُٿو جاڳو
اوهين جاڳيا تہ جڳ جاڳيو، اوهين جڳ کي جڳائيندا
سهو سستيءَ سندو ناهي، زمانو ڪرم جو آهي
ڪرميوڳي بڻي ڪائرپڻي کي کوڻ ڪائيندا
سنيهو ديس ماتا جو سليو درد ر وڏي واڪي
اڪر آزادگيءَ وارو جتي ويندا اُتي نيندا

## نوجوان!

جـوانو، جـوانو، جـوانو اُٿـو!
ڪرم جو هي آهي زمانو اُٿو!
جـوانـو ڇڏي ننڊ جاڳي اُٿو،
ڪبي هند کي اڄ سجاڳي اُٿو.
نہ سستي ڪبي مور جاڳي اُٿو،
اُٿو ديس جا وير تياڳي اُٿو!
جوانو ...... ڪـرم جو ......

## سڌ!

اجـا آيـوُ وچـائيندا،
...وانـو! عيش عشرت ۾ اجـا کيسين ڏکائيندا؟
...لامي ويس پارت کي جوانو! مؤت بهتر آهه،
...لاميءَ ۾ گذارڻ کان تِڪڻ کيسين گسائيندا!
...لاميءَ ۾ جهڪائي سر پاڻ تي دنيا کلايو ٿا،
...غلاميءَ ۾ رهي ڇو ڪڏهن پنهنجي مٽائيندا.
...غلامي داغ هستيءَ تان اثـر پورو نه آهي ڇا؟
...ٻکين پائن جي آهُن ۾ غريبن جون گنوائيندا!
...بکن ۾ ڇا اجا جانيون پڪاري اڄ اوهانکي ٿو،
جوانو! ڪرم جو ميدانُ، مَرڪي مرڻ لءِ پير پائيندا؟
ڪڏهن ميدان ۾ لڳي جوانو لڙائي آهه،
وفائي ۽ جفائيءَ جي ڪٽي ميدان ماريندا؟
وفا خاطر جفا سر تي اوهانجو خون پيئنا ۾...
ڪپي آزاد- ماٿا کي سان خون جو پيالو پيري ڏيندا
ڪڏهن مَرڪي خوشيءَ سان خون جو پيالو پيري ڏيندا
جوانو! هند وارا هام آزادي هڻي وينا
ڪڏهن هن هام کي هيڪر حقيقت تي رسائيندا
'دکايل' ديس ماتا جي اوهان ۾ آس باقي آهـ...
ڪري آزاد پارت کي ڪڏهن جهنڊو جهلائيند...

يڪ ڪيتر ۾ پاڻ ملهايون،
آزاديءَ لءِ جان گنوايون.
لاڳاپا ڪل لاهي.
ڪو شڪ ناهي، اڄ تہ ........
سهسين سورهيہ جيل پرينڊا،
ڪي سوريءَ تي سرڙا ڏيندا.
ثابت سينا ساهي.
ڪو شڪ ناهي. اڄ تہ ........
گانڌيءَ جي آگر جو اشارو،
جاڳائيندو پارت سارو،
ڪونڌر ايندا ڪاهي.
ڪو شڪ ناهي. اڄ تہ ........
ستياگرھہ جي جاري لڙائي،
سوپ ستيا جي ٿيندي جائي.
ڏانءُ ڏسيو هي ڏاهي.
ڪو شڪ ناهي. اڄ تہ ........
جاڳڻ جو ٿيو موقعو آيو،
ڏيڍ صديءَ جو پختو پايو.
ڇڏيو ڏکايل! ڏاهي.
ڪو شڪ ناهي. اڄ تہ ....

## ڀارت جا نؤجوان!

منهنجو هندستان .
ڀارت جا نؤجوان!
چؤ، منهنجو هندستان .
منهنجو هندستان .

جنهن ديس جو اَن کائين ٿو،
جنهن ديس جو پِئين ٿو پاڻي،
تنهن ديس جو پنهنجي سر تي،
ڇا فرض نٿو کو ڄاڻين؟
پاڻجي ٿو وجهين احسان .
چؤ منهنجو هندستان .

جنهن ديس جي دک سک ۾ تون،
خود آهين ڀاڱي ڀائي،
اُن جي ئي ڀلائيءَ ۾ تون،
خود پنهنجي جاڻ ڀلائي .
آهين نه اڃا نادان،
چؤ منهنجو هندستان .

## جگر آزمايون !

اچـو نؤجوانو! هـنر آزمـايـون،
چِٽن گرم گوليون جگر آزمايون.
پري کان پون ٿا ٽارين جا تجلا،
ڪري سخت سينا سپر آزمايون.
هلي جيل خاني ۾، لوهي جون سيخون،
۽ اوچا پٿين جا پٿر آزمايون.
مِٺي مرڪ سان سڀ سهي سُورسختيون،
آهنسا سندو هي صبر آزمايون.
ڏئي پيٽ ۾ رت رشين ۽ مُنين جو.
دلي درد جو ٿا اثر آزمايون.

## نؤجوان جو فرض

جوانو وس هينئر آهي اوهانجي، شان ڀارت جو
ڪيي آزاد ماتا کي ٿو اڄ بلدان ڀارت جو.
ٿيو سختيءَ جي مڪتب ۾ شروع اِمتحان آزادي،
اوهان تي ئي منحصر آهه هي اِمتحان ڀارت جو.
ڇڏيندا تير ڪوشش جو ته وئرت ڪين ڪي ويندو،
ڪندو آخر وڃي مشڪل کڏهن آسان ڀارت جو.

وَير واريءَ تي گذاري ٿا ڇَڪيون پيهندا رهن
آهہ قيدن ۾ ڦهر بغداد هندستان ۾
بند ۾ نازڪ بدن ناريون ۽ بالڪ ٿيچ پياڪ
جيل ۾ جمندو ڏسو اولاد هندستان ۾
دل و دماغ اڄ ديس جو گهاٽي اندر ٿو پيڙجي
عطر جوهر ٿو ٿئي برباد هندستان ۾
ڪوبہ غيرتمند ديسي ناهہ باهر جيل کان
نرم ڏر جي دل بہ ناهي شاد هندستان ۾
ٿو اچي سماي مان گهڙجي روز ظلمي قاعدو
آهہ پينل ڪوڊ پڻ افراد هندستان ۾
ڪن ڦٽيا لوڙهين لٺين سان، ڪن ڪيا گولين سان ماٺ
ٿيا سپاهي پڻ ڦري جلاد هندستان ۾
شهر خالي ٿي چڪا اڄ گهر اُجڙ گجرات ۾
ٿين جهنگل ويران، ٿا آباد هندستان ۾
ديس سان همدرد اخبارن تي توڙي ڪال آهہ
تہ بہ وجي آزاديءَ جو ناد هندستان ۾

٣

جڏهن ڄالون بہ ٿي ظاهر پيئون ميدان ۾ ڪاهي،
تڏهن ٽوڪي نہ واجب هو رهڻ بيدل پٽر ٻڌجي،
هندستاني ڏسي هيٺا مٿيا مـڙدار ڏر وارا،
ٻڌي چرچل سندا چرچا نہ رهہ موکو مٽر ٻڌجي.
اهڙو منڊو هي مڙدار نہ گهرجي- ڏاري ........

٤

لٺين، لوڙهين، بندوقن سان وتن وطني پاي ڦنبا،
نہ پيي بيغيرتي ٿي رهہ نہ سرڪاري نفر ٻڌجي،
رهياسون ڏيڍ سؤ سالن ڪان جوڪمزور ڪانئر ٿي،
سزا تن جي مٿان آئي، غلاميءَ جو قهر ٻڌجي.
اهڙو گندو سر ٿي بار نہ گهرجي- ڏاري ........

٥

غلامن کي شريعت ۾ نہ حج واجب مسلمانو،
رهي اسلام ۾ آزادگي شمس و قمر ٻڌجي،
پڄايو زير خنجر پـي اوهان پيغام آزادي،
غلاميءَ ساڻ اسلامي رهي ڪيئن همسفر ٻڌجي!
طـوق غـلامي زنهار نـہ گهرجي- ڏاري ........

جي ستياگره هلچل . .

ائي جي حضوريءَ ۾ کيوسين ڪنڌ جي اُبتو،
زندي ڪوپرائي ٿي پنڻ وارو ڪنگر ٻڌجي،
جاڳو سياڻا ٿيو آٿـوَ هي آخرين موقعو،
ايل! جي هتان هي ويو پڻينداسين حشر ٻڌجي.
ڙو بـي شـرم پينار نـه گهرجي- ڏاري ......

انقلاب

انقلاب .

انقلاب ،

انقلاب ،

انقلاب زنده باد.

گونجي آزاديءَ جو ناد.

هندستان، هندستان، هندستان.

هندستان ٿئي آزاد.

انقلاب زنده باد.

او رهنما وطن جا، او خيرخواهه وطن جا،

او آسرا وطن جا، مشڪل ڪشا وطن جا.

چؤ انقلاب. انقلاب زنده باد.

ڪوشش جو نيرءاري، چئه آفتن کي ٽاري،

هل حوصلو سنڀاري، هيءَ ڪاهاي وساري،

چئه انقلاب. انقلاب زنده باد.

١٩٢٩ع سال جي پوئينءَ رات يعني ٣١ ڊسيمبر اڌ رات جو، لاهور ۾ راويءَ جي ڪناري، اکل ڀارت قومي ڪانگريس، پنڊت جواهرلعل نهروءَ جي پرڌانپڻي هيٺ هندستان جي پورڻ آزاديءَ جو اعلان ڪيو. سڄي ديش ۾ ملڪي آزاديءَ جي پروانن جو من مچلي اُٿيو. اُنهن، مهاتما گانڌيءَ جي رهبريءَ هيٺ آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ سڀڪجهه قربان ڪرڻ جو قسم کنيون. گانڌيجيءَ ملڪ جي سياسي نبض تي هٿ رکي فيصلو ڪيو ته ١٢ مارچ ١٩٣٠ تي ڊانڊيءَ تي چڙهائي ڪري، ٦ اپريل ١٩٣٠ لوڻ ٺاهي، ستياگره کندو ۽ انهيءَ اعلان کي عمل ۾ وجهڻ لاءِ هن سابرمتي آشرم منجهان پنهنجي خاص ۽ چونڊ ستياگرهين جي ٽولي ساڻ ڪري، ڊانڊيءَ ڏانهن رخ رکيو. پيدل-

ستياگرهہ هلچل

١٩٣٠ع جي پنهنجي منزل
يانرين جو هي جٿو، سر نريءَ لي رکي
مقصود ڏانهن ڪاهيند و هليو. انگريز سرڪار نيٺ
گانڌيجيءَ کي گرفتار ڪيو.
گانڌيجيءَ سابرمتي آشرم ڇڏڻ مهل اِهو پرڻ
ڪيو هو، "يا تہ هو ڀارت کي آزاد ڪري سابرمتي آشرم
۾ واپس ايندو، يا تہ سندس لاش سمنڊ ۾ ترندو نظر
ايندو." پنهنجي سپهہ سالار جي هن اقرار ۽ گرفتاريءَ
ديش کي جاڳائي کڙو ڪيو. پوءِ تہ سڄي ملڪ ۾ لوڻ
جو ستياگرهہ شروع ٿي ويو. هزارين ڀارتواسي
توڙي استريون جٿا ناهي لوڻ جو قاعدو ڀڃي انگريزج
جيل ۾ ڏو ڪيندا ويا. اُنهيءَ وقت ڪراچيءَ ۾ شر
نارائڻداس بيچر جي اڳواڻي هيٺ ستياگرهين
ڀيريون جٿو گرفتار ٿيو ۽ ڪورٽ ۾ مٿن ڪيس ها
ڪيس هاندي ڪراچيءَ جي جنتا جوش ۾ اچي وئ
سنڌ جو برک نيتا شري جئرامداس دولترام ماڻهن
شانت ڪرائيندي، پوليس جي گوليءَ لڳڻ ڪري زخم
پيو ۽ هن کي بروقت اسپتال نيو ويو. ملڪ ۾ چوڌ
گوليبازيءَ ۽ لٺبازيءَ جو راڄ هو. اُنهن ڏينهن جا
گيت، جڻ ڀارت جي آهنسڪ آندولن جي ساک
رهيا آهن. اچو تہ هڪ دفعو اُهي گيت وري گنگنا

قومي

ڪنهنجو واڄو ٿو وڄي ڪنهنجو ٿو آواز رهي
ڪنهنجي هستيءَ تي ٿو قومن کي فخر ناز رهي

٣

جڏهن آزاد هندستان هي سارو ٿيندو،
تڏهن لاهور ۾ هڪ شاهي منارو ٿيندو،
جنهن تي آزادي پتلي جو نظارو ٿيندو،
جنهن تي لالا جو لکيل نانءُ پيارو ٿيندو،
جو مري ديس پٺيان لاءِ سو هرگز نہ مري،
تنهنجي پوڄا ٿو سڄو ديس خوشيءَ سان ڪري.

## شهيد جتيندرنات داس

روءُ نہ ڀارت دل ڀڳل سان تون جتيندر داس کي،
داس ويو آهي اُجاري تنهنجي ايندڙ آس کي.
وارڪا ڊاهون ڪري ٻهچن ٻُريءَ ٽائين ٻري،
س ڪامورن رڙي ڪنبڻي لڳي ڪيلاس کي.
جي سيلاب کان تر ٿيل زمين تنهنجي منجهان،
جا اُپري سلا ساڙڻ ڪندا آڪاس کي.
داٽي ڪي ڇڏي ٽيوٽ ڏهاڙا بند
فنا اُپواس واري آگ

هاءِ نوڪر شاهي! تنهنجي پهڻ ڪان دل سخت ٿي،
قياس ڪو آيو نہ هرگز رحم تو راڪاس کي.
لڪ مڙي تو ديو-درسن لاءِ آيا لاش ني،
ناس ٿي ديهي مگر نالو رهيو ابناس کي.
آخرين دم ني بہ قائم، پرن ني پختو رهئين،
تو سچو آخر بڻايو آدرش اخلاص کي.
راجنيتي قيد وارن سان هلت آهنجي ڏسي،
پر-پلي ۾ تو ڏنو سنياس ڌاري ساس کي.

قومي

ڪنهنجو واڃو ٿو وڃي ڪنهنجو ٿو آواز رها

ڪنهنجي هستيءَ تي ٿو قومن کي فخر ناز رهي

٣

جڏهن آزاد هندستان هي سارو ٿيندو

تڏهن لاهور ۾ هڪ شاهي منارو ٿيندو،

جنهن تي آزادي پتلي جو نظارو ٿيندو،

جنهن تي لالا جو لکيل نانءُ پيارو ٿيندو،

جو مري ديس پلي لاءِ سو هرگز نه مري،

تنهنجي پوڄا ٿو سڄو ديس خوشيءَ سان ڪري.

## شهيد جتيندر ناٿ داس

روءُ نه ڀارت دل ڀڳل سان تون جتيندر داس کي،

داس ويو آهي اُجاري تنهنجي ايندڙ آس کي.

دوارڪا دانهون ڪري ڀيڻن پُريءَ نائين پري،

اس ڪامورن رڙي ڪنبڻي لڳي ڪيلاس کي.

ظلم جي سيلاب ڪان تر ٿيل زمين تنهنجي منجهان،

رز جا اُڀري سلا ساڙڻ ڪندا آڪاس کي.

ب داڻي ڪي چڙي ٿيهٺ ڏهاڙا بند

و فنا اُپواس واري آگ

لالاجپت راءِ جنيند رنات داس

ٿي ، هاءِ نوڪرشاهي! تنهنجي پهڻ کان دل سخت
ڪي. قياس ڪو آيو نہ هرگز رحم تو راڪاس
ٿي ، لک مٿي تو ديو-درسن لاءِ آيا لاش
ڪي ناس ٿي ديهي مگر نالو رهيو ابناس
آخرين دم ٿي بہ قائم، پرن ٿي پختو رهئين
ڪي نو سچو آخر بڻايو آدرش اخلاص
راجنيتي قيد وارن سان هلت اهنجي ڏسي
پر-پاپي ۾ تو ڏنو سنياس ڏاري ساس ڪي

۾ 'سوراج-فند' ڪٺي ڪرڻ لاءِ هن لڳاتار چڪر ڏنا ۽ ائين ملڪ کي آزاديءَ جي نئين هلچل هلائڻ لاءِ تيار ڪيو. اُنهن ئي ڏينهن ۾ لالا لجپت راءِ جي خوني سارجنٽ سانڊرس کي لاهور ۾ خون ڪيو ويو. هن خون جي تهمت، پارٽ جي شهيدن جي سرتاج سردار ڀڳت سنگهه ۽ سندس ٻن سائين شهيد راج گرو ۽ سکديو تي رکي ويئي. ٿرت ئي ٻوءِ وائسراءِ جي ٽرين کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ۽ هند اسيمبليءَ ۾ هڪ ڌڙاڪو اُڇليو ويو ۽ ڌڙاڪي اُڇليندڙ وير انقلابي سردار ڀڳت سنگهه کي سرزمين تي پڪڙيو ويو. اُهي ئي ڏينهن هئا جو بينگال جو جتيندر ناٿ داس پڪڙيو ويو هو ۽ هن جيل ۾ راڄنيتي قيدين سان خراب ورتاءُ ڪرڻ جي خلاف مرڻ-ورت رکيو هو. ملڪ ڏٺو ته سندن اِهو محبوب سپاهي، ٽيهٺ ڏينهن جي اُپواس ڪانپوءِ شهيد ٿي ويو. ملڪ جي ماڻهن ڪيس بچائڻ لاءِ ڪيڏيون نه ڪوششون ڪيون، پر سڀ اجايون ويئون. اُنهيءَ وقت جي گيت گونجيا اُهي اوهين به ٻڌهو ۽ ڳايو.

## لالا لجپت راءِ جي موت تي

ملڪ پنجاب جو هو شير بهادر لالا،
مات ڀارت جو سچو پوٽ سپاتر لالا،
مانڪا ديھ ۾ هو ديو دلاور لالا،
آھ ناموس پريو نانءُ نشانمبر لالا،
واءِ قسمت ويو هلي موت سندي گود اندر،
قوم ساري آهي ماتم جي سبب رنج اندر.

۲

ڪنھنجي تعريف جي تصوير تي تاريخ چٽي،
ڪنھنجي نالي تي وڏا ملڪ منارا ٿو سٽي،
ڪنھنجي مرڻي تي سڄي قوم ٿي روئي ۽ پٽي،
ڪنھنجي هستي ٿئي سنسارجي تختي تان مٽي،

لڙائي جهڳڙو هميشه هلي ڪين سگهندو آهي.
گانڌيجيءَ جيل منجهان نڪرڻ کان اڳ ۾ توڙي پوءِ
فرقيوار فسادن خلاف ورت رکيو ۽ انهن ورتن جو
اثر ڪاني ٿيو. ملڪ ۾ قومي جاڳرتا اچڻ لڳي. هن
چيتنا کي ختم ڪرڻ لاءِ چالاڪ انگريز هڪ چال چلي.
انگلنڊ جي سرڪار پارت کي وڌيڪ اڌڪارن ڏيڻ
لاءِ ١٩٢٨ع ۾ سائمن صاحب جي ڪمان هيٺ هڪ
ڪميشن هندستان موڪلي. مهاتما گانڌيءَ جي صلاح
سان ڪانگريس توڙي ٻين جماعتن گڏجي سائمن
ڪميشن جي بهشڪار جو فيصلو ڪيو. چؤڌاري ملڪ ۾
هڪ ئي نعرو گونجڻ لڳو ۽ اُهو هو ”گو بئڪ سائمن!“
لاهور ۾ جڏهن سائمن ڪميشن پهتي تڏهن اُتي
پنجاب جي شير لالا لجپت راءِ جي اڳوانيءَ هيٺ

نياءَ گهر سرڪار جو تنهنجي لءِ خود مقتل بڻيو،
هندوجاتيءَ جي مٽي جو چمڪندڙ سندر مٽيو.

٣

جيئن گسي ٿي زور سان تلوار ٿي جوهر ڪڍي،
پيسجي روهيءَ اندر خوشبوءِ ٿو عنبر ڪڍي.
ٿو سڙي سرڪنڊ جيئن سرهاڻ ٿو بهتر ڪڍي،
جئين سهي ٿي قوم سختيون سرس گڻ سندر ڪڍي.
تنهنجي قربانيءَ کان آهي نازبر چوٽي جٽيو،
هندوجاتيءَ جي مٽي جو چمڪندڙ سندر مٽيو.

٤

ورق ورندو جو نئون آزاد هندستان جو،
تذڪرو ايندو انهيءَ ۾ تنهنجي شاهي شان جو.
قوم کان ملندءِ نئوجي خاص موقعو مان جو،
فخر کان گردن مٿي رهندو سندءِ سنتان جو.
تنهنجو نالو قوم جي قابل شهيدن ۾ ڳڻيو،
هندوجاتيءَ جي مٽي جو چمڪندڙ سندر مٽيو.

٥

اي دکايل قوم اهڙي مؤت تي ماتم نہ کر،
اڄ مٿان لڙکن سان دل جو چاڪ ٿيل دامن نہ پر.
بدلو جي گهرجئي تہ پنهنجو پير پنهنجي کين ڌر،
فائدي لءِ قوم جي کش جوش پيٽي سان کمر.
قوم هرکنهن کي دکايل وير پنهنجوئي وٺيو،
هندو جاتيءَ جي مٿي جو چمڪندڙ سندر مٽيو.

جي انصاف تاءِ ترسي نہ سگهيا ۽ انهن مهراج نٿورام
ڪي ڪيس هلندي ڪورٽ ۾ ئي خنجر سان
ماري شهيد ڪري ڇڏيو. هن خون- ناحق تي
سنڌ جي هندو ماتر ڪي صدمو رسيو ۽ اُنهيءَ
وقت هيٺيون گيت ڳائي اسان پنهنجي غم ۽ اعتراض
جو اظهار ڪيو.

# شهيد نٿورام

هو اُمنگ تنهنجي اندر ۾ جوش جذبو جان ۾،
آدرش ويدڪ ڌرم جو هو ڌريل نت ڌيان ۾.
ڌرم جي هاڃي ڏسي ٽون پڱين ٽپي ميدان ۾،
آخرين محبت سان مائل ٿئين شهيدي شان ۾.
پل نه تو جهڙو سپاتر وِير اڄ ماتا جڻيو،
هندو جاتيءَ جي مٿي جو چمڪندڙ سندر مڻيو.

٢

سنڌ ساريءَ ڪي ملبو نياپو وڏيءَ ڏڙڏوٽ سان
گهاءُ سيني ۾ رسيو قاتل ڇُريءَ جي چوٽ سان
تو چُڪايو قرض ماتا جو شهيدي موٽ سان
قوم جي اُنتيءَ لڏيون لائون لڏڻ ٿو گهوٽ سان

انگريز حڪومت جڏهن ڏٺو ته سندن "امن-سپاهين" اسهڪار هلچل کي دٻائڻ ۽ روڪڻ ۾ ڪامياب ڪين ٿيون آهن، تڏهن هنن ملڪ ۾ هندو-مسلم نفاق پيدا ڪرڻ جي شرارت شروع ڪئي. خلافت جي هلچل وقت ته اهڙي همت ڪين ڪانـ ٿي، پر جڏهن مهاتما گانڌي ۽ علي ڀائر ٽوڙي پيا وڏا وڏا ڪانگريسي ٽوڙي خلافتي اڳوان جيلن ۾ بند هئا، تڏهن مسلم ليگ جي اڳوانن معرفت واندن ۽ لالچي مان ٽوڙي مولوين معرفت هنن ديش ۾ فرقيوار ڇڪتاڻ پيدا ڪئي. هونءَ به خلافت جو سوال ترڪيءَ خليفي کي هٽائي خود ئي ختم ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ ڪري هندستاني مسلمانن کي اڀو هاڻ ٻيهو ويو ته

جي اوهين ڪانگريس جي هلايل آزاديءَ واري تحرڪ ۾ ٻڏرو ونندا ته ملڪ ۾ ٽورائيءَ سبب هندن جا غلام ٿيندي ويندا. انهيءَ قسم جا پيا به سوين پڙ جا پڙُت مسلمانن جي پنيان انگريزن لڳائي ڇڏيا. انهيءَ ڪري سڄي ملڪ ۾ هندو-مسلم نفاق جي باهه ٻري ويئي. جنهن بمبئي ۽ ڪانپور ۾ آزادي توڙي خلافت جي وقت هندن مسلمانن گڏجي پائڊوني ۽ ڪانپوري بازارين ۾ انگريزن جي خلاف نعرا هنيا هئا، اُتي ۽ انهن ئي جاين تي هوهڪ ٻئي جي خلاف نعرا هڻي، هڪ ٻئي جي ڳلي ڪاٽڻ لاءِ خنجر آزمائي ڪري رهيا هئا. گيتا ۽ قرآن جي بي حرمتيءَ جا افواهه ڦهلائي مذهبي پاڳل هڪ ٻئي جو خون وهائڻ لڳا. سنڌ به اِنهيءَ زحمت کان آجي رهي نه سگهي. صوفي سڳورن جا پوئلڳ سنڌي، سچل ۽ روحل کي وساري، هندو ٽورائيءَ کي مارڻ توڙي ڦرڻ لڳا. لاڙڪاڻي شهر ۽ روهڙي ڊويزن ۾ سخت ماراماري ٿي. هن فرقيوار ڇڪتاڻ مسلم ليگ ۽ آريه سماج کي اڳڀرو ڪيو. حيدرآباد سنڌ ۾ اهڙي وقت هڪ آريه سماجي مهراج نٿورام ني قران جي بي عزتي ڪرڻ لاءِ مقدمو هلايو ويو. مذهبي ڪٽنا مسلمان، ڪورٽ

لڪائي باڻ پردي ۾ وڃي دربار ۾ ٻهچان،
متان رستي ۾ دوٽن جي پڪيڙيل ڪا هجي سازش.
گهرڻ سان منهنجي جيئن دربار جي ڪنڊ ڪڙڇ معطر ٿئي،
انهيءَ خاطر ڪيائين خوب سرهي تيل جي مالش.
ڏسي محلات جي آخر سجاوٽ، چوڻ خوش ٿيندو،
ٻڌايو لاٽ صاحب لءِ جا لائق جاءِ آرائش.
عجب ساراهه جوڳو، چائنر تنهنجو هي بندوبست آهه،
الين نورن ڇٽي، گونر خطابن جي ڪندو بارش.
دکايل! راءِ صاحب جو دلي ارمان رهجي ويو،
رهيل باقي هئي جنهن آفرين نامي جي گنجائش.

## هي ڪهڙو مهمان؟

ڇڏيندي بسترو نورن مليو مهمان جو نوٽس،
چروٽ ۽ چانهه حاضر ڪر، حقو ۽ پان پاسي ڪر.
آرينج منهنجي ڊنر ۾ ٽن جو ڪيڪ ڊبل روٽيءَ سان،
مٽن-ڪٽليٽ گهرجي، هي مٺائي نان پاسي ڪر.
سپر ٽائيم تي وسڪيءَ جو خوش رنگ دؤر جاري ٿئي،
انارن جو مٺو شربت مگر ميزبان پاسي ڪر.

امن - سيائون

پراڻي سپيتا پنهنجي وساري جنهن چڏي آهي،
اُهو هاڃي هنيون گهر مان ڏکي مهمان پاسي ڪر.
ذرو ٻي ديش جي اُنتيءَ اڳيان جيڪو اچي آڏو،
نہ اهڙو ديش گهاتڪ منچاو مروان پاسي ڪر.
دڪايل جنهن جي رغبت مان سراسر ٿو رسي جوڪو،
ڌرم ايمان جو دشمن شمر شيطان پاسي ڪر.

## ٽوڊين جو ترانو!

سر منهنجو جهڪيو رهندو ھي انگريز جي آڏو،
گردن ۾ سُهين سون جو زنجير غلامي.
ريشِ-برش سان لاٽ پاپوش ٿئي پالش،
چمڪاٽ ڪڍي تاڪُ ٿئي تقدير غلامي.
ھن حسن خدمتيءَ جو مليو مونکي اُجورو،
ٿي آ عطا سرڪار کان جاگير غلامي.
ڪعبو آھي قسمت جو فرنگيءَ جي نوازش،
ھن رنگ ساڻ پيڪندي تصوير غلامي.
يا رب ھميشه لاءِ سا زيبا ڪمر رھي،
حاسد لئي ڪري حادثا شمشير غلامي!

# گورنر جي دربار

هٿن ۾ راءِ صاحب کي مايو اخبار جو پرچو،
پنهنجي آندي ٽپاليءَ پڙ ڇني ۽ تار گورنر جي،
پنيان آندي ٽپاليءَ پڙ چني ۽ تار گورنر جي،
خوشيءَ ۾ ڦولجي ديوان، منشيءَ سان مخاطب ٿيو،
چا لڳڻي آهه منهنجي شهر ۾ دربار گورنر جي؟
اُڏامڻ عرش تي چاهي ٿي منهنجي پاڳه جي اُٺتي
نصيبن سان چمڻ لائق ٿيس پيزار گورنر جي
الاهي! شال نيسين ڪين جاڳن چيلا گانڌيءَ جا
اچڻ سان ڪن متان ڪافر مٽي مردار گورنر جي
دکايل هؤل کان ديوان جو آرام اُڏري ويو
اچي در تي رسي جيسين ڪ موٽرڪار گورنر جي

٢

ڪيائين جاڳندي آخر اکين ۾ رات کي پورو
صبح ٿيڻ سان گهرائي راءِ صاحب ڪوبرا پالش
وڃي آئينہ خاني ۾ بڻائي ريش کي ڪا
چيائين، روبرو منهنجي ٽڪي لقمان جي دا
آها، ڪهڙي نہ نهندي سرس سهڻي، ٽوپان و
مٿي تي سوَسوا واري مشهدي پيچ دستار

## ٹوبين جو ترانو!

سر منهنجو جهڪيو رهندو هي انگريز جي آڏو،
گردن ۾ سُهين سون جو زنجير غلامي.
ريشِ-برش سان لاٽ پاپوش ٿئي پالش،
چمڪاٽ ڪيي ناٿ ٿئي تقدير غلامي.
هن حسن خذمتيءَ جو مليو مونکي اُجورو،
ٿي آ عطا سرڪار کان جاگير غلامي.
ڪعبو آهي قسمت جو فرنگيءَ جي نوازش،
هن رنگ ساڻ پهڪندي تصوير غلامي.
يا رب هميشه لاءِ سا زيبا ڪمر رهي،
حاسد ٿئي ڪري حادثا شمشير غلامي!

# گورنر جي دربار

هٿن ۾ راءِ صاحب کي ملبو اخبار جو پرچو،
پنيان آندي ٽپاليءَ پڙ چڻي ۽ تار گورنر جي،
خوشيءَ ۾ ڦولجي ديوان، منشيءَ سان مخاطب ٿيو،
ڇا لڳي آهه منهنجي شهر ۾ دربار گورنر جي؟
اُڏامڻ عرش تي چاهي ٿي منهنجي پاڳ جي اُنٽي،
نصيبن سان چمڻ لائق ٿيس پيزار گورنر جي.
الاهي! شال نيسين کين جاڳن چيلا گانڌيءَ جا،
اچڻ سان کن مٿان ڪافر مٺي مردار گورنر جي.
دکايل هؤل کان ديوان جو آرام اُڏري ويو،
اچي در تي رسي جيسين ڪ موٽرڪار گورنر جي.

٢

کيائين جاڳندي آخر اکين ۾ رات کي پورو،
صبح ٿيڻ سان گهرائي راءِ صاحب ڪوبرا پالش.
وڃي آئينہ خاني ۾ ٻڌائي ريش کي ڪارو،
چيائين، روبرو منهنجي ڦڪي لقمان جي دانش!
آها، ڪهڙي نہ ٺهندي سرس سهٽي، ٽوپان وچ ۾،
مٿي تي سؤ سوا واري مشهدي پيچ دستارش.

ڙ

مهاتما گانڌيءَ جي اسهڪار ۽ بهشڪار هلچل جو
مقابلو ڪرڻ لاءِ، انگريز سرڪار سڄي ملڪ ۾
"امن-سڀائون" قائم ڪيون، جن ۾ لقبدار، پينشن بردار،
زميندار ۽ ٽوڊي شاهوڪارن کي ڀرتي ڪيو ويو.
اُنهن جي معرفت قومي هلچل کي نگهوسار ڪرڻ جو
هرڪو يتن ڪيو ويو، پر گانڌيجيءَ جي شروع ڪيل
آزاديءَ جي عوامي هلچل اِنهن رڪاوٽن هوندي به
وڌيڪ زور وٺندي. انگريز سرڪار اُنهن سرڪاري
پينشنرن ۽ لقب دارن کي آفرين-ناما ڏيندي هئي،
جيڪي قومي هلچل کي دٻائڻ ۾ بهرو وٺندا هئا.

هن باري ۾ وقت بوقت کي گيت لکيا ويا
آهن. اُنهن منجهان کي اواللي آهن تہ کي قومہ

صحت وڃائين زور وڃائين مؤت مٿي تي سوار،
مانُ وڃائين مال وڃائين پسائيءَ لءِ لاچار،
پسائيءَ لءِ لاچار شرابي! پسائيءَ لءِ لاچار.
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ لعنت لوٽي، ٿئين شرابي خوار،
هيڙو هيڙو ڇوڪر لائي مٿي ڪني مڙدار.
مٿي ڪني مڙدار شرابي! مٿي ڪني مڙدار.
گانڌيءَ جو فرمان ٿيو آ ڪني ڇڏيو هيءَ ڪار،
ڀارت کي اڄ آهه دکايل آزادي درڪار.
آزادي درڪار شرابي! آزادي درڪار.

## شراب بهشتڪار

خون خوشيءَ سان ڏيندا سين،
پر بند ڀارت جا پيندا سين.
گتي گتي ۾ ڏرٽو آهي،
شراب کي ڪيءَ ڪرٽو آهي،
پاپيءَ پاڙ پٽيندا سين،
اسين بند ڀارت جا پيندا سين.

ذرم يـــڌ ۾ شــراب خـــوري ،
دغـا ڏيس سان آهـ نسوري ،
ڪين شـــرابـــي بڻنداسـين ،
اسين بند پارت جا پيِنداسين .
اڇو هڻڻ لءِ ڪـٽـي کهاڙيون ،
هـجن هٿن ۾ لٺيون اُگهاڙيون ،
ســـوُر صـبـر سـان سهنداسين ،
اسين بند پارت جا پيِنداسين .
رشيا ۽ جرمن شـراب ٽياڳيو ،
تـرڪيـو اميريڪا بـہ تيـاڳـو ،
اسين بـہ پـوءِ نہ پونداسين ،
پـر بند پارت جـا پيِنداسين .
پوتر پارت جي هيءَ ڌرتي ،
شراب جي شيطـان آ ورتي ،
واپس تنهن کان وٺنداسين ،
اسين بند پارت جـا پيِنداسين .
دارونءَ ڏيس دکايل ڪيڙو ،
ڏلهي ڏڪـار ڏکـايـل ڪيڙو ،
مؤر نـہ موذيءَ مڃنداسين ،
اسين بند پارت جا پيِنداسين .

ڪهڙي ڪادي چاڙهي دادي! ڪادي ڪين تياڳ،
هن ڪاديءَ ۾ آهه منحصر مسڪينن جو ڀاڳ.
پينو پايو ڪادي جام- پائو پايو ....
سونهن ۽ سڦرائيءَ جو پينو! جوڙي آهي جوڙ،
اهڙي جوڙي پائي، ناٿو چونو بچايون ڪوڙ.
پينو پايو ڪادي جام- پائو پايو ....
گهر گهر جي ٿئي خوب دڪايل! ڪاديءَ جو پرورش،
چونو غريبي دور ٿئي ۽ ٿئي آسودو ديش.
پينو پايو ڪادي جام- پائو پايو ....

## ڪادي تلوار

ڪاديءَ وارا، چؤ مائي! ڪادي گهرجي- وال گهٽا؟
وال گهٽي؟ آنا چار. يارنهن وال جلدي ڏيار.
ڪاديءَ وارا، چؤ مائي! ........
ڪانڌيءَ جو فرمان ٿيو آهه، پهري ڪادي هر نرنار،
وديشي ڪپڙي جي آ سراسر، بڌل زهر ڀرهڪ تار.
ڪاديءَ وارا، چؤ مائي! ......
ڀارت کي آزاد ڪرڻ لءِ گهرجي ڪاديءَ جي تلوار،
هاءِ ڏکر لءِ بچا اسانجا تڙفن ڦٿڪن سوين هزار.
ڪاديءَ وارا، چؤ مائي! ......

چرخو اسهڪار- سوديشي کادي
دکي ديش ماتا کي پينر قرباني جي آ درڪار
جاڳ دکايل! جاڳڻ گهرجي غفلت ڇڏ ۽ ٿيءُ هوشيار
کاديءَ وارا، ڇؤ مائي! ......

## شڌ کادي پايو!

پايو پايو اي ڀارت واسي شڌ کادي پايو.
شڌ کادي پايو اي پينر......
گهر گهر ۾ اوهين شڌ کادي جو پهچايو پيغام،
وطن وساري پنهنجو ڇوٽا ڌارين کي ورسايو.
آزاديءَ جي صدقي گهرجي کاديءَ جي تلوار،
تيار ڪري بم گولا سٽ جا، چرخو توب بڻايو.
ڀارت جي دک دور ڪرڻ لءِ کادي آهه علاج،
کاديءَ ڌاران ٻيو نه وسيلو، گانڌيءَ فرمايو.
صديءَ ڏيڍ کان دکي ديس کي بُکن ڪيو بيحال،
مگر تڪر لءِ ڪين بکايل پيائو نڙڦايو.
شڌ کاديءَ سان ديش دکايل ماڻيندو سوراج
پاءِ پڳڙ سان ڪدڙ پريمي جيءَ ناد وڄايو.

## سوديشي

أمان جيجل اچي ويو وقت ديسي واپرائڻ جو،
عجب موقعو مليو آهي سوديشي آزمائڻ جو.
ڏرت پيا ڏيهہ ۾ ڪاهي بکن ڏينگو وڏو ڏاهي،
اچا ساڳيو سمو ناهي اجائي زر اُڏائڻ جو.
غريبيءَ ملڪ ۾ ماتا! مچائي آهہ هاڻيدوس،
زمانو ويو غريبن جي صدا ٽاري ٽٽائڻ جو.
مصيبت کان وطن وارن ڳجها ڳوڙها ڳهٽا ڳاڙيا،
مگر تن کي نہ ڏيو موقعو ڪلڻي ماتم مچائڻ جو.
دکين جي دل منجهان نڪري اُماڙي آهہ جي ٿاڻي،
نہ ڏيندي ملڪ کي موقعو ڪڇين هجتن هلائڻ جو.
مدت کان جو جُلاهن جو زماني دؤر دَرُ پوريو،
اوهانتي لئي منحصر آ سو پوريل در پٽائڻ جو.
لڳايا جي قام قدرت خوشيءَ خوشبوءِ جي خاطر،
اسانجو وڙ نہ سي ڪچڙا سلا ساڙي سڪائڻ جو.
ڪنگاليءَ ۾ قدر ڪيميا، مفلسيءَ ۾ مٽيا مروت.
نہ آهي حوصلو ڪنهن ۾ دکيءَ دل کي دکائڻ جو.
هيو هَرُ هُنر ۾ اڳرو چيا قابل دستڪاريءَ ۾،
ڇينٽر ويلو وري آيو، اُجڙ پارت بٽائڻ جو.

چرخو، اسهڪار- سوديشي ڪادي
اوهانجو چاهه سوديشي هنرمند لاءِ تڪيو-جادو،
اوهانجو فرض پنهنجي ديش سان نائي نباهڻ جو.
نه سادي ني ننو گهرجي، نڪا آڪ عيب ني آنڪي،
ايهوئي ڪارگر رستو فقط هنرن وڌائڻ جو.
مجال آهي جو سرديشي وجي واپار گهاٽي ۾،
مليو آ ملڪ کي موقعو وري ڪينجهر ڪمائڻ جو
سمي جي پاٽ پلٽان ڪان دکايل ديس ۾ داديون
عمل جو وقت آيو آ نڪي باتين بنائڻ جو

## کادي پرچار

پنهنجي کي همٿايو کادي پايو.
وديشي ڪپڙو ڪين گهرايو،
پنهنجي کي همٿايو کادي پايو.
ڪروڙين پائر بک مرن ٿا،
روٽيءَ ٽڪري لاءِ رڙن ٿا،
نن جو بيٺ پرايو کادي پايو.
وديشي ڪپڙو ....... پنهنجي کي .......
پنهنجي بدن ني پائي جوڙيون،
چونه بچايو سٺ ڪروڙيون،
ڌارين ڌن لٽايو کادي پايو.
وديشي ڪپڙو ....... پنهنجي کي .....

مونکي رختو نہ کپي ۽ نہ پلش برتن جو،
پنهنجو کاديءَ جو اهو کهرو ٿلهو ٿان کپي.
پيلو، ڪلنچي ۽ نہ سگريٽ کپي پاسنگ شو،
پنهنجي سستي ۽ سٺي پن جي بيڙي پان کپي.
مونکي پيسٽري ۽ ڊبل روٽي، ٽوٽوسٽ کپي،
پنهنجو ڍوڍو ٿو کپي، روٽُ ڪري نان کپي.
پين فائونٽن مونکي نہ ولائت جي کپي،
خاص چنسال سان ڪشموري قلمدان کپي.
ڇا اميريڪا جي مان ٽارچ بجليءَ کي ڪريان،
مونکي سو ٿين سندو ديسي شمعدان کپي.
پنهنجي بت ٽان جو کپي ماس منجي جرمن ڏي،
اهڙو بي جان جڏو کين ٿو انسان کپي.
جي لڙائيءَ ۾ ڪري ٻي نہ سگهو قرباني،
ديس صدقي رڳو بالڪل جو احسان کپي.
جو دڪايل! هو ڪڏهن باغ ارم ڪان سالو؛
هاء سو هند جو اجڙيل نہ گلستان کپي.

سوديشي پريم

ٿاء برتن جي نہ اٿليءَ جو ٿو رومال کپي،
سادو سوُدو ئي مگر ملڪ سندو مال کپي.

ڀهريان هرگز نہ ڀرائو مفلر جرمن جو،
مونکي ڪشمير سنديءِ سر ڏي صفا شال کپي.
مونکي ساسَر نہ کپي ٽري نہ کپي مغرب جو،
سون کان سهڻو پنهنجو تامي سندو ٿال کپي.
مونکي عيسائي سنن ۾ نہ کپي ڪوبہ حساب،
پنهنجي هجري ٿي کپي ديسي سنبت سال کپي.
دل کي راحت ٿي ملي حسن مان هند واسين جي،
مونکي پٽرس جي پُرِيُنِ لءِ ننو پرنال کپي.
ملڪ ماتا جي سدا آهہ اِها خاص پڪار،
اي هندي! هند کي بائڪاٽ سندو ڀال کپي.
جو هو پاتال اميريڪا سو آڪاس بڻيو،
هاڻي آڪاس، هي ڀارت سندو پاتال کپي.
جنهن ٿي دنيا جون ننڍيون قومون بہ ڪن ٿيون چرچا،
هاءِ اڄ هند جو هيٺو نہ اُهو حال کپي.
اي دکايل! نون تہ ٿي ڀهرئين هندي پوءِ هند و،
توکي مذهب کان مٿي ملڪ سندو خيال کپي.

تنهنجي ڪاديءَ جو آواز مون تہ ڳوڙن ۾ پڌو،
هرڪو پائيندو تنّي وتيو،
پائيندو ٿني وتيو، ڳچ ڳائيندو ٿي وتيو.

تنهنجي اهنسا جو راز دنيا دور دور پڌو،
حيرت ڪائيندو ٿني وتيو،
حيرت ڪائيندو ٿني وتيو، ساراهيندو ٿني وتيو.

تنهنجي ايڪتا جو راز هندو مسلمان پڌو،
ساري هندستان پڌو،
هرڪو چاهيندو ٿني وتيو، پائر پائيندو ٿني وتيو.

تنهنجو هريجن آواز، مون تہ مندرن ۾ پڌو،
تيرٿ ياترين ۾ پڌو،
هرڪو ڳائيندو ٿني وتيو، ڳلي لائيندو ٿني وتيو.

تنهنجي روحانيت جو راز، مان تہ تپسيا مون پڌو،
آتم ڪٿا مان مون پڌو،
هرڪو هندائيندو وتيو، ڳالي ڳارائيندو وتيو.

مون تہ ڳانڌي تنهنجو نانءُ چوٽ منارن تان پڌو،
تارن ستارن تان پڌو،
هرڪو اُچاريندو وتيو، توکي سنڀاريندو وتيو.

## سوديشي هلچل

سوراج جي سهپاي! آهي سوديشي هلچل،
سو ملڪ مان وارو، جنهن ۾ سوديشي ڇل ڇل.
جي چاهيو ٿيون ستنتر، تيا ڳيو وديشي وستر،
هي آهه مُول منتر، ڏيندو ڏبل کي بل بل.
پنهنجي سان پريم جاڳيو، جاڙو ٿيو ملڪ ڀاڳيو،
وسترو ديشي تيا ڳيو، پنهنجي سان پريم پل پل.
گهاٽو لڳائي گهر کي، سائو ڪرين ڇو پرکي،
اُلٽو ڪري اثر کي، گورن ۾ آڻ گهل گهل!
پنهنجا ڏنڌا وساريا، ويا زور پنهنجي ڏاريا،
پائر بکن ۾ ماريا، آئي گهرن ۾ ڪل ڪل.
هئي هنر ۾ جا اَڳري، پنهنجي هيءَ هند نگري؛
کهڙي نه صاف سٺري، ڍاڪا جي خاص ململ.
آهي جا آگ آيل، ڌارين جي سا لڳايل،
ڪر مات اي دکايل! زياده نه سُور سل سل.

## ميڊ اِن انڊيا

مونکي ڌارين جو جڙيل ڪوبه نه سامان کپي،
ميڊ اِن انڊيا جو لکيل صاف ٿو نيشان کپي.

ايڪو الٽ سان ايندو،
محبت سان سڀ ڪجهه ڏيندو.
ڪلفت ۽ ساڙ نه ويندو،
جهيڙي تڪرار سان. ڀارت....
ماتا جو درد نواريو،
ٻڏندي ٻيڙي کي تاريو،
پرڻ دڪايل پاڙيو،
گانڌي سردار سان. ڀارت....

چرخو

غريبن کي روزي رسائيندو چرخو،
اُگهاڙا هزارين ڍڪائيندو چرخو.
ڪٽي قحط جي چوٽ ڪان جي ڪريا سي،
مسيحا ٿي مڙدا جيارينڌو چرخو.
خطرناڪ رستو آ، آزاديءَ جو،
مگر ماڳ منزل پهچائيندو چرخو.
ڪنداسين ستنتر هندستان پنهنجو،
دڪايل جي هرڪو هلائيندو چرخو.

چرخي جي مهما

ٿيو چرخو ڪدڙ پيارو، سردار گانڌيءَ جو،
هي آهه مدامي نعرو، سردار گانڌيءَ جو.

بن چرخي آهہ نہ چارو، تنّهي ڪاديءَ سان نيتارو،
ڪريو بهشڪار سوپارو، سردار گانڌيءَ جو.
اِهو چرخو چوٽ رسائي، بي روزگار ورسائي،
فرمان تنڌهن فرمائي، سردار گانڌيءَ جو.
هن چرخي سان چت لايو، بن ڪاديءَ مُور نہ پايو،
اوهين اهڙو عرض اُنايو، سردار گانڌيءَ جو.
هڪ هڪ چرخي جوڦيرو، وڃي ڪندو ولائت گهيرو،
هي بمگولو آ ڏيرو، سردار گانڌيءَ جو.
جڏهن گهرگهر ائٽ ڪتيندو، شڌ ڪاديءَ ڪي پهريندو،
پڙي پرن تڏهن هي ايندو، سردار گانڌيءَ جو.
ٿيو تيار ڏڪايل جاڳو، سستيءَ لالچ تياڳيو،
تنّهي پارت ورش سڀاڳو، سردار گانڌيءَ جو.

## ائٽ جو آواز

تنهنجي ائٽ جو آواز ٻون نہ جهوبڙين ۾ ٻڌو،
هرڪو ڪاهيندو تنّهي اُونيو،
هرڪوڪاهيندو تنّهي وڻيو، ڏيرا ڻاهيندو تنّهي وڻيو.
تنهنجي ائٽ جو آواز ٻون نہ آشرم ۾ ٻڌو،
چرخو چاهہ سان تنّهي ڪنيو،
چاهہ سان تنّهي ڪنيو، هرڪوچوريندو تنّهي وڻيو.

گانڌيجيءَ سڄي ملڪ جو دؤرو شروع ڪيو. شهرن ۽ ڳوٺن ۾ قومي سڪول ۽ پنچاتي ڪورٽون شروع ٿي ويون. اسهڪار هلچل سان گڏ ولائتي شين توڙي شراب بهشڪار جو آندولن پڻ هلايو ويو. ١٩٢١ع ۾ آءٌ لاڙڪاڻي ۾ برپا ڪيل قومي سڪول ۾ پڙهندو هوس. انهيءَ وقت سڪول جي پڙهائيءَ کان وڌيڪ شراب جي گتن تي پڪيٽنگ ڪرڻ ۽ ڳوٺن ۾ ملڪي آزادي توڙي خلافت جي هلچل جا راڳ ڳائڻ ۾ مونکي وڌيڪ وڻندا هئا. اهي گيت ڌيري ڌيري وڌڻ ويجهڻ لڳا ۽ ١٩٣٠ کاهه ڍير ٿي ويا. اڄ به انهن گيتن جو سواد وٺون ۽ ڀارت جي هن بنيادي هلچل جي ياد تازي ڪريون.

## چرخي جي تار سان

ڀارت آزاد ٿيندو چرخي جي تار سان.
گهارڻ ناممڪن آهي تاريءَ سرڪار سان. ڀارت ....

جوڙيءَ کي جـيءَ سان جوڙيو،
گـانڌيءَ جـو حڪم نه موڙيو،
بـنـد غـلامـي تـوڙيـو،
کـا ي تـلـوار ســـان. ڀارت ....

ڀـارت جـو شان بچايو،
مـاتـا جـو مان وڌايو،
ڀُلين کـي راهه بتايـو،
محبت ۽ پيار سـان. ڀارت ....

## ايڪتا جو راز

ايڪتا ۾ هند جـو اعليٰ مقدر ٿي ويو،
چشم وارو خون قطرو، لعل وگوهر ٿي ويو.
نبض جنهن ۾ ٿئي فسادي خون جو ڏوڙو ڦريو،
تنهن تي گانڌي جي هنر جو چالو نشتر ٿي ويو.
آب زم زم ۾ زهر ڏارين دغا سان هو وڌو،
گانڌي منتر سان ڦري سو آب ڪوثر ٿي ويو.
جنهن ۾هيرن جون هماٿيون سون واري جون نديون،
سوولائت جي لٽڻ سان، ديس پٿر ٿي ويو.
جو اُبي ڏاڏي سيءُ هو، پنهنجي مغرب ملڪ ۾،
خون دل پارت جو بي سائو ستمگر ٿي ويو.
ڏس دکايل! تون ڪرامت، لعل لانگوٽئي سندي،
بار بيڙو ملڪ جو اڄ مفت لشڪر ٿي ويو.

رولٽ ائڪٽ جي خلاف دهليءَ ۾ ۳۰ مارچ ۱۹۱۹ع تي پورن هڙتال ٿي. هن هڙتال جو فيصلو گانڌيجيءَ مدراس ۾ ڪيو هو. ڏکڻ جا گهٽيئي اڳوان سندس هن قدم ۾ شامل راءِ هئا. شري راجگوپالآچاريه به اُنهن منجهان هڪ هو. گانڌيجيءَ اُنهيءَ وقت چيو هو ته "ستياگرهه آتم شڌيءَ جي يڌ آهي، ڌرم يڌ آهي ۽ ڌرمي ڪارج شڌ ٿي ڪرڻ سونهين ٿو. انهيءَ ڪري هن سڄي ملڪ کي چوويهن ڪلاڪن جي ورت رکڻ جي صلاح ڏني ۽ پنهنجا ڌنڌا ڌاڙيون اُنهيءَ ڏينهن بند ڪرڻ لاءِ چيو. گانڌيجيءَ جڏهن هيءَ رٿ ديشواسين اڳيان رکي، تڏهن ڪيس اِها خاطري ڪانه هئي ته سڄو ديش سندس اِها رٿ قبول ڪندو ۽ به

ي للڪار
ڪين. ان هوندي به ڪيس اِهو وشواس هو نه بمبئي،
راس، بهار ۽ سنڌ سنڌس هن للڪار جي پٺڀرائي
رور ڪندا. گانڌيجيءَ پنهنجي آتم ڪٿا ۾ اِهو خيال
يءَ طرح ظاهر ڪيو آهي.

گانڌيجيءَ اعتراض جي ڏينهن ملهائڻ واري
تاريخ ۳۰ مارچ منجهان ڦيرائي جيئنو ٽيڪ ٦ اپريل
ڪئي هئي پر دهليءَ وارن کي اِهو اطلاع وقت سر
ڪين پهتو ۽ اُنهن اُهو ڏينهن ۳۰ مارچ ۱۹۱۹ع تي ملهايو.
دهليءَ ۾ سرگواسي سوامي شردانند ۽ حڪيم اجمل خان
هن هاڄل جي اڳواڻي ڪئي. شهر ۾ هن قسم جي
مڪمل هڙتال اڳ ڪڏهن ڪانه ٿي هئي- هندو و
مسلمان جڻ ماءِ ڪير- ڪنڌ ٿي ويا هئا- ايتري قدر جو
سوامي شردانند کي انهيءَ ڏينهن جامع مسجد ۾ تقرير
ڪرائي ويئي- تڏهن نه سڀڪي ديش ڳايو:

يادگار-تت آهي. پنجاب ۾ انهيءَ هڙتال جي ڪاميابيءَ انگريز سرڪار کي پاڳيءَ کان ڪڍي ڇڏيو ۽ اُنهيءَ جو نتيجو، امرتسر جي جليانوالہ باغ وارو ڪوس ٿيو. انگريزي عمادارن جنرل ڊائر توڙي گورنر مائيڪل اوڊائر ويساکيءَ جي پوتر تهوار تـي هزارن هندستانين کي سند ن ئي خون سان رهنجاريو- باغ جي سيني سوڙهن لنگهن تي توبون جهلي اُنهن کي بند ڪيو ويو ۽ ائين بنا اطلاع ڏيڻ جي هزارن لوڪن تي توبن جو گهوڙو د بائي، بارود جي باهہ جا گولا وسايا ويا. هن اوچتي حملي هزارين نهٿيار ۽ صابر پارتين کي مؤت جي گهاٽ اُتاري ڇڏيو. هن خون-ناحق سڄي ديش ۾ غم ۽ غصي جي لهر پيدا ڪئي. گانڌيجيءَ ائين جليانوالہ جي اُنهن هزارن هندوسک ۽ مسلمان شهيدن جي گڏجي وهايل خون سان، پارتي ايڪتا توڙي آزاديءَ لاءِ اهنسک آندولن جو بهريون لکيو- "قطع تعلقات". اڄو تہ اسين بہ هڪ دفعو انهيءَ جليانوالا باغ جي زيارت ڪريون- هيءَ گيت گُنگنائي پارت جي امر شهيدن جي امرگاٿا ڳايون ۽ ائين پارت جي آزاديءَ کي امر بڻايون.

## آزادي هلچل جو آغاز

( ١٣- اپريل ١٩١٩ )

ڀارت جي ٻانورن جي تربت جليانوالا.
سوراج جي نشاني نؤبت جليانوالا.
موسم بهار ۾ ٿيو قتلام عام توتي،
تو منجهه سوين شهيدن جو رت جليانوالا.
ڀارت جي ايڪتا جو ذاتي بنياد آهين،
ويرن جو خاص ورثو وصيت جليانوالا.
بدلي ۾ تو جا ورتي ڊائر جي خونريزي؛
تازي اجا سا تو ۾ رنگت جليانوالا.
هردل ۾ اي دکايل! ڀارت لءِ دردجاڳي،
تومان وٺون نئين سر نصيحت جليانوالا.

ڀارت جي آزاديءَ جو اِتهاس جڏهن لکجي پورو ٿيندو، تڏهن ائين چئبو ڇا تـ هاڻي انهيءَ اِتهاس جا ڪي بہ باقي باب رهيل آهن ئي ڪين؟ ائين برابر آهي تہ آزاديءَ جا مکيہ سپہ سالار، لکيل بابن ۾ ڏسبا ۽ انهن جي قربانين جو بيان اسين يا اسانجا پويان پڙهندا ۽ ائين پنهنجن سرويچ سپاهين کي داد ڏيندا رهنداسين، جن پنهنجو سروانس قربان ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪانہ ڇڏي. پر اهڙا بہ ڪي گمنام سورما هوندا، جن ڀارت - ماتا جي آزاديءَ لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهہ نڇاور ڪري، ڀاڻ ڪي فنا جي گود ۾ اُجلي ڇڏيو هوندو. اهڙن سوروِيرن ۽ شهيدن جي قرباني جي هيءَ ڪهاڻي آهي، جنهن ڪهاڻي جي

هڪ هڪ انش منجهان، هڪ هڪ گيت منجهان
اُنهن بهادر ستياگرهين جي قربانيءَ ليءِ پائبنديءَ ڏسي
سگهنداسين.
مهاتما گانڌي ڏکڻ آفريڪا ۾ ستياگرهه جا
اوائلي تجربا ڪري هندستان موٽيو ۽ هن سرگواسي
شري گوکلي جي پيار ۽ سهواس ۾ ڀارت جي آزاديءَ
بابت سوچڻ شروع ڪيو. سنه ١٩١٥ ۾ شري گوکلي
جي ديهانت کان پوءِ گانڌيجي اڪيلي سر ديش جي
رتن تي نڪتو ۽ ائين هو ڀارتواسين سان رلي ملي
هڪ ٿيو. خاص ڪري چمپارن ۽ کيڙا جي ستياگرهه
گانڌيجيءَ کي سڄي ملڪ ۾ مشهور ڪري ڇڏيو ۽
انهيءَ ڪري هو ديش واسين جو وشواس حاصل ڪري
سگهيو. پهرئين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ جڏهن انگريز
حڪومت نون ملڪي سڌارن ڏيڻ جي آڙ ۾، هندستان
کي وڌيڪ غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙڻ لاءِ،
رولٽ ڪميشن جي رپورٽ ظاهر ڪئي، تڏهن
سڄي ديش ۾ بي آراميءَ جي لهر ڦهلجي ويئي.
گانڌيجيءَ جي ناهيل ستياگرهه سڀا جي سهاري هيٺ
دهلي، بمبئي، احمدآباد توڙي هندستان جي جدا
جدا شهرن ۾ اسهڪار هلچل جي شروعات پورن هرتال
سان ڪئي ويئي. ٦- اپريل ١٩١٩ع انهيءَ هلچل جي

## منهنجو وطن

هي منهنجو وطن، منهنجو وطن، منهنجو وطن،
مصريءَ کان مٺيرو ماکيءَ کان مٺيرو،
قربان ٿئي وطن تان ڪريان پنهنجو تن بدن،
هي منهنجو وطن، منهنجو وطن، منهنجو وطن.

پنهنجي وطن جي آءٌ جي حالت ڪريان بيان،
سڀڪي ٻوي زمين هنجڻ هاري آسمان.
ڏکڙا وطن جا ساريندي، منهنجو ڇُلي تو من.
هي منهنجو وطن، منهنجو وطن، منهنجو وطن.

ڇڏي وطن کان آءٌ رکي ڪي بہ نہ واريان،
ايندي هميشه ڏيٺي وري ڪين بچاريان،
دل ۾ هميشه شال رهي، ديش جي لڳن،
هي منهنجو وطن، منهنجو وطن، منهنجو وطن.

اي ڄاهه اٿم ڪا نہ وطن شاد ڏسان مان،
آزاد ڏسان مان وري آباد ڏسان مان.
سڀني ۾ الهيءَ ۾ آهه، دکايل جي دل مگن.
هي منهنجو وطن، منهنجو وطن، منهنجو وطن.

## او باغي!

باغي آهين؟
لوڪ چوي ٿو.
مور نه ڪر پرواهه،
او باغي! مور نه ڪر پرواهه!
سپاهي! مُور نه ڪر پرواهه.

منزل ڪيڏانهن؟
مقصد جيڏانهن.
موت يا آزاديءَ جي راهه،
آزاديءَ جي راهه،
سپاهي! آزاديءَ جي راهه.

هڪڙو آهين؟
ٻيا ڏَلَ ايندا.
ٿيندا ڪوڙ اچي همراهه،
ڪوڙ اچي همراهه،
سپاهي! ڪوڙ اچي همراهه.

هڪڙو هوندو!
سوَ گهليندو.
قائم جي رکندو ويساهه،

## قومي للڪار

دل جي خاني غمڪده ۾ شال تيسين غم رهي،
جيسين ٻرسائيل غلاميءَ ۾ هي منهنجو دم رهي.
دامن هستي رهي شل سوز دل کان چاڪ چاڪ،
آرزو آزادگي جو زخم بي مرهم رهي.
شال هندستان ۾ هيءَ زارشاهي ٿئي ختم،
ڪير چاهيندو زماني ۾ اجا ظالم رهي؟
جهوپڙين وارا هتي جا جيسين معلن ۾ رهن،
زور تيسين بيشڪاري ملڪ ۾ قائم رهي.
ڪيئن پلا آزاد دل تلوار جي طابع ڪندين،
آگ لڪڙيءَ جي اندر ڪيئن ٿي دبيل دائم رهي؟
حڪم شيرين جو ٿيو تيسين جئڻ چاڻو حرام،

ڪوهه ڪُنِ فرهاد جو جيسين متو ماتم رهي.
اي دڪايل رهه خوشيءَ سان خاص خادم ديس جو،
آخرين دم تي به تنهنجو قوم سيوا ڪم رهي.

## مرادن جو ڏينهن

آرزو آ يا اِلاهي! هند شل آزاد ٿئي،
هند شل آزاد ٿئي، فرياد جو ڪو داد ٿئي.
سر هزارن جا اُڏائي تيز تر تلوار سان،
خون جون نديون ڏسي دل شاد پل صياد ٿئي.
نوجوانن کي نه آ پرواهه پنهنجي جان جي،
ٿيو مگر مقصد سندن، گلشن اُجڙ آباد ٿئي.
وقت اهڙو آهه آيو خود ڏسو مقتل اندر،
ڪونڌ قرباني ڏسي تو شرمندو جلاد ٿئي.
سر ڪري ڪُنگري قلعي جي ڏڙ رکو ديوار ۾،
جنّ هميشه لاءِ پختو ڪوٽ جو بنياد ٿئي.
سنت سابرمت ڪئي يو گولي نمونو يڌ جو،
شال هرناڪس اڳيان هرهڪ هندي پرهلاد ٿئي.
شل مرادن جو ڏينهن پرندو رهي پرندو رهي،
۽ وري ساڳيو دکايل، شال پيارت شاد ٿئي.

ٻيريون ڪتاب ”ڪرشنا پڇناولي“ ڇپجي پڌرو
ٿيو. انهيءَ ننڍڙي ڪتاب ئي خاص طور 'سائين بيوس'
تائين پهچايو. چانڊڪا ائميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ
جي ناٽڪن ۾ پارٽ وٺندي، سائين بيوس جي ويجهو
ٿي گهڻوئي آيو هوس، پر وڌيڪ ويجهو ڪرشنا پڇناوليءَ
ئي ڪيو. پوءِ ته منهنجي ڪچين پڪين رچنائن تي
سندس نظرثاني ٿيندي ئي رهيءَ الين گهڻوئي ڪجهه
لکي ڇڏ ڪيم. اڄ پنهنجن اُنهن سڀني قومي گيتن
کي هڪ ئي ڪتاب ۾ ڏيڻ جي اڳيان رکي رهيو
آهيان، جيڪي هن وقت تائين ڌار ڌار ڪتابن ٽوڙي
چونڊين ۾ پڻي پڌرا ٿيا آهن. سنڌ ۾ اهي گيت هزارين
زبانن تي پيا ترندا هئا، پرهت هند ۾ بہ انهن منجهان
گهڻيئي اهڙا گيت آهن، جي اڄ بہ ڪيترن جي قلب
کي قرار ڏين ٿا.
اوائل ۾ ئي گانڌيجيءَ جي اهنسڪ هلچان جو
قبضو منهنجي دل تي سورنهن آنا ٿي چڪو هو.
يارنهن سال عمر جو مس هوس جو باپوءَ جي ويچارن
چڪي ورتو ۽ اُنهن ويچارن جي ڪشش، ڏينهون
ڏينهن وڌندي ئي رهي. ۱۹۲۱ کان ۱۹۴۷ تائين ستاويهہ
سال انهن هلچلن ڪيئي نه نوان نوان روپ ورتا، ۽ آءٌ
بہ انهن جدا جدا روپن جو ورنن پنهنجي گيتن ۾

ڪندو آيس، ويندي ونو بايگ ٿائين. اڄوڪا نوجوان ڳايڪ ٿوڙي پانڪ، جن لاءِ شايد اُنهن هاڃان جو اتهاسڱي سڀ ڪجهہ آهي، هنن گيتن کي گنگنائيندي ڳائڻ جي اُنوکين هاڃان جو تصور ڪري سگهندا. هن "قومي للڪار" ۾ جيڪي سنگيت مڪڙيون ٿوڙي ڦوُل پوتل آهن، اُهي اُنهن سڀني لاءِ آهن، جيڪي اُنهن گيتن کي پنهنجو سمجهن ۽ جهونڱارين. اڄ تاءِ آزاديءَ جي ساساي ۾ جيڪي بہ قومي آندولن هليا آهن ۽ اُنهن بابت جيڪي بہ گيت مون ڇپيا ۽ ڳايا آهن، ڪوشش ڪري تنجي پومڪا ڏيڻي پوءِ ٿي اُهي ڏنا اٿم. ڪي ڦُتڪرگيت بہ هن ڪتاب ۾ جدا جدا پرڪرڻن ۾ اچي ويا آهن، پر اُهي بہ بي موقعي چئي ڪين سگهبا. هاڻي اڃو تہ هن پارٽ پارٽيءَ جي ليءِ ۾ ڪو پهرپارچو پاڻ ڪي ڪوهي چڏيون ۽ ڳايون اُهي راڳ، جن منهنجي دل جي تارن کي ڇڏي ڇيڙيو آهي.

نندڙوئي هوس، جو ڳائڻ جو شوق هو. پتا شري
ڀائي ليلا رام صاحبن وٽ صبح شام ستسنگ ٿيندو
هو. اوطاق ۾ ڪو نه ڪو ڳائيندڙ فقير رهيوئي پيو هوندو
هو. شام صبح جو ڪيرتن ۽ آئي وئي جي راڳ جون
محفلون منهنجي لاءِ اُتساه جو ڪارڻ بڻيون ۽ مون ٻه
ڳائڻ توڙي چوڻ شروع ڪيو. لکڻ جي اوائلي پريرنا
ستن سالن جي عمر ۾ پوڄيه پتا صاحب توڙي اُستاد
"بيوس" ۽ دادا مورو سنگهه جي سنگ منجهان ملي.
بعد ۾ بيوس سائينءَ جي چرڻن ۾ ويهي باقي ڪجهه
پرائڻ جو اوسر مليو. ١٩٢٣ع ۾ جڏهن آءٌ اڃا نيرهن
سالن جو مس هوس، تڏهن منهنجي رچنائن ج

# مهرباني فرمائي درست ڪري پڙهو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ٢٩ | ٢ | وجهي مثل ملڪ | وجهي ٿي مثل ملڪ |
| ٣٨ | ٣ | لات پاپوش | لات جو پاپوش |
| ٥٢ | ٥ | آزادي پتلي | آزادگي پتلي |
| ٦٩ | ١٣ | جاڳي الو | ساڳي الو |
| ٧٦ | ٧ | ويندو ئ | ويندو ئه |
| ١٠٢ | ٥ | سختيون ئ سهنداسون | سختيون سهنداسون |
| ١٢٣ | ٤ | وڏو لو وير | وڏو لو وير |
| ١٥٥ | ١١ | ووٽ لنهنجو | ووٽ ۾ لنهنجو |
| ١٦٧ | ٩ | ٻيري ڳڏهه | ٻيري ۽ ڳڏهه |
| ١٨٦ | ٤ | هيء دود واري | هيء دردن واري |
| ٢٧٣ | ١٦ | ذاتي پاس جو | ذاتي ۽ پاس جو |
| ٢٨١ | ١١ | چڙهيو آهيان | چڙهندو آهيان |
| ٣٠٢ | ١٨ | وندهه | اوندهه |

Printed by Mellaram M. Vaswani, at the
Sunder Printing Press, Ajmer.
&
Published by Krishna Bhambhani Secretary Lok Sahitya
Prakashan Gandhidham, Adipur (Kutch)

# فهرست

# اسانجا ٻه اکر

راشٽريه ڪوي 'ڏکايل' جا قومي گيت، سنڌ ۾
ندا رهيا. لکين سنڌي اُنهن گيتن کي پنهنجو ڪري
جهندا هئا ۽ انهيءَ ڪري اهي 'لوڪ-گيت' بڻيا.
ئين پهرئين اِهي گيت گڏ ڪري **سنگيت-ڦول** ۾
۱۹ ۾ ڇپايا ويا. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو وري ۱۹۴۶ ۾
ڪتو. انهيءَ کانپوءِ ڇهن ٻين ننڍن وڏن ڪتابن ۾ سنڌس
يش پريم بابت ڪجهه رچنائون ڇپيون.

هندستان جي آزادي آئي ته سهين، پر ساڳ ساڳ
ملڪي ورهاڱو کڻي آئي! انهيءَ کانپوءِ ڪويءَ جي قلم
لوڙي ڪلام روئي ڏنو. اڄ انهيءَ روڏن ۽ سڏڪن وچ۾
جيڪي سُر هن ڳايا آهن، اهي هندستان جي کنڊ ڪڙڇ
۾ وسندڙ سنڌي، هندي جڳت لاءِ اوپرا ۽ اڻسڃاتل
ڪين آهن. ڪوي ڏکايل جي **قومي للڪار** اڄ به اُساهه
ڏيندڙ آهي، جيترو آزاديءَ جي لڙائيءَ وقت ڀنڊ ٻاجو
ٻڌجي هزارن ۽ لکن سنڌواسين ۾ جان ڦوڪيندي رهي
„لوڪ ساهت پرڪاشن گانڌيڌام" وارن جي اِها زبردست
خواهش هئي ته ڪوي ڏکايل جا قومي گيت، جيڪي
آزاديءَ جي اِتهاس جي هڪ ڪڙي آهن، اهي گڏ ڪري
هڪ ئي پستڪ ۾ آڻي، عام جي هٿن ۾ ڏيون ۽ اڄ اسانج

پير تون ڳؤرا ڪري بلڪل نہ هل،
منهنجي طرفان گهار تي بي فڪر پل.
مر اڌوري هيءَ ڪهاڻي پيار جي،
ختم ٿئي هت هت پلي اُپٽار جي.
هار هرحالت ۾ ناهي عشق جي،
نامرادي سونهن آهي عشق جي.
عشق ڪنهنجي موت جو مرڻاج ناهہ،
ڪيس بيءَ شاباس جي ڪا هاج ناهہ.
عشق نت جنهن دل دڪايل ۾ رهي،
سا نہ پيو در تي ڪڏهن پلجي پهي!

# مهرباني فرمائي درست ڪري پڙهو

| صفح | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ٥ | ٥ | ٽيو تيار | تيار ٽيو |
| ٥٢ | ١١ | سلطان بٽيو | سلطان ٽيو |
| ٥٩ | ١٤ | دربدر | سربسر |
| ٨٨ | ١ | درد آنهن | گرم آنهن |
| ٩٠ | ٢ | روزانو ڪيو | دوزانو ڪيو |
| ٩٤ | ٩ | چڪور | چڪور |
| ١٠٥ | ٤ | ڪپي شڪار | گهرجي شڪار |

Printed by Mellaram M. Vaswani, at the
Sunder Printing Press, Ajmer.
&
Published by Krirhna Bhambhani Secretary Lok Sahitya
Prakashan Gandhidham, Adipur (Kutch)

پير تون ڳؤرا ڪري بلڪل نہ هل،
منهنجي طرفان گهار تي بي فڪر پل.
مر اڏوري هيءَ ڪهاڻي پيار جي،
ختم ٿئي هت همت پلي اُپٽار جي.
هار هو حالت ۽ ناهي عشق جي،
نامرادي سونهن آهي عشق جي.
عشق ڪنهنجي موٽ جو موٿاج ناهه،
ڪيس بيءَ شاباس جي ڪا هاڄ ناهه.
عشق نت جنهن دل دکايل ۽ رهي،
سا نہ پيو در تي ڪڏهن پلجي بهي!

## مهرباني فرمائي درست ڪري پڙهو

| صفحو | سٽ | غلط | برابر |
|---|---|---|---|
| ٥ | ٥ | ٽيو ٽيار | ٽيار ٽيو |
| ٥٢ | ١١ | سلطان بٽيو | سلطان ٽيو |
| ٥٩ | ١٤ | دربدر | سربسر |
| ٨٨ | ١ | درد آنهن | گرم آنهن |
| ٩٠ | ٢ | روزانو ڪيو | دوزانو ڪيو |
| ٩٤ | ٩ | چڪور | چڪوو |
| ١٠٥ | ٤ | ڪپي شڪار | گهرجي شڪار |

Printed by Mellaram M. Vaswani, at the
Sunder Printing Press, Ajmer.
&
Published by Krirhna Bhambhani Secretary Lok Sahitya
Prakashan Gandhidham, Adipur (Kutch)

جيئن پنيا آيرا نہ ڏسجن ڏيهہ ۾،
سڀ پرِيا پلکيا هجن ساٽيهہ ۾.
بي اجهي، ننگو، بکيو، جاهل، اگهو،
ملڪ پنهنجي ۾ هجي هرگز نہ ڪو.
ڪو ڪسي زوري نہ ڪنهن جو روزگار،
ڪين بندن ۾ هجي ملڪي وپار.
ڪو نہ ٻئي جي خون چوسڻ جي ڪري،
حق ونئي ۽ حق ڏئي ٻن ماٺري.
سرڳہ اهڙو ملڪ ۾ آٽيون ملي؛
جت گذاري هرڪو جيئن خوش ٿي کلي:
ڪلپنا پنهنجي ائين ساڪار ٿئي،
مطلبي ڪنهن جو نہ ڪنهن سان پيار ٿئي.
تياڳ، قرباني ۽ پَرَ ٿين پيار جا،
جيئن سچا ماڻيون ٻڙا سنسار جا..
اهڙو اڄ سنسار ڪو گڏجي اڏيون،
جو آيامن جا لٽي چِپلا چِڏيون.
عيش پورهئي سان تو گڏ پيارو لڳي،
نہ نہ عياشي پاڻ ڪي جڻ تو لڳي.
عيش ماڻيندا سين ڏينا ذاستي،
پر ڪنداسين ڪين ڪجهہ جو ري ءُ چڀي.

ذوري ڪهاڻي

ڇو؟ ڏکي ٿوکي لڳي هيءَ راهه تي،
بڻي جي محنت ٿي اڏيندا سين نه گهر،
ڪائيندا سين پر ونڊي ورڇي ٽڪر.
هيڻن ته ڏينديون طعنه بازن کي هٿي.
لوڪ ڪاند و تنهنجي منهنجي پيار تي،
اوچتي هــن بي سبب انڪار تي!
مون ته هڪڙي ئي نظر ۾ دل ڏني،
تون وچين ٿي ڪـن ۾ پر سيڪجهه چئي.
خير لڳندي ڪانه ميندي زور جي؛
هونءَ به رڱندي ماءُ ڪنڌ ۾ چور جي!
تون ڇڏي ويندينءَ؟ ڀلي ڇڏ، پر ٻڌءِ!
مونکي پڻڪائڻ ريءَ ڇا پوندءِ پليءِ؟
گذرندي ڏکندي ڪٽي منهنجي گهڙي،
پر نه ڪنهن جي ڪنهن بنا رهندي اڙي.
درد ڪائيندو مان رهندس دم بدم،
ٿوکي پر چوندس نه ڪجهه، تنهنجو قسم.
ڀل رهي خوش باش تنهنجي زندگي،
منهنجي نيڀه آهه مون سان زندگي.
ڀــل اڪيلو سوز فرقت ۾ سجهان،
بار پنهنجي غم جو ڇو ڪنهن تي وجهان.

زخم جي آهن، اُنهن تي ڦار وجھ،
رک ملم ٽن تي، نہ ڍل بيڪار وجھ.
پنھنجي هٿ سان ڇو ڏکائين پاڻ کي،
خوامخواھ ويٺو ستائين پاڻ کي!
اهڙيون ئي ڳالهيون ڳٽيندو ٿو رهان،
دم دلاسا دل کي ڏيندو ٿو رهان.
ڇا ڪريان جڳ ۾ اچا جيئڻو اٿم،
پاڻ وٽ آهي جو ڪجھ ڏيٺو اٿم.
پيار جي منزل هجي مشڪل ڀلي،
پهچبو مقصد تي پر آخر هلي.
پيار ڌاران زندگي جڻ بـار آھ،
خوش حياتي آھ پر جي پيار آھ.
پيار جيئڻ موت جـو ميٺي حساب،
لازواليءَ جـو پـڙهائي ٿـو ڪتاب.
پيار آهـي منهنجي لءِ آبِ حيات،
پيار پيو ڪجھ ناھ پر هڪ پاڪ ذات.
آھ ٽو وٽ جي ڪو اهڙو پيار ڏي.
آسرو نہ ٽہ ڪين کي بيڪار ڏي.
پيار جي هڪ ڏار جون ٽاريون سوين،

سڀ وٽي ٿو پر جي سالم پيار آهه،
زندگيءَ لءِ پيار جڻ اسرار آهه.
دل جي برپٽ کي بڻائي بوستان،
ٿو ڪري خود خار کي پڻ گل خندان.
تنهنڪري اچ اهڙي ڪيميائي ڪريون،
رنگ کي بي رنگ جيون ۾ ڀريون.
ٿئي صبح سونو ۽ سوني شام ٿئي،
رات روپيءَ کان عطا خوش جام ٿئي.
تون هجين مون سان ۽ مان توسان هجان،
تو بنا پيو ڪجهه نه دنيا ۾ ڏسان.
راڳ منهنجي جو بڻي پرلاءُ تون،
نت ڀرين منهنجي ڪلا ۾ ڀاوُ تون.
منهنجي نيڻن ۾ ڦرين تصوير ٿي،
منهنجي خوابن جي رهين تعبير ٿي.
جي ڏسان هُت هِت رڳو توکي ڏسان،
جاڳندي يا ننڊ ۾ توکي پسان.
پنهنجي گيتن جي مان ليءِ توکي ڪريان،
جان جڻ، بي جان جيون ۾ ڀريان.
زندگيءَ جو راڳ اچ ڳايون ملي،
مانَ ٿئي جئين مؤت واري ڪاهلي.

خير ڪو ڌڪ اڌ ويا پوئيان ڇڏي،
پر سگهيو سو پي نه مون سان دل گڏي!
پنهنجي ٿي سگهه جو جتي هوندو خيال،
پيار جو ڪهڙو اُتي رهندو سوال!
پيار جي ماندو ته مطلب جو جٽيو،
ڪين ڪم جنهن مان ڪڏهن ڪنهن جو بڻيو.
دل ٻڪي رهندي سدا ٻڪ ٻڪ ڪري،
ڪو هجي جو پيار سان هن کي پري:
پر شڪايت ڪرڻ هين ۾ دل جو نه وڙ،
هوءِ ته ڏيڻ ڏاران نه ڪجهه جاٽي اَلڙ.
مر ته ڏي، مانگڻ بنا ڏيندي رهي،
جگهه بررو ٽني خود چڱي ٿيندي رهي:
پر ڀلائيءَ يا برائيءَ جو جناب؛
ڪير آهي جو ڪندو پورو حساب.
ليڪ ليکڻ سان جو ليکاريءَ لکيو،
تنهن کي ميٽڻ کو اچا ناهي سکيو.
بس اِهوئي ٿو اچي هر هر خيال،
غم غلط ڪر، دل جو هي رنج و ملال.
جا گهڙي گذري نه تنهن کي ياد ڪر،
حال لوچي دل اُجڙ آباد ڪر.

اڌوري ڪهاڻي

ڪير جو تنهنجي ارادن کي لکي،
نيچي نظرن ۾ شرارت ٿي بڪي.
زلف لهرائڻ اجايو بي سبب،
ٿا سلن تنهنجي نئين دل جي طلب.
ڇا ڪري سگهندس مگر بي زور مان
خلق ڪلندي جي ڪندس ڪو شور مان.
آرسيءَ ني باق اُڇلي، منهن ڏسڻ؛
جڻ تہ پنهنجو پاڻ تي آهي کلڻ.
ڇو، اهي ڳالهيون ٿئيون نوڪي وڻن؟
ڪيئن وڻن؛ طعنہ ٻڙيون جو ٿيون هڻن!
ڇا ڪريان، مونکي بہ هي ناهي پسند،
پر ڪريان ڪيئن منهن انهن ڳالهين جو بند؟
ٿئي نہ جي ڪجھ، ڳالھ ئي پيدا نہ ٿئي،
ڪو ڇوي جيڪر نہ ڪنهنکي ڏوھ ڏئي.
مون ڇيو جيڪي، ٻڌ! دل ۾ نہ ڪر،
خوامخواھ بي فائدي آنهون نہ ڀر.
مون ڏنو آهي سنو آهي گهڻو،
دل سهي سگهندي نہ هاڻي ڪو اُٺو.
تنهنڪري تنهنجو مُڪياري آھ پيار،
ڏين نہ ڏين سو تنهنجي ئي آ اختيار.

موٽڪي ٽنهنجي پاڻ پل صحبت ڪٻي،
سا اَجهل، اَڙٻنگ، چري محبت ڪٻي.
ٿوٻ هردي ۾ وهي جنهن ڪان دريا،
ڪَرِ پوي ٿي ٽؤنس ماريل جو پساھ.
مَرُ نہ نڪ ٽائين ٻڏان غوطہ اچن،
دم چڙهي، ٽم ٽمِ ڪري اکڙيون سِمن.
هٿ هٽي، پاڻهي ڪنارو پائبو،
پر ٻڏي ويس جي نہ هڏ پڇتائبو.
هينءَ ڪناري ٽي اُسڙڪي ساھ ڏيان،
چو نہ ٽنهن ڪان سيِر ۾ لڙهندو رهان.
هوءَ وهي ۽ مان وهان، ڪل جَڳہ وهي،
ڪوبہ پياسو ڪيئَن ڪناري ٽي رهي؟
جي انديشن کي ڪندو همراھ ڪو،
ڪين پائي دل جو سگهندو ٿاھ سو.
دل هجي گهوڙو، پنبيان گاڏي دماغ،
پوءِ پل گهمر شوق سان مسرت جو باغ.
تنهن ڪري اچ، ڏيون ٽپو مهراڻ ۾،
پاڻ کي پنهنجي سمايون پاڻ ۾.
لوڪ لڄ وارو اِهو اُڃايِ لباس،
ٽون رڳو گڏجي هلڻ جي باسَ باسِ.

## اڌوري ڪهاڻي

ڏس اِهي ڀاڪون نہ ڪڙ گهوري نہ ڏس،
تو هينئون دک دک ڪري ٿورو ڏرس!
هوند ڪا هڪڙي هجي جيڪر سهان،
چوٽ تي چوٽ تو ڪائيندو رهان.
دل سنڀالڻ ڏي، ڀلي پوءِ وار ڪر،
شوق سان پيدا نئون آزار ڪر.
تير اُبرن جا ٿي هردم ڪائي دل،
پر ڪڏهن ڀلجي نٿي ڏرمائي دل.
زخم تو هن کي ڪري راحت نصيب،
درد ۾ پاتئي ٿي ڪا لذت عجيب.
جي هجي هڪڙي جنم جو ڪر حساب،
پاڻ کي آئنا ڏيان جيڪر جناب.

ڏوري کهاڻي
هت نه جنما جنم ساڳي آهه ڪار،
ڳالهه اڄ منهنجي نه ٿي ڪا اختيار.
دل ڏئي ڊاڍهن جي عادت ڪين آهه،
هون به روئڻ ۾ ڪا مصلحت ڪين آهه.
تون به هيڪر پل نه مونکي آزماءِ،
جو هجئي ويهن نهن جو زور لاءِ.
پــر نتيجي جو ذرا رکجانءِ ڌيان،
لــوک لــوئيندءِ آئيندءِ گمان.
چا جو چا چوندءِ، ٻڌڻ لڳندءِ عبث،
چمن ۾ ويهڻ اُٿــڻ لڳندءِ عبث.
دل وڃڻ سمجهين مٺان ڪا راند آهه،
هت وڃڻ کان ڏيڻ سندي هيڪاند آهه.
تنهن ڪري ٻڌ! پيرهن پڙ ۾ نه پاءِ،
وچ وچــي پيو کو وسيلو آزمــاءِ.
عشق آهي نانگ تنهن کان پيچ پري،
پيــر- مرشد ساڻ کو يا اَڄ ڪري.
عقل جي ساٿي ڪري ايندينءَ هٿي،
ڪين سوپاري ڪڍهن ٿيندينءَ هٿي.
منهنجي ڳالهين تي خفا تون ڪين ٿيءُ،
ڪاميابيءَ جو اٿئي هڏ ڏک نه هيءُ

هن وساريو، مون کان پر وسري ٿي،
ياد هنجي دل منجهان نڪري ٿي.
پيار جو ناٽڪ ٿيو يا تحقيق ٿيو،
منهنجي لاءِ ٿيو جيڪي بلڪل ٺيڪ ٿيو.
مون ٻڌايو لوڪي پنهنجو داستان،
هن کان پوءِ پڇي ڇا اچا ٻيو ڪجهه لڪان؟
پيار جنهن ۾ عام جو ناهي حصو،
پيار اهڙي کي دکايل! ڇا ڪبو.

'اڌوري ڪهاڻي' نالي ڪري اڌوري ڪهاڻي هوندي، پر ڏسبو ڪري تہ پاڻ ۾ پوري ڪهاڻي آهي. قلم هلندي هلندي روڪجي ويو ۽ مون بہ سندس خيال رکي ڪري ڪهاڻيءَ کي پورو ڪيو. خبر نہ آهي تہ هن اڌوري ڪهاڻيءَ جو ٻيو باب ڪڏهن ڪاغذ تي ايندو بہ يا نہ! مڙيوئي من جون لهرون آهن ۽ آهن اُنهن لهرين جا اُڌراءَ چڙهاءُ. ايڪانگي يا هڪ طرفيون اُڇلون آهن. چوڻ وارو بہ پاڻ تہ ٻڌڻ وارو بہ پاڻ؛ پاڻ سان ئي آهن ڳالهيون ڪرڻيون؛ جن کي ڪو چيهہ يا چيڙو آهي ئي ڪين. پيو لکہ ۽ ڳاءِ. خوشي ٿيندي جيڪڏهن ڪو ٻيو بہ هن اڌوري ڪهاڻي ڳائڻ ۾ ساٿ ڏيندو ۽ سر ملائيندو.

ھٿو

اوچتي سر تي مصيبت ٿيءُ سوار،
ٿيس زماني جي مان گردش جو شڪار.
مون سان اھڙي ڪارڪا قسمت ڪئي،
جو رھيل تعليم پي ڇڏڻي پئي.
حادثن جون آيون ڪي اھڙيون گھڙيون،
جو منھنجي زنجير جون پيئون ڪڙيون.
هيڪلي ڪاڻي مصيبت ٿي اچي،
پر بلائون پيون پنيان سؤ ٿي ٻچي!
دل اچا پورو پَنيو ھو ڪين دم،
جو مٿان ڪڙڪيو اچي پيو رنج و غم!
پنھنجي دل سان منھنجي دل
جنھن ھئي گڏي،
تنھن به سيني مان ڪڍي اُڇلي ڇڏي!
رخ ڏسي ھنجو ڪنبي ويو منھنجو ساھ،
درد جاڳيو منھنجي دل جو بي پناھ.
مون ڏٺو ھن مون کان منھن ڦيري ڇڏيو،
جاءِ منھنجيءَ تي ڪو ٻيو ھيري ڇڏيو.
شهر جو مشھور دَولتمند ھو؛
جو سندس آخر وڃي خاوند ٿيو.
دل نه ھن کان پي ماڻي ھوندس، مگر؛
سون چانديءَ سان ڏکيل ڪارو پٿر.

مونکي ڏسندي خاڪ ٿيندا ها رقيب،
جن جي نظرن ۾ هيس مان خوش نصيب.
ڪنهن سمي مونکي وڃڻ ۾ ٿي اويرِ،
منهنجي گهر آئي، پري هوءَ پاڻ پير!
مون جُهڪي ڪجهه پٽڪندي وينئي لکيو،
هن اچي منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو.
چِرڪ ماري منهن ورائي مون ڏٺو،
مون ڏٺـــو جيڪي لڳو ڏاڍو مٺو.
هن نهاريو منهنجي دل تي نار پيا،
نيڻ نيڻن سان ملي بس چار ٿيا.
مانڪ هنجي من جو هو خاصو بيان،
هن جي چهري مان شڪايت هئي عيانْ،
مان ڏوهاري هوس لاشڪ هن اڳيان،
مون چيو، ”سرڪار! معافي ٿو وٺان.
هن ڪان پوءِ اهڙي خطا ٿيندي نه مون،
وقت سر ٿيندس اچي حاضر حضور!“
بس خوشيءَ کان هن جو منهن ٻهڪي اٿيو،
جڻ چمن ۾ گل خنداںْ ٽهڪي اٿيو.
تجربو اڄ منهنجي لِءَ هي خاص هو،
[illegible] جي دل جي پاڻ جو ناهي پتو.

ٿي جا ابتدا،
ڻن طرح الفت جي ٿي کهڙي انتها.
ڳتي بڌ، اُنجي
پيار جي چقمق جهلي سوگهو کيو،
عشق آيو علم ۾ رخنو پيو.
رق اٿلائڻ ويا وسري شتاب،
ار ٿي پيا جان ٿي جنسي ڪتاب.
قت جا پاچا جڏهن لڙندا ويا،
ور محبت جا نشا چڙهندا ويا.
نهنجي تصور ۾ جي ڪا صورت هئي،
هلڪا جي دل گهري مورت هئي.
ي قراري هئي نه هڪ طرفي نه هئي،
تظاري هئي نه هڪ طرفي نه هئي.
١٠ هن جي نه ٿي ساعت سري؛
يه ٽيس ورهه جي هرڪا گهڙي.
۾ وير ڪا پوندي هئي،
ندي هئي، چوندي هئي:
مجيءَ جو آهه حال،
ڏو جياپو نيٺ محال!
نجو ڪجهه مون ساڻ پيار،
ٽو ها هيڏو انتظار!

تون به بڌ! منهنجي حماقت جو قصو،
پل سڌي کو هن کي محبت جو قصو.
مون ڏٺو هن کي جڏهن کمسن هئي،
مونتي پين کان هوءَ گهڻو پرسن هئي.
ان نتڙيل مکڙي اجا ٿي هئي نه گل،
جو سڳند کان پنهجي ويو هرجاءِ هل.
واس لاءِ پنهنرا کنا ٿيا بي شمار،
سؤ دفعا سي جان گهورڻ لاءِ تيار.
هُت اجا گل کي نه پنهنجي جاڻ هئي،
هِت مڇي ويئي وڏي چڪتاڻ هئي.
بَس سؤن ۾ هوس مان هڪڙو جڻو،
جنهن کي هن جو قرب هو حاصل گهڻو.
پيار هو هن جو مگر معصوم پيار،
منهنجي دل کي جو کندو هو بي قرار.
منهنجي لاءِ هي پيار هڪڙو راز هو،
هو سهڻن آواز بي آواز هو.
هن جي صحبت مان ملي ٿو کو سُرور،
اينرو محسوس ٿيندو هو ضرور.
ڏيري ڏيري زور دل جو چاهه ٿيو،
گهر سندس مون لاءِ زيارتگاهه ٿيو.

آهه عورت سان پچڙ بي حد محال،
اُڏگهه اُنکائي ٿيو ڳنهڙو چڙ وبال.
هونئي اڄ جي آهه ڪو غيظ و غضب،
بس، بغاوت جو فقط آهي سبب.
تنهنجي نفرت تنهنجي هيءَ بي حد ذڪار،
ٿي سلي دل جي حقيقي روبڪار.
دل ۾ تنهنجي آهه گڏ غم سان غصو،
ٿو جلائي جو رکي هيڪر جسو.
توکي ڪاوڙ جي ضرورت ڪين آهه،
هونکي ڪنهن ڪان خاص نفرت ڪين آهه.
تون بلاشڪ ٿي سگهين هونکان پري،
هرڪندو چو هوس مان توکي ڏسي؟
تنهنجي نيڻن ۾ جڏهن جُلندو هو پيار،
هونکي ڪل ايندي هئي بي اختيار.
هرڪ منهنجيءَ کي توسمجهيو پيار ٿئي،
پيار تنهنجي کي هون چاتو چار ٿئي،
جيڪڏهن هونکان حقيقت ڪر پڇي،
پاڻ تو دوکو ڏنو خود پاڻ کي.
ڪنهن سمي خود هون به ڪاڏو هو فريب،
پيار واريءَ قلبنديءَ جو صاف ريب.

ڀتو

تون به ٻڌ! منهنجي حماقت جو قصو،
پل سڏي ڪو هن ڪي محبت جو قصو.
مون ڏٺو هن کي جڏهن ڪمسن هئي،
مونئي پڻ ڪان هوءَ گهٽو پرسن هئي.
اڌ ننڍڙيل مڪڙي اڃا ٿي هئي نه گل،
جو سڳنڌ ڪان پنهنجي ويو هرجاءِ هل.
واس لاءِ پڻمرا ڪئا ٿيا بي شمار،
سؤ دفعا سي جان گهورڻ لاءِ تيار.
هُت اڃا گل کي نه پنهنجي جاڻ هئي،
هِت مچي ويئي وڏي چڪتاڻ هئي:
بَس سؤن ۾ هوس مان هڪڙو جٽو،
جنهن کي هن جو قرب هو حاصل گهٽو.
پيار هو هن جو مگر معصوم پيار،
منهنجي دل کي جو ڪندو هو بي قرار.
منهنجي لاءِ هي پيار هڪڙو راز هو،
هو سهين آواز بي آواز هو.
هن جي صحبت مان ملي ٿو ڪو سُرور،
اينرو محسوس ٿيندو هو ضرور.
ڏيري ڏيري زور دل جو چاهه ٿيو،
گهر سندس مون لاءِ زيارتگاهه ٿيو

نرم هئي البت ڪڏهن هيءَ دل، مگر،
ٿي زماني جي جبر ڪان سخت تر.
تـو ڪئي الفت انهيءَ انسان سان،
پيار کي دوکو ٿو سمجهي جو اڃان.
تـو حياتيءَ جي ڪئي دولت نذر،
زندگيءَ جي تـو ڪئي راحت نذر.
تو ڪئي جنهن چين جي مون وٽ تلاش،
غم نہ ٿئي ها، جي ملي ها تو کي ڪاش!
تـو پٿر پيڙي ڪيڻ پاڻي گهريو،
ڪين تنهنجي دل پرٿئي سڀ ڪجهہ هُريو.
تنهنجي بي صبري بہ هڪڙو راز آهہ،
جنهنجو حاصل خير مونکي نياز آهہ.
تون انهيءَ حڪمت جو آهين شاهڪار،
جنهن جو غلبو ڪُل دنيا تي آ شڪار.
تون حڪومت ٿي سدا چاهين وسيع،
جتين رهي ٿي هرڪا دل تنهنجي مُطيع.
عمر سان گڏ حرص ٿو وڌندو رهي،
ٿوري پي ڪا روڪ چوٿي دل سهي.
سلطنت شاهيءَ جي آ تنهنجي نظر،
آهہ جنهن ڪان دل جي دنيا بي خبر؟

توکي دل وارا کپن بهتر غلام،
تنهنجي در تي دائما کن جي سلام.
تون هميشه شير تي آهين سوار،
توکي جيڏرو جاڳندو کپي شڪار.
سرڪشي تنهنجي اڳيان ڀاري گناهہ،
شل نہ ٿئي ڪنهن کان هي هڪواري گناهہ.
تون رکين ٿي پنهنجي مٺ ۾ تيسين بند،
ڪين حرڪت قلب جي ٿئي جيسين بند.
تنهنجو رنگ ۽ ڍنگ آهي ڏيکدار،
ٿو نڌهن سولو اچي ٿاسي شڪار.
توکي اختياريءَ جو ڏاڍو مرض آهہ،
تنهنجي دل ايڏو نڌهن خود غرض آهہ.
جي ٻوي اختيار ۾ ٿبوري ڪنر،
تون ڪري برپا ڇڏين ٿي چا حشر.
شل نہ لاپرواهہ ٿئي ڪو بدنصيب،
تنهنجي هٿ مان هڏ نہ سو ڇنند و غريب.
هر هنر سان تي جهلي قابو رکين،
ڪين ٿي ڪا راهہ نڪرڻ جي ڇڏ ين.
تنهنجو ڪنهن سان پيار تيسين ڪين ٿئي،
جيسين هو اختيار پورو ڪين ڏئي؛

چهري مان ظاهر نہ ڪو ارمان هو،
رنج جو هلڪو نہ ڪو نيشان هو.
چال منهنجيءَ ۾ هئي مستي هزار،
مرڪ ۾ ساڳي هئي رنگين بهار.
زيب زينت ۾ نہ ڪوئي فرق پيو؛
هئي چهڪ نيڻن ۾ ساڳيو هـو نشو!
تـو ڏٺو منهنجي اکين ۾ هـو فتور،
چـال ۾ مستي ۽ مستيءَ ۾ غـــرور!
ڪنهن خوشيءَ ڪان منهنجي دل هئي باغ باغ،
هو مٿي آڪاس تــي منهنجو دماغ.
گفتگوءَ ۾ منهنجي تـو گرمي ڏٺي،
منهنجي ٽهڪن ۾ ٿئي بي رحمي ڏٺي.
هئي سندم هر لفظ مان ٽُندي عيانْ،
جنهن جو تو جلندي ڪيو آهي بيان!
صبر تنهنجي دل کي اڄ آهي ڪٿي،
پنهنجي ماري جو ڪٿي پڄي جي بڏي.
پوت خيالي سر ٽان هيڪر هيٺ لاهہ،
سون ورني شيءِ نـہ هرڪا سون آهہ.
زنـدگـي منهنجي اُهـا ساڳي اڃا،
[illegible] آهي ڪٿي؟ جو مان پيان!

تون ٿئي جاڙين تہ منھنجي زندگي،
زندگيءَ ڏاران ھاڻي ٿــي زندگي.
مرڪ، جنھن ۾ تـو ڏنـو ٽڙندو بھار،
سؤ دفعا جنھن تي ڪئي تو دل نثار.
توکي کھڙي بي خبر! ڪَـرَد رد جي،
مرڪ ۾ پيي آھہ ڪا ڇـر درد جي.
تون ٿئي جاڙين نہ ھي منھنجون اکيون،
پنھنجي پلڪن ۾ جي تو سانڍي رکيون.
ڏن اکين جي تـهہ ۾ ڪو غم جو اٿاھہ،
ٿو ٽڪر ماري ڪنارن سان درياھہ.
ھو حياتيءَ ۾ نہ منھنجي ڇرچ ڪو،
رشڪ ٿـي تـوکـي الائي پـوء ڇو؟
منھنجو تو ظاھر ڏٺو رنگين مزاج،
جـو حقيقت ۾ ھيو غمگين مـزاج.
مون ڇيو جيڪي اُھـو تحقيق جاڻ،
مان جئين آھيان تئين مونکي سڃاڻ.
منھنجي ھستي ايتري ناھي بـري،
جيتري ظاھر تـــو جاڻائـڻ گھري.
نرم دل ايذي نـہ پيي شايد ھجي،
جو سندء لڙڪن جو ڪو تاثير ٿئي.

تنهنجي فطرت ۾ ڀريل جذبات آهه،
جنهن کان خود مجبور عورت ذات آهه.
تو ۾ ساموهون ٿي ڇنڻ جي دل ڪئي؛
سمجهه توکي مهل سر تني سات ڏي؟
جوش ۾ غلطي ڪرين ٿي بار بار،
تنهنجي ڪمزوري آ عالم آشڪار.
تو ليڪو ڀائي وڏي غلطي ڪئي،
مرڪ هڪڙيءَ تي ڇڏيءَ بس دل ڏئي!
حرص محبت جو جڏهن وڌندو رهيو،
شوق صحبت جو تڏهن وڌندو رهيو.
تو ائين پاڻجي وساريو پاڻ کي،
جاڻ خود کوهي ڇڏيو جڻ جاڻ کي!
پنهنجي مقصد ۾ نه پر ٿينءَ ڪامياب؛
پورو سو تنهنجو نه ٿيو سونهري خواب.
منهنجي دل جيڪس هان تون حاصل ڪرين،
هڏ نه هي الزام هان مونتي ڌرين.
سچ چوان ڪوڙو نه جي توکي لڳي،
تنهنجي دل ئي ٿي فقط توکي ٺڳي.
تون لکين ٿي، تنهنجي شاديءَ جو وڳو،
غم سبب جڻ ٿئي ڪفن توکي لڳو!

رهيو آهيان، جن جي ڪنن تي ڪڏهن هن
ڪهاڻيءَ جو پڙلاءُ به ڪين پيو هوندو. اُميد اٿم
تہ هيءَ ڪهاڻي گهڻن کي ئي پنهنجي ڪهاڻي ٿي
لڳندي. جيتوڻيڪ آهي ڪنهن اوچتي جذبي جي
تخليق. ڏسان تہ گهڻا دردوند هن ڪهاڻيءَ کي
ڳائي پنهنجو من هلڪو ڪن ٿا.

## خط پهتو

تنهنجو خط پهتو مگر مان ڇا لکان ؟
سوال ٿو هر هر اِهو دل کان پڇان .
ڇوته ڪائي ٿي جڏهن دل کي رسي ،
ٿـــو تڏهن پيدا بـرابـر درد ٿئي .
درد ـ دل جو تون به ٿي آهين شڪار ،
ٿي ڪري تنهنجي تڏهن اچ دل پڪار .
درد سان رشتو گنڊيي گهارڻ ڏکيو ،
سور سانڍيي پــاڻـکي گــارڻ ڏکيو .
هيءَ شڪايت ناهه دل وارن جو شان ،
دانهن ڪمزوريءَ جو آ ظاهر نشان .
قرب جي ڏيکاري مونکي رسم و راهه ،
ٿي گهرين ثابت ڪرڻ منهنجو گناهه ؟

( ٢٣ )

عشق هن جي زندگيءَ جو راز هو،
جنهن ۾ ئي هن جي سمايل هئي نجات،
حسن هن جي روح جو آواز هو.
درد شاهد هو تہ هو مهجور هو،
دل ڪنان، معذور هو مجبور هو.

( ٢٤ )

شمع لي جيئن ٿا اچي پروپٽ جلن،
هجر ۾ گل جي روئن ٿيون بلبليون،
ساهہ پنهنجي تان ٿا هٿ پنڌرا پلن.
جيئن فدا سر چنڊ تان چڪور ڪري،
ٽيئن بنا معشوق جي عاشق مري.

( ٢٥ )

ٿي اُٿي پيدا ٿئي قربانيءَ جي لاڳ،
رهبري جنهن جي ڪري ٿي مست دل،
ٿي ٻري اُت عشق جي خاموش آڳ.
ٿو دڪايل! سو ئي منزل تي رسي،
جو مجازيءَ کي حقيقت ۾ پسي.

ٺ پهتو، جنهن کي لکڻي اڄ پريا سترهن
. ۷ فبروري ۱۹۴۵ سکر سينٽرل جيل ۾
ٽي لکي هيم. ٻاهر اڇي دوستن کي ڳائي
ائين ڳائيندي هيڏو عرصو گذري ويو.
ءاٽي هن کان اڳ نه ڪنهن اخبار ۾ پڌري
ي ڪنهن ڪتاب ۾ ئي ڇپي. ڪٽي ڇڏجي
ٻ واءِ تنهنجي منهنجي ڪنڌين ئي پيٺي
. گهڻن ئي دوستن جا خط آيا ته اِها ڪهاڻي
ڇپائجي، پر خيال ڇيو نه ڪيو. اڄ هيترن
ڄي سانده کان پوءِ نه رڳو ڪن ڳاڻ ڳٽين
اَحبابن جي لاءِ هيءَ ڪهاڻي ڇپايان ٿو،
دوستن ۽ پيارن لاءِ پڻ پڌري ڪري

... وڇوڙي ...
ڪا پلڪ وسريو وڇوڙي جو
ياد ايندي ئي ويهڻ ٿي پيو وبال!

( ١٧ )

دل ۾ پيدا ٿيو نئين سر پيچ و تاب،
مون وجي ساجن جي چانئٺ کي چميو،
الوداع بس ٿيو ڪري شرم و حجاب.
ٿيو حيا دلبر جو شوخيءَ ۾ عيان،
مون چيو، "نون ئي ڪٿي چؤ ٿا ڪيان؟"

( ١٨ )

قرب مان توجي مکيون چوريءَ چنيون،
جن ۾ الفت جو هيو راز و نياز،
سي ڪيون مون ساهه پنهنجي کان منيون.
هٿي سنڌ، محبت جي هينئڙي ۾ اُڪير،
تنهنجي در آيس ڏڌهن سهٽا سڏ ير!

( ١٩ )

پيار ۾ منهنجي ڏسي دل بي قرار،
پاڻ مونکي پنهنجو هن سونپي ڇڏيو،
هن جون ٻانهون ٿيون گلي منهنجي جو هار.
تاڪ ۾ هٿي چپ هٿي ويٺي قضا
جنهن ڪري آخر ڇڏيو هن کان جدا

( ٢٠ )

وڏو وهي ڪرڙو قلم تقدير جو،
اوچتي هيڏو وڇوڙو پيو نصيب،
وس هليو هرگز نہ ڪو تدبير جو.
بس جدائيءَ تن بدن جهوري ڇڏيو،
ماس ٻت جو جنهن هٽي ڪوري ڇڏيو.

( ٢١ )

بند اڄ پرديس ۾ آهيان پري،
منهن ڏسڻ آهي پرينءَ جو جت عبث،
تو هتي باقي بچيل هڏ، غم چري.
هي وڇوڙو باب منهنجي ۾ ٻٽيو،
ٿيو اُهو جيڪي مقدر ڪي وٽيو.

( ٢٢ )

شاعر جو بيان.

مون ڏٺو هن جي اکين ۾ آب هو،
چوندي چوندي هن ڇڏي روڪي زبان،
هي سندس حسرت جو دردي باب هو.
عشق جو هردم هيس آڏو ڪتاب،
ٿئي مليس بس عشق جو جنهن مان جواب.

ٽن بدن ٻون ھن کي نذرانو ڪيو،
سر جھڪائي سجدو روزانـو ڪيو.

( ١٠ )

منھنجي ساھون آسماني چنڊ ھـو،
تنھن تجلي کان ٿي روشن ڪائنات،
موجزن جڻ چانڊنيءَ جو سمنڊ ھو!
چؤطرف ھـو ماھتابان جـو ظھور،
حسن خوبانْ دل کي بخشيو ٿئي سرور.

( ١١ )

خوب سيني ۾ اُٿيا اُبـري امنگ،
وصل جـي بي خبر ٿي پئي آرزو،
دل ۾ پيدا ٿيا لکين چِٽرا ڏرنگ.
ھُن اتي مونڻ جي ڪئي ٻرکي پچار؛
مون چيو "والي وڃڻ جي ڪين وار."

( ١٢ )

اوچتو جذبـن تـي پيو غالب حيا،
منھنجي منت، بي وسيءَ جو ٿي شڪار،
نيٺ رئندي پير ھن پويان ڪيا.
پيءِ ڪنسيءَ ڳوڙھا وھايا بي حساب،
پسي جن کان مقدر جو ڪتاب!

( ١٣ )

ميخ سا من ۾ محبت جي هڻي،
هٿ رکو سائين سُڪالو ٻت ڇڏي؛
ساھ منهنجو ڀاڻ سان ويئي ڪڍي.
ويو جڏهن نڪري هٿان هرڪو ٽڪيو،
درد هڪڙو هو نڌهن حاضر هڪيو.

( ١٤ )

منهنجي مرده دل ۾ آئي اهڙي جان،
آس جو ڀانئم نراسا ۾ وجود،
جڻ ٿيا هم آغوش ڌرتي-آسمان.
هو ڪڙو ڀاسي ۾ جو مايوس پيار،
درد اُن کي ڏنو هيڪر قرار.

( ١٥ )

درد همدم ٿيو ته ٻيٺي چاھ تي،
ڪشمڪش ۾ ڳنڍ ويئي پيچندي.
تر اکين مان دل کان دلڏي راھ تي.
ويو ڀڪيڙو دل سندو ڀانڊي ٻڌي،
جو سنيهو قرب جو آيو ڪڍي.

( ١٦ )

ڪئي تصور حسن جي حيران دل،
عشق بندش جون حدون ٽوڙي ڇڏيون،
موج مشتاقيءَ ڪئي مستان دل.

درد آنهن جا دونهان بادل بڻي،
آسري جي ڌار تي پيا ٽٽي ڇڻي.

( ٣ )

ظاهري لاشڪ هيو هو بي خبر،
ٽٽي ديپل سڌ ڪين سان هن ڪنهنڪي سڌ پو،
ڪنهن جي ورنديءَ لءِ ڏڏو ٽٽي منتظر.
ڏڙڪندڙ دل ۾ هيس ڪافي گمان،
ڇا ڪندو اڳتي الائي آسمان؟

( ٤ )

قيد ۾ يارن عزيزن ڪان پري،
ناهه ڪو ويجهو جتي ساٿي سڄڻ،
جي نه هو روئي، تڏهن بيو ڇا ڪري؟
موت گهرندي پي جتي ٽٽي بي نياز،
تو اُتي هڪ درد ئي ٽٽي ڪار ساز!

( ٥ )

مون وڃي ويجهو چيس بهر خدا،
ايڏي غم اندوهه جو ڪهڙو سبب،
آهه اهڙي توسان ڪهڙي ماجرا.
ڪم نصيبيءَ جو بڻيو آهين شڪار،
يا زمانو ناهه توسان سازگار؟

(٦)

منهنجي همدردي ۽ پنهنجائي ڏسي،
جڻ ته بڌندڙ کي ويو ٻوڙو ماڻي،
هڪ ماڻيءَ پاٻوهه تي پيس دل ڦسي.
زخم جا تپوڙا ڪچا اُڪاڻ لڳا،
نيڻ هن جا ڇاڪندا اُٿاڻ لڳا.

(٣)

ڪاڳهڙي هن جون اکيون ٿمنديون رهيون،
ٿيو پيرو طوفان جيسين درد جو،
تيسين ڏائين سي اَجهل سمنديون رهيون!
دل جهاڻي هينءَ نيٺ هن ڇوري زبان،
۽ ڪيائين هن طرح ظاهر بيان.

(٨)

منهنجون هن سان جيئن نگاهون چار ٿيون،
جڻ نئين دنيا ۾ پاڻم پاڻکي،
جنت خوديءَ جون حجتون بيڪار ٿيون.
عشق حضرت بي خودي آيو کڻي،
دل جو بربٽ جنهن ڪان پيو گاشن بڻي.

(٩)

مون ڏٺو هن منهن ورائيندي ڏنيون،
مرم واريءَ مرڪ سان جڻ مرڪندي،
نيچي نظرن ساڻ ڳجهڙيون دعوتون!

( ٦ )

منهنجي همدردي ۽ پنهنجائي ڏسي،
جڏهن ڏهه ٻڌندڙ ڪي ويو ٻوڙو ماڻي،
هڪ مڻيءَ پابوهه ٿي پيس دل ڦسي.
زخم جا تو پا ڪچا اُڪاڻ لڳا،
نيڻ هن جا چلڪندا اُٿالڻ لڳا.

( ٣ )

ڪا گهڙي هن جون اکيون ٿمنديون رهيون،
ٿيو ڍرو طوفان جيسين درد جو،
تيسين ٿائين سي اَجهل سمنديون رهيون!
دل جهلي هينءَ نيٺ هن چوري زبان،
۽ ڪيائين هن طرح ظاهر بيان.

( ٨ )

منهنجون هن سان جيئن نگاهون چار ٿيون،
جڏهن نئين دنيا ۾ پاٽم پاڻکي،
جت خوديءَ جون حجتون بيڪار ٿيون.
عشق حضرت بي خودي آيو ڪٺي،
دل جو بربٺ جنهن ڪان پيو گلشن بڻي.

( ٩ )

مون ڏٺو، هن منهن ورائيندي ڏٺيون،
مرم واريءَ مرڪ سان جڏهن مرڪندي،
نيچي نظرن ساڻ گجهڙيون دعوتون!

درد آهن جا دونهان بادل ٻڻي،
آسري جي ٺار تي پيا ٺٺي ڇٺي.

( ٣ )

ظاهري . لاشڪ هيو هو بي خبر،
ٺٺي دبيل سڏڪين سانهن ڪنهنڪي سڏيو،
ڪنهن جي ورنديءَ لءِ ڏڍو ٺٺي منتظر.
ڏڙڪندڙ دل ۾ هيس ڪافي گمان،
ڇا ڪندو اڳتي الائي آسمان؟

( ٤ )

قيد ۾ يارن عزيزن ڪان پري،
ناهه ڪو ويجهو جتي ساٿي سڄڻ،
جي نه هو روئي، تڏهن پيو ڇا ڪري؟
موت گهرندي پي جتي ٺٺي بي نياز،
تو اُتي هڪ درد ئي ٺٺي ڪار ساز!

( ٥ )

مون وڃي ويجهو ڇيس بهر خدا،
ايڏي غم اندوهه جو ڪهڙو سبب،
آهه اهڙي توسان ڪهڙي ماجرا.
ڪم نصيبيءَ جو ٻٽيو آهين شڪار،
يا زمانو ناهه توسان سازگار؟

ته هن ۽ صاحبان جي پيار جي ڪهاڻي شعر ۾ لکي جهولڪا
ڪيس ڏيندس. هو جڏهن هڪ مهني ڪان پوءِ پنهنجي
سزا پوري ڪري ٻاهر نڪتو تڏهن پنهنجو انجام
پاڙيندي مون ڪيس چيو:

”ساز دل تي تار الفت ڇيڙ ڪين،
خلق دنيا جي اٿيئي تماشبين.“

اڄو ته هيءَ هڪ سچي ۽ حقيقي ڪهاڻي وارو
مرسيو ڳايون، ۽ اٿين سماج جي قاتل ڇريءَ
هيٺان زبح ٿيل پکين جي هن پريمي جوڙي تي
فاتحا پڙهون.

نڪتي. جوڙو آخر پڪڙجي پيو ۽ نتيجي طور هن ڏوهه هيٺ پرئي کي اڍائي سال سخت قيد جي سزا ملي. ٻئي طرف صاحبان ساهري گهر رهڻ کان انڪار ڪيو جنهن ڪري لاچار ٿي سنڌس ننڍڙي گهوٽ کيس طلاق ڏنو. پر پڪي ان هوندي به آزاد نه ٿيو. صاحبان کي سنڌس مائٽن وري به هڪ چڱي چوکي زميندار سان پرڻائي ڇڏيو. ڇوڪريءَ جو وس ڇا، جو گهوٽ ۽ گهوٽ جي سماج سان مهاڏو اٽڪائي سگهي. صاحبان جي مجبوريءَ هڪ دفعو وري روئي ڏنو.

پرئي ٻڌايو ته هن وقت هوءَ هڪ ٻارجي ماءُ آهي ۽ پنهنجي مرد سان خوش آهي. اهو ٻڌائيندي هوُ روئي وينو. ڪن رکي چيائين ته ٻاهر ويندس ته اول صاحبان سان فيصلو ڪندس، جي مونسان پيچي نڪرڻ قبوليائين ته واهه، ٻيءَ صورت ۾ پهرين سنڌس مڙس کي ماريندس ۽ پوءِ کيس. ائين چوندي چوندي هن جي اکين جا ڳوڙها سڪي ويا ۽ هن جو هٿ وڃي شهپر تي پيو. آخر مون کيس آٿاري اُٿاري ٺڏو ڪيو. کيس ٻڌايم ته پيار ۾ رڳو ڏيڻ ٿيندو آهي ۽ نڪي وٺڻ. ساڻس انجام ڪيم

جي تہ ونھيو ھو ٻارھين جو! صاحبان سور پي
چاچي جي ٽڪيءَ چڙيءَ هيٺان ڪنڌ ڪٽي رکيو ۽
انين ھن قربانگاھ ۾ سندس پيار ٽڙڪي ٽڙڪي ٽڌو
ٿي ويو. ھوءَ پڙھيل ڪڙھيل نينگر ھئي. روز
قرآن جو دؤر ڪندي ھئي، اھوئي سبب ھو جو
پرئي جو پيار ڪيتري بہ اتاولي ھوندي، آپي ڪان
ٻاھر وڃي نہ سگھيو. ھينئر پرئي لاءِ چؤطرف اونده
ھئي. غريب وٽ نہ ھئا بہ ھزار نڪي ڪنوونيءَ
لاءِ ڪا پيڙھ يا پائني. اھوئي سبب ھو جو ھن
گوءِ ۾ ھؤ ھارائي وينو. پريو سچ پچ تہ اڄ
بي وس ٿي پيو. انھيءَ وچ ٻارھن مھنا گذري
ويا ۽ انھن ٻارھن مھنن ۾ ھؤ الائي ڪٿان جو ڪٿان
وڃي پھتو. يڪتارو ڪٽي ڳوٺ ڳوٺ چاڪاريندو
رھيو ۽ انين ھڪ ڏينھن صاحبان جي ساھري ڳوٺ
۾ بہ اچي پھتو. نيٺ سندس ملاقات صاحبان سان
ٿي، جنھن ساڻس پنھنجي نڪرڻ جي رٿ لاچار ٿي
قبول ڪئي، جو تہ بيءَ صورت ۾ پرئي ڪيس
دڙڪو ڏنو تہ ھؤ آپگھات ڪري ڇڏيندو. صاحبان
جو سانتيڪو پيار ھن دپ ھيٺ بغاوت ڪري
اٿيو ۽ ھوءَ ٻيءَ رات گھر ڇڏي پرئي سان پنھنجي

پرٽي ۽ صاحبان جي ڪهاڻي!
آرتوار صبوح جو پريو چٺيون ڪٺي آيو. ڏيڍ
سال کان پوءِ اُهي چٺيون وري ڏٺيون هئائين.
ڏاڍي اُنساهہ سان آڻي منهنجي هٿ ۾ ڏنائين.
ٽيئي چٺيون پينسل سان لکيل جڻ تہ محبت جو
اقراري دستاويز هو. هڪ چٺيءَ ۾ لکيل هو تہ 'تون
دل نہ هارج، چار درويشن جو قصو ياد هوندءِ.
آخر اسين بہ الله جي مهربانيءَ سان هڪ ڏينهن
ضرور ملنداسين ....... مٿان ڦلاڻي کي ڦلاڻي وانگر
روئي جيل جو عرصو گندو ڪري اچين. صاحبان
تنهنجي آهي ۽ تنهنجي ئي ٿي رهندي.' چٺيون
پڙهندي مونکي صاحبان ۽ پرٽي جي پهرين ملاقات
اکين اڳيان تري آئي تہ ڪيئن نہ خريف جي آغار
۾ رونبي ڪندي اکين ئي اکين ۾ هڪ ٻئي سان
محبت جو اقرار ڪيو هئائون. ڪيئن نہ چوريءَ
چوريءَ پيا آپسي چاهہ جي ٽڙق وڌائيندا هئا.
پلاگونٽ هونديءَ وسو هن قسم جي لڪ چپ ڪيسين
ٿي هلي سگهي. نيٺ بصر پڳو تہ بانس آئي. صاحبان
جي چاچي بنا دير پائنيءَ کي پرڻائي ڇڏيو ۽ هڪ
اڌ پڙهيل چوڪري سان، جنهن جي عمر پنهنجي
ڪنوار کان پنج سال ننڍي هئي. وني سترهين

هائي ۽ هوءَ منهنجي سيرانديءَ واري سيخائين دروازي کي ٺيڪ ڏيئي ويٺو هو ۽ ٻئي جهونگارڻ سان گڏ سُڏڪيو! اها سندس روزاني ڪار هئي ۽ ائين پيو پاڻ سان اوريندو اوداريندو هو.

’ٻريل!‘ مون هن کي سڏ ڪيو. منهنجو آواز بيماريءَ سبب هونءَ ئي نرم ۽ جهڪو هو.

هن آهستي جواب ڏيندي چيو ”اجا جاڳين ٿو ڇا، ڇا ڪريان يار! ننڍ ئي الله ڪسي وئي آهي. هن ڪن ڪرسي وري چيو ”ننڊ ڪسي ها ته پلي، ٻر ٻرينءَ کان هيترو دور ۽ پاسي ته ڪين ڪري ها.“ هوءَ چپ ٿي ويو ۽ ساڻ ساڻ سندس گونگو سڏڪو منهنجي دل جي تارن کي ڇهي اڄ رات جي سانت ۾ سمائجي ويو. منهنجي چوڻ تي هن پنهنجي ڪهاڻي شروع ڪئي ۽ ائين ٻوري ۾ ٿي. ٻچاڙيءَ جو چيائين ”ادا! تنهنجي جيلر صاحب مڃيندو آهي، جيڪر ڪائونس چئي وٺي ڏئين ته مان صبوح جو پنهنجا گهر وارا ڪپڙا گدام منجهان ڪڍي اچان ۽ ٺوڪي صاحبان جون اُهي چٺيون ڏيکاريان، جيڪي هن مونکي ڪچي جيل ۾ لکيون هيون.

لاءِ ڪي
هن جا سڏڪا ۽ سِسڪيون منهنجي
نوان ڪين هئا. رات جي سانت ۾ اهي سڏڪا
ڏور ڏور تائين ٻڌڻ ۾ ايندا هوندا؟ پر ڪنهن کي ضرورت
پيئي آهي جو پرائو سور پنهنجي پيٽ ۾ پائي.
جيل جي اسپتال ۾ هوس ۽ هي ٽيون مهنو
هو اِنهيءَ ساڳيءَ کٽ تي سمهئي. مون ڪٿيءَ کي
پاسيرو ڪيو ۽ اُٿي وينس. پريو پڙهيو ته ڪجهه
ڪين هو پر ٽڪبندي واهه جو ڪندو هو ۽ پنهنجون
جوڙيل ڪافيون پيو جهونگاريندو هو. قيديءَ
منجهان مقدم بڻيو هو. ڏنڊي - پٽي سان گڏ اُن اَنهه
ماهوار پگهار به ملندو هوس. ڏينهن جو ٻاهر پارٽيءَ
سان جيل جي واڙيءَ ۾ رهندو هو ۽ رات جو ٽورا
مقرر ڪلاڪ اسپتال ۾ ٻيل بيمار قيدين تي پهرو
ڏيندو هو.

( ٢٣ )

سر ڏيئي سوين جاڳائيندس،
مٺي ماءُ جو درد گهٽائيندس،
مونکي گانڌيءَ جي چرخي جو قسم!
وک پٺتي ڪين هٽائيندس.

( ٢٤ )

ڌسي ملڪ کي شوق غلاميءَ جو،
هن مارو-مرض مداميءَ جو؛
ڏيئي خون بدن جو وطن صدقي،
مان ڌوئندس داغ غلاميءَ جو.

( ٢٥ )

ويو جان وطن لءِ ڏيڻ وارو،
ويو ملڪ تان صدقي ٿيڻ وارو؛
ويو ديش جو وير سپاٽر ويو،
ويو، ويو تن من ارپڻ وارو.

( ٢٦ )

هي خون اهو رنگ لائيندو،
ڪيئي مرد ستل جاڳائيندو،
بند ديش دکايل جا ڪٽبا،
"جئہ-هند" سان مکتي پائيندو.

( ١٩ )

جنهن جي راڄ ۾ آهي نياءُ نہ ڪو،
تنهن جي راڄ ۾ گهارڻ آهہ ڏکيو،
اهڙو حاڪم، حاڪم ڪيئن چوان،
جيڪو رعيت جو رکي خيال نہ ٿو!

( ٢٠ )

جنهنجي راڄ ۾ رشوت روز هلي،
جنهنجي راڄ ۾ مشڪل پيٽ پلي،
اهڙي راڄ کان بيشڪ پينگہ پلي،
رعيت جو ٿو جتي چارو چلي!

( ٢١ )

جنهنجي راڄ ۾ پاڙُ نہ خدمت جو،
تلوار تي زور حڪومت جو؛
جتي قرب جو آهي نانءُ نہ ڪو،
رڳو حرف هلي ٿو حرفت جو.

( ٢٢ )

جيڪو حاڪم پنهنجو پيٽ پري،
رعيت کي لتائي راڄ ڪري،
اهڙو راڄ ڀلا ڪيئن رهڻ ڏبو؟
جيڪو پاڻ کي پاڻ کان ڌار ڪري!

( ١٥ )

سرجڻن تني ڏنو مرڪي تني ڏنو،
هڏ مرد جو من تني ڪين پنو،
ڏيندڙ کي نڪو ڏک هو هرگز،
ڏسندڙ جو مگر تني حيانءِ چنو!

( ١٦ )

هيءَ ظلم سندي روئداد ڏسي،
هيءَ بي دردي بي داد ڏسي؛
نہ وڏيڪ سنو تيو موڪان، اڙ!
هيڏو ظلم ڏسئ بغداد ڏسي.

( ١٧ )

ست پائي وڃي ڪائونس مون پڇيو،
پينو شو مرڻ لءِ جو منبريو،
هيءَ ماجرا ڇاهي بجہ خدا!
ائين چوندي تني منہنجو حيانءِ ڦيرو!

( ١٨ )

حيران ڏسي شن مونکي چيو،
سر ڏيئي، ڪرڻ تو وڃان سؤدو،
هيءَ موت نہ آهي موت، مگر،
آهي پاڻ مٿائڻ جو موقعو!

( ١١ )

سر ڪن جا ڌڙن ڪان ڌار ڏٺم،
ڪيئي نيزي تي هسوار ڏٺم،
ڇيهون ڇيهون ڏٺم ڪن جون ڇانيون.
گولين جا گهٽيئي شڪار ڏٺم.

( ١٢ )

جنهن طرف ڏٺم پي پئي ويڪٽ،
ڌڪ ڌڪ پي پئي پي پئي سٽ سٽ؛
هر طرف مٿل چينگهاڙ ڏٺم،
ميدان نه هو، پر هو مرگهٽ.

( ١٣ )

هڪ پاسي خون جي پياس هئي،
ٻئي طرف ڌيڻ جي آس هئي؛
هڪڙا ٿئي ڪريا ۽ ٻيا ٿئي وريا،
ڌسندڙ لءِ عبرت خاص هئي.

( ١٤ )

هڪ طرف هٿيار پنوهار ڏٺم،
ٻئي پاسي مرڻ لءِ تيار ڏٺم؛
هڪ طرف شڪاري شوخ هئا،
ٻئي طرف نماڻــا شڪار ڏٺم!

(٣)

سپنن جي دنيا آزاد دنيا،
رنگين دنيا آباد دنيا.
تونگر ڪو هجي يا فقير هجي،
هرڪنهن کي وڻي هيءَ شاد دنيا!

(٤)

بند نيڻ مگر ٻوڙيا ٿئي حواس،
هر طرف هيو آنند اُلاس.
ڪڏهن جوڳي ٿي ٻرٻن پنڌ ڪيس ٿئي،
ڪڏهن پوڳي ٿي پوڳيم پوڳ ولاس.

(٥)

ڇا ڇا نه ڏٺا مون خواب نوان،
احباب نوان اسباب نوان،
اسرار جا گنج ڏٺم هرجا،
حيرت جا نرالا باب نوان!

(٦)

اسرار عجب هڪ آيو نظر،
حيران ڪندڙ هو ڇا منظر،
هت هٿ پٽي وهيو ڪيسر جو دريا،
هتي ڌرتي نه ڌر آڪاس نه ڌر!

## شهيد جي ڪهاڻي

پيئي پهر سوا اڃا رات هئي،
ڦٽي ڪچڙي مس پريات هئي.
چوطرف هئي خاموش فضا،
ڪجهه قدر اڃا ظلمات هئي.

( ٢ )

هيو ننڊ ۾ غافل هرڪو بشر،
هل هو نه هنگامو شور نه شر.
جڏي هوش ۾ ڪو عالم نه رهيو،
سپنن جي دنيا جاڳي ٿي مگر!

شهيد جي ڪهاڻي زبان ذي آهي. اِنهن سورمن
ڪروڙن باشندن جي ڪالاڻيءَ جهڙا سنڌي
جي قربانيءَ ئي شهيد هيٺون آن-بان صدقي
سپاٽر پيدا ڪيا، جن ماتا جي ڇڏيا. اڄو ته انهن شهيدن
پنهنجا سر صدقي ڪري ڇڏيا. اڄو ته انهن شهيدن
جي چڪيا جي ٻسم جو قسم ڪڻي ڀارت جي ۽ دنيا
جي ڀلائيءَ توڙي آزاديءَ جو اقرار ڪريون. پڪ
اٿم ته شهيد جي ويهه ورهيه اڳ لکيل هيءَ آڪاڻي
ڳائيندي، اسين پاڻ توڙي پنهنجي قوم کي "جنم
جڳت" لاءِ تيار ڪري سگهنداسين.

نيٺ ڏکايل ويو،
ويڙ نہ پنّي پيو،
پيارت ماڻا جو،
ڪير سڄايو ٿيو.
منهنجي راڄي! نہ روڪ.

ساهہ پرائو آ،
جنهن تي ناهہ بقا،
تنهن ڏينهن ۾ پيولي!
تنهنجو ويندو ڇا؟
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

فرض - محبت جو،
هي سچو ناتو،
مهل پئي ٿين ٿا،
هڪ ٻئي جو راڪو.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

فرض وساريم جي،
قول نہ پاڙيم جي،
لوڪ گلا ڏيندو!
سڌ نہ اُنايم جي.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

هڪ جيڏا ساٿي،
اڳيرا ويندا ٿي،
توڪ هٽي چوندا،
توکي ويو ڇا ٿي؟
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

آن وستر ڪاٿي؟
پورو ڳهر ڪاٿي؟
ديش دکايل ڪسي،
بيت گذر ڪاٿي؟
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

ديش غلاميءَ ۾،
مرض مداميءَ ۾،
غيرت پلجي ويو،
سرس سلاميءَ ۾.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

دل وارا ايندا،
مات مري ٿيندا،
لوڪ پلي صدقي،
ساهہ سوين ڏيندا.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

موهہ نہ ڪنهن ڪم جو،
فاني هڏ چم جو،
ڪال ڪڍي ويندو،
هي دم آدم جو.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

. روڪ راڻي

تون نہ ٻڌين ٿي ڇا ؟
هوءَ ڍڪ جا باجا،
جوش پيري دل ۾،
ٻڌ نہ ڇوَن ڇا ٿا ؟
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

دير نہ ويرا! ڪري،
دل نہ اڌير ڪري،
ماڳہ رسڻ جي ڪر،
هر تدبير ڪري.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

ملڪ مصيبت ۾،
بي حد آفت ۾،
تون ڪئن گهر گهارين،
عيش و عشرت ۾؟
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

ڏيهہ ڏڪر ماريو،
مرض آزاريو،
موت لکين ماري،
رڻ ڪيڏو ٻاريو!
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

## نہ روڪ راڻي

نہ روڪ منهنجي راڻي! نہ روڪ.
نہ روڪ منهنجي راڻي!
ديش پڪاري ٿــو،
راهـ نهاري ٿــو،
فــرض وطن وارو.
يــاد ڏياري ٿــو.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.
نــاد وڄــڻ وارو،
ملڪ اُٿيــو ســارو.
ٻوڙ ٽــڪو ســاٿــي!
ساٿُ هلڻ هــارو.
منهنجي راڻي! نہ روڪ.

نہ روڪ راڻي

اهڙي جنگ جاري هئي. اهڙي
اندر ۾ فرض ۽ محبت جي جنگ جاري هئي. اهڙي
وقت فرض ٽوڙي محبت هڪبئي جي آڏو نہ اچي
اوڏو آيا. پنهنجي پنهنجي ڪان موڪلايو. جيئن اڄ بہ
هزارين نوان شادي ڪيل جوڙا هڪبئي کان
موڪلائي نيفا ۽ لداخ ۾ هماليہ جي چوٽين تي
حملا آور غنيم سان دوبدو ٿي رهيا آهن. اُنهن جوانن
جي نوورنين جي هٿن ۽ پيرن تي شاديءَ رات
واري لڳايل مينڌي اڃا بہ جيئن جو تيئن ثابت
آهي. هڪ طرف مينديءَ جو رنگ آهي تہ ٻئي
پاسي لهوءَ ۾ لال ٿيڻ لاءِ هي سپاهي گهوٽ اُتاولا
آهن. "نہ روڪ منهنجي راڻي! نہ روڪ" ڪهاڻي
جيتوڻيڪ آزاديءَ جي پراڻي اِتهاس جو هڪ پرلاءُ
آهي، تڏهن بہ اڄ جيڪو ڀارت جي آزاديءَ جو
نئون اِتهاس جڙي رهيو آهي، تنهن جو هڪ باب
پڻ آهي. اُميد اٿم تہ سنڌي سورمن جو اولاد
هيءَ ڪهاڻي ايامن تاءِ ڪين وساريندو.

